فَمَالَهُم عَنِ التَذكرةِ مُعرضِينِ ○ كانهم حُمُرُ مُستَنفِرَة ○ فَرت مِن قسَورَة ○ (المدثر)

ترجمو: انهن ماڻهن کي ڇا ٿي ويو آهي جو قرآن کان ائين ٿا منهن ڦيري ڀڄن جيئن ٿا هڙ گڏه شينهن کي ڏسي ڀڄي ويندا آهن.

# سلف صالحين جي نالن سان علم ۾ خيانتون

عزيزالله ٻوهيو

سنڌ ساگر اڪيڊمي

# سلف صالحين جي نالن سان علم ۾ خيانتون

عزيز الله ٻوهيو

سنڌ ساگر اڪيڊمي
نوشهروفيروز

## قرآن سمجهڻ لاءِ شرط

رب سائينءَ قرآن حڪيم جي نازل ڪرڻ جو غرض ۽ مقصد بيان ڪندي فرمايو ته: انا انزلنا اليڪ الڪتاب لتحڪم بين الناس بما اراڪ الله (۴/۱۰۵)

يعني: ”اي پيغمبر اسان تنهنجي طرف ڪتاب کي نازل فرمايو ته تون ان قرآني بصيرت سان ماڻهن ۾ حڪمراني ڪر، ماڻهن جي الجهيل معاملن ۾ فيصلا ڪر.“

۽ فرمايائين ته ”وانزل معهم الڪتاب بالحق ليحڪم بين الناس فيما اختلفوا فيه (۲-۲۱۳) يعني نبين سان گڏ ڪتابن کي حق سچ واري فڪر ۽ قانون طور هن لاءِ نازل ڪيوسون ته هو ماڻهن جا اختلافي مسئلا ان ڪتاب ذريعي نبيرين. هوندئن ته هن موضوع لاءِ يعني وحي واري تعليم ۽ انبياءَ عليهم السلام کي دنيا ۾ ماڻهن مٿان حڪومت ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو آهي. قرآن پاڪ ۾ تمام گهڻيون آيتون نازل ڪيون ويون آهن، پر اسان هت صرف ٻه آيتون لکي پوءِ پڙهندڙن جي خدمت ۾ هي عرض ڪرڻ چاهيون ٿا ته قرآن حڪيم کي سمجهڻ لاءِ هي ضروري آهي ته ان کي شخصي ۽ انفرادي غرض ۽ مفاد ۾ محدود تصور ڪري نه پڙهڻ گهرجي، بلڪ جيئن ته قرآن جي رينج، پکيڙ ۽ پهچ هدي الناس آهي، يعني ذات انسان لاءِ هدايت وارو آهي ۽ ذڪر للعالمين آهي. يعني جهانن واسطي هي ڪتاب قانون ۽ نصيحت ڪري نازل ڪيو ويو آهي ته رسول سائين کي ٻه صرف مسلمانن لاءِ مخصوص ۽ محدود ڪري سمجهڻ نه گهرجي جو اهي ٻه جملي انسانن طرف موڪليا ويا آهن ته قرآني آيتن ۽ احڪامن جو صحيح معنيٰ مطلب تڏهن سمجهه ۾ ايندو جڏهن قرآن کي ڪائنات مٿان حڪمرانيءَ جو دستور ۽ منشور تصور ڪيو ويندو. منڍ اسلام واري دور ۾ جڏهن قرآن کي ڪائناتي وسعتن تائين پکيڙ وارو ڪتاب ڄاتو ويو ته اسلام واديءَ حجاز کان وٺي يورپ، آفريڪا، ايشيا ۾ چاليهه لک ڪلوميٽرن تائين ڦهلجي ويو. پوءِ مفتوح ملڪن ۽ قومن جي معزول ۽ محروم حڪمرانن ۽ انهن جي ڪرپٽ ۽ فاشسٽ بيوروڪريٽن ۽ پاڙيتو دانشورن جن سڀن کي قرآن مترف سڏيو آهي ۽ اهي هر دور ۾ هر نبي جي انقلاب جي مخالفت ڪرڻ ۾ اڳرا رهندا هئا ۽ جيڪي جاگيردارن ۽ سرمائيدارن جي نظرياتي دلالي ڪندا هئا، انهن قرآن جي ڪاميابين جو راز قرآن مان نحن جعلناها تذڪرة ومتاعا للمقوين جي فلاسافيءَ کي سمجهي ورتو (يعني اسان ذرتيءَ جي وسيلن کي بکين جي ضرورتن لاءِ خلقيو آهي) ۽ انهن هٿ ٺوڪيون حديثون ٺاهي رسول سائين ڏي منسوب ڪيائون ته فتنو ايندو. اهڙي وقت ۾ ٻڪريون ڪاهي جبل تي چڙهي هليا وڃجو ۽ جهاد جي ڪاميابي رسول وارن هٿيارن جي برڪت سان ٿيندي جيڪي امام غائب پاڻ سان کڻي ويو آهي.

هن ڪتاب جي مواد ڇپائڻ جا حق ۽ واسطا سڀن لاءِ عام ڪجن ٿا

ڪتاب جو نالو : سلف صالحين جي نالن سان علم ۾ خيانتون
ليکڪ : عزيز الله ٻوهيو
ڇپائيندڙ : سنڌ ساگر اڪيڊمي، نوشهروفيروز
ڪمپوزنگ : انٽيل ڪميونيڪيشن، حيدر چوڪ، حيدرآباد، سنڌ
قيمت : -/150 رپيا
پتو : عزيز الله ٻوهيو، پوسٽ آفيس خير محمد ٻوهيو وايا نوشهروفيروز، سنڌ

## فهرست



## انتساب

**آئون پنهنجو هيءَ ڪتاب ارپيان ٿو شيعہ مسلڪ جي اصغريہ تنظيم ڪنڊو تعلقي هالا جي نالي.**

منهنجي هن ارپنا جو سبب هي آهي جو آئون هڪ ڏينهن پنهنجي دوست دادا علي بخش جي والد جي وفات جي عذرخواهي لاءِ سندس ڳوٺ، چنگ جي رڪشي تي وڃي رهيو هئس تہ رڪشي جي سائيڊ سان هڪ اسٽيڪر چنبڙيل ڏٺم جنهن ۾ مسلمان امت جي سڀن فرقن ۽ گروهن کي اتحاد ۽ ڀائيچاري جي اپيل لکيل هئي ۽ اپيل ۾ خاص ڳالهہ هيءَ هئي تہ مسلمانن جا سڀ فرقا اچو تہ سڀ جو سڀ پاڻ ۾ گڏجي هڪ ٿيون. پڌي ڪيون ۽ اهو اتحاد قرآن حڪيم جي بنيادن تي هجڻ گهرجي. منهنجي لاءِ اها ڳالهہ تمام چرڪائيندڙ هئي، هن ڪري جو مون سڀن فرقن کان جيڪڏهن ڪا اڄ تائين اهڙي دعوت پڌي بہ آهي تہ انهن اهڙي اتحاد لاءِ پنهنجي پنهنجي گروهي حديثن ۽ فقهن وارن امامن وغيره جي روايتن ۽ اقوالن جي آڌار تي گڏ ٿيڻ کي بنياد بنايو آهي، پر خالص ۽ نج قرآن کي اتحاد جو بنياد بنائڻ جي ڳالهہ مون صرف هن اسٽيڪر ۾ پڙهي هئي ۽ اهو اسٽيڪر ڇپائڻ ۽ دعوت ڏيڻ وارن جو نالو هيٺان لکيل ڏٺم. اصغريہ جماعت ڪنڊو. سو اها ڳالهہ منهنجي لاءِ تمام خوشي ۽ فخر جهڙي ڳالهہ ٿي، ان ڪري هي ڪتاب ڪنڊو وارن جي اصغريہ جماعت طرف منسوب ڪيان ٿو. توڙيڪ مون هن ڪتاب اندر نهج البلاغہ جي خطبن جي حوالي سان ثابت ڪيو آهي تہ هي خطبا ٺاهيندڙ طبري ۽ زهري اينڊ ڪمپني قدس سره وارا ختم نبوت جا منڪر آهن ۽ اصول ڪافي جون حديثون هن قرآن حڪيم تي پنهنجي پوئلڳن کي تقيي نموني قبول ڪرڻ ۽ ويساهہ ڪرڻ جي ڳالهہ سيکارين ٿيون، پر انهن ماڻهن سان منهنجو ڇا، اهي تہ ايراني شيعا آهن، انهن جو تہ عربن سان سياسي حسد هئو، مون جيڪا ڳالهہ ڪنڊوءَ جي سنڌي شيعن ۾ موجوده قرآن مٿان ايڏي وڏي ويساهہ جي ڳالهہ اکين سان ڏٺي ۽ لکيل پڙهي آهي تہ پوءِ آئون پاڻ تي فرض سمجهان ٿو تہ انهن جي دعوت کي داد ڏيان.

**عزيز الله ٻوهيو**

# مهاڳ

مون اڳي سنڌ ساگر اڪيڊمي طرفان ڇپرايل ننڍڙي ڪتابڙي "احسن الحديث" جي ٽائيٽل تي تياري هيٺ ايندڙ ٽن ڪتابن جو اعلان ڪيو هو، هڪ 'فقهه القرآن'، ٻيو 'اسلام ڇا آهي؟' ٽيون 'سلف صالحين' سو هن ٽئين ڪتاب سلف صالحين جي نالي ۾ ٿورو واڌارو ڪري، پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪيون پيا، هاڻ مڪمل ۽ وڌايل حصي سان نالو آهي "سلف صالحين جي نالن سان علم ۾ خيانتون".

هن ڪتاب ڪي انداز جي لحاظ سان لڳ ڀڳ منهنجي ڪتاب "قرآن مهجور" وانگر سمجهڻ گهرجي، قرآن مهجور هوندئن ته مطلق علم حديث بابت لکيو ويو آهي، پران ۾ وهابي (اهل حديثن) ديوبندي، بريلوي، اهل سنت سڏائيندڙن جي حديثن تي تبصرو ڪيو ويو آهي، مون پنهنجي ڪتاب قرآن مهجور ڪي ٿوڙل فن حديث لاءِ تبصري طور پنهنجي پر ۾ ڪافي پئي سمجهيو، پر ان ڪتاب جي اشاعت ڪان ڪجهه مهينا بعد، شهر نارو شاهه جي اهل تشيعت مسلڪ سان تعلق رکندڙ مهربانن ڪتاب جي موضوع ۽ ٻين اهڙن لاڳاپيل مسئلن تي ڪچهري ڪرڻ جو پيغام ڏنو، مون ڪي انهن سڏيندڙ دوستن سان اڳ ۾ ملاقات ٿيل هئي، اهي سڀ مخلص ۽ حق سچ جي تلاش وارو جذبو رکندڙ هئا ۽ آهن. منجهن ڪابه فرقيوارانه عصبيت ۽ تفريق ڪانه هئي. آئون حڪم جي تعميل ڪري ويو هئس، وٽن سنڌن مسلڪ شيعه جو هڪ عالم به ترسيل هو، منهنجي ڪتاب قرآن مهجور جي حديثن بابت تبصرن تي ڳالهه ٻولهه دوران ان عالم سڳوري ڪچهري وارن ڪي ٻڌايو ته ڪتاب قرآن مهجور جا تبصرا ۽ تنقيدون جيئن به هجن پر اهي اهل سنت وارن جي حديثن تي لکيل آهن، انهن جون حديثون تنقيد ۽ تبصري مطابق ائين هجن ته هجن، پر اسان شيعه مسلڪ وارن جو علم حديث، سمورو ائمہ اهل بيت کان ورتل آهي سو اسان جون حديثون



صحت، روايت، درايت ۾ هر لحاظ سان معتبر ۽ معتمد عليه آهن، ۽ اهي هن ڪتاب جي تنقيد ڪان بالاتر ۽ مستثني آهن (هي هو ان عالم سڳوري جي جواب جو خلاصو).

منهنجي لاءِ اهو جواب بلڪل ڇڻ ته نئون به هو ۽ باقائدي منجهائيندڙ به، ڇو ته مسلڪ شيعت بابت منهنجي ڪل معلومات ٻين ڪان ٻڌل ۽ رف قسم جي ڪچهرين ۽ ٽيبل ٽاڪ واري هئي، يعني مون ان وقت تائين مذهب شيعت جو ڪوبه داخلي نصابي قسم جو ڪوئي ڪتاب پڙهيو ڪونه هو ۽ ان وقت ڪان ئي مون پنهنجي لاءِ هي ضروري قرار ڏنو ته ٻڌين ڳالهين تي ڪنهن لاءِ به ڪا راءِ ڏيڻ بغير انهن جي ڪنهن مستند حوالي جي، اهو صحيح ناهي، پوءِ مون پڇا ڳاڇا ڪئي ته جيئن اهل سنت ۽ وهابين وٽ حديثن جا ڇهه عدد صحيح ڪتاب صحاح سته جي لقب سان مشهور آهن ته انهن وانگر شيعن جا حديثن جا ڪهڙا ۽ ڪيترا ڪتاب آهن، سو معلوم ٿيو ته انهن وٽ چار ڪتاب حديثن جا معتبر مستند آهن جن ڪي صحاح اربعه سڏيو وڃي ٿو، ۽ انهن چئني ۾ وڏيڪ معتبر ۽ زياده صحيح ڪتاب، اصول ڪافي نالي وارو آهي، منهنجي لاءِ چارئي ڪتاب خريد ڪري وري پڙهڻ پروڙڻ ڪجهه ڳري ڳالهه هئي، سو مون جيڪو زياده معتبر ۽ نمبر ۾ مٿاهون هو اهو خريد ڪيو ۽ ان سان گڏ شيعي مذهب ۾ حضرت علي سائين جي نالي طرف منسوب ڪتاب نهج البلاغ، جيڪو سنڌن خطبن ۽ تقريرن تي مشتمل آهي، ان جي به شيعه لٽريچر ۾ وڏي هاڪ ۽ اهميت آهي، اهو به خريد ڪيم ۽ ٻنهي ڪي پڙهي پوءِ سوچيم ته پنهنجي ڪتاب سلف صالحين ۾ جنهن جا موضوع هئا تصوف ۽ فقه وارا نظريا ۽ انهن جي قرآن حڪيم سان ٽڪراءُ، پوءِ سوچيم ته انهيءَ ساڳئي ڪتاب ڪي وڌايان ۽ هڪ حصو جنهن ۾ شيعن جي مٿين ڪتابن وارين حديثن جي قرآن سان ٽڪراءُ ڏيان، ۽ ٻيو حصو ڪيان تصوف ۽ فقه وارن جي ٽڪراءَ وارو، سو هاڻ في الحال ٻهريون حصو حاضر آهي، ان ۾ ٽڪراءَ جو تفصيل ته اڳتي پڙهندا، پر منهنجو تاثر، شيعن، سنين جي حديثن ۽ حديثن مان ناهيل فقهه بابت، ۽ تصوف جو علم جنهن بابت اهو مشهور ڪيل آهي ته اهو نه ڪنهن جي ٻن ۾ نه ٽن ۾، اهو صفا نيوٽرل ۽ غير جانبدار

آهي، بلڪ انهن علمن سان گڏ، مٿين حديثن جي حوالن سان وري جيڪو قرآن حڪيم جو تفسير وارو علم مختلف زمانن ۾ مختلف ماڻهن ڪيو آهي، انهن سڀن علمن جو خلاصو اهو وڃي ٿو نڪري، جيڪو مقصد انهن حديثن وارو آهي، ۽ حديثون کڙي به فرقي جون هجن پر انهن جا پهريان مرتب، شروعاتي موجد، ۽ منهڙيا جامع، سڀ ايراني آهن، سو قرآن جي مقابلي ۾ قرآن جي خلاف. انهن حديثن ۽ فقهن جو رخ ڪيئن ٿو ثابت ٿئي ۽ هي به معلوم ڪرڻ ضروري آهي ته ايران وارن ڪي قرآن جي کهڙي ڳالهه نه وڻي جنهن جي ڪري انهن قرآن جي مقابلي ۽ رد ۾ حديثن ۽ انهن مان ٺاهيل تفسير ۽ فقهه گهڙي وحي واري تعليم جو رستو روڪيو. انهيءَ ڄاڻ لاءِ پهريائين ڪائنات ڪي هلائڻ لاءِ قرآن حڪيم جو پنهنجو فلسفو ۽ نظريو سمجهڻ ضروري آهي، ان ڪان پوءِ صحيح صحيح اندازو لڳائي سگهبو ته ٻيا علم ۽ ادارا ميڊ ان فارس وغيره، کهڙي پاسي ٿا وڃي وڃن ۽ ڇو ٿا وڃي وڃن، انهي لاءِ مناسب ٿيندو بلڪ ضروري ٿيندو ته پهريائين قرآن جون نظام ڪائنات بابت، پنهنجيون هدايتون معلوم ڪجن ته اهو ڇا ٿو فرمائي ۽ انساني معاشري کي کهڙي جوڙجڪ سان هلائڻ جي رهنمائي ڪرڻ ٿو گهري، جيئن ته معيشت جي حوالي سان رزق جي سرچشمي زمين لاءِ جاگيرداري جي تصور ۽ نظريي کي ٿوڙيندي قرآن حڪيم فرمايو ته والارض وضعها للانام (سورت الرحمان آيت ١٠) يعني زمين کي رب پاڪ ماڻهن لاءِ جوڙيو آهي ۽ ماڻهن مان به خاص اهي جيڪي سڌارڪ ۽ اصلاحي ڪم ڪرڻ وارا هوندا، ان لاءِ پڙهي ڏسندا سورت انبياء آيت ١٠٥ ته ان الارض يرثها عبادي الصالحون، پوءِ زمين جو اهو ورثو به ڪو انهن لاءِ دائمي ڪاتي چڙهيل ۽ لامحدود قسم جي جاگير وانگر نه هوندو. ان ۾ به ڪل امرءِ بماڪسب رهين ٥٢/٢١ هر شخص پنهنجي ڪسب ۽ پورهيي موافق لهڻندو ۽ ان ۾ به يعني گهٽي ٿوري جي تفاوت کي به نظر ۾ رکبو، ائين نه ٿئي جو گهٽو ڪمائيندڙ دولت جو ڍير ٺاهي پوءِ وٽي غريبن جا لوڙها لتاڙيندو ۽ پٽيون ٽپندو، يا دولت جي مستيءَ ۾ اچي ڇڙواڳ بي لغام مترفين بنجي وڃن، ان ڪري ربوبيت عالم جي حڪيم، ڏٺي سڳوري دولت جي ورهاڱي لاءِ به قرآن پاڪ ۾ سورت حم سجده



جي آيت نمبر ١٠ ۾ قانون ٻڌايو ته سواءِ للسائلين، يعني رزق ۽ ان جا وسيلا حاجتمندن ۾ برابريءَ جي بنياد تي ورهايا وڃن، انهن هدايتن کان پوءِ رب پاڪ فرمايو ته قرآن جي اصولن تي رهي پوءِ توهان ته ڇا پر ڪلوا وارعوا انعامڪم ٢٠/٥٤ متاعالڪم ولانعامڪم ٨٠/٣٢ يعني مون الله جي زمين توهان سڀن جي گذر سفر لاءِ آهي، رڳو توهان ته ڇا پر توهان جي سڀن چوپاين ڍورن ڍڳن لاءِ به فري پرمنٽ ڏجي ٿي، ڪنهن به لاٽ صاحب کي هي حق نٿو پهچي جو ڪنهن پورهيت کي زمين مان ان اپائڻ کان روڪي، پورهيت ته وڏي ڳالهه آهي پر ان جي مال متاع ۽ جانورن کي به وڻن جي ٽارين ۽ گاهه پٽي کائڻ تائين جي موڪل آهي، قرآن حڪيم جاگيرداري کي ان طرح سان پنجو ڏيئي، وري سرمائيداري مٿان به باقائدي بندش وڌي آهي سورت بقره جي آيت نمبر ٢٧٨ کان ٢٨٠ تائين حڪم آهي ته يا ايها الذين آمنوا اتقوا الله و ذروا مابقي من الربوا ان ڪنتم مؤمنين. يعني اي ايمان وارو! الله جي ۽ قانونن جي پڪڙيءَ کان ڊڄو! ۽ ماڻهن طرف اڄ کان پوءِ جيڪو اوهان جو وياج رهيل آهي، اهو وٺڻ ڇڏي ڏيو ۽ اڳتي وياج بند. جيڪڏهن اوهان ايمان وارا آهيو ۽ جيڪڏهن هن حڪم تي عمل نه ڪندؤ ته پوءِ انهيءَ انحرافيءَ کي الله ۽ رسول سان، يعني اسلامي حڪومت سان اعلان جنگ تصور ڪيو ويندو ۽ توهان جي طرفان توهان جي انڪار کي بغاوت تصور ڪيو ويندو، (ڇو ته سرمائيدارانه نظام کي ڪنهن به قيمت تي قبول ناهي ڪرڻو) پوءِ جيڪڏهن اوهان حڪم مڃي سود ۽ وياج تان هٿ ڪڍو ٿا ته پوءِ توهان کي اصل موڙي موٽائي ڏني ويندي، انهيءَ ۾ نه زيادتي ڪئي ويندي، نه ئي برداشت ڪبي، پر جي اوهان جو قرضي ڪوئي تنگدست آهي ته ان کي خوشحال ٿيڻ تائين مهلت ڏيو، پر جي صفا معاف ڪري ڇڏيوس ته اهو اڃا وڌيڪ ڀلو ٿيندو، جيڪڏهن اوهان الله جي نظام ماليات جي روح کي سمجهو ٿا!! ته واتقوا يوماترجعون فيه الي الله ثم توفي ڪل نفس ما ڪسبت وهم لايظلمون ٢/٢٠١ يعني انقلابن جي ڪاميابي وارن ڏهاڙن جو به خيال رهي، جن موقعن تي هر شخص جو مڪمل احتساب ٿيندو ۽ ڪنهن سان به زيادتي ڪانه ٿيندي، مٿين آيتن ۾ سرمائيداريت جو بنياد،

وياج، جنهن ۾ دولت کي محنت بدران، دولت ذريعي ڪمايو ويندو آهي، ان کي الله پاڪ بغاوت سان تعبير ڪيو آهي، انهي سودي ڪاروبار ڪي رياست سان، الله ۽ رسول سان، اعلان جنگ قرار ڏنو آهي ۽ غريبن ڏي وياج ذريعي ڏنل قرضن جي وصولي لاءِ صرف مور وٺڻ جي اجازت ڏني آهي، پر جي ڪوئي اهو به نه وٺي ته قرآن ان کي ساراهيو آهي.

دولت جي ذخيره اندوزيءَ کي قرآن حڪيم تمام سختيءَ سان نِنديو آهي، حڪم ڏنو اٿس ته پاڻ کي ملندڙ رزق مان ڪجهه به پوئتي لاءِ نه بچايو، سڀ خرچ ڪري ڏيندا وڃو، ائين جو مرڻ مهل اوهان جي اڪائونٽ ۾ ڪجهه به نه هجي، سورت منافقون جي آيت نمبر ١٠ ۾ اهو فرمان پڙهي ڏسندا حڪم آهي ته وانفقوا ممارزقناڪم من قبل ان يا تي احد ڪم الموت. قرآن حڪيم پنهنجي تنقيد ذريعي سرمائيدارانه انداز ۽ ريتن کي الذي جمع مالا وعدده سان نشانو بڻايو آهي، يعني اهي هر وقت مال گڏ ڪري پوءِ پنهنجي اڪائونٽن جي انگن وڌائڻ لاءِ فڪرمند رهن ٿا ۽ وجمع فاوعيٰ ٧٠/١٨ يعني مال گڏ ڪري پوءِ وٽي ٿو سيفٽي ڳوليندو ته دولت ڪٿي لڪايان، ڪيئن لڪايان، ڪيئن محفوظ ڪيان، جڏهن ته قرآن حڪيم ۾ الله عزوجل اعلان ٿو فرمائي ته لقدارسلنا رسلنا بالبينات و انزلنا معهم الڪتاب والميزان ليقوم الناس بالقسط و انزلنا الحديد فيه باس شديد ومنافع للناس وليعلم الله من ينصر رسله بالغيب ان الله قوي عزيزه ٥٧/٢٥ يعني بيشڪ اسان پنهنجي رسولن کي ڪليل دليلن سان موڪليو، ڪتاب نازل ڪيا، جيڪي عدل انصاف جي ڪسوٽي هئا، جن ڪتابن جي تعليم سان ماڻهن کي سماجي ۽ معاشي عدل ذريعي پنهنجي پيرن تي بيهڻ، خود ڪفيل بڻجڻ، محتاجين ڪان بچڻ، دنيا ۾ پاڻيرو ٿي رهڻ لائق بڻائين (انهيءَ ٽارگيٽ ۽ هدف کي حاصل ڪرڻ ۾ جيڪڏهن سرمائيدار ۽ جاگيردار رڪاوٽ بڻجن ته) اسان لوهه جا هٿيار به (انهن جي جوابي ڪارروائي لاءِ) نازل ڪيا آهن، انهن ۾ رعب تاب آهي، جنهن سان غريبن جي حقن جي حفاظت ڪري سگهبي، ۽ اڳتي اهڙي انقلاب کي ڪاميابي تائين پهچائڻ لاءِ (تاريخ چيڪ پئي ڪري) الله به ڄاڻڻ گهري ٿو ته ڪير ٿو مدد ڪري انقلابين جي، انقلاب اچڻ ڪان اڳ ۾ اڻ ڏٺي تي، اها به جهان



وارن کي سڌ هجڻ گهرجي ته الله طاقتور ۽ غالب آهي، پڙهندڙ مانوارو! غورفرمايو! قرآن حڪيم جي حڪمن تي، ته الله دنيا ۾ رسول ۽ وحي واري تعليم جا ڪتاب ڪهڙي ته ڪانسيپٽ، مقصد ۽ فلاسافي هيٺ موڪليا آهن، آئون اهي سڀ ڳالهيون قرآن حڪيم جي حوالن سان اوهان جي خدمت ۾ تمام مختصر تعداد ۾ ٻڌايان پيو ۽ اهو ايترو جو پوءِ اوهان ايراني تعليمات، جيڪي فقهه ۽ حديثن جي نالن سان آهن انهن کي هنن قرآني آيتن سان ڀيٽائي سگهو، سورت بقره جي آيت نمبر ٢١٩ ۾ فرمان آهي ته و يسئلونڪ ماذا ينفقون قل العفو. يعني اي نبي توکان تنهنجا ساٿي پڇن ٿا ته اسان کي پنهنجي ڪمائيءَ مان ڪيترو ڪجهه خرچ ڪرڻو آهي، تون انهن کي ٻڌائي ڇڏ ته ضرورتن ڪان بچت سمورو مال جيڪو واڌاري آهي اهو خرچ ڪري ڇڏڻو آهي، (جڏهن ته پڙهندڙ مهربان! ڄاڻو ٿا ته حديثن ناهڻ وارن قرآن جي هن حڪم خلاف هي گهاڙيتو گهڙيو آهي ته بچت مال تي سال ۾ هڪ ڀيرو صرف چاليهين پتي ڏيڻي آهي باقي ڀل ذخيرو لڳو پيو هجي) سرمائيدار چون ٿا ته اسان چارٽرڊ اڪائونٽ جا ڪورس پاس ڪيون ويٺا آهيون، اسان بزنس ايڊمنسٽريشن ۾ ماستري پاس ڪيو ويٺا آهيون، اسان کي مارڪيٽنگ جو وڏو تجربو آهي، اسان پبلڪ ڊيلنگ جا ماهر آهيون، پوءِ جيڪي ماڻهو اسان جي فئڪٽرين ۾ ڪم ڪندڙ ۽ فرمن جا مزدور جن کي اسان جيتري تعليم ۽ هنر ڪونهي اهي اسان جي برابر ڪيئن ٿي ٿا سگهن؟ ته رب تعاليٰ سورت زخرف جي آيت نمبر ٣٢ ۾ جواب ڏيندي فرمائي ٿو ته اهم يقسمون رحمة ربڪ نحن قسمنا بينهم معيشتهم في الحيواة الدنيا ورفعنا بعضهم فوق بعض درجات ليتخذ بعضهم بعضا سخريا. يعني اهي اعتراض ڪرڻ وارا ڪير ٿيندا آهن، ڇا الله جي رحمت (رزق ۽ ذهانت) ورهائڻ وارا اهي آهن؟! ٻڌي ڇڏيو! دنيا جي حياتيءَ ۾ ماڻهن جي گذر سفر وارن معاشي ضرورتن کي ورهائڻ وارو صرف الله آهي (سو ورهاست ۾ قانون به ان جو هلندو) باقي جيتري تائين ذهني فڪري سمجهه ۽ دانائي جي ائپروچ جو سوال آهي، سو مون الله پاڻ ڪنهن کي گهٽ ڪنهن کي وڌ ذهن عطا ڪيو آهي، ته جيئن ڪوئي دماغ جو هوشيار، ڪنهن جسم ۾ طاقتور، جيڪو ذهن ۾ ايترو

هوشيار ناهي، ان کان هنرمند ۽ ڄاڻو ماڻهو ڪم ڪار ونئي سگهي. سو
دنيا جي وهنوار ۽ نظام هلائڻ لاءِ ذهني فرق رب سائين پاڻ تفاوتن وارا
رکيا آهن، باقي انساني حاجتن، ضرورتن ۽ سهولتن ۾ هرهڪ، هڪ
جيترو لهڻي، ان لاءِ به قرآن حڪيم ۾ فرمان آهي ته والله فضل بعضكم
علي بعض في الرزق فمالذين فضلوا برادي رزقهم علي ماملكت ايمانهم
فهم فيه سواءِ افبنعمة الله يجحدون. سورت نحل آيت ٧١ يعني الله ڪن
کي ڪن تي روزي ڪمائڻ ۾ وڌيڪ فضيلت يعني ڄاڻ ڏني آهي پوءِ اهي
وڌيڪ ڪمائڻ وارا، پنهنجي انهن ماتحتن کي پنهنجي واڌيءَ مان
موٽائي ڏين، چو ته فهم فيه سواءِ، اهي ماتحت کائڻ پيئڻ جوڙڻ يعني
حاجتن ۾ انهن جي برابر جا آهن. ڪوئي جيڪڏهن ذهين ۽ هوشيار آهي
ته اهو ان جو ڪمال ناهي جيڪڏهن الله گهري ها ته ان کان ذهن کسي
موڳو بنائي سگهيس پيو، پر هاڻ جڏهن ان کي ذهانت جي نعمت ڏني
وئي آهي ته الله جي ان نعمت جو انڪاري نه بڻجي ۽ پنهنجي واڌو
ڪمائي ماتحتن مان گهٽ ڪمائيندڙن جي ضرورتن پوري ڪرڻ لاءِ
برابري جي مقدار مطابق ڏئي، مطلب ته دولت جي تقسيم ۽ ورهاڱي لاءِ
قرآن حڪيم سورت حشر جي آيت ستين ۾ خرچ ڪرڻ جا مصرف ۽
ضرورتمند ڳڻائيندي فرمايو ته اهڙي نموني سرڪاري معاشي وسيلا
ورهايو جو ڪي لايكون دولة بين الاغنيا. يعني پيسو غني ماڻهن جي
وچ ۾ رڳو نار جي لوٽين وانگر ڦرندو نه رهي ۽ ٻئي ڪنهن حاجتمند
ڏي ڪا لوٽي وڃي ئي ڪانه. سو اهڙي ورهاست نه ڪجو. ته محترم
پڙهندڙ صاحبان اهو هو قرآن حڪيم جو معاشي نظام وارو خاڪو.
جنهن تي محمد الرسول الله مديني پاڪ هجرت ڪري پهچڻ بعد
پنهنجي حڪومت قائم ڪئي ۽ اها حڪومت به مڪمل قرآن جي هدايتن
سان سورنهن آنا موافق هئي هڪ ذرو به گهٽ نه پر توهان ضرور وڃي
حديثن جو علم پڙهي ڏسو، انهن ۾ اصحاب رسول کي حديثن ناهڻ
وارن قرآن جي مٿين آيتن خلاف تمام وڏو سرمائيدار ڪري ڄاڻايو آهي
ايترو جو انهن پنهنجي مرڻ کان پوءِ تمام وڏيون دولتون ترڪي ۾
ڇڏيون آهن. سو جيڪڏهن انهن حديثن کي قبول ڪبو ته پوءِ قرآن
حڪيم جيڪا رسول الله جي ڪاميابيءَ جي تعريف ڪئي آهي ۽ سندس



انقلابي ساٿين کي به بيحد ساراهيندي کين پنهنجي رضامندي جا
سرٽيفڪيٽ ۽ تمغا ڏنا آهن، اهي ته سڀ ڪوڙا ٿي پوندا. ان ڪري
اسان جو يقين آهي ته الله سچو، سندس رسول الله ۽ ان جي ساٿين کي
رضي الله عنهم و رضوا عنه جا مليل سرٽيفڪيٽ سچا ۽ حديثن ذريعي
ايرانين جيڪو نبي سائين ۽ ان جي ساٿين کي جنگين ذريعي ٻانهين بنائڻ
۽ انهن سان شغل ڪرڻ جا ڪوڙ هنيا آهن ته گويا خود رسول الله قرآن
جي حڪم ماڪان لنبي ان يڪون له اسري يعني هاڻي اي نبي تنهنجي
دور حڪومت کان ونئي تنهنجي معرفت دنيا ۾ اڳتي انسانن کي غلام
بنائڻ واري لعنت ختم ڪندي، ان تي بندش وجهون ٿا. هاڻي انهيءَ
انقلابي اعلان جو آغاز تنهنجي عمل سان ڪرائڻ چاهيون ٿا. ته حديثن
جي لحاظ سان ڄڻ خود رسول پاڻ ئي قرآن تي عمل نه ڪيو، سو اهي
حديثون ڪوڙيون چئبيون، پر رسول الله کي قرآن جو مخالف نه چئبو.
پر جي هنن جي حديثن مطابق رسول کي اهڙو ئي سمجهون جهڙو هنن
حديثن ۾ ڏيکاريو آهي، ته صحابه جي وچ لشڪر ۾ خيبر کان مديني
واپسي مهل رستي ۾ پورا ٿي ڏينهن يهودي فوج جي هڪ قتل ٿيل جنرل
جي زال صفيه کي قيدياڻين جي ڌڻ مان چونڊي مديني پهچڻ کان اڳي
رستي ۾ تنبوءِ اندر ماهواريءَ جي حالت ۾ ٽي ڏينهن گڏ گذاريا.
استغفر الله، معاذ الله. ته پوءِ جيڪي آواره ماڻهو سلمان رشدي جهڙا يا
ٻيا عيسائي ۽ هندو جيڪي رسول الله جي شان خلاف گستاخي وارا
ڪتاب لکن ٿا. مسلمان انهن تي ڪورٽن ۾ ڪيس ۽ قتل جون
وارداتون ته ڪن ٿا، پر پنهنجي گهر جا ٽيڙ به ته سنڀالين! پر اصل
حقيقت هي آهي ته رسول سائين جن باقائدي پوري قرآن تي مڪمل
نموني عمل ڪري ڏيکاريو آهي، ۽ انهيءَ اعتراف طور کين رب پاڪ
فرمايو ته ان الله و ملائڪته يصلون علي النبي يا ايها الذين آمنوا صلوا
عليه و سلموا تسليما. يعني تحقيق الله ۽ ان جا ملائڪ رسول الله کي
سلوٽ ڪن ٿا، اي ايمان وارئو! اوهان به پنهنجي قائد، پيشوا، رسول ۽
ليڊر کي سلام ڪيو، ڄاڻ گهرجي ته اهو صلوة سلام رسول سائين
جن لاءِ سندن قرآن واري انقلاب کي ڪامياب ڪري ڏيکارڻ ۽ قائم
ڪري ڏيکارڻ تي خراج تحسين طور هڪ وڏو اعزاز ۽ تمغو آهي ۽ قرآن

حڪيم مطابق عمل ڪري ڏيکارڻ ڪي. تسليم ڪرڻ جي اها علامت
آهي ۽ اقرار آهي ۽ اعلان آهي. حديثن وارا جيڪڏهن انهيءَ جا انڪاري
آهن ته اسان جو ايمان قرآن تي آهي ۽ الله سائين طرفان حڪم به اهڙو
آهي ته ايمان آڻيو مون الله تي منهنجي رسول تي ۽ ان جي طرف
موڪليل ڪتاب تي ۽ اڳين رسولن ۽ انهن طرف موڪليل ڪتابن ۽
ملائڪن تي به ايمان آڻيو. پڙهي ڏسندا سورت نساء جي آيت نمبر
۱۳۶. اسان ڪي ايراني امامن جي حديثن تي ايمان آڻڻ لاءِ ڪٿي به
حڪم ڪونه ڏنو ويو آهي. بهرحال گذارش هيءَ ڪرڻي آهي ته حضور
ﷺ جن مديني پاڪ طرف هجرت ڪان پوءِ جيئن ئي پوري حجاز مقدس
مٿان حڪومت قائم ڪري پاڻ انهيءَ جا حڪمران بنيا ته سنڌن نبوت
۽ رسالت جي رينج ۽ حدود اربعه ته يا ايها الناس اني رسول الله اليڪم
جميعا يعني پوري انسان ذات هئي ته پاڻ ڪريمن ان جي تڪميل لاءِ
دنيا جي بادشاهن طرف قرآن واري حڪمراني جي نظريي ڪي
ايڪسپورٽ ڪرڻ لاءِ خط لکيا. جيڪي حديثن واري سورس قال قال
فلان بدران دنيا جي شاهي لائبررين مان عجائب گهرن تائين
آرڪيالاجسٽن دستياب ڪري آندا. خطن جو مضمون سين طرف هن
قسم جو آهي ته هي فرمان محمد الرسول الله طرفان بادشاهه پوءِ قيصر،
ڪسريٰ يا جيڪو به جنهن نالي وارو هو. ان ۾ انهن ڪي هڪ ئي
مضمون لکيو ويو آهي ته توهان پنهنجي رعيت جي پورهيتن جو
استحصال ڪري رهيا آهيو، اهو بند ڪيو. جيڪڏهن اوهان ائين نه ڪيو
ته مون ڪي اهو ڪم پاڻ اچي ڪرڻو پوندو. انهن خطن ڪان پوءِ خدائي
حڪمت مطابق رسول سائين جن ته وفات ڪري ويا. پر سنڌن خطن ۾
ڏنل وارننگ ته دنيا جي ڦريلن، ستايلن ڪي، دٻائڻ ۽ ڦرلٽ بند ڪيو نه
ته آئون محمد پاڻ اچي اهو ڪم پنهنجي هٿن سان ڪندس. يعني انهن
خطن واري پيغام تي سندس جاءِ نشينن عمل ڪري ڏيکاريو. ۽ ملڪن
۾ قرآن واري معاشي پروگرام ڪي رواج ڏيڻ. جاري ڪرڻ جو عمل
شروع ڪيو. جنهن ڪي قيصر ۽ ڪسريٰ جي بادشاهتن جي باقيات،
دربارين، بيوروڪريٽن، شاهي دور جي مراعات يافته گروهه ۽ اڳوٽي
نام نهاد اشرافيه، اقتدار کسجڻ ڪان پوءِ پاڻ ڪي جڻ دوزخ واري



زندگيءَ ۾ پئي سمجهيو. ۽ ڪنهن شاعر جي بقول ته جيئڻ چوندي هئين
تيئن ٿيندو هو. اهي ڏينهن وڏيرا ڪاٽي وئين. پوءِ انهن پنهنجي محرومين
جي آڙاهه ۾ ٻرندي، سڙندي، پڇندي، انتقام وٺڻ لاءِ منصوبا جوڙيا.
اسلام ۽ مسلمانن جي عروج ۽ ڪمال پويان جيڪو اسپرٽ هنن ڪي
نظريو آيو، اهو سڀ جو سڀ قرآن جون اهي هدايتون هيون. جن جا
ڪجهه اشارا هاڻ اوهان پڙهيا ۽ مسلمانن جي قرآن حڪيم جي هدايتن
جي روشنيءَ ۾ وحدت انسانيت ۽ معاشرتي مساويانه ڪلچر واري منظم
۽ مضبوط جمهوري حڪومت ڪي هنن پنهنجي اکين سان ڏسي اهو
سوچيو ته جيڪڏهن محمد جي هنن انقلابي ڪاهوڙين ڪان هنن جو
منشور، قرآن نه کسيو ويو ته هي سڄي دنيا مٿان ڇانئجي ويندا ۽ دنيا
جي ڪابه طاقت هنن جو رستو روڪي نه سگهندي.

### باطني تحريڪ

پوءِ هنن اهو طئه ڪيو ته پنهنجي ابن ڏاڏن جي مذهب مجوسيت
ڪي اندر ۾ لڪائي ظاهر ۾ مسلمان سڏائي ۽ پوءِ ئي مسلمانن جي
نصاب تعليم ۽ انقلاب واري سليبس ڪي تاراج ڪرڻ جي ڪوشش
ڪيون، ۽ هنن سادن سودن جابلو ۽ بدو قسم جي ٻڪرارن ۽ ريڍارن
ڪي پنهنجي هنرمندين سان منجهايون، ۽ جڏهن به ڪنهن موقعي تي
اسان جي باطني ۽ اندروني مجوسيت ظاهر ٿي پوي، راز ڦاٽي پوي، ته
پوءِ تقيي جو سهارو وٺون. يعني ڪوڙن ڪلمن پڙهڻ سان پنهنجي ساک
پت سلامت رکون ۽ اڳلي ڪي تقيي جي آڙ ۾ ويساهه ڏياريون ته اسان
مسلمان آهيون. مجوسيت ڪان اسان توبه تائب ٿي فلاڻي حضرت سائين
جي هٿ تي بيعت ڪري اسلام قبول ڪيو آهي. اهڙو پهريون تقيو
ڪندڙ اندر ۾ مجوسيت ڪي لڪائي ظاهر ۾ حضرت عمر جي سامهون
پنهنجي اسلام قبول ڪرڻ جو اعلان ڪرڻ وارو ايران جي صوبي تستر
جو گورنر هرمزان هئو. جنهن حضرت عمر جي سامهون مسلمان سڏائي
وري مديني ۾ رهڻ جو ڊوميسائيل به ورتو ۽ اڳتي هلي ڪري هرمزان
وڏي سازش سان پنهنجي هم وطن فيروز ابو لؤلؤ جيڪو فتح فارس ڪان
اڳ ۾ پنهنجي ملڪ ۾ وڏو فوجي جنرل هو ۽ پوءِ مڪي ۾ اچي معمولي

لوھر ۽ پٿر تراش مزدور بنجي رھيو ان جي ھٿان. اميرالمؤمنين عمر کي
قتل ڪرايو. پوءِ حضرت عمر جي پٽ عبيدالله پنھنجي پيءُ جي قصاص
۾ ھرمزان کي قتل ڪيو. تہ انھي باطني تحريڪ ذريعي، تقيي جي ھنر
سان تعليم اسلامي کي مجوسائيز ڪرڻ جو ڪم بہ شروع ڪيو ويو.
انھن سين مجوسين جو ھڪ ٻئي لاءِ تعارفي ڪوڊورڊن مان اڳتي ھلي
ھڪ ڪوڊورڊ قدس سره بہ ٻڌيو ۽ تحريڪ جا مقصد، سندن انھيءَ ۽
گھڙيل لٽريچر جو ڪل خلاصو ھيءُ ھو تہ مسلمان حڪومت ناھڻ ۽
ھلائڻ کان نفرت ڪن. ۽ قرآن جي احڪامن،خاص طور تي جهاد مٿان
عارضي طور بندش آھي، جيڪا آخري امام جيڪو قائم ۽ غائب طور
مشھور ڪيو اٿن. اھو جڏھن ظاھر ٿيندو تہ پوءِ جهاد جي حڪم تي
عمل ٿيندو ۽ قرآن حڪيم ۾ جيڪي بہ حڪومت ھلائڻ جا احڪام
آھن انھن لاءِ ھنن انھيءَ تصور ۽ نظريي کي خلافت باطنيہ ۽ ڳجھي
امامت سان تعبير ڪيو ۽ حڪومت جي اصلاحي احڪامن جي تشريح
ھيءَ وڃي دنگ ڪيائون تہ پنھنجي مالي آمدنين مان پنجون حصو امام
کي پھچايو. اھو وڃي حاجتمند ماڻھن ۾ ورھائيندو ۽ انھن جا مسئلا
حل ڪندو، ۽ ھنن ايران وارن پنھنجي باطني تحريڪ جو تارگيٽ ۽
ھدف ھن ڳالھ کي قرار ڏنو تہ قرآن بابت ماڻھن ۾ شڪ شبھا ڦھلايا
وڃن ۽ ماڻھو قرآن کي پنھنجي سيني معاملن فيصلن ۽ ضرورتن لاءِ
حجت جي طور تسليم نہ ڪن. جو تہ ھنن جي انھيءَ نظريي جي تائيد
لاءِ گھڙيل حديثن ۾ اھو ڄاڻائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿن تہ قرآن چپ
قسم جو ڪتاب آھي، انھيءَ کي کولڻ ۽ بيان ڪرڻ لاءِ ڳالھائيندڙ ناطق
۽ ترجمان جي ضرورت آھي ۽ اھو صرف امام ئي ٿي سگھي ٿو، ان کان
سواءِ اڪيلي سر قرآن حجت ناھي، ھنن جي انھيءَ عقيدي مان ھي بہ
ثابت ٿيو تہ قرآن ڪل جو ڪل سواءِ امام جي ٻيو ڪوئي نٿو ڄاڻي،
ھونئن انھن سين ڳالھين جا حوالا اوھان اندر ڪتاب ۾ پڙھندا ۽ پوءِ بہ
مختصر اشارو تہ اصول ڪافي جي جلد ٻئي جي صفحي ١٢٧ تي بہ اھو
تفصيل پڙھي سگھو ٿا جيڪو چاليھ نمبر باب ۾ آھي، منھنجي ھن
عرضداشت ۽ گذارش جو خلاصو ھي آھي تہ ايران وارن جيڪي پراڻي
زماني ۾ اھل فارس سڏيا ويندا ھئا. انھن پنھنجي ناڪامي ۽ شڪست



جي بدلي وٺڻ لاءِ فاتح قوم مسلمانن کان سندن فتح جو راز ۽ فلسفو
جيڪو قرآن حڪيم جي تعليم ۽ تربيت ۾ سمايل آھي. اھو انھن کان
کسڻ ۽ ايندڙ دنيا وارن کي بہ قرآن جي اھڙي تعليم جيڪا جاگيرداري
۽ سرمائيداري کي ختم ڪري صرف الله جي حاڪميت کي قائم ڪرڻ
واري آھي ان کي مسخ ڪرڻ، مدي خارج ۽ منسوخ قرار ڏيڻ لاءِ
حديثن جو علم گھڙيائون. ان لاءِ پھرئين دور جي اھا تحريڪ قائم
ڪرڻ وارن، حديثن جو مرڪز ۽ ماخذ رسول الله ۽ ان جي اصحابن جي
اقوال ۽ افعال کي قرار ڏنو، ۽ پاڻ کي سني ۽ اھل سنت سڏايو يعني
رسول جي سنت تي ھلڻ وارو ۽ پوءِ جي دور ۾ ايرانين ۽ اھل فارس يعني
انھيءَ پنھنجي تحريڪ جي باني سوچيو تہ فلسفہ اضداد جي تقاضا ھيءَ
آھي تہ ڪنھن بہ شيءِ جي بقا لاءِ ضروري آھي تہ ان جي ضد واري،
ٽڪر واري ۽ مقابلي واري شئي پيدا ڪئي وڃي، جنھن سان اھا شيءِ
مھاڏو اٽڪائي ڪٽڻ جي جذبي ھيٺ پنھنجي جياپي ۽ سگھ لاءِ پاڻ
پتوڙيندي رھي ۽ اھو تصادم ۽ بقا وارو عمل اڳتي لاءِ خودڪار ۽
آٽومئٽڪ بنجي وڃي. پوءِ اھل فارس جي انھن دانشورن جيڪي قرآن
جي احڪامن کي منسوخ قرار ڏيئي قرآن جي انقلابي وھڪري اڳيان
حديث رسول جي نالي سان بند ٻڌڻ جو منصوبو ناھي چڪا ھئا. انھن
وري شيعان علي جي نالي سان ٻيو گروھ جوڙي پھرئين گروھ سنت جي
پيروڪارن جي خلاف ميدان تي آڻي بيھاريو. ھن لاءِ تہ اھي سني سڏائڻ
وارا جيڪڏھن حديثن ۾ فڪري ۽ نظرياتي ڪوٽ کي پوري ڪرڻ لاءِ
ڪا رھنمائي نہ ڏسي سگھن تہ انھن کي قرآن ڏي وڃڻ کان روڪڻ لاءِ
وري ڪوئي ٻيو ادارو کولي ڏجي، جنھن سان لفظي ھيراڦيرين ۽ مناظري
بازي واري جنگ جدل ۾ انھن کي مصروف رکجي ۽ مشغلو ناھي ڏجي.
پوءِ شيعت جي مذھب گھڙڻ مھل انھن بہ ان جو بنياد ساڳيو حديثن تي
رکيو، پر ان جي ماخذ کي وڌائي، رسول کان پوءِ ھو ٻارھن امامن اھي
بہ اھلبيت نالي سان فاطمہ جي اولاد مان جيڪي ڄمندا. انھن کي اھو
شرف ڏنائون تہ اھي جو بہ ڪجھ فرمائيندا يا عمل ڪندا تہ اھو
حديث سڏبو. ايران جا يا اھل فارس جا اھي دانشور ايترا تہ سياڻا ھئا
جو ھنن سوچيو تہ ڪشش ثقل جي فلسفي ھيٺ حديث جي بنياد تي

هنن پنهي مذهبن شيعن ۽ سنين ۾ ٻه اختلافي راءِ جو دائرو وڌائي خود انهن ۾ ٻه پل ته ڪيئي فرقا پئدا ڪجن، جيئن اهي حديثن جي خول کان ٻاهر نڪري نه وڃن، پوءِ دنيا ڇاڻي ٿي ته حديث تي هلندڙن مان غير مقلدن ۽ فقهن وارا مشهور چار امام حنفي، حنبلي، مالڪي، شافعي، اهي سڀ حديثن جي علم جا پوئلڳ آهن، ۽ شيعن ۾ ڪيئي فرقا آهن، جيڪي زيدي، واقفي، نصيري، اسماعيلي، دوازده امامي ۽ چهارده امامي نالن ۾ ورهايا پيا آهن، نه ته هوئن ڪشش ثقل جي فلسفي جي تقاضا ته هيءَ آهي ته ڳري شيءِ، هلڪي شيءِ کي گهلي وڃي، سو علم جي دنيا ۾ وزندار ۽ ڳري شيءِ ته قرآن آهي، ان ڪري فارس جي دانشورن ان طرف وڃڻ کان بند ٻڌڻ لاءِ ٻه پنهنجي قوم وارن مان ڪن دانشورن جي اها ڊيوٽي رکيائون ته توهان قرآن کي بنياد بنائي قرآن وارن دليلن سان مسلم حڪمرانن کي ۽ مسلم امت کي منجهايو ۽ پريشان ڪيو پوءِ جبريہ، مرجيہ، قدريہ، خارجي ۽ ٻيا ٻه اکيچار قسم جا فرقا گهڙيائون، جيڪي سياسي ۽ علمي بنيادن تي گروهہ بازيون قائم ڪرڻ لڳا، جن سان جن ماڻهن کي قرآن حڪيم سان ذهني وابستگي هئي، انهن کي انهن فرقن ذريعي ذهني پريشانيون ڏيڻ جو بندوبست ڪيو ويو هو، پوءِ اڳتي هلي فارس جي دانشورن پنهنجي طرفان قرآن ذريعي اختلاف ڪرڻ وارن پنهنجي هم وطني دانشورن کي روڪي ڇڏيو ۽ حديث جي بنيادن تي ڪاروبار هلائڻ وارن کي دوام بخشي ڇڏيو ۽ شيعا سني اختلافن کي مرڻ مارائڻ ۽ خوني لڙاين تائين وڌائڻ باوجود، انهن کي وري تحفظ ٻه ڏيندا آيا، جو پاڻ مان تقيي جي طور تي ڪيترائي اهڙا مصلح ۽ سڌارڪ جي روپ ۾ هڪ ٻئي جي فرقن ۾ ماڻهو فٽ ڪيائون جيڪي وري شيعا سني ڀائي ڀائي جي نعرن سان ڪل مومنين اخوة جون حديثون پڙهي ۽ هڪٻئي کي پرچائين ته اختلاف ڪرڻ ڪا خراب ڳالهہ ناهي ان ڪري هر فرقو پنهنجي جاءِ تي حق آهي ۽ سچ انهن سڀن ۾ مشترڪ آهي، رسول سڳورو پاڻ فرمائي ويو آهي ته اختلاف امتي رحمة، يعني رسول جي طرف اها ڪوڙي حديث گهڙي منسوب ڪئي اٿن ته اهي امت جي ڏاڙهي پٽ ۾ پاڻ خوش آهن.

اسان جو ته عقيدو آهي ته اتفاق ۾ رحمت آهي، اختلاف ته عذاب



آهي، پر اسان ڪير ٿيندا آهيون خود قرآن حڪيم جو فرمان آهي ته واعتصموا بحبل الله جميعا ولاتفرقوا (سورت آل عمران آيت ۹۳ يعني اوهان سڀ انسان الله جي رسي قرآن کي چنبڙي وڃو ۽ پاڻ ۾ فرقي بازي نه ڪيو، پوءِ اهو ڪيئن درست ٿي سگهندو ته قرآن فرمائي ته ولاتفرقوا پاڻ ۾ فرقي بازي نه ڪيو ۽ حديثون ٺاهيندڙ رسول سائينءَ نالي ماڻهن کي ٻڌائيندا وتن ته اهي فرمائي ويا آهن ته منهنجي امت وارن جو پاڻ ۾ اختلاف ڪرڻ رحمت آهي، پوءِ اهو اختلاف ڪيئن رحمت چئبو جو سنين جي حديثن وارو ڪتاب بخاري، اصحاب رسول کي ڪافر ڪوٺي ۽ شيعن جو حديثن وارو ڪتاب اصول ڪافي رسول الله جي سوٽ ۽ سالي حضرت معاويي تي پنهنجي ڪتاب ۾ لعنتون وجهي، جڏهن ته قرآن حڪيم، رسول سائين جي سڀن ساٿين لاءِ رضي الله عنهم و رضوا عنه جا انهن ڪان خوش هجڻ ۽ راضي هجڻ جا تمغا ڏيئي ڇڏيا آهن مسلمانن جي انهيءَ قسم جي اختلافن ڪري انهن جا عبادت جا مرڪز ۽ مسجدون ورهائجي ويون آهن، بلڪ هڪٻئي کي هو مسجدن ۾ وڃي ٿا قتل ڪن ته ڇا رحمت انهيءَ جو نالو آهي جو هڪٻئي جو رت وهايو وڃي رشتا ناتا ٽوڙيا وڃن، قرآن جي رهنمائي مان ته هي پيو ثابت ٿئي ته اتفاق ٻڌي ۽ ايڪي ۾ رحمت آهي، نه ٿي اختلاف ڪرڻ ۾، پوءِ رسول ڪريم جن اهڙي حديث ڪيئن فرمائيندا، جنهن سان اختلاف ۽ فرقا پئدا ٿين، قرآن حڪيم ته سورت روم جي آيت نمبر ۳۲ ۾ فرمايو آهي ته من الذين فرقوا دينهم ڪانوا شيعا، يعني جن ماڻهن پنهنجي دين ۾ فرقا پئدا ڪيا ۽ دين کي فرقن ۾ ورهائي ڇڏيو اهي شيعا هئا، پوءِ ايران وارا حديثون ٺاهيندڙ ڪيئن ٿا رسول سائين جي نالي تي هيءَ حديث ماڻهن کي ٻڌائين ته منهنجي امت جي اختلافن ۾ رحمت آهي؟ قرآن حڪيم جي انهيءَ معاملي ۾ شاهدي وڌيڪ يا فارس وارن جي؟ پر قرآن حڪيم جو گهرو مطالعو هي ٻڌائي ٿو ته الله عزوجل پنهنجي پياري پيغمبر تي دشمن جو هڪ ڪک ٻه برداشت نٿو ڪري، ان جا مثال قرآن ۾ ته ڪافي تعداد ۾ ملن ٿا پر هت صرف موضوع سان متعلق مثال ڏيڻ کي آئون ڪافي سمجهان ٿو، قرآن حڪيم سورت انعام جي آيت نمبر ۱٦۰ ۾ فرمائي ٿو ته ان الذين

فرقوا دينهم و ڪانوا شيعا لست منهم في شيءِ يعني تحقيق جن ماڻهن پنهنجي دين کي فرقن ۾ ورهائي ڇڏيو ۽ اهي اهو ڪم ڪرڻ وارا شيعا هئا (اي پيغمبر آئون الله تنهنجي لاءِ شاهدي ڏيان ٿو ته) تون انهن جي فرقي بازي پيدا ڪرڻ ۾ ڪنهن ذري جيترو به شامل ناهين. پر انهيءَ هوندي به انهن ماڻهن تنهنجي طرف فرقي بازين ۽ اختلافن وڌائڻ جون جيڪي حديثون گهڙي منسوب ڪيون آهن. انما امرهم الي الله ثم ينبئهم بما ڪانوا يفعلون (ساڳي سورت ساڳي آيت) يعني انهن حديثن ٺاهڻ وارن انهن حديثن ۾ اهڙيون ته متضاد ۽ متفرق ڳالهيون گهڙي ماڻهن ۾ مشهور ڪيون آهن جو ماڻهو فرقن ۾ به ورهائجي ويا آهن ۽ سيني کي پنهنجي حمايت ۾ حديثون دليل لاءِ آهن. ان ڪري جن تنهنجي نالي ڪوڙ مشهور ڪيا آهن. انهن جو اهومعاملو الله جي حوالي آهي. پوءِ اهو انهن کي پائيهي خبرون ڏيئي ڇڏيندو انهن جي ڪرتوتن جون. مون کي ڪنهن مهربان عالم سڳوري اعتراض طور چيو ته هن آيتن ۾ لفظ شيعا جي معنيٰ فرقي وارو نالو شيعا ناهي. بلڪ ان جي معنيٰ مقصود آهي. ۽ ٻيو اعتراض هي فرمايائون ته اها ڳالهه اڳين نبين جي امتن لاءِ چئي وئي آهي. مون ادب سان عرض ڪيو ته لفظ شيعا جڏهن ڪنهن فرقي ۽ گروهه جو مخصوص نالو رکيو ويو آهي ته ڇا نالي رکڻ مهل ان جي پنهنجي اصلي معنيٰ کي ترڪ ڪري ڪا ٻي معنيٰ ته ڪانه مراد ورتي وئي آهي ۽ سائين جن ڪٿي پاڻ ٻڌائين ته ڇا هن لفظ جو نالي واري استعمال کان پوءِ ان جي معنيٰ ساڳي ناهي؟ يا جيڪڏهن ڪا ٻي معنيٰ آهي ته اها ٻڌائي وڃي! پاڻ فرمايائون ته معنيٰ اها ئي ساڳي آهي يعني ٽولا ته اسان به معنيٰ بدلايون ڪونه ٿا. باقي رهيو محترم صاحب موصوف جو ٻيو اعتراض ته ان مان پوءِ اڳتي هلي پيدا ٿيڻ وارا شيعا مراد ناهن. بلڪ اڳين نبين جي امتين لاءِ اهو فرمايو ويو آهي. جواب ۾ مون گذارش ڪئي ته بجاءِ آهي ته هن آيت ۾ اڳين امتن جي فرقي باز ماڻهن کي قرآن شيعو سڏيو آهي. پر قرآن حڪيم وڏو جامع قسم جو ڪتاب آهي. اهو ته ماضيءَ سان گڏ مستقبل جي رهنمائي لاءِ به احڪام ۽ روشني ڏسي ۽ ٻڌائي ٿو. اهڙي ڳالهه قرآن پاڻ پنهنجي لاءِ فرمائي آهي ته ولتعلمن نباه بعد حين. سورت ص آيت ٨٨ يعني وقت



گذرڻ ڏيو پوءِ پائيهي قرآن جون ٻڌايل خبرون توهان پاڻ پيا ڏسندؤ ۽ ڇاڻندؤ. سو رب پاڪ سورت انعام جي آيت ١٦٠ ۾ جيڪو فرمايو ته دين ۾ فرقا پيدا ڪرڻ وارا شيعا آهن. ته اهي جيڪڏهن صرف اڳين نبين جي امتن مان سمجهيا وڃن ۽ حضور سائين کان پوءِ وارا، ان آيت مان شمار نه ڪيا وڃن ته پوءِ الله سائينءَ پنهنجي رسول کي انهيءَ آيت ۾ ائين ڇو فرمايو ته لست منهم في شيءِ يعني اي محمد تنهنجو ان فرقي بازيءَ ۾ ڪنهن ذري جيترو به حصو ڪونهي. انهن فرقن پئدا ڪرڻ وارن تنهنجي طرف اهي ڪوڙيون اختلافي ۽ تفرقي واريون حديثون منسوب ڪيون آهن. جو ڪن روايتن ۾ لکن ٿا ته تون نماز ۾ امام پٺيان مقتديءَ کي سورت فاتحه پڙهڻ جو حڪم ڏنو آهي. ڪن حديثن ۾ لکن ٿا ته مقتديءَ کي امام پٺيان ڪجهه به تلاوت ناهي ڪرڻي. ڪي وري آمين ڏاڍيان پڙهڻ جون حديثون ٺاهيون وينا آهن. ته ڪي وري هوريان پڙهڻ جون. ڪي نماز ۾ دن تي هٿ ٻڌڻ جون حديثون ٺاهي وينا آهن. ڪي سيني تي هٿ رکڻ جون ته ڪي وري صفا هٿ ڇوڙي پڙهڻ جون حديثون گهڙيو وينا آهن. ڪن جي بانگ ۽ تڪبير ٻگهي ته ڪن جي ڇوٽي. ڪنهن فرقي جي نمازن جا وقت تمام تڪڙ وارا ته ڪن جا صفا دير سان. مون کي سن ١٩٨٣ع ۾ جڏهن آئون حج تي ويو هئس ته اتي مدينة المنورة زادها الله شرفا و تعظيما ۾ مولانا عبدالڪريم صاحب استاد الحديث مدينه يونيورسٽيءَ ٻڌايو ته مدرسه دارالعلوم ديوبند جو مهتمم جناب قاري محمد طيب مرحوم جن جڏهن هت آيا هئا ته اهي ٽيپهريءَ جي نماز مسجد نبوي ۾ جماعت سان گڏ پڙهڻ بدران پنهنجي هوٽل جي ڪمري ۾ پڙهندا هئا. هن ڪري ته حنبلين ۽ حنفين جون نمازن جي وقتن لاءِ حديثون جدا جدا آهن. سو قاري محمد طيب صاحب جن فرمائيندا هئا ته اوهان جنهن وقت عصر نماز پڙهو ٿا. اسان وٽ اجا اهو ظهر جو وقت آهي. ان ڪري مٿين آيت سڳوريءَ ۾ رب پاڪ فرمايو ته اي محمد! لست منهم في شيءِ يعني تون انهن فرقه بازن جي ڪنهن جي به ڪرتوت جو جوابدار ناهين. تو ڪڏهن به اهڙي تفرقي بازيءَ واري غير قرآني حديث انهن کي ڪانه چئي آهي. پر جيڪڏهن اعتراض ڪرڻ واري صاحب جي

چوڻ مطابق سورت انعام جي مٿين آيت کي صرف اڳين نبين جي امت لاءِ
مخصوص تصور ڪجي ته پوءِ حضور ﷺ جن جي صفائي ۽ برائت قرآن
جو ڏني ته لست منهم في شيء يعني تون اي محمد! انهن فرقي بازين
جو ذميوار ناهين. يعني جيڪو ماڻهو اڳين نبين ۽ انهن جي امتن جي
زماني ۾ اچا چاڻو ئي ڪونهي ته انهن جي ڪرتوتن جو ذميوار ڪيئن
تو ٿي سگهي، پر جي چاول به ڪوئي هجي جيئن حضرت عيسيٰ کان الله
قيامت ڏينهن پڇندو ته چا تو ماڻهن کي چيو هو ته آئون ۽ منهنجي ماءُ
الله سان گڏ الله آهيون ان جهڙا، ته حضرت عيسيٰ جواب ۾ رب پاڪ
کي عرض ڪندو ته ماقلت لهم الاما امرتني يعني اي الله مون انهن
ماڻهن کي اهوئي ڪجهه چيو آهي جيتري ڳالهه جو تو مون کي حڪم
ڪيو آهي، اي الله! ان ڪنت قلته فقد علمته يعني جيڪڏهن آئون انهن
کي ڪابه اهڙي ڳالهه چوان ها ته تون به ته اها ڄاڻين ٿو، مون انهن کي
پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي ماءُ لاءِ خدا هجڻ جي ڳالهه ڪڏهن به نه ڪئي
آهي، ته پڙهندڙ مهربان سمجهي ڇڏين ته جن به مسلمان سڏائڻ کان
پوءِ اهو عقيدو رکيو آهي ته رسول الله ان جي فرقي مان هو. پوءِ ڪهڙي
به فرقي منجهان اهو ماڻهو هجي، اهو تصور ڪري ته رسول به ان وانگر
شيعو هو، يا سني ۽ اهلحديث هو. يا حنفي يا حنبلي يا مالڪي يا شافعي
هو، ته يقين سان انهيءَ ماڻهوءَ کي اهو سمجهي ڇڏڻ گهرجي ته رسول
سائين جن جو اهڙن ماڻهن لاءِ قيامت ڏينهن اهڙو ئي جواب هوندو جيئن
حضرت عيسيٰ جو جواب آهي. يعني رسول سائين به الله وٽ شاهدي
ڏيندو ته مون انهن مان ڪنهن کي به ائين ڪونه چيو هو ته توهان
شيعا ياسني يا حنفي، يا حنبلي يا مالڪي يا شافعي بڻجو، مون ته انهن
کي چيو هو ته ڪونوا ربانيين بما ڪنتم تعلمون الڪتاب وبما ڪنتم
تدرسون (آل عمران ۱۷۹) يعني رسول ماڻهن کي ائين ڪونه چوندو ته
الله کي ڇڏي ڀيا ته تهيو پر هو پنهنجي عبادت گذاري کان به ماڻهن کي
روڪيندو ۽ انهن کي چوندو ته جيڪو ڪتاب قرآن توهان سکيا ۽
پڙهيا آهيو ۽ پڙهايو اٿوَ. انهيءَ ته توهان کي هي تعليم ڏني اهي ته
توهان رباني بنجي وڃو، اوهان پنهنجي پالڻهار جا بڻجي وڃو ۽ سورت
صف جي آيت نمبر ۱۴ ۾ آهي ته يا ايها الذين آمنوا ڪونوا انصارالله.



يعني رسول ته ماڻهن کي انصار الله، خدائي مددگار بنجڻ جي دعوت
ڏني، پوءِ ماڻهو اهو ڪيئن ٿا رسول کي پاڻ جهڙو فرقي جي لحاظ سان
شيعو، سني، حنفي، حنبلي، مالڪي يا شافعي بڻائيندا وتن. اهڙن ماڻهن
کي جيڪي رسول سائين کي پنهنجي فرقن مان سمجهن ٿا. قرآن پاڪ ۾
انهي جو جواب ۽ سمجهاڻي ڏني وئي آهي، جيڪا يهودين ۽ نصارن کي
ڏني وئي هئي، سندن هن جهڳڙي بابت ته هرهڪ دعويٰ پيو ڪري ته
سچا ابراهيمي اڪيلي سر پاڻ آهن ٻيو ڪوبه نه. ته قرآن انهن کي
فرمايو ته جمعو جمعو اٺ ڏينهن توهان ڪالهه موسيٰ کان پوءِ يهودي
ٿيا ۽ عيسيٰ کان پوءِ نصاريٰ بڻيا وري قبضو ٿا ڪيو سوين ۽ هزار سال
اڳي حضرت ابراهيم مٿان ته اهو يهودي ۽ نصارو هو. توهان جو دماغ
خراب آهي ماڪان ابراهيم يهوديا ولانصرانيا ولڪن ڪان حنيفا مسلما
وماڪان من المشرڪين (آل عمران آيت ٦٧) يعني ابراهيم نه يهودي هو
نه نصارو هو، پر هو ته سڌو سنئون مسلمان هو ۽ (اوهان وانگر) فرقي
بازن مان ڪونه هو. مٿي اعتراض ڪندڙ عالم سگهوري جا به عدد
اعتراض پڙهيا، اچا ان مانواري عالم سگهوري جو هي به اعتراض هو ته
سورت الصافات جي آيت نمبر ۸۳ ۾ آهي ته وان من شيعته لابراهيم پوءِ
اتي ڪهڙي معنيٰ ڪندا مون جواب ۾ عرض ڪيو ته بلڪل ساڳي معنيٰ
ٽولي واري ڪبي ان ۾ ڪابه ڦيرڦار ڪانه ڪبي پوءِ اوهان مٿان رڪوع
جي شروع کان پڙهي ڏسندا آيت جو نمبر ۷۵ آهي ته ۸۲ نمبر آيتن
تائين حضرت نوح عليه السلام ۽ ان جي فرمانبردارن ۽ نافرمانن جو ان
آيتن ۾ذڪر فرمائيندي نائين آيت يعني ۸۳ نمبر ۾ فرمايو ته وان من
شيعته لابراهيم يعني ابراهيم به نوح عليه السلام جي ٽولي، گروهه ۽
جٿي مان هو.

هتي منهنجو عرض ڪرڻ مان مقصد پڙهندڙن جي خدمت ۾ هن
ڳالهه کي ثابت ڪرڻو آهي ۽ ذهن نشين ڪرائڻو آهي ته اسلام جي
منهڙيي ۽ شروعاتي دور ۾ جيڪو منبحر عالمن، شاهه ولي الله ۽
عبيدالله سنڌي جهڙن ماڻهن جي تحقيق آهي ته اهو چار سئو سال آهي.
جنهن ۾ مسلمانن جي حڪومتن، عدالتي قانون لاءِ ۽ درسگاهن جي
نصاب تعليم لاءِ، صرف قرآن حڪيم جي علمن جي آڌار تي پنهنجا

ادارا هلايا آهن. اڄڪلهه جيڪو دينيات جي علمن مان حديث جي علم ۽ ان مان جوڙيل فقهه ۽ تفسير جي علمن کي شمار ڪيو وڃي ٿو، اهو اسلامي دور جي گهٽ ۾ گهٽ ڀهرين ڇئن سئو سالن ۾ اهي شيون عدالتن ۽ درسگاهن ۾ ناپيد آهن ۽ جيڪڏهن اهي شيون ان عرصي کان اڳ ۾ وجود ۾ اچي به سگهيون آهن ته انهن کي ترتيب ۽ تدوين ۾ ايترو وقت لڳو آهي، جيترو انهن حديثن جمع ڪرڻ وارن جون عمريون آهن. جيڪي ٽين، چوٿين ۽ پنجين صديءَ ۾ ورهايل آهن ۽ ظاهر آهي ته هڪ شيءِ جيڪڏهن وجود ۾ اچي به وڃي ته پوءِ ان کي گهٽ ۾ گهٽ ٻه وڏا مرحلا پاس ڪرڻ لاءِ وڏي عرصي ۽ طاقت جي ضرورت هوندي آهي. هڪ مرحلو هي ته اڳ ۾ جيڪو عدالتي قانون ۽ تعليمي نصاب جو سليبس آهي، ان ۾ ڪي ڪميون ڪوتاهيون ۽ نقص ثابت ڪيا وڃن، جيڪي عوام دشمن هجن، خلق خدا کي آزاريندڙ هجن جن مان عدل بدران ظلم ۽ علم بدران جهالت آشڪار ٿيندي هجي يا اهڙي قسم جون ٻيون ڪي خاميون ان ۾ ثابت ڪيون وڃن تڏهن وڃي انهيءَ کان حڪمرانن ۽ پبلڪ کي ان آئين ۽ تعليمي ڪورس کي منسوخ ڪرائڻ لاءِ آماده ڪري سگهبو، پر اجا ترسو!! نه رڳو ايترو پر اڳئين قرآن واري آئين ۽ تعليمي نصاب واري سليبس جي مقابلي ۾ ان جي جاءِ تي جيڪو ٻيو آئين ۽ سليبس نصاب طور آندو وڃي ٿو، لازمي آهي ته اهو ڀهرئين آئين ۽ نصاب کان وڌيڪ بهتر، برتر ۽ عدل انصاف تي مبني هجڻ گهرجي، مون جيڪو هي استدلال پنهنجي موقف جي ثبوت لاءِ عرض ڪيو آهي، پوءِ واري حديث ۽ ان مان جوڙيل فقهه ۽ تفسير واري نصاب جا حامي ان جو انڪار ڪن ٿا، انهن جو جواب ۾ چوڻ هي آهي ته انهن وارو مروج نصاب اهو قرآن جو تفسير ۽ کولي واضح شڪل ۾ سمجهائڻ لاءِ آهي، قرآن جي رد لاءِ ناهي ترديد لاءِ ناهي، قرآن تي برتري ۽ فوقيت لاءِ ناهي، منهنجي خيال ۾ ته آئون حديثن ۽ فقهه واري نصاب جي باري ۾ جيڪي الزام هڻان ٿو ته اهي قرآن جي تفصيل بدران رد ۾ آهن ۽ قرآن جي نظريي ۽ فلسفي کي غلط قرار ڏيڻ ناڪام بنائڻ لاءِ اهو نصاب گهڙيو ويو آهي، سو آئون پنهنجي موقف لاءِ اهڙا ثبوت پنهنجي ڪتاب قرآن مهجور ۾ ڏئي چڪو آهيان ۽ ان کان پوءِ واري



ڪتاب فقهه القرآن ۾ به آئون ثابت ڪري آيو آهيان ته حديثن وارا. قرآن حڪيم جي احڪامن ۽ آيتن کي منسوخ ڪرڻ جو عقيدو رکن ٿا. پوءِ اهو علم جيڪو قرآن کي منسوخ بنائڻ جي تعليم ڏئي ٿو اهو ته قرآن جو سڄڻ، خيرخواهه ۽ تفصيل بيان ڪرڻ وارو ڪيئن مڃبو؟ جيڪو علم اچي قرآن جا احڪام منسوخ ڪري، اهو علم ته قرآن جو دشمن چئبو، ۽ سين شيعن سنين وهابين جو. قرآن جي آيتن جي منسوخ (ڪينسل) هجڻ جو عقيدو آهي. جيڪڏهن آئون غلط ٿو چوان ته پوءِ مٿين فرقن وارا پنهنجي درسگاهن ۾ قرآن کي منسوخ بنائڻ واريون يا قرآن جي حڪمن سان ٽڪر کائيندڙ حديثون ۽ فقهي مسئلا پنهنجي نصاب مان ڪڍي ڇو نٿا ڇڏين؟ هونئن اهڙيون مخالف قرآن حديثون پڙهڻ لاءِ سنين واريون حديثون منهنجي ڪتاب قرآن مهجور ۾ آهن ۽ شيعن جون حديثون به لکيون آهن اهي هن ڪتاب ۾ اڳتي پڙهي پوءِ فيصلو اوهان پاڻ ڪندا، باقي فقهه جي مسئلن جو وچور جيڪي قرآن حڪيم جي احڪامن خلاف، فقهه ناهيندڙ ماڻهن کي امام جا لقب ڏيئي گهڙيا اٿن، انهن جو تفصيل هن ڪتاب "سلف صالحين جي نالن سان علم ۾ خيانتون" جو ٻيو حصو جيڪو آئون ترتيب ڏيئي رهيو آهيان اهو تيار ٿيڻ کان پوءِ پڙهي ڏسندا جيڪو اردو ٻوليءَ ۾ لکيو ويندو ۽ فيصلو سيڪو پاڻ ڪري ته جيئن سنڌي ٻوليءَ جي چوڻي اهي ته ڪاڏي منهن مريم جو ڪاڏي الهيار، سو اوهان به ڏسندئو ته ڪاڏي منهن قرآن جو ته ڪاڏي لشڪر فقهه وارن امامن جو. پر هڪ ڳالهه پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض ڪري ڇڏيان ته سني عالمن جا ڪي فرقا اهو چون ٿا ته اسان قرآن جي منسوخ ٿيڻ جو عقيدو نٿا رکون. پراهو ڪوڙ ٿا هڻن، ان ڪري جو هو پنهنجي مدرسن جي فقهه ۽ حديثن واري نصاب ۾ ٻانهن ۽ ٻانهين رکڻ جا مسئلا پڙهن پڙهائين پيا، ۽ حدود جي باب ۾ رجم ۽ سنگسار جي سزا کي قرآن واري حڪم جي خلاف قبول ڪيو وينا آهن ۽ پنهنجي فقهه ۽ حديثن ۾ ان خلاف قرآن، موقف کي پيا ٿا پڙهائين ۽ ان تي فتوائون پيا ٿا ڏين ۽ زڪوات جي نالي چاليهين پتي وارو نصاب گهڙي قرآن جي حڪم ۽ نصاب يسئلونڪ ماذا ينفقون قل العفوه جا سڀ فرقا انڪاري آهن.

## هڪ اهم سوال ۽ ان جو جواب

اسلامي دور حڪومت ۾ مند ڪان ڪجهه صديون عدالتي قانون ۽ تعليمي نصاب جا علم صرف قرآن مجيد وارا هئا. پوءِ اڳتي هلي قرآن کي ڪناري طرف هٽائي ان جي جاءِ تي عدالتي قانون طور حديثون ۽ ان مان ناهيل فقهه، بطور نصاب جي قرآن جي بدلي ۾ هلائڻ ۽ پڙهائڻ لڳا.

ڪيترائي ماڻهو سوال ڪن ٿا ته اهو سال ۽ خاص وقت ٻڌايو وڃي ته اهو ڪم ۽ اها تبديلي ڪهڙي دور ۾ ٿي، انهن سوال پڇندڙن جي خدمت ۾ جوابي عرض آهي ۽ گڏوگڏ وري سوال به، پهريائين ته هي حقيقت هرهڪ ماڻهو سمجهي ٿو ته عدالتي آئين ۽ قانون لاءِ ۽ تعليمي درسگاهن لاءِ نصاب تعليم ۽ سليبس جا ڪتاب، انهن لاءِ لازم آهي ته اهي خاص ڪتابي شڪل ۽ صورت ۾ ترتيب ڏنل هجڻ گهرجن، جڏهن ته مشهور آهي ته حديثن گڏ ڪرڻ وارن امامن کي حديثن ڳولڻ ۽ گڏ ڪرڻ لاءِ ملڪان ملڪ، پرانهن سفرن ۽ پنڌن ڪرڻ ڪان پوءِ تمام خاص ۽ مخصوص ماڻهن وٽان وڃي حديثون سڪٿيون ۽ پڇيون پونديون هيون ۽ حديثن حاصل ڪرڻ لاءِ ڪشالا ڪرڻ سان گڏوگڏ حديثن جو علم پڙهائڻ ۽ سيکارڻ وارا ماڻهو تمام ٿورا ۽ ڳڻڻ جيترا ٿورا هوندا هئا، جيڪي پنهنجي طور گڏ ڪيل دفترن مان ۽ پنهنجي يادين جي آڌار تي ماڻهن کي حديثون ٻڌائيندا هئا ۽ انهن جي انهيءَ علم کي ڪابه سرڪاري مدد يا ٽيڪسٽ جي تصديق ۽ توثيق جي ڪابه گارنٽي وٽن ڪانه هوندي هئي، پوءِ انهن وٽ گڏ ٿيل ڪشڪولن ۾ اڪيچار قسم جون حديثون ۽ روايتون شامل هونديون هيون ۽ هيءَ حقيقت خود حديثن جي موجوده ذخيري ۾ لکيل آهي ته حديثن جو گڏ ڪيل ذخيرو، حضور ﷺ جي پهرئين جانشين حضرت ابوبڪر صديق جن باهه ۾ ساڙايو آهي ۽ ان جو سبب اهو ٻڌايائين ته ائين نه ٿئي جو ان ذخيري ۾ ڪا هڪ به اهڙي حديث هجي جو حضور سائين جن بيان نه ڪئي هجي ته اها اسان ماڻهن کي حديث رسول جي ٿالي ڪري پهچايون پوءِ اها ته وڏي گناهه ۽ سزا جهڙي ڳالهه ٿي پوندي. ان ڪري اهڙي شڪ سبب حديثن جو سمورو بستو ساڙي ڇڏيائون وري ٻئي خليفي حضرت عمربن الخطاب جن لاءِ به مشهور آهي ته انهن جي سامهون به ڪوئي



شخص بغير ڪن ثابتين ۽ شاهدين جي جيڪڏهن حضور سائين جن جي حديث بيان ڪندو هو ته ان کي سزا ڏني ويندي هئي. اها ماجرا يقين سان ان ڪري ٿي سمجهه ۾ اچي ته حديثن لاءِ نبي سائين جن پنهنجي دور ۾ قرآن وانگر ڪتابي شڪل ۾ محفوظ ڪرڻ جو ڪوبه انتظام نه ڪرايو آهي نه ئي ڪنهن ٻئي کي اهڙي اجازت ڏني آهي. اهي ڳالهيون ثابت ڪن ٿيون ته اسلام جي منهڙيي دور ۾ حديث رسول ڪان سواءِ اڪيلي سر قرآن حڪيم کي قانون ۽ آئين جي حيثيت حاصل هئي ۽ انهي ماجرا جو وڏو ثبوت هي به: آهي ته ڪنهن به فرقي جي حديث لاءِ هي ڪنفرم ۽ ضروري شرط آهي ته اها حديث قرآن حڪيم سان پيٽائي ويندي، پوءِ جيڪڏهن اها قرآن سان موافق هوندي ته ان کي درست قبول ڪيو ويندو نه ته جيڪڏهن حديث جا روايت ڪندڙ ڪيڏي به مرتبي وارا ڇو نه هجن انهن جي حديث ۽ روايت کي قرآن سان مخالفت سبب رد ڪيو ويندو، نڪرايو ويندو، پوءِ اهو اصول ۽ قانون خود ثابت ڪري ٿو ته اسلامي عدالتن ۽ درسگاهن جو ديني قانون ۽ تعليمي نصاب صرف ۽ صرف قرآن آهي، جيڪڏهن ان سان گڏ ٻيو به ڪو علم اهڙي حيثيت جو مالڪ هجي ها ته ان لاءِ اهو شرط هرگز لاڳو نه ڪيو وڃي ها ته ان جو قرآن سان موافق هجڻ لازمي آهي، انهيءَ شرط سبب ته هر ٻئي علم جي اصليت ختم ٿي ٿي وڃي، ڇو ته اصل، اصل هوندو آهي، ان لاءِ ٻئي جي تابع بنائي ان جي ڪسوٽيءَ تي پوري لهڻ واري شرط سبب ان جي اصليت ختم ٿي ٿي وڃي، ۽ هر فرقي وارن وٽ جڏهن اهو شرط پاس ڪيل اهي ته ڪنهن به حديث جي درست هجڻ جو شرط هي آهي ته ان کي قرآن سان پيٽايو وڃي پوءِ جيڪڏهن اها حديث قرآن جي ڪنهن به سوچ، تصور ۽ اصول ڪان ڪو ذرو به ڦريل هوندي ته اها ڪوڙي، من گهڙت ۽ جڙتو تصور ڪئي ويندي، بهرحال ڳالهه هن موضوع تي شروع ڪئي وئي هئي ته حديث ۽ فقهه کي عدالتي ديواني ۽ نصاب تعليم ۾ ڪهڙي دور ۾ بطور اصول دين جي ڳنڍيو ويو ۽ قرآن جي عيوض، قرآن جي جاءِ انهن علمن ڪهڙي صدي ۽ سال ۾ والاري؟ انهي سوال جو جواب مڪمل ۽ باقائدي نموني پڙهندڙن کي ذهن نشين ڪرائڻ لاءِ آئون هن ڳالهه ڏي ڌيان ڇڪائڻ گهران ٿو ته حديثن کي

ڪتابن جي شڪل اندر ترتيب ۽ تدوين ڏيڻ واري زماني ڪي ڦهرايائين نوٽ ڪيو وڃي، جيڪو شروع جي لحاظ سان ٽين صدي آهي. پوءِ وڌيڪ پوءِ جي حد ڪي ڪٿي ليڪي ۾ نٿا آڻيون چو جو حرفتي ۽ فنڪار ماڻهو اڄ پندرهين صدي ۾ به ڪوڙيون حديثون ٺاهڻ جاري رکيو وينا آهن ته هاڻي اهو طئہ سمجهجي ته گهٽ ۾ گهٽ به سئو سال حديثن جو علم باقائدي ڪتابي شڪل وٺي نه سگهيو آهي. انهيءَ ڳالهه جو ثبوت اهو آهي ته شيعن ۽ سنين جي حديثن گڏ ڪرڻ وارا بخاري، مسلم، ابوداؤد، ابن ماجه، نسائي، ترمذي، ڪليني، شيخ حمد بن علي ۽ شيخ ابو جعفر، محمدبن حسن، انهن سڀن جي وفات ٽين صدي جي وچ ڪان پنجين صدي جي وچ تائين آهي وري فقهہ جي علم جي ترتيب ۽ تدوين جو زمانو ٻين صدي کي ڪٿي تسليم ڪجي جو فقهہ جي اڪثر امامن جي وفات ٻين صدي ڪان ٽي ۾ ٿي آهي ته فقهہ لاءِ به اهو طئہ سمجهجي ته اهو ٻهرين صديءَ ۾ موجود ئي ڪونهي، يعني هڪ سئو سال اسلامي حڪومت جي عدالتن ۽ تعليمي ادارن هلڻ دوران فقهہ ٺاهڻ وارا امام ايجا ڄاوا ئي مس آهن. هاڻي هن حقيقت کي به هن موقعي تي ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته اهي علم جن ۾ حديث جي بهاني حضور سائين جن جي شخصيت، ان جي ازواج مطهرات ۽ ان جي اصحاب ڪرام کي گاريون ڏنيون ويون آهن مرتد ڪوٺيو ويو آهي ۽ اهو فقهہ جنهن ۾ قرآن حڪيم جي حڪم غلاميءَ مٿان بندش جي خلاف ٻانها ٻانهيون رکڻ ۽ انهن جي واپار کي جائز رکڻ جون فقهي جزئيون ۽ ڪليون ٺاهيون ويون آهن ۽ قرآن واري حڪم ته ملڪيت جيڪا ضرورت ڪان فالتو ۽ وڌيڪ هجي اها سموري حاجتمندن کي ڏئي ڇڏجي، انهيءَ جي رد ۾ فقهہ وارن سال ۾ هڪ ڀيرو چاليهين پتي جو قانون ٺاهي قرآن طرفان بند ڪيل سرمائيداري کي وري ٻيهر جيڪو جنم ڏنو آهي جنهن اڳتي هلي موجوده قاروني ڪلچر جوڙيا آهن انهيءَ قسم جا سڀ علم انهن هڙني امامن مخفي نموني لڪ چپ ۾ ٺاهيا آهن، ۽ پنهنجن اهڙين سڀن ڪارگذارين کي، انهن امامن رازدارين سان جنم ڏنو آهي، ۽ پنهنجي هم نشين صحبتين، شاگردن ۽ ساٿين کي سخت پارتون ڪيون آهن ته راز کي راز ۾ رکندا هلو. ڪاٿي به ڦاسي



پئو ته تقيي نموني ڪوڙ ڳالهائي جند ڇڏايو. هنن حديثن ۽ فقهہ ٺاهڻ وارن سڀن جي جيئن ته ذهني ۽ نظرياتي وابستگي بلڪ خانداني ۽ نسبي طور ايران سان هئي، يعني هو ٻاءِ برٿ ۽ ٻاءِ بلڊ اهل فارس هئا، ان ڪري انهن قرآن جي علمي انقلابي هدايتن کي ناڪام بنائڻ لاءِ مقابلي ۾ جيڪو ٻيو علم پئي تخليق ڪيو، اهو سمورو رازداري ۽ لڪ لڪوٽيءَ ۾ باطني تحريڪن جي روپ ۾ سڀ ڪجهه ڪيو آهي. ان لاءِ پڙهندڙ مهربان مضمون تقيو ۽ رازن جو مذڪور ضرور پڙهن.

ڪن دانشورن ته حديث ۽ فقهہ جي نالي تي اهل فارس وارن اچي ڪري جيڪي ڪجهه قرآن حڪيم ۾ معنوي تحريف ۽ تبديل ڪئي آهي، جنهن سان انهن علمن جي فروغ ۽ پکيڙ سان، اسلامي انقلاب جي فلاسافي جي اها منڍ واري اٿپ ۽ پهچ اهڙي نموني ته بلاڪ ٿي وئي ۽ بند ٿي وئي جو اهي دانشور هاڻ ته ائين ٿا چون ته ڪاش جو شروع اسلام مهل فارس وارن مٿان ڪاهه ئي نه ٿئي ها، ۽ مسلمان فارس، کي فتح ئي نه ڪن ها، ۽ اهل فارس مفتوح بنجي مسلمانن جي دائري ۾ شريڪ ئي نه ٿين ها، ته گهٽ ۾ گهٽ پوءِ اچڻ واري انساني آبادي لاءِ قرآن جي تعليم ۾ حديث ۽ فقہ ذريعي معنوي تحريف ته شامل نه ٿئي ها، جيڪا مجوسين تقيي جي پردي ۾ مسلمان سڏائي، قرآن جا چوڌاري چارا ئي بند ڪري ڇڏيا آهن. ۽ هاڻي حديثن واري اسلام ۽ عجمي امامن جي فقهن وارين تعبيرن سان. اسلام جو فسلفو اهو نه رهيو آهي جنهن کي قرآن حڪيم جنهن شروعاتي دور ۾ پنهنجو ترجمان پاڻ هجڻ ذريعي سمجهايو هو. قرآن جنهن دور ۾ قرآن فهمي لاءِ اهل فارس وارن جي گهڙيل حديثن ۽ فقہ جي ترجمانيءَ کان سواءِ، ولقد صرفنا في هذا القرآن ليذ ڪروا... اسراء ٤١-١٧ جي آڌار تي پڙهيو ۽ سمجهيو ويندو هو ۽ جنهن دور ۾ قرآن فهمي جو معيار ولقد صرفنا في هذا القرآن من ڪل مثل... الاسراء ٨٩-١٧ هو ۽ جنهن دور ۾ ماڻهن جي سمجهائڻ لاءِ قرآن پنهنجي ڪسوٽي پاڻ هو، ولقد صرفنا في هذا القرآن للناس من ڪل مثل... ڪهف ٨٩-١٧ ۽ جنهن دور ۾ قرآن پنهنجي فهم ۽ تعبير لاءِ عجمين جي ترجمانيءَ ڪان آجو هو وڪذالڪ انزلناه قرآنا عربيا و صرفنافيه من الوعيد... طه ١١٣-٢٠ ۽ جنهن دور ۾ قرآن

پنهنجي تعبير ۽ تفسير پاڻ بيان ڪندو هو ته جيئن ڪو قرآن فهمي لاءِ ڪنهن غير قرآني مڪتب طرف نه وڃي، جي ويو هجي ته موٽي اچي وصرفنا الآيات لعلهم يرجعون... الاحقاف ۲۷-۴۶ ۽ جنهن دور ۾ قرآن سمجهندڙن ۽ سکڻ وارن لاءِ پنهنجو پاڻ ۾ مذاڪري سان فهم حاصل ڪرڻ سان ۽ قرآن کي ڇڏي ڪنهن ٻئي دانشور کان ان جي تعبير نه پڇڻ لاءِ ولقد صرفناه بينهم ليذڪروا... الفرقان ۵۰-۲۵ جو حڪم آيو ۽ جنهن دور ۾ ٻين پيچرن طرف وڃڻ کان قرآن حڪيم جي طالب علمن کي روڪڻ لاءِ انهن جي پروڙڻ جو مڪمل انتظام ڪندي اسان، انظرڪيف نصرف الآيات ثم هم يصدفون... سان بندوبست ڪري ٻئي طرف وڃڻ کان روڪيوسون. انعام ۴۶-۶ ۽ انهن جي فقه جي حاصلات لاءِ به اسان قرآن اندر ئي بندوبست ڪري ڇڏيو آهي، انظرڪيف نصرف الآيات لعلهم يفقهون... انعام ۶۵-۶ ۽ هنن جي افهام تفهيم ۽ درس تدريس جي نصاب لاءِ به اسان قرآن کي بطور ڪورس ڪري موڪليوسون وڪذالڪ نصرف الآيات وليقولوا درست... انعام ۱۰۶-۶ ۽ اهو سڀ بندوبست قرآن سمجهڻ لاءِ، انهن ماڻهن لاءِ ڪيوسون، جيڪي شڪرگذار ۽ ٿورو ڳائڻ ۽ احسان مڃڻ وارا هئا. ڪذالڪ نصرف الآيات لقوم يشڪرون... الاعراف ۵۸-۷ پر پوءِ جيڪي ماڻهو قرآن کي سمجهڻ ۽ پروڙڻ جي لاءِ ڪيل اسان جي ايڏي وڏي انتظام کان پوءِ به قرآن کي ڇڏي تقيي ڪندڙ اهل مجوس گندم نما جو فروشن جي گهڙيل علمي نصابن طرف ويا ثم انصرفوا صرف الله قلوبهم... توبه ۱۲۷-۹ يعني پوءِ اسان کي به ڪنهن جي پرواهه ڪانهي، اهڙن ماڻهن جون دليون، اسان پاڻ ڏانهن، غير قرآني ادارن طرف ڦيري ڇڏيون آهن.

متان موضوع کان پري نڪري وڃون ان ڪري موٽون ٿا منڍ واري ڳالهه طرف ته پڪي نموني ثابت ٿيو ته جڏهن حديثن ۽ فقه ٺاهڻ وارا ۽ گڏ ڪرڻ وارا امام ٻين صدي کان پنجين صدي ۾ ڇاوا آهن ۽ وفات ڪئي اٿن، ۽ جڏهن ته اسلام جي حڪومتي نظام قانون، عدالتن ۽ تعليمي ادارن ۾ قرآن واري ڪورس تي روان دوان رهيو آهي، جيڪو قرآن ٻئي ڪنهن به ڪورس ۽ نصاب کي جيڪو وحي واري تعليم کان



سواءِ آهي، ان کي پري ٿو هٽائي ويجهو اچڻ نٿو ڏئي. هڪلون ٿو ڪري، قرآن وڏي ديدٻي سان غير قرآني ادارن ۽ علمن جي پوئواريءَ جي هوس رکندڙن ۽ انهن کي پنهنجي لاءِ قانون ۽ ڪورس طور قبول ڪرڻ وارن کي رب پاڪ فرمائي ٿو ته اولم يڪفهم انا انزلنا عليڪ الڪتاب يتلىٰ عليهم... عنڪبوت ۵۱-۲۹ يعني ڇا انهن ماڻهن لاءِ قرآن ڪافي ناهي؟ يعني قرآن مان انهن جون رهنمائي واريون ضرورتون پوريون نٿيون ٿين؟ اسان اهو ڪتاب تنهنجي مٿان نازل ڪيو آهي جنهن جي تلاوت به انهن اڳيان ڪئي وڃي ٿي، پوءِ اهي ماڻهو ٻئي طرف واجهائن ڇو ٿا، اي رسول! تون انهن ماڻهن اڳيان اعلان ڪري ڇڏ مون الله جي طرفان ته اتبعوا ما انزل اليڪم من ربڪم ولاتتبعوا من دونه اولياء قليلا ماتذڪرون. اعراف ۳-۷ يعني تابعداري ڪيو ان علم جي جيڪو نازل ڪيو ويو آهي توهان جي طرف، (نه رڳو ايترو پر) ان کان سواءِ ڪنهن به ٻئي علم جي تابعداري نه ڪيو. جو قرآن کان سواءِ اوهان جو ٻيو ڪوبه نه ولي آهي نه دوست نه ساٿي نه سڄڻ يا سرپرست. پر هڪ ڳالهه ضرور آهي ته هن حڪمت کي ٿورا ماڻهو ئي سمجهي سگهندا. پر انهيءَ هوندي به قرآن کي ڇڏي ٻين اٿارٽين جي پوئلڳن کان پڇون ٿا ته ام لهم شرڪاء شرعوا لهم من الدين مالم يا ذن به الله. الشوريٰ ۲۱-۴۲ يعني ڇا انهن الله سان ڪن ٻين کي ڀائيوار ڪيو آهي ڇا. جن هنن کي انهن جي هٿ ٺوڪين مذهبن جي پرمٽ ڏئي ڇڏي آهي، الله جي منظوريءَ کان سواءِ. ٻڌي ڇڏيو! اوهان جي اهڙن ڪارن سبب اوهان سان گهٽ نه ٿيندي ولولاڪلمة الفصل لقضي بينهم يعني جيڪڏهن اسان فيصلي جو وقت پاڻ ئي مقرر نه ڪري ڇڏيون ها ته، توهان جون هاڻي ئي خبرون وٺي ڇڏيون ها. پر اسان پنهنجي اعلان جو ڀرم رکي ان ڏينهن لاءِ ترسون ٿا. پر ياد رکي ڇڏيو ان الظالمين لهم عذاب اليم. ظالمن کي دردناڪ عذاب چکايو ويندو، يعني الله جي نظر ۾ اهي ماڻهو ظالم ۽ دردناڪ عذاب جا حقدار آهن، جيڪي خدا جي قرآن سان گڏ ٻين اٿارٽين کي قانوني ۽ علمي اٿارٽيءَ جي حيثيت ڏين ٿا. الله جي منع ڪرڻ کان پوءِ به ۽ بغير انهيءَ جي منظوريءَ جي هو انهن تي هلن ٿا. پڙهندڙن جي خدمت ۾ قرآن حڪيم

جون، غير قرآني علمن ۽ ماخذن خلاف تنبيهون ۽ چٽلنجون پيش ڪرڻ
مان مقصد هي آهي تہ هو اندازو لڳائين تہ قرآن حڪيم پاڻ کان سواءِ
ٻئي ڪنهن بہ اداري کي فتويٰ ڏيڻ جو ماخذ ۽ مرجع قبول ڪرڻ لاءِ
تيار ناهي، دين ۽ قانون بابت وحي واري علم کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ
علمي اٿارٽيءَ کي قرآن حڪيم مٿين آيت ام لهم شرڪاء ۾ پاڻ سان،
وحي واري تعليم سان، شرڪ قرار ڏنو آهي، مٿين آيتن تي غور فرمايو
وڃي تہ جيئن الله جي ذات وحده لاشريڪ آهي، اهڙي ندوني الله جي
وحي واري ڪتاب جي تعليم بہ وحده لاشريڪ آهي، يعني قرآن حڪيم
جي احڪامن ۾ ٿوري بہ تبديل ترميم ڪي، مٿاسٽا ڪي قرآن حڪيم،
سورت شوريٰ جي مٿين آيت سان شرڪ سڏي رهيو آهي ۽ شرڪ بابت
هرڪو ڄاڻي ٿو تہ الله جي نظر ۾ اهو گناهہ معافي ڏيڻ جهڙو ناهي تہ
انهيءَ سموري صغريٰ ڪبريٰ جو نتيجو صاف ظاهر نڪري ٿو تہ قرآن
حڪيم جنهن کي ڪتاب مفصل سڏيو ويو آهي، جنهن کي تبيانا لڪل
شيءِ سڏيو ويو آهي، جنهن کي ايترو تہ جامع سڏيو ويو آهي جو ان
لاءِ، لايغادر صغيرة ولاڪبيرة جو لقب ڏنو ويو آهي ۽ فرمايو ويو آهي تہ
ان ۾ هر قسم جي رطب يا بس، سائي سڪي شيءِ موجود آهي، ڪل
صغير و ڪبير مستطر يعني ان ۾ هر ننڍي وڏي شيءِ لکي وئي آهي، تہ
هاڻي انهيءَ خدائي ڪتاب ۽ ڪلام الله، جيڪو وحده لاشريڪ هستيءَ
جو وحده لاشريڪ ڪتاب آهي، ان ۾ شروع اسلام ۾ ڪنهن جي مجال
هئي جوان الاهي علم سان شرڪ ڪري، هٿ ٺوڪين حديثن ۽ فقہ کي،
مسلم امت جي قانون ۽ نصاب طور اڄ وانگر، قرآن کي ڇڏي، فارس
جو گهڙيل علم هلائين ها، ۽ جڏهن تہ مٿي لکيل قرآني آيتن جا حوالا
اوهان پڙهي آيا تہ قرآن حڪيم پاڻ سان گڏ يا پنهنجي ترجمانيءَ لاءِ
ٻئي ڪنهن بہ علم ۽ دانش کي پنهنجو ترجمان ۽ ڀائيوار تسليم ڪرڻ
لاءِ تيار ناهي، نہ رڳي تيار ناهي پر قرآن سوال ٿو ڪري تہ جيڪي
ماڻهو وحي جي علم سان ٻين جي علم کي ملائي شامل ڪري ان جي
پٺيان هلڻ لاءِ چون ٿا، ام لهم شرڪاء ڇا انهن ماڻهن اهڙي علم گهڙڻ
وارن کي الله جو شريڪ قرار ڏنو آهي؟ جو الله جي وحي واري علم سان
هي پنهنجو فقہ ۽ حديثون ڪٿي اچي ڀائيواري ڀيا ڳنڍين!؟ پڙهندڙ ڀائر



غور فرمائين تہ الله عزوجل انسانن جي هدايت لاءِ قرآن حڪيم کي پاڻ
وانگر وحده لاشريڪ علم ۽ ڪتاب سڏي رهيو آهي تہ پوءِ جيڪي
فارس جا ماڻهو ۽ ٻيا انهن جا همنوا هي مڪر ڪري خلق خدا جي اکين
۾ سرمو پائي بيوقوف بنائين پيا، تہ انهن حديثن ۽ فقہ کي قرآن جو
تفصيل ۽ تفسير ۽ کولي بيان ڪري سمجهائڻ جي حد تائين آندو آهي ۽
بس، هنن جي انهي تاويل ۽ تقيي واري جواب مان تہ صاف ۽ ظاهر
نموني سان قرآن مٿان الزام ٿو لڳي تہ اهو پنهنجي لاءِ جيڪو نور هجڻ
جي ڳالهہ ڪري ٿو، اهو ڪوڙ آهي، ۽ قرآن جيڪو پنهنجي لاءِ تبيا نا
لڪل شيءِ جي دعويٰ ڪئي آهي اها ڪوڙي آهي، قرآن لاءِ الله جيڪو
اعلان ڪيو آهي تہ ان توهان جي طرف ڪتاب مفصل نازل ڪيو آهي تہ
اهو بہ ڄڻ الله جو اعلان، هنن جي جواب کي قبول ڪرڻ سان ڪوڙو ٿي
ٿو پوي، پوءِ جيڪي ماڻهو مون کان اهو سوال پڇن ٿا تہ اهو عرصو ۽
سال ٻڌايو جنهن تائين خالص قرآن جوسليبس ۽ نصاب هليو ۽ اهو سال
بہ ٻڌايو جڏهن کان غير قرآني حديث ۽ فقہ جي علم ۽ نصاب اچي
ڪري قرآن جي جاءِ والاري، آئون انهيءَ سوال جو جواب ضرور ڏيان
ٿو، اهو مون تي بجا طور فرض آهي، پر پهريائين هي حقيقت تہ قبول
ڪئي وڃي ۽ اقرار ڪيو وڃي تہ شروع اسلام ۾ حضور سائين جن جي
زماني حڪمرانيءِ کان ۽ اعلان نبوت کان قرآن حڪيم ئي امت جي
هدايت ۽ رهنمائيءَ جو واحد ۽ لاشريڪ نصاب رهيو آهي، ۽ اهڙي تہ
پاور ۽ طاقت سان، حشمت ۽ دٻدٻي سان جو قرآن ڪلم ڪلا وارننگ
ڏئي ميدان تي حڪم ڏيندو اچي ٿو تہ ومن لم يحڪم بما انزل الله
فاولائڪ هم الڪافرون ۴۴-۵ يعني جو بہ شخص پنهنجا فيصلا ۽
حڪومت هلائڻ جا قانون، قرآن وارا احڪام نٿو قبول ڪري تہ اهو
ڪافرن مان آهي، پوءِ هاڻي تہ پهريائين مون کان سوال ڪرڻ وارا پاڻ
ٻڌائين تہ قرآن پنهنجي آرڊر ذريعي ماڪان لنبي ان يڪون لہ اسريٰ
۶۷-۸ سان غلامي بند ڪئي آهي ۽ فارس وارن جي حديثن ۽ فقہ واري
علم غلاميءَ کي جائز ڄاڻايو آهي تہ پوءِ اهي حديثون ۽ انهن جا
گهڙيندڙ مٿين آيت جي روشني ۾ ڪهڙي خاني ۾ فٽ ڪيا ويندا ۽ قرآن
حڪيم پنهنجي آرڊر يسئلونڪ ماذاينفقون قل العفو ۲۱۹-۲ ۾ يعني

پنهنجي آمدنيءَ مان ضرورت جيترو خرچ لاءِ ڪڍو ۽ باقي سمورو بچت مال حاجتمندن ۽ ضرورتمندن ۾ ورهائي ڇڏيو. قرآن جي هن حڪم کي رد ڪرڻ لاءِ حديثون ۽ فقہ گهڙيندڙ امامن ڪي ڪهڙي خاني ۾ فٽ ڪندؤ جن لکيو آهي تہ سال ۾ صرف هڪ پيرو سو ۾ ٻہ چاليهين پتي زڪوات طور ڏني وڃي، اجا تہ قرآن جي خلاف حديثن ۽ فقہ جا ڪوڙا سارا مثال آهن جيڪي اهي لاڳاپيل مضمونن ۾ پڙهندا. خاص ڪري هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾، آئون قرآن جي اڪيلي سر حجت نہ هجڻ جو نظريو رکندڙن کان ۽ انهن مهربانن کان سوال ڪيان ٿو جيڪي وري فقہ ۽ حديث کي بہ مستقل حجت ۽ اصل قرار ڏين ٿا تہ جيڪڏهن موجوده دور ۾، منڍ اسلام واري دور کي ڇڏي ڪري، ڪابہ حديث يا ڪوئي فقهي مسئلو، قرآن حڪيم جي خلاف بہ آهي تہ انهن تان دستبرداري ۽ بيزاريءَ جو اعلان ڇو ڪونہ ڪيو ويو آهي؟ ۽ اهڙا خلاف قرآن مسئلا مڙني فقهن وارا، فقهي امامن جا پوئلڳ، پنهنجي پنهنجي فقهي ڪورسن ۾ مسلمان امت کي اڄ بہ پڙهائيندا ۽ سيکاريندا رهن ٿا، پوءِ اسان ڇا سمجهون، جيڪڏهن اسان هي ثابت بہ ڪري ڏيون تہ هيترو هيترو عرصو فقہ ۽ حديث علمي ميدان تي عدالتن ۽ درسگاهن ۾ تقيي جو برقعو لاهي پوءِ ظاهر ٿيا آهن تہ انهيءَ ماجرا جي ڪهڙي گارنٽي آهي تہ انهن فقهن جا پوئلڳ اڳتي لاءِ انهن مخالف قرآن مسئلن کي ۽ انهن فقهن گهڙيندڙ امامن کي ڇڏي، قرآن حڪيم کي پنهنجو امام، قائد ۽ پيشوا قبول ڪري سڀ اصول قرآن کان براهِ راست پاڻ وٺندا، ۽ هڙني حديث ساز ۽ فقہ گهڙيندڙ امامن جي تقليد ڇڏي پاڻ اجتهاد ڪندا ۽ مسئلن جو استخراج ۽ استنباط ڪندا، اصول سمجهي انهن جون جزئيون پاڻ ئي سمجهڻ سمجهائڻ جو ڪلچر قائم ڪندا. مون کي مٿين سوال تہ مسلمانن جي علمي ذخيري ۾ قرآن کي ڇڏي حديث ۽ فقہ ڪڏهن کان، ڪهڙي دور کان، مفتي ۽ دارالافتاء جي جاءِ والاري آهي، انهيءَ سوال پڇندڙن جي ڄاڻ لاءِ عرض آهي تہ ٿورو غور ڪيو ۽خود پنهنجي سوال جي معنويت ۽ وزن تي بہ غور ڪيو!! ۽ سمجهي ڇڏيو!! انهيءَ سوال جو سڌو سنئون مطلب هي آهي تہ مسلمانن اسلام تان، ايمان تان، ۽ قرآن تان ڪڏهن هٽ ڪنيو، ڇو تہ



شيعن جي حديثن واري وڏي نالي واري ڪتاب ۽ پهرئين نمبر واري ڪتاب، اصول ڪافي جي ٻئي حصي جي باب نمبر ٦٤ نالي اشارة والنص علي اميرالمؤمنين عليہ السلام ۾ باب جي حديث نمبر ٣ آهي صفحو ٢١٤ حديث تہ وڏي ڊگهي آهي ان ۾ آهي تہ حجة الوداع کان واپسيءَ مهل جبرئيل عليہ السلام، حضور سائين ڏي جڏهن هي آيت ڪٺي آيو تہ بلغ ماانزل اليڪ اي نبي پهچائي ڏي جيڪي ڪجهہ تنهنجي طرف نازل ڪيو ويو آهي، پوءِ نبي سائين جن منادي ڏياري سڀ ماڻهو گڏ ڪرايا ۽ هي اعلان فرمايو تہ من ڪنت مولاه فعلي مولاه، پيغمبر جي انهي اعلان ۽ اپيل تي ماڻهن جي دلين ۾ بغض ۽ منافقي واقع ٿي ۽ چيائون تہ رسول جي طرف الله اها ڳالهہ نازل ٿي ڪانہ ڪئي آهي، هي مڙئي پنهنجي سوٽ جو مرتبو ٿو وڌائي پيو. هيءَ ڳالهہ ٿي شيعن جي حديث جي، جنهن نبي سائين جن جي حياتي ۾ انهن جي روبرو اصحاب رسول کي منافق بڻائي ڇڏيو، وري اهل سنت سڏائڻ وارا، موحد ۽ ديوبندي سڏائڻ وارا، اهل حديث ۽ غير مقلد سڏائڻ وارا، انهن جي معتبر ۽ پهرئين نمبر حديثن واري ڪتاب بخاري جنهن کي پٺيان هي شريف بہ لکندا آهن. ان جي ڪتاب التفسير جي سورت مائده جي آخري آيتن تي بخاري صاحب هيءَ حديث آندي آهي تہ رسول سائينءَ فرمايو تہ قيامت جي ڏينهن ملائڪ ماڻهن کي دوزخ ڏي وٺيو ويندا اهو ڏسي آئون چوندس تہ اي منهنجا پالڻهار، اهي تہ منهنجا اصحابي آهن تہ جواب ۾ الله تعالىٰ فرمائيندو تہ توکي خبر ڪانهي تہ توکان پوءِ انهن ڇا ڪيو. ۽ الله چوندو تہ ان هؤ لاءِ لم يزالوا مرتدين علىٰ اعقابهم منذ فارقتهم. يعني جڏهن کان تون انهن کان جدا ٿي ويو هئين تہ اهي هميشہ لاءِ مرتد ٿي پنهنجي پونين پيرن تي هليا ويا هئا.

هاڻي ڪير ٻڌائي تہ انهن شيعن، سنين جي حديثن جي باري ۾ آئون ڪهڙو تبصرو ڪيان، بهتر ٿيندو تہ آئون چپ رهي قرآن حڪيم کان پڇي حقيقت کي پڙهندڙن جي سامهون پيش ڪيان، پڙهي ڏسندا سورت توبہ آيت نمبر ١٠٠ فرمان آهي تہ والسابقون الاولون من المهاجرين والانصار والذين اتبعوهم باحسان رضي الله عنهم و رضواعنه واعدلهم جنات تجري تحتها الانهارخالدين فيها ابدا ذالڪ الفوز العظيم.

يعني اصحاب رسول مان پهريان منهڙيا مهاجر توڙي انصار (اهي ته اهي پر) جن ماڻهن انهن جي به سهڻي نموني تابعداري ڪئي، الله انهن سين ڪان خوش آهي، راضي آهي، ۽ انهن سين لاءِ اهڙيون ته جنتون باغات تيار ڪيا اٿس جن جي هيٺان نهرون جاري رهن ٿيون ۽اهي اصحاب رسول ۽ انهن جا پوئلڳ فالوور هميشه رهندا انهن جنتن ۾، ابد تائين ۽ اهائي ته وڏي ڪاميابي آهي ۽ قرآن حڪيم سورت فتح جي آخري آيت ۾ محمد رسول الله والذين معه يعني رسول سائين جي اصحابن بابت تمثيل ۽ تشبيه ذريعي ٻڌايو ته پيغمبر پنهنجي ساٿين جي جماعت اهڙي ته سهڻي تيار ڪئي آهي، جيئن هاري پنهنجي محنت ۽ پورهيي سان پوک جا سلا ڏسي خوش ٿيندو آهي ته محمد به پنهنجا اهڙا ته جوڌا ۽ سرويچ ساٿي تيار ڪيا آهن، جو انهن کي دشمن ڪافر ڏسي سڙن ۽ پچن ٿا پيا پنهنجي غيظ ۽ غضب ۾، اڳتي رب پاڪ فرمائي ٿو ته سڙڻ وارا پل پياسڙن وعدالله الذين آمنوا وعملوا الصالحات منهم مغفرة واجرا عظيما اسان ته انهن مان ايمان ۽ عمل صالح وارن لاءِ بخشش ۽ اجر عظيم جو واعدو ڏيئي ڇڏيو آهي.

هاڻي ڪير ٻڌائي ته هن قسم جي قرآن دشمن حديثن، قرآن مخالف روايتن جو مسلمانن جي ڪلچر ۽ تعليمي ادارن ۽ نصابن ۾ کهڙي به سال صدي ۽ دور ۾ اچڻ ۽ رائج ٿيڻ سان ڪوئي فرق پئجي سگهندو ڇا؟ جيڪا ڳالهه هڪ هزار سال اڳي ڪوڙ هئي، باطل هئي، اڄ هزار سال پوءِ به اها باطل ۽ ڪوڙ ڇئبي، ڪنهن به ناحق ۽ ڪوڙ کي سينارٽي ۽ وڏي زماني گذرڻ ڪري حق ۽ سچ نه ڇئبو، حق سچ سدائين حق سچ رهندو آهي، ڪوڙ ۽ باطل سدائين ڪوڙ ۽ باطل رهندو آهي، مون مٿي عرض ڪيو آهي ته ڪنهن به علمي ڪورس ۽ ماخذ قسم جي نصاب لاءِ ضروري آهي ته اهو ذخيرو پوري امت لاءِ متفق عليه هجي جو انهن جي حوالن سان عدالتي فيصلا ٿين ته ڪنهن کي اختلاف ۽ اعتراض نه ٿئي، آئون انهي گذارش کي سمجهائڻ لاءِ هڪ ننڍڙو مثال عرض ڪيان، هت پاڪستان ۾ صدر جنرل ضياءَ الحق اعلان ڪيو ته هر مهيني رمضان المبارڪ جي پهرين تاريخ بئنڪن ۾ ماڻهن جي پيل رقمن مان جيڪي ڪرنٽ اڪائونٽ کان سواءِ آهن انهن مان زڪوات



ڪاٽي وڃي، اهو ڪم جڏهن شروع ٿيو ته شيعي فرقي وارن چيو ته اسان پنهنجي زڪوات پاڻ پنهنجي هٿن سان مرضيءَ وارن حاجتمندن کي ڏينداسون، حڪومت اسان جي رقمن مان زڪوات نه ڪاٽي، پوءِ سرڪار شيعن جو اهو مطالبو قبول ڪيو ۽ اعلان ڪيو ته جو شخص به بئنڪ کي لکي ڏيندو ته آئون شيعو آهيان منهنجي اڪائونٽ مان زڪوات نه ڪاٽي وڃي ته بئنڪون انهن جي رقمن مان پئسا ڪونه ڪاٽينديون، پوءِ ته جو شخص شيعو نه هو ته ان به پئي بئنڪن کي لکي ڏنو ته آئون شيعو آهيان منهنجي اڪائونٽ مان پئسا زڪوات طور نه ڪاٽيا وڃن، انهي سرڪاري حڪم واري عرصي مهل، يعني نئين مان زڪوات ڊپارٽمنٽ کولڻ واري عرصي ۾ ضياءَ الحق جي حڪومت ۾ جماعت اسلامي ۽ جمعيت علماء اسلام وارابه حڪومت ۾ شامل هئا، انهن جا ماڻهو ڪئبنٽ ۾ وزير هئا پيا ته ٿيو پر مفتي محمود جمعيت علماء اسلام جو سربراهه به ضياءالحق جي طرفان جلسن ۽ عوامي ميڙاڪن ۾ اسلامي ۽ شرعي حڪومت قائم ڪرڻ جون ضمانتون ۽ مبارڪون پيو ڏئي، وري ان عرصي ۾ عوام جي ضلعن تعلقن ۽ يونين ڪائونسلن تائين زڪوات ورهائڻ لاءِ جيڪي ڪاميٽيون ناهيون ويون هيون انهن ۾ مذهبي پارٽين جي هيٺين عهديدارن جي به لڏ ٿي وٺي هئي، اهي يا ته پاڻ ميمبر ٿي ويا هئا، يا ڪاٽي انهن جا پسنديده ماڻهو کنيا پئي ويا، نه رڳو زڪوات ڪميٽين پر نماز ڪميٽين ۽ سيمينٽ، گيهه، ڪنڊ، ورهائڻ وارين ڪميٽين ۾ اڳي وڏيرن جا ماڻهو ميمبر ٿيندا هئا ۽ ضياءَ جي شروع واري دور ۾ نون ستارن واري اتحاد جي پارٽين جا ماڻهو ميمبر ٿيندا هئا، ضياءَ الحق ڏنو ته مون وارو جاري ڪيل اسلامي قانون جو زڪوات فارمولو ۽ نماز سان گڏ مختلف ڪاميٽين ۾ جيڪي به پبلڪ مان ميمبر کنيا ويا آهن، اهي سڀ جڻ مون واري مارشل لا حڪومت جا پارٽي ورڪر ٿي ويا آهن ته ان تمام جلدي جيل ۾ پيل اڳوڻي وزير اعظم ذوالفقار علي ڀٽي کي ڦاسي تي چاڙهي ڇڏيو ۽ ان بعد ٿورن ئي ڏينهن کان پوءِ مولوي صاحبن جي پارٽين مان کنيل وزير حڪومت مان ڪڍي ڇڏيائين، اڳتي تمام گهڻيون دلچسپ ڳالهيون آهن پر موضوع ۾ اندر رهڻ سان متعلق صرف هيءَ گذارش ڪرڻي آهي ته

حڪومت مان ٻاهر ٿيڻ بعد جناب مفتي محمود صاحب مرحوم ملڪ ۾ سياسي جلسن ۾ مهم شروع ڪئي ته حڪومت ڪي، اسلامي قانون جي روشنيءَ ۾ زڪوات وصول ڪرڻ جو اختيار ڪونهي، مفتي صاحب جي انهيءَ هلچل دوران سندس وفات ٿي وئي، جنهن ڪي جمعيته علماء اسلام جا منهنجا سنڌ وارا دوست طبعي موت قبول ڪرڻ کان انڪاري هئا، انهن جو خيال هو ته مفتي صاحب ڪي ڳجهي نموني سلو پوائزن ڏنو ويو آهي، پر پيپلز پارٽي جي ڪن دوستن مون ڪي چيو ته اسان ڀٽي جي ڦاسي خلاف الله وٽ اپيل داخل ڪئي آهي اتي ڪيس ڪي ڪجهو ڪري ڀيهر پيو هلايو وڃي ان ڪري اتي مفتي صاحب جي شاهدي ڪيي پئي ان جي سمن ملڻ تي ان طرف ويو آهي، مفتي محمود صاحب جن طرفان جيڪو زڪوات بابت شرعي لحاظ سان حڪومت ڪي وصول ڪرڻ جو اختيار ناهي واري مؤقف خلاف، سرڪاري موقف ته حڪومت زڪوات وصول ڪري سگهي ٿي، ان جي حمايت ۾ مفتيءَ اعظم پاڪستان، مفتي محمد شفيع صاحب مرحوم جن جي فرزند مولانا تقي عثماني صاحب جن، مفتي محمود سان جڏهن هو حج تي وڃڻ جي ارادي سان ڪراچي آيا هئا ۽ نيو ٽائون جي مدرسي ۾ ترسيل هئا اتي ان سان بحث ڪرڻ آيا هئا، آخر ٻئي شخص علميت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا، سندن بحث مباحثي ۽ گفتگو دوران مفتي صاحب جن دم ڏنو ۽ سندن ساهه پرواز ڪري ويو، بهرحال علمي بحث هو. ڪنڊ هارائڻ جي ڳالهه تي حياتيءَ سان معلوم ٿئي ها، جنهن وفا نه ڪئي جو اڳتي هلي معلوم ٿئي ها ته ڪنهن جا دليل وزنائتا آهن، منهنجي عرض ڪرڻ جو خلاصو هي آهي ته اسلامي قانون لاءِ ضروري آهي ته اهو منضبط ۽ مدون هجي، ان جا اصول ڪنفرم هجڻ گهرجن، جيڪي صرف ۽ صرف قرآن ۾ آهن، جيئن ته فرمان آهي ته فلن تجد لسنة الله تبديلا ولن تجد لسنة الله تحويلا ۴۳-۳۵ يعني الله جي قانون ۽ سسٽم ۾ نه متاسنا آهي، نه ئي ڪا هيرڦير، باقي حديثن ۽ انهن مان ناهيل قانونن جو حشر اهڙو آهي جو وڪ وڪ تي جندا پٽ، شيعن اهل فارس وارن، امامت جي اصطلاح ڪتب آڻيندي صرف ٻارهن امامن تي هدايت حاصل ڪرڻ جو ڪورس دنگ ڪيو، پر سني سڏائيندڙن جو امام واڙو، شيعن کان



تمام گهڻو ڪشادو آهي، هِن جو هر نماز پڙهائيندڙ ماڻهو به امام آهي، فقه جي مشهور چئن امامن، ابو حنيفه، احمد بن حنبل امام مالڪ امام شافعي صاحب جن ته ٿيا وڏا نالا، پر انهن جا سڀ شاگرد به امام سڏيا وڃن ٿا ۽ وري حديثن جي علم ۾ جن جن به ڪا ميڙي چونڊي ڪئي، اهي به سڀ امام طور ڳڻيا وڃن ٿا، ته ڄاڻڻ گهرجي ته عدالتي ڪيسن ۾ جڏهن وڪيل صاحبان پنهنجي موقف لاءِ ڪو دليل پيش ڪندا آهن ته مٿين عدالتن جي وڏن ججن جي فيصلن جا حوالا ڏيئي قانون جي تشريح ڪي پنهنجي فائدي ۾ پيش ڪندا آهن ته اسلامي قانون جي حوالي سان جيڪڏهن ڪا عدلت ۾ ڳالهه اچي ته زانيءَ ڪي ڪهڙي سزا ڏني وڃي ته شيعن سنين جي سيني امامن وٽ، حديثن ۾ ۽ فقهن ۾ شادي شده زاني لاءِ رجم جي سزا آهي، يعني ان ڪي سنگسار ڪري اڦٽ ماري ڇڏيو، جڏهن ته قرآن حڪيم ۾ شادي شده غير شادي شده ٻنهي لاءِ سو لڪڻ جي سزا آهي، هاڻي امامن واري، قرآن مخالف شريعت جو نتيجو، آئون جناب مفتي محمود صاحب جن جي لفظن ۾ ٻڌايان جيڪو انهن هڪ ڪچهريءَ ۾ بيان ڪيو ته اسلامي عدالتي تاريخ ۾ حضور سائين جي زماني کان پوءِ اڄ تائين هڪ به اهڙو واقعو ۽ مثال ڪونهي جو ڪورٽ ڪنهن ڪي زنا جي اقرار يا شاهدن جي بنياد تي ڏوهه ڪي ثابت جاتائي ڪا سزا ڏني هجي، جڏهن ته مفتي صاحب جن پاڻ به زنا جي ثبوت لاءِ چئن شاهدن جا قائل هئا آئون مفتي صاحب جن جي انهيءَ انڪشاف تي ئي هي عرض ڪيان ٿو ته اسلامي فقه ۾ قرآن جي قانون شهادت ٻن بدلي چار ۽ قانون حدود ۾ سو لڪڻ بدران اڦٽ مارڻ (سنگسار ذريعي) جي ٿوريءَ تبديليءَ مسلم معاشري ۽ امت ۾ زنا جي فعل ڪي تحفظ ڏئي ڇڏيو، ڇپر ۽ ڪور ڏئي ڇڏيو، جو غير قرآني شاهدي ۽ سزا سبب هاڻي ڪوئي ڏوهه پڪڙجي نٿو سگهي ۽ انهي تحريف جي رزلٽ ڪري ئي ڪاري ڪاريءَ جون ريتون جنم وٺن ٿيون، هونئن فحاشيءَ جي ارتڪاب تي چئن شاهدن پيش ڪرڻ جي حڪم، واري ثابتي يعني چئن شاهدن ملڻ کان پوءِ، سزا صرف اها ته اڳتي لاءِ عورت ڪي گهر ۾ رهڻ تي پابند بنايو وڃي، جيتري تائين هوءَ وڃي پنهنجون خصلتون سڌاري ۽ توبه تائب ٿئي، ته هن جاءِ تي

ڪيترائي ترجمو ۽ تفسير ڪرڻ وارا، فاحشه جي معنيٰ زنا ڪن ٿا، اهو غلط آهي، زنا جو چٽو پٽو حڪم قرآن سورت نور جي آيت نمبر ٢ ۾ ٻڌائي ڇڏيو آهي ته زاني مرد ۽ زانيه عورت ٻنهي جي سزا سئو سئو لڪڻ آهي ۽ هتي هن آيت نمبر ١٥ سورت نساء ۾ صرف عورتن جي فحاشي جو ذڪر آهي ان ۾ مرد شامل ڪونهي مردن جي لواطت لاءِ جدا آيت آهي، ته قرآن جي فيصلي مطابق ان ڪي فحاشي سڏبو، جنهن جي شڪل، عورت جو عورت سان ميلاپ يا اهڙي ٻي ڪا حرڪت جيڪا زنا جي طرف ويجهو ڪري ته ان ڪي فحاشي سڏيو ويندو، مطلب ته هتي، زنا مراد ناهي، ۽ زنا جي ڏوهه جي ثبوت لاءِ قرآن جي جملي ٻين معاملن وانگر قانون شهادت وارو نصاب يعني ٻن شاهدن ذريعي اهو فيصلو ڪيو ويندو، (هونئن هي موضوع منهنجو فقهه القرآن لکڻ لاءِ جيڪو عزم آهي، ان سان تعلق رکي ٿو وڌيڪ وضاحت ان ۾ لکي ويندي) پڙهندڙ مانوارا ته گهڻي ڀاڳي ڄاڻندا هوندا ته حديثن وانگر فقهن وارن مسلڪن جو جدا جدا هجڻ ته مشهور ۽ معلوم آهي پر هرهڪ فقه جي اڳواڻ امام جي شاگردن جو به ضروري ناهي ته استاد سان اتفاق هجي مثال لاءِ عرض آهي ته امام ابو حنيفي جو نظريو هو ته زمين ٻٽئي تي ڏيڻ ناجائز آهي، ته ان جي ٻن وڏن شاگردن امام محمد ۽ امام ابو يوسف جو نظريو هو ته زمين ٻٽئي تي ڏئي سگهجي ٿي، ۽ حنفي سڏائيندڙ سڀ ڏرمي، فتويٰ شاگردن جي قول تي عمل ڪندا آهن، شايد هن ڪري ته شاگردن جي فتويٰ قرآن جي خلاف آهي ان ڪري (نه ته ڀلاڀيو ڇا ٿو چئي سگهجي جو جڏهن ته امام ابو حنيفي جو خيال قرآن جي آيت ليس للانسان الاماسعيٰ جي موافق آهي ۽ سندس شاگردن جو قول هن آيت جي خلاف آهي تڏهن به فتويٰ ۽ عمل وري به مخالف قرآن نظريي تي سو ڇو؟) بهرحال فقهه جو قرآن خلاف تفصيل، هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي تيار ٿيڻ جو انتظار ڪندا، هتي هن موضوع ڪي ختم ڪرڻ ڪان اڳ ۾ پنهنجي پهرين ڳالهه ڪي مڪمل ڪيان ته حديث ۽ فقه جو نصاب منضبط ۽ مدون ڪهڙي به دور ۾ ڪتابي شڪل ۾ اچي ويو هجي، پر ڪو به ماءُ جو پٽ هي ثابت نه ڪري سگهندو ته حضور ﷺ جن جڏهن ڪان مدينة المڪرم ۾ پنهنجي



گورنمنٽ جوڙي ان وقت ڪان وٺي سقوط بغداد يعني خلافت عباسيه جي آخري خليفي مستعصم جي هلاڪو تاتاري ۽ منگول هٿان شڪست ۽ زوال سال ٦٥٦ هجريءَ تائين ڪوئي آئيني بحران يا ڪا اهڙي تحريڪ جنهن ۾ عدالتي لحاظ سان لاڳو سپريم لا قرآن حڪيم خلاف ڪا تحريڪ هلي هجي ته قرآن وارو قانون نامنظور ۽ اها تحريڪ ۽ نعرو هليو هجي ته ايراني امامن وارو جوڙيل فقه ۽ قانون قرآن جي بدلي ۾ نافذ ڪيو وڃي.

هونئن آئون قبول ڪيان ٿو ته عباسين بنو اميه ڪان جيڪا حڪومت ۽ اقتدار ڪسيو هو، اهو سمورو ايرانين اهل فارس جي ابو مسلم خراساني جي مدد سان ورتو هو، ابو مسلم امامت اهلبيت جي نالي ۽ آڙ ۾ مسلمانن جي اقتدار ڪي ختم ڪرڻ لاءِ زير زمين وڏي تحريڪ هلائي رهيو هو، اهل فارس، عباسين جي مدد هن لاءِ ڪئي ته انهن جي ڪلهي تي بندوق رکي هيڪر بنو اميه ڪي ته ڊاهيون پوءِ ڏٺو ويندو ۽ بنو عباس به اقتدار جي لالچ تي ايراني مذهب مطابق شيعا بنجي وڃن ها، پر انهن ڏٺو ته شيعي بنجڻ ڪان پوءِ اقتدار ته وري به فاطمه جي اولاد مان آل علي جي حوالي ڪرڻو پوندو، پوءِ ته اهي به اقتدار بچائڻ لاءِ ائنتي شيعا رهيا، پر عباسين جي پهرئين خليفي فارس وارن ڪي حڪمرانيءَ ۾ جهڙوڪر ته ڀائيوار ڪري ڇڏيو هو، ابو مسلم ڪي سفاح پهريين عباسي خليفي، خراسان جو گورنر ڪري رکيو هئائين ۽ خالد برمڪيءَ ڪي پنهنجو وزير ڪري پاڻ سان گڏ رکيائين، برمڪ، شهر بلخ جي آتشڪدي نوبهار جو وڏو موبد ۽ پوڄاري هو ۽ مجوسين جو معزز اڳواڻ هو، اصل ۾ اسلامي رياست ۽ سلطنت اندر دلي لحاظ سان، طبري، حسن بصري، ابو حنيفي، زهري يا انهن جي ۽ فارس وارن ٻين همنوائن جي، اهلبيت اولاد فاطمه سان ڪا سچي عقيدت ڪانه هئي، جو هنن ڪي سمورو اسلام انهن ۾ نظر پئي آيو، هنن جيڪو باطني امامت ۽ خلافت جي اصطلاح گهڙي، اقتدار لاءِ اهلبيت جي استحقاق جو نظريو ايجاد ڪيو هو، اهو سڀ امت اسلاميه ۾ ڏڦيڙ وجهڻ لاءِ ڪيو هئائون، فارس وارا جيڪڏهن پنهنجي انهيءَ دعويٰ ۾ سچا هجن ها ته علي بن حسين جنهن ڪي زين العابدين جي لقب سان مشهور ڪيل آهي

ان جي اولاد مان زيد لاءِ مشهور آهي تہ ان بنو اميہ جي خليفہ هشام خلاف بغاوت ڪري متوازي خلافت جو اعلان ڪيو. فارس وارن ان جي تہ ڪابہ مدد ڪانہ ڪئي. پوءِ تہ زيدي نالي سان شيعن جو فرقو بہ قائم ٿي ويو ۽ زيدي شيعن جو حضور ﷺ جي وفات کان پوءِ جيڪي نمبر وار چار خليفا ٿيا آهن انهن جي ترتيب وار نمبر ۽ فضيلت تي بہ ڪوئي ضد ۽ اختلاف ڪونہ اٿن. پر فارس وارن کي شايد اهي ماڻهو وڻن ٿا جيڪي منڍ وارن جا انڪاري هجن ۽ انهن تي تبرائون ڪن. امامت باطني جي لقب ۽ عهدي لاءِ شيعن حضرت زين العابدين جي ٻئي پٽ باقر کي مقرر ڪيو. هتي هن تاريخي روايت عرض ڪرڻ مان منهنجو مقصد هي آهي تہ فارس وارا صرف وجهہ پيا ڳولين تہ ڪل بہ بچايون ۽ حيلن بهانن سان مسلمانن کان قرآن ڪسڻ ۽ گم ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪيون. هوئن انهن جي ڪابہ اهڙي سياسي قدس سره واري ميمبرشپ ڪوفي ۽ خراسان کان سواءِ ٻين علائقن ۾ ڪانہ هئي.

۱۴۵ هجري ۾ محمد بن عبدالله نفس زڪيہ خليفي منصور عباسي خلاف مديني ۾ اعلان بغاوت ڪيو جنهن کي تاريخ جي اصطلاح ۾ خروج چيو وڃي ٿو. امام مالڪ ان جي حمايت ۾ بيعت ڪرڻ جي فتوي ڏني تہ عباسي حڪومت مديني شهر ۾ امام مالڪ کي سندس فتوي سبب ڪوڙا هڻايا تہ ڪوئي چوچٽ ئي ڪونہ ٿيو. وري جڏهن نفس زڪيہ جي ڀاءُ ابراهيم. عباسين خلاف عراق ۾ خروج ڪيو تہ اتي امام ابو حنيفي، ابراهيم جي هٿ تي خلافت لاءِ بيعت ڪرڻ جي فتوي ڏني تہ عباسي خليفي منصور، امام ابو حنيفي کي گرفتار ڪرائي عراق مان بغداد جي جيل ۾ وڌو ۽ مرڻ تائين ٻاهر نہ ڪڍيائون. جيل ۾ ئي ساهہ ڏنائين. پر ٻاهر هڪ بہ جلوس ڪونہ نڪتو. امام ابو حنيفو بہ شيعت جي باطني تنظيمن کي مالي مدد ڪندو هو ۽ پنهنجي شيعت جي ان هڪ ٽئين حد ناهي هئي تہ شيخين، علي کان افضل هئا. باقي حضرت عثمان کان حضرت علي وڌيڪ افضل ۽ خلافت جو حقدار هو. يعني زيدي شيعن ۽ دوازده امامي شيعن جي وچ ۾ امام ابو حنيفي ٽئين قسم جو نظريو ايجاد ڪيو هو ۽ باقي پوءِ جي دور ۾ خلافت جا سدائين حقدار اهلبيت آهن. انهيءَ معاملي ۾ جڏهن تہ حقيقت هي آهي تہ اسان



پوءِ جي زماني وارن جي حيثيت ۽ مجال ڪهڙي اهي جو ڪنهن جي فضيلتن ۽ درجن جو تعين ۽ ماپ تور. اسان ماڻهو ڪيون. انهن سين معاملن يعني شخصيتن جي مرتبن ۽ نمبرن جو ۽ فضيلتن جو تعلق ۽ معاملو الله سان واسطو رکي ٿو. الله چاڻي تہ ان جا ڀانها چاڻن. اسان نہ ريفري آهيون نہ مئجسٽريٽ آهيون. جو وٽئون ڇپڪي تي ٺڪاءُ هڻندا. باقي فارس وارن بنو عباس وارن کي اڳتي ڪري بنو اميہ جو زوال آندو ۽ انهي سموري تحريڪ کي نالو ڏنائون تہ بنو اميہ وارن اهل بيت جو حق ڪسيو آهي تڏهن ٿا انهن جي مخالفت ڪيون. جڏهن انهن کي شڪست اچي وئي تہ اهلبيت، وسري ويا. عباسي خليفا ٻڄي ويهي ويا، تہ فارس وارا حبدار اهلبيت انهن جا وزير بنجي ويٺا. ۽ پنهنجي وزارتن جو فائدو اهو ورتائون جو سندن ڀائي بند فارس وارن امامن جي گهڙيل حديثن ۽ فقهي اختلافي مسلڪن ۽ فرقن لاءِ تيار ڪيل. قرآن مخالف لٽريچر کي سرڪاري پئسن گورنمنٽ جي بجيٽ سان هارون رشيد جي دور ۾ ۽ ان جي پٽ مامون رشيد جي دور ۾ برمڪي خاندان جي وزيرن پئسو پاڻيءَ وانگر وهائي ڳجهي نموني قرآن مخالف سليبس تيار ڪرايائون. برمڪي خاندان ۽ آل بويہ خاندان جي اسٽبلشمنٽ جو عباسي دور جي ٽوٽل بيوروڪريسي مٿان ڏاڪو چاول هو. هن پنهنجي لاءِ ۽ خليفن جي خوش ڪرڻ لاءِ وڏا وڏا محل اڏايا ۽ وڌيڪ بہ الائي ڇا ڇا ڪندا هئا. پر انهن کي انهن سين مستين لاءِ رڪاوٽ صرف قرآن واري تعليم هئي، سو ڪلي عام تہ پنهنجي امامن واري گهڙيل جاگيرداري ۽ سرمائيداري جي جواز واري فقہ ڪي. قرآن وارو درجو ڏيئي عدالتن جو سپريم لا نہ پٺي بڻائي سگهيا. ان ڪري عباسي خليفي مستعصم جي وزير اعظم ابن علقمي جيڪو غالي قسم جو شيعو هو پاڙي واري منگولن جي حڪمران هلاڪوءَ جي وزير اعظم نصير الدين محمد طوسي اهو بہ متعصب قسم جو غالي شيعو مشهور هو. ان مٿان زور پريو تہ تون هلاڪوءَ کي تيار ڪر تہ اسان جي هن ملڪ تي حملو ڪري ۽ تون ان کي تسلي ڏيار تہ اسان جي طرفان سائس ڪا خاص مزاحمت نہ ٿيندي. اهو ابن علقميءَ تسليون ان ڪري بہ پئي ڏياريون جو هن کان اڳي اسلامي حڪومت جي فارسي اسٽبلشمنٽ هلاڪوءَ جي

ڏاڏي چنگيز خان کي بہ چوايو هو تہ تون مسلمانن جي حڪومت تي ڪاهہ ڪر اسان تنهنجو ساٿ ڏينداسون پر ان هوندي بہ هو ڏڄي پيو ۽ ڪاهہ نہ ڪيائين ۽ هلاڪوءَ جي فارسي وزيراعظم طوسيءَ هلاڪوءَ کي ان جي اڳيان قرآن کي باهہ ۾ مچهي ساڙي ڏيکاريو ۽ چيو تہ تون قرآن کان نہ ڏڄ ۽ بغداد تي حملو ڪر. قرآن اسان کي ڪجهہ بہ نہ ڪندو. هي ڏس تہ قرآن اسان کي ڇا ڪيو!

بهرحال هلاڪوءَ ڪاهہ ڪئي اندروني غدارن ان جو ڀرپور ساٿ ڏنو ۽ مسلمان شهرين جو ايڏو تہ قتل عام ڪيو ويو جو انهن جي ڪپيل منڍين جوڏير لڳايو ويو. جنهن کي تاريخ وارا منارو ڪري لکن ٿا شهر بغداد ۾ صرف عيسائي ۽ ڪرخ محلي وارا شيعا وڃي بچيا مسلمان سڀ قتل ڪيا ويا ۽ شهر جي درسگاهن ۽ لائبررين جا ڪتب خانا ساڙيا ويا. ۽ ڪافي تعداد ۾ ڪتاب درياءَ ۾ بہ لوڙهيا ويا. جن بابت تاريخ وارا لکن ٿا تہ ڪتاب ايترا تہ گهڻا هئا جو درياءَ جي هڪ طرف کان ٻئي ڪناري تائين ڄڻ پل ٺهي ويئي هئي ۽ لهواري طرف درياءَ جو پاڻي ڪتابن واري مس جي رنگ ڪري ڪارو ٿي وهندو هو. بغداد جي زوال ۽ مٿس ساڍا ڇهہ سئو سال اسلامي حڪومت جو جهنڊو سرنگون ٿي ويو. جنهن جو سبب. هلاڪو منگول عيسائي جي شيعي وزيراعظم نصيرالدين محمد طوسي ۽ مسلمان عباسي خليفي مستعصم جي شيعي وزيراعظم ابن علقمي جو ڳٺ جوڙ بنيو. آئون انهيءَ ڪوس. انهيءَ پائماليءَ انهيءَ تباهيءَ ۽ بربادي تي ڇا لکان! ڪهڙو ماتم ڪيان. جنهن لاءِ شيخ سعدي چيو آهي تہ آسمان راحق بود گرخون ببارد بر زمين يعني بغداد جي زوال تي الله مٿان واجب آهي تہ اهو جيڪر رت جو مينهن وسائي. قرآن جي حفاظت جو ذمو تہ برابر الله سائين پاڻ تي کنيو آهي پر اهو ذمو آهي ٽيڪسٽ جي حفاظت جو. قرآن جي مٿن جي حفاظت جو. عبارت جي حفاظت جو. پر انهيءَ مان فائدو تہ اهي ماڻهو وٺي سگهندا. جيڪي سمجهڻ لاءِ پڙهندا هجن ۽ زندگيءَ لاءِ عملي پروگرام کي قرآن کان سکڻ ۽ پڇڻ جي نيت سان پڙهندا هجن. باقي مئلن کي ثواب بخشرائڻ جي نيت سان مزدوريءَ تي ختم ڪڍڻ مان ڇا ورندو. پرقرآن تہ هدي للناس ڪتاب آهي جيڪي ماڻهو



مسلمان سڏائيندڙ ٻيءَ ماءَ جي گهر ۾ ڄمڻ ڪري مسلمان سڏائين ٿا. ۽ انهن اڃا قرآن حڪيم جي اپيل تہ يا ايها الذين آمنوا آمنوا بالله و رسوله. يعني اي ايمان وارؤ! ايمان آڻيو الله تي ۽ ان جي رسول تي ۽ ان مٿان نازل ڪيل ڪتاب تي. تہ اسان مسلمانن ايمان آڻڻ لاءِ جيڪو شرط آهي سمجهي پڙهڻ جو. سو اڃا نہ سمجهيو آهي. نہ ايمان آندو آهي ۽ انڌن وانگر ٿا پيا امامن جي نالن سان گهڙيل قرآن مخالف حديثون ۽ فقہ پڙهون. سو قرآن ڪنهن جي ڪڙٻي تي ڪونهي ويٺو. اجهو اهو وقت اچي ويو آهي. قرآني فهم ۽ پروڙ لاءِ لکين ويب سائيٽون ڪمپيوٽر تي کلي ويون آهن. هاڻي قرآن ڪنهن ملي پير ۽ گاديءَ واري جي قبضي ۾ ڪونهي جو جيڪڏهن حضرت سائين. جن کان اجازت ملندي تہ پڙهبو نہ تہ بنا اجازت جي فائدو نہ ٿيندو. هاڻي اهي هٽن ۽ دڪانن وارا حضرت سائين اجازتون رکن وڃي پنهنجي هٽن ۽ دڪانن ۾. قرآن پنهنجا رستا ناهي هاڻي پاڻ سين جي گهرن تائين ماڻهن جي ٻولين ۾ ترجمو ٿي پيو پهچندو.

*پناہ لیتا ہے جن مجلسوں میں تیرا نظام*
*وہیں سے صبح کے لشکر نکلنے والي ہیں*
*ابھر رہے ہیں فضاؤں میں احمریں پرچم*
*کنارے مشرق و مغرب کے ملنے والے ہیں*

*ہزار برق گرے، لاکھ آندھیاں اٹھیں*
*وہ پھول کھل کے رہینگے جو کھلنے والے ہیں.*

ديني تعليم جي نالي تي جيڪو نصاب اهل فارس جي امامن جي فراست سان جڙيل آهي. ان مان جيڪي دينيات جا گريجوئيٽ پيدا ٿيندا اهي شڪست خورده. غلامانہ ذهنيت سان سياست کي دين کان جدا ڪري. مسلمانن کي رهبانيت جي راهہ تي وٺي ويندڙ. جنهن سان هٿن جا وڏا وڏا غزاليءَ دوران ۽ پنهنجي پنهنجي دور جا ابو حنيفا سڏائيندڙ. پنهنجي دينداري ۽ اسلامي عقيدت ۽ اهليت جي ثبوت لاءِ جڏهن رائيونڊ جي سالانہ ميڙاڪي ۾ حاضري ڀرائين ٿا تڏهن ٿي انهن جي مذهبيت قبول پوي. انهن امامن جي حديثن ۽ فقهن مسلمانن ۾ اهڙا

ماڻهو پيدا ڪيا آهن. جيڪي هڏ حرام، ڪاهل، سست، پينو، پورهيو ڪري ڪمائڻ بدران چندن تي گذران ڪندڙ، معاشري مٿان بوجهه بڻيل، مخصوص شڪلين سان، مخصوص نشن ۾ بدمست، درگاهن، خانقاهن ۽ قبرن تي هر قسم جي گند ڦهلائڻ ڪي انهن پنهنجو ڪلچر بنائي، سمورو معاشرو آواره بنائي ڇڏيو آهي. انهن اهل الجنة بله جهڙيون حديثون به ٺاهيون آهن. يعني جنت وارا ماڻهو چريا ۽ بيوقوف هوندا. انهن هيءَ به حديث ٺاهي آهي ته رب اشعث اغبرلوا قسم علي الله لابره يعني ڪيترائي وارن ڪنڊڙيل (اڻ ڪٽريل) ڌڌڙ ۾ پيوت ماڻهو، الله وٽ انهن جو ايڏو ته مرتبو آهي جو جيڪڏهن هو ڪو قسم کڻي ويهن ته هيءَ ڳالهه هيئن ٿيندي ته. الله اهڙن ماڻهن جي ان قسم کي سچو ڪري ڏيکارڻ لاءِ انهن جي ڳالهه قبول ۽ سخن کي ضرور پورو ڪري ڏيکاريندو.

هن ڪتاب جو ٻيو اينڊڙ حصو مدرسن ۾ پڙهايو ويندڙ مڪ مضمون فقه تي هوندو ۽ ٻيو ان تصوف واري مضمون تي به جو انهن جي مزارن وارن جي عرسن ۽ ميلن تي سرڪاري وزير ۽ گورنر تقريرون ڪندا آهن ته اسلام اسان جي زماني تائين هنن قبرن وارن صوفين جي صدقي پهتو آهي.

مرحوم سيد روشن علي شاهه ڪڏي ڪراچي واري جي فرزند ۽ جسٽس سجاد شاهه جي ڀاءُ امير علي شاهه مون کي ٻڌايو ته هڪ ڏينهن مدرسه مظهر العلوم ڪڏي ڪراچيءَ جي مهتمم حافظ محمد اسماعيل مرحوم کي مون چيو ته حافظ صاحب! عالمن کان واعظن ۾ جيڪي به حديثون ٻڌون ٿا انهن ته مسجدن ۾ اچڻ تان ارواح ئي ڪٽائي ڇڏيا آهن. پوءِ ڪن حديثن بابت پڇيومانس به جواب ۾ حافظ صاحب جن مون سان مڪمل اتفاق ڪيو ته توهان درست ٿا چئو. شاهه صاحب مون کي ٻڌايو ته مون پوءِ حافظ صاحب جن کي چيو ته جيڪڏهن اوهان منهنجي تائيد ٿا ڪيو ته پوءِ اوهان اها ڳالهه جمعي نماز جي ميڙ ۾ تقرير ڪيو ٿا اتي به ماڻهن کي ٻڌايو. چيائين ته حافظ صاحب منهنجي انهيءَ سوال جي جواب ۾ چپ رهيو. (امير جي ڳالهه ختم)

البت مون وٽ انهيءَ کان واڌاري حافظ صاحب جن جي راءِ جيڪا



ڪيئي ڀيرا مون سان انهن ڀچاري سا هيءَ آهي ته هڪ ته جيئن امير علي شاهه کي اڪيلائي ۾ ٻڌايائون ته حديثن جو علم قرآن خلاف آهي، حافظ صاحب جن رڳو مون سان به اهو ذڪر ڪيو. پر مولانا غلام مصطفي قاسمي صاحب جن کي به روبرو صحاح سته جي ترتيب ڏيندڙ محدثن کي به ڪڏي وارن جي ٻوليءَ ۾ ست سريون ٻڌايون ۽ حافظ صاحب حديثن جي هنرمنديءَ کي تمام باريڪ بينيءَ سان پرکيندا هئا. هڪ ڏينهن ٻڌايائون ته حديثن ٺاهڻ وارا نبي سائين تي وڏا ڪوڙ حديثن ۾ جيڪي هٿندا آهن انهن جو راوي حضرت عمر ۽ بي بي عائشه کي قرار ڏيندا آهن. مثال ڏيندي ٻڌايائون ته ڪعبة الله جي پر ۾ رهيل ٽڪري حطيم جنهن تي صرف بنياد ڪنيل آهن ۽ مٿي عمارت ڪانهي ان لاءِ بخاري صاحب بي بي عائشه جي روايت سان حديث آندي آهي ته نبي سائين جن فرمايو ته عائشه! جيڪڏهن پنهنجي قوم وارا جديد الاسلام يعني تازو تازو نوان مسلمان ٿيل نه هجن ها ته جيڪر ان حصي تي به اڏاوت ڪرائي آئون ڪعبي جي ٻئي حصي سان ملائي ڇڏيان ها. حافظ صاحب جن فرمايو ته هي حديث ڪوڙي آهي. ٺاهڻ وارن هن روايت ۾ پنهنجي فنڪاري هيءَ ڪئي آهي ته هو حضور سائين جي انهيءَ جواب مان تقيي جي جواز جو مفهوم ثابت ڪن. اهو هي ته ماڻهن جي مخالفت جي خوف کان، صحيح ۽ حق ڳالهه ڇڏي ڏجي ڪم نه ڪجي ته ڪوئي حرج ڪونهي. حافظ صاحب جن ڪڏهن هي ويچار به وندريندا هئا ته اسان مسلمانن جو لٽريچر گهڻي ڀاڱي بيروت ۾ ڇپيو آهي اتي جا ڇاپخانا سڀ يهودين جا آهن. پڪ سان انهن به اسان جي علم ۾ پنهنجو حصو ملايو هوندو. جنهن اڄ اسان کي منجهائي وڌو آهي. هونئن علم ۾ ملاوت جي سوال تي حافظ صاحب جن وٽس پيل ڪتاب ”تحفه بابل ونينوا“ عزير احمد صديقي جو لکيل مون کي پڙهڻ لاءِ ڏنو. جنهن ۾ عزير صاحب علامه رشيد ترابي جي ڪا مجلس ٻڌڻ ويو هو ۽ ان جي تقرير جي حوالي سان اهڙي ڳالهه لکي هئائين جنهن مان ثابت پئي ٿيو ته حضرت علي سائين جي ڪاتي ۾ مشهور ڪيل علم ۽ عهدا، سڀ بابل جي پلائي ۽ عطا آهي، ته پوءِ مون حافظ صاحب کي عرض ڪيو ته بابل وارا وارث ته مجوسي آهن. اوهان جن بيروت وارن

جي ڳالهہ ڪيو ٿا اهي يهودي آهن جواب ۾ حافظ صاحب منڊ اسلام واري دور ۾ حضرت عمر سائين جي قاتل فيروز مجوسي ۽ پلانر عبدالله بن سبا يهودي جي ڳٽ جوڙ ڪي اڄ جي دور تائين جاري ۽ قائم قرار ڏئي پيو. اهائي تحقيق سنڌ جي تمام وڏي تاريخدان مولوي محمد صالح عاجز صاحب جي بہ هئي ۽ سنڌ جي هڪ وڏي قومي ليڊر ۽ دانشور صاحب مون کي چيو تہ منهنجي تحقيق بہ اها ئي آهي جيڪا مولوي صالح عاجز جي آهي، پر منهنجو نالو نہ ڪڄجانءِ. هنن نالي ڪنيل محققن جي ڳالهہ جي تصديق آمريڪا جي صدر. نالو پوري طرح ياد ناهي شايد ريگن هجي يا نڪسن هجي بهرحال جيڪو عراق ۽ ايران جي جنگ کان پوءِ بہ آمريڪا ۾ صدر هو ان چيو تہ امام خميني صاحب جي عراق خلاف جنگ ۾ هٿيارن جي مدد ڪين اسرائيل ڪندو هو ۽ اهو بارود آمريڪي جهازن ذريعي اسرائيل کان ايران پهچايو ويندو هو، هن انڪشاف کان پوءِ تہ امام خميني صاحب جي آمريڪا دشمنيءَ واري ٽڪساز تان بہ پردو کڄي ٿو وڃي، هنن انڪشافن کان پوءِ تہ ثابت ٿئي ٿو تہ هنن جي منڊ وارن دانشورن قرآن حڪيم بابت جيڪو هي مشهور ڪيو هو تہ قرآن جون معنائون بہ قسم آهن، هڪ ظاهري ٻي باطني، پوءِ ظاهري تہ اهائي آهي جيڪا محمد الرسول الله کان وٺي اڄ تائين هر عربي ٻوليءَ جو ڄاڻو پڙهي پوءِ سمجهي ٿو، پر باطني معنيٰ شايد اها آهي جيڪا علامہ رشيد ترابي صاحب جن حضرت علي سائين کي بابل پيڪيج طور ڏياري آهي، هونئن انهيءَ لاءِ بہ پروفيسر ڪي فلپ هٽيءَ پنهنجي ڪتاب "شام" ۾ هڪ مضمون حضرت علي سائين تي بہ لکيو آهي ان جو خلاصو عرض ڪجي ٿو، پهريائين تہ هٽي صاحب مضمون ۾ مسلمانن ۾ حضرت عليءَ بابت جيڪي بہ روايتون مشهور آهن تقريباً اهي سڀ لکي ٿو تہ آسماني ڪڪرن مان مينهن مهل جيڪا گوڙ ايندي آهي اها علي جي هڪل آهي ۽ ڪنوڻ علي جو چهبڪ آهي علي گهوڙي جي هڪ رڪيب ۾ پير وجهي جيستري تائين لانگ ورائي ٻئي رڪيب ۾ پير وجهندو هو تہ ان وچ ۾ قرآن جا ٽيهہ سيپارا پڙهي ويندو هئو، ديو پريون ۽ جن ان جي قبضي ۾ هئا. هلندو هو تہ سندس پيرن جا نشان پٿرن تي اڪري ويندا هئا. اڳتي پڇاڙيءَ ۾ هٽي صاحب لکي



ٿو تہ اسلامي تاريخ جو لٽريچر گهرائيءَ سان پڙهڻ کان پوءِ معلوم ٿئي ٿو تہ اهي سڀ امتيازي خصوصيتون حضرت علي جي وفات کان پوءِ ان ڏي منسوب ڪيون ويون آهن ۽ هونئن علي پنهنجي حياتيءَ ۾ اهڙو آهي جهڙا رسول جا ٻيا ساٿي. بهرحال فارس وارن باطني علم جي اصطلاح اهڙي تہ گهڙي آهي جو ڄڻن بہ پاڻ تہ نپائين بہ پاڻ، قران حڪيم تہ رازن ۽ باطني معنائن کي ۽ انهن کي عام ماڻهن کان لڪائڻ جي سختيءَ سان نفي ڪري ٿو سورت آل عمران جي آيت نمبر ١٨٧ ۾ فرمان آهي تہ واذاخذ الله ميثاق الذين اوتوا الڪتاب لتبيننه للناس ولاتڪتمونه فنبذوه وراء ظهور هم واشتروابه ثمنا قليلا فبئس مايشترون. هن آيت ۾ رب پاڪ فرمائي ٿو تہ جن کي مون ڪتاب ڏنو انهن کان وعدو ورتو تہ هن ڪتاب کي ذات انسان اڳيان کولي کولي بيان ڪجو ۽ هن ڪتاب جي ڪنهن بہ حصي کي نہ ڍڪجو ۽ نہ ئي لڪائجو، هن کي راز نہ بڻائجو، پر انهن ماڻهن تہ مون سان ڪيل ميثاق ۽ عهدنامي کي پٺيءَ طرف اڇلائي ڇڏيو ۽ وتن ٿا منهنجي ڪتاب جي آيتن کي واپار جو ذريعو بنائيندا. (يعني حق سچ لڪائي ڪوڙن واعظن ۽ فتوائن عوض وڏيون وڏيون رقمون اوڳاڙيندا ٿا وتن) فبئس مايشترون پوءِ جيڪو بدلو قرآن لڪائڻ عوض باطني بنائڻ عوض وٺن ٿا (اهو ڏاڍو مهانگو پوندن) اهو سودو انهن جو تمام بڇڙو آهي، هونئن فارس وارن جيڪو اسلامي آئڊيالاجي جي مک ڪتاب قرآن کي اٿندي ئي ڪاپاري ڌڪ هنيو جو رسول جي نالي حديثن جو علم گهڙي ۽ انهن مان ڪن مختلف ماڻهن کي امام جو لقب ڏئي انهن کان فقهہ ٺهرائي قرآن جي مرڪزي فڪر توحيد کي ٽوڙي پرزا پرزا ڪري ڇڏيائون، اهڙو جو پندرهين صديءَ تائين پري وارا مسلمان تہ ٺهيو پر جيڪي ڪعبة الله ۽ روضي رسول جي پاڇي هيٺ ويهي بہ ايران واريون گهڙيل حديثون پڙهائن وينا پر خود قران جي تعبير ۽ تشريح بہ قرآن جي ڌسيل فن، تصريف آيات بدران فارس وارن طبري ۽ زهري اينڊ ڪمپني جي گهڙيل روايتن سان ڪن ٿا پيا. قرآن جي متن ۽ وحي واري عبارت کي تہ رب پاڪ پنهنجي حڪمتن سان محفوظ رکيو آهي، توڻي ڪٿي سنين ۽ وهابين جي حديثن وارن امامن بخاري مسلم ابن ماجہ وغيره ڏاڍا زور لاتا آهن ۽ لکيو آهي

تہ قرآن جي موجوده مجموعہ مان ڪي آيتون هيڏي هوڏي ٿي ويون آهن، پر تڏهن بہ اها پروپئگنڊا سج ڏي منهن ڪري ٿڪ اڇلائڻ وانگر آهي، باقي قرآن جي تفسير ۽ معنائن بدلائڻ ۾ هو ڪامياب ويا آهن، جيڪا اينڊڙ وقت لاءِ عارضي طور آئون شڪست قبول ڪيان ٿو، هن اعلان سان تہ آخري مقابلو قرآن پنهنجي اصلي تعبيرن سان ڪتي ڏيکاريندو، جو تہ جرمن جي هڪ دانشور حديثن ۾ بيان ٿيل واقعن، فيصلن، معاملن، معاهدن ۽ ڏاهڙن ڪي ڪمپيوٽر ۾فيڊ ڪيو آهي، ان ڪي جواب هي مليو آهي تہ اهي ڳالهيون ۽ معاملا نمتائڻ واري جي عمر سادا ست سئو سال هوندي تڏهن وڃي اهڙي ماڻهوءَ طرف منسوب ڪيل حديثون درست چئي سگهبيون، اچا ترسو!! دنيا وارا ڪل يوم هو في شان جا جلوا تہ الائي ڪيترا ڏسندا. هڪ چوڻي مشهور آهي تہ انگريز سئو سال اڳي سوچيندو آهي، هندو پنجاهہ سال اڳي سوچيندو آهي، مسلمان مٿي تي آئي ڪان پوءِ سوچيندو آهي ۽ سڪ مٿي تي آئي ڪان پوءِ بہ ڪونہ سوچيندو آهي، آئون ان جي روشنيءَ ۾ انگريزن بابت ان انديشي ڪي درست مڃيندي عرض ڪيان ٿو تہ انگريز بہ قرآن حڪيم اندر اهي ڳالهيون جن سان انهن جي دنيا مٿان سرمائيدارانہ گرفت ۽ جاگيردارانہ ورلڊ آرڊرن ڪي خطرو هجي اهو ڏسي ورتو آهي، مسلمانن تہ قرآن جي حڪيمانہ اڳڪتي تہ واما ماينفع الناس فيمڪث في الارض جي فلاسافيءَ ڪي سمجهيو آهي الائي نہ پر سرمائيدارن جي دادي آمريڪي صدر بش ڪي ڦرڪٽيءَ ورتو آهي جو چوي پيو تہ يارهين سيپٽمبر جي واقعي سان مسلمانن وري ازمنہ وسطيٰ واريون صليبي جنگيون جهاد جي نالي شروع ڪرڻ جو پهہ پڇايو آهي، اصل ڳالهہ هي آهي تہ عالمي استحصالي سامراجين ڪي ڀاڻ پئجي وئي آهي تہ اسلام جي اندر قرآني انقلاب جي وهڪري ڪي فارس وارن جيڪي شروع دور ۾ حديثن ۽ فقهن ذريعي اڳتي وڌڻ ڪان، سامهون بند ٻڌا هئا، اهي پنهنجي معنويت ۽ تاثير وڃائي رهيا آهن خود مسلمان تہ ٺهيو پر آمريڪا جا عيسائي بہ ٿي ڪروڙ ڪان وڌيڪ مسلمان بنجي پنهنجي خرچ تي پنهنجن ٻارن ڪي قرآن پيا ٿا پڙهائين، چوڻيءَ مطابق تہ انگريز سئو سال اڳي پرکي ورتو آهي تہ اجهو قرآن جو دور وري پيو ٿو اچي،



ان ڪري انهن فارس وارن قرآن مخالف علمن ڪي ٽيڪ وٺائڻ لاءِ مسلمان ملڪن ۽ معاشرن ۾ انهن پنهنجي پراڻي حڪمت عمليءَ هيٺ ڪجهہ نوان اصلاحات آندا آهن، هڪ تہ ويهين صديءَ جي وچ ڌاري برطانوي سامراج جي پنهنجي اصل ملڪ طرف لڏ پلاڻ ڪري غلام قومن جي آزاديءَ ڪي ڪامن ويلٿ ۽ اقوام متحده جهڙن ادارن ذريعي وري بہ نڪ ۾ ناڪيلي وجهي غلام بنائي رکڻ لاءِ ڪا ٻاڙ ۽ پيش جي ڪهري رسي بدران، ريشم جي رنگا رنگ نرم نرم اطلس، ڪمخواب ۽ زربفت جي جهالرن سان بخمل جي پٽن ۾ ٻڌي غلام بنايو آهي ۽ سياسي طرح سان وري بہ قيد ۾ رکڻ سان گڏ نظرياتي ۽فڪري طور قرآن ڪان پري رکڻ لاءِ تبليغي جماعت جو ڪورس ۽ نصاب ڇهہ ٻاتين نالي سان گهڙي، پهريائين هندستان جي پارٽيشن ڪان اڳي ان جو مرڪز دهلي جي درگاهہ نظام الدين اولياء جي خانقاهہ ۾ رکيائون، پوءِ جڏهن ورهاڱو ٿي ويو ۽ پاڪ آستان نالي مسلمانن لاءِ جدا ملڪ ٺاهيائون تہ ان جو صدر دفتر دهلي ڪان منتقل ڪري لاهور ويجهو رائيونڊ ۾ رکيائون ۽ توحيد جي معنيٰ قرآن طرفان ڪان الناس امة واحده يعني غير طبقاتي معاشرو قائم ڪرڻ ۽ ڪلاس ليس سوسائٽي جوڙڻ بدران، صرف نماز گڏجي پڙهڻ ڪي هٿن توحيد قرار ڏيئي رائيونڊ جي مرڪز واري سالياني دعا ۾ شيعا وهابي بريلوي گڏ ڪرڻ ڪي اتحاد عالمي اسلامي قرار ڏنو ۽ رسول الله جي زماني ۾ مسجدن جو ڪانسيپٽ ۽ تصور جيڪو پارليامنٽ هائوس، سپريم ڪورٽ، دارالخلافہ ۽ سينٽرل سيڪريٽريٽ جو ڪنٽرولنگ ادارو ۽ جي ايچ ڪيو هيو، اهو هٿن بدلائي، خانقاهہ جي انفرادي قبضن هيٺ ڏئي ڇڏيو، اتي آئون هڪ خاص گذارش بہ عرض ڪيان جيئن آئون پنهنجي مضمونن جي مجموعي طور جوڙيل ڪتاب آيات بينات ۾ لکي آيو آهيان تہ قرآن واري نماز سورت اعراف جي آيت نمبر ۲۰۵ ۾ ڏسيل آهي. واذڪر ربڪ في نفسڪ... ڪان ولاتڪن من الغافلين تائين جنهن جي معنيٰ صوفياء ڪرام، جو دم غافل سو دم ڪافر بہ ڪندا آهن ۽ هيءَ لائوڊ تي بانگون ڏئي، ڪر ڪار ڇڏي جيڪو مسجدن ۾ گڏ ٿيون ٿا. اها ايراني نماز آهي، جيڪا ايراني مذهبن جي ماني صاحب جي فرقي

مانويت جي ايجاد آهي. ماني صاحب جي پيدائش جو سال علامہ البيروني پنهنجي ڪتاب الباقيہ ۾ ٢١٥ عيسوي لکيو آهي مانوي فرقي جو تفصيلي احوال انگريزي ۽ عربي لٽريچر ۾ موجود آهي. مانوي مذهب عيسائيت ۽ زردشتيت جو مڪسچر آهي، اسان مسلمانن ۾ جيڪا نماز مروج آهي اها مانوين کان اسان جي طرف منتقل ٿي آهي. عباسي دور جي برمڪي خاندان وارا مانوي مذهب جا هئا. انهن جو عملي طور هتي وڏو اثر هو ۽ اسلامي علمن کي انهن سرڪاري پئسن سان مجوسائيز ڪري لڪرائي محفوظ بنائي مسلمانن جي متي ۾ هٿي ڇڏيو. برمڪين عباسي حاڪمن کي نيڪ ناڪ استعمال ڪيو. ڪن تاريخ جي عالمن جو خيال آهي تہ خليفو مامون رشيد پاڻ ئي برمڪين جي اثر هيٺ مانوي فرقي وارو شيعو ٿي ويو هو. باقي امامت لاءِ ٻارهن جو انگ تہ ان زماني ۾ اڃا پراسيس ۾ پئي هليو ۽ مامون رشيد پنهنجي ڏيءُ جو سنگ اٺين امام، امام رضا کي ڏنو هئو. بهرحال مانويت مذهب جو وڌيڪ تفصيل ابن حزم جي ڪتاب الفصل في الملل والنحل ۽ شهر ستاني جي ڪتاب الملل والنحل، تاريخ يعقوبي ۽ بيروني جي ڪتاب الباقيہ ۽ ابن نباتہ جي ڪتاب شرح العيون ۾ آهي ۽ مون هي تفصيل احمد امين مصري جي ڪتاب فجر اسلام تان ورتو آهي. مون انگريزن جي سؤ سال اڳي سوچڻ جي حوالي سان هڪ ڳالهہ ڪرڻ پئي گهري پر وري الائي پئي طرف ڪاڏي نڪري ويس. اها هي آهي تہ آمريڪا وارن پنهنجي انٽيليجنس ڊپارٽمنٽ ۾ هڪ ادارو قائم ڪيو آهي جنهن ۾ انهن جا وڏا وڏا پڙهيل پي ايڇ ڊي قسم جا محقق ماڻهو ڀرتي ڪيل آهن. انهن کي ان اداري سنڌن قومي لباس ٿري پيس فل ڪٽ وارو لهرائي نيڊڙي تري واري سفيد رنگ جي پٽڪڙي، جبي ٽائيپ قميص، پڻ تائين لندي سلوار. ڪيسي ۾ وڻ جو ڏندڻ. اهي ماڻهو وڏا وڏا لرنيڊ آمريڪا جي جهنگلن ۾ واقع اداري ۾ قرآن، حديث، تفسير، سڀ فقهہ پڙهن پڙهائن ٿا. ان اداري ۾ مسجد بہ ٺاهيل آهي ان ۾ نمازون بہ باقائدي پڙهن پڙهائين ٿا. هوندڻ آهن ساڳيا پنهنجي جاءِ تي عيسائي ۽ يهودي، پر هي بہ هڪ ٽريننگ ڪورس آهي. جنهن سان انهن کي وڏيون وڏيون نوڪريون ملن ٿيون. اهي هي تہ اسلامي ملڪن ۾ وڃي دين اسلام جي



تبليغ ۽ تربيت سان مسلمانن کي ميڊ ان قم ۽ بخارا جو يو. ايس ماڊل اسلام سيکارين. ان دوران اهي ساڳئي وقت پنهنجي اڳئين موروثي ڌرم عيسائيت ۽ يهوديت تي بہ قائم آهن پر هي ڪم بطور پنهنجي حڪومت جي انٽيليجنس جي سرانجام ڏين ٿا ۽ هنن جو ٽارگيٽ ۽ ٽوٽل هدف ۽ نشانو هي آهي تہ اسلام نماز روزي ۽ شخصي ذاتي اصلاح جو نالو آهي، حڪمراني ۽ سياسي قيادت اها دنياداري آهي. جنهن سان پنهنجو ڪوئي واسطو نہ هجڻ گهرجي، پاڻ کي صرف آخرت سنوارڻ لاءِ عبادتن ۾ مصروف رهڻ گهرجي. (چاڻڻ گهرجي تہ قرآن حڪيم عبادت جي جيڪا معنيٰ سمجهائي آهي اها هي آهي تہ خدمتِ خلق جي اجتماعي سڌارن وارا ڪم ڪجن) پر هنن وٽ عبادت وارا ڪم اهي آهن جن کي مونڙن ۾ منهن وجهي پوڄا پاٺ ئي چئي سگهجي ٿو. انهيءَ موضوع تي آئون فقهہ واري مضمون ۾ لکندس بهرحال آمريڪا جي انهي اداري جو انڪشاف تہ گهڻن حوالن سان مشهور آهي پر اها ڳالهہ جناب رسول پليجي صاحب جي هڪ ڪتاب ۾ بہ مون پڙهي آهي، ۽ لسبيلہ چونڪ ڪراچي تي صديقي ٽرسٽ واقع آهي انهن بہ پنهنجي لٽريچر ۾ اهو تفصيل ڇپرايو آهي، جيڪي ڪتابڙا مون پاڻ خريد ڪري دوستن تائين پهچايا آهن ۽ ڇيهي پدعيدن جي رهندڙ اسان جي بزرگ دوست فقير علي محمد صاحب جن وٽ هڪ ڊائجسٽ آهي جنهن ۾ انگريز دور جي هڪ هندستاني نواب جي حوالي سان اها ڳالهہ لکيل آهي پر ان نواب صاحب اهو ادارو جيڪو پاڻ وڃي گهميو آهي، وزٽ ڪيو آهي، ان جي چوڻ مطابق تہ اهڙو ادارو برطانيہ حڪومت جو بہ قائم ڪيل آهي، جتي هو مسلمانن جي علمن جا تہ عالم ٺاهين ٿا پر انهن جا مهانڊا بہ اهڙا ٺا ڪرائين جو مسلمان ملڪن ۾ سڌو سنئون وڃي نمازن جا پيش امام بڻجن. يا ڳا پيري مريديءَ جي خانقاهہ هلائين دور نبوت ۽ خلافت راشده کان پوءِ اڄ تائين جڙندڙ لٽريچر ۽ ان جو قرآن حڪيم سان موازنو ڪجي تو تہ هر پويون دور اڳئين دور جي پيٽ ۾ قرآني فڪرن کان پري هٿندو ۽ ٽڪراءُ وڌائيندو ٿو وڃي.

مولانا عبيدالله سنڌي هڪ جاءِ تي لکيو آهي تہ جيڪڏهن مارڪسزم ۾ مرڻ کان پوءِ جيئرو ٿيڻ، حساب ڪتاب، جزا سزا جو

تصور شامل ڪجي ته اسلام تي پوي ۽ اسلامي فڪر مان جيڪڏهن مرڻ
کان پوءِ جيئڻ ۽ جزا سزا جو تصور ڪڍي ڇڏجي ته مارڪسزم ٿي
پوي. سو اڄڪلهه ملٽي نيشنل ڪمپنين ۽ آئي ايم ايف جي سيٺين جي
وياجن وارن قرضن جي ڪري غريب ملڪن جي عوام مٿان مهانگائيءَ
جو جيڪو لوڊ روز روز وڌي رهيو آهي اهو نيٺ وڃي تنگ آمد بجنگ
آمد تي دنگ ڪندو پوءِ انهن بکن ۽ قرضن جي ستايل قومن ڪي قرآن
حڪيم جلدي ذهن ۾ وهندو ۽ اهي اڌ اگهاڙا بکيا ماڻهو قرآن جي فڪر
ڪي ڪٽي جڏهن اٿندا ته پوءِ وارو منظر هي ٿيندو:

*جمع هوئے هين چوراهون پر آ کر بهوکے اور گداگر*
*ايک لپکتي آندهي بن کر، ايک بهبهکتا شعله بن کر*
*کاندهون پر سنگين کدالين، هونٹون پر بيباک ترانے*
*دهقانون کي دل نکلے هين اپني بگڑي آپ بنانے*
*راج محل کےدربانون سے يه سرکش طوفان نه رکے گا*
*چند کرائے کے تنکون سے يه سرکش طوفان نه رکے گا.*

انهيءَ ڏينهن لاءِ قرآن حڪيم ٻڌايو آهي ته يوم يقوم الناس لرب
العالمين. يعني اهو ڏينهن اچڻ وارو آهي جنهن ڏينهن ماڻهو جهانن جي
ربوبيت ۽ پرورش جي حقن لاءِ اٿي پوندا پوءِ.

*شور مچا هے بازارون مين ٹوٹ گئے در زندانون کے*
*واپس مانگ رهي هے دنيا غصب شده حق انسانون کا.*

فارس جي دانشورن، يزدجر جي اساوره شاهيءَ پنهنجي اکين سان
قرآن واري انقلابي فوج ڪي ڏٺو هو غاصب ۽ استحصالي نوابن ۽
جاگيردارن جي دستارن ڪي انقلابين جي ٿڏن سان بازارن ۽ گهٽين ۾
ٿڏجندي ڏٺو هو ۽ هونئن عربن جي اها فوج انهن لاءِ ڪا نئين ۽ اڻ ڏٺل
ته ڪانه هئي پر انهن ڪي جڏهن ڪان قرآن ملي چڪو هو، پوءِ اهي
عرب اڳي وارا ڪونه هئا. هن پيري هو قرآن جهڙي مردم سازفڪري
رهنما ڪتاب جا وارث ۽ علمبردار ٿي آيا هئا. هن پيري هو هڪ سيلاب
وانگر ٿي آيا هئا. توڙي جو ان عرصي ۾ انهن جو استاد ۽ ليڊر محمد
الرسول الله وفات ڪري چڪو هو. تڏهن به قرآني تربيت جو ايڏو ته
ڪمال هو جو حضور سائين جي وفات مهل دفن ڪفن کان اڳ ۾ گڏ



ٿيل پروانن ڪي خطاب ڪندي صديق اڪبر فرمائي ٿو ته ايها الناس ان
تعبدوا محمد فان محمدا قدمات، وان تعبدوا الله فانه حي لايموت. يعني
اي انسانو! جيڪڏهن اوهان محمد جي عبادت ڪندڙ آهيو ته ٻڌي
ڇڏيو محمد فوت ٿي ويو آهي ۽ جيڪڏهن الله جي عبادت ڪندڙ آهيو
ته اهو حيّ ۽ لايموت آهي. حضور ﷺ جي رحلت جو هيڏو وڏو حادثو
ٿيو. جو دماغ چڪرن ۾ اچي ويا. تڏهن به رسول سائين جن وفات کان
ٿورو اڳ ۾ جنگ لاءِ موته جي علائقي طرف پنهنجي آزاد ڪيل غلام
زيد بن حارث جي پٽ اسامه کي جيڪو ان وقت سترهن سالن جو هو
لشڪر جو سپه سالار ڪري موڪلڻ پيا ته وفات جو حادثو ٿي ويو ته
حضرت ابوبڪر جن نبيءَ سائين جي جاءِ نشين ٿيڻ ساڻ، ساڳي نوجوان
اسامه جي اڳواڻيءَ ۾ لشڪر ڪي موته طرف موڪليو ۽ جنهن وقت
لشڪر ڪي روانو ڪري رهيا هئا ته اسامه ڪي گهوڙي تي سوار ڪري
رواني ڪرڻ دوران هلندي هلندي گهوڙي جي رڪاب ۾ هٿ وجهي
حضرت ابوبڪر پيدل ساڻس وڃي پي پيو ۽ جنگي معاملن بابت هدايتون
به ڏيندو هلي پيو. اسامه چيس ته سائين آئون گهوڙي تان لهان ٿو،
توهان سوار ٿيو. ته سيدنا صديق اڪبر فرمايس ته نه توڪي لهڻ جي
اجازت آهي نه وري آئون گهوڙي تي سوار ٿيندس. مطلب عرض ڪرڻ
جو هي آهي ته رسول سائين جي مشن ڪي سندس وفات سبب هڪ وڪ
به پوئتي رهڻ نه ڏنائون. نبي سائين جن ٽيويهه سالن جي مختصر عرصي
۾ پنهنجي پارٽي وارن اندر ايڏو ته اسپرٽ پيدا ڪري ويا. جو هو سڀ
جوسپ انقلاب عالم لاءِ خود ڪار ۽ آٽومئٽڪ فڪري رهنما بنجي ويا
۽ حديثن هي جيڪو مشهور ڪيو آهي ته نبي جي وفات ڪان پوءِ
يڪدم مرتد ٿي ويا ۽ دين اسلام ڪي ڇڏي ويا. اهو سڀ ڪوڙ آهي.
قرآن حڪيم تمام وڏي واڪي انهن حديثن ڪي ڪوڙي هجڻ ۽ ڪوڙي
ڪرڻ لاءِ سورت انفال جي آيت نمبر ۷۴ ۾ اعلان ٿو فرمائي ته والذين
آمنوا وهاجروا وجاهدوا في سبيل الله والذين آووا ونصروا اولائڪ هم
المؤمنون حقا. يعني جن ايمان آندو ۽ هجرت ڪئي ۽ جهاد ڪيو الله
جي رستي ۾ ۽ جن هجرت ڪري ايندڙن ڪي پناهه ڏني اهي سڀ جوسپ
مؤمن آهن حق وارا، مومن آهن سچا. مؤمن آهن پڪ سان. پوءِ اهي
فارس ته ڇا پر روم ۽ آفريڪا تائين پهچي ويا.

## وري ٻچيءَ ڳانا لوهه جا

مون پٺيءِ عرض ڪيو ته فارس جي دانشورن ايران جي فتح ٿي
وڃڻ کان پوءِ سڄو سارو توجه عربن جي فاتح بنجڻ جي فلاسافي ۽ راز
کي ڳولڻ طرف ڪيو ۽ انهن قرآن حڪيم کي ان طاقت ۽ طوفان جو
سبب ۽ سرچشمو قرار ڏنو، پوءِ تمام وڏي سياڻپ ۽ ڏاهپ سان هنن
قرآن جي فڪري اصولن ۽ پارس قسم جي رهنما قانونن کي ٽوڙڻ لاءِ
شخصيت پرستي، خاندان پرستي ۽ نسلي برتري ۽ موروثي ڪرامت ۽
تقدس جا فلسفا گهڙيا ۽ اهلبيت جي اصطلاح ٺاهي، زوريءَ آل رسول
جو چڪر ڪٽي هلاياسون، ٽوٽي ڪٽي الله پاڪ قرآن ذريعي اعلان به
فرمايو ته ماڪان محمد ابا احدمن رجالڪم يعني محمد توهان مان
ڪنهن به نر جو ۽ مرد جو پيءُ ڪونهي. تڏهن به فارس وارن ڪوڙيون
حديثون ٺاهي لکي ڇڏيون ته رسول کي چار پٽ ڄاوا هئا پر اهي ننڍپڻ
۾ مري ويا، جي پيلا حديثن کي صحيح سمجهجي ته پوءِ قرآن ۾ الله جو
اعلان ته ڪوڙو ٿي پيو. بهرحال اسان ته قرآن خلاف ڪير به ايندو ان
کي ڪوڙو سمجهنداسون پوءِ فارسي هجي يا رومي. فارس جي انهي
اهلبيت جي تقدس واري فلسفي سبب مسلمانن مان ميرٽ لاءِ جاکوڙ ۽
اهميت ختم ٿي وئي، ان کان سواءِ وري حديثن ٺاهڻ وارن ۽ وري انهن
مان استنباط ۽ اجتهاد ڪري فقه جي ذريعي سرمائيداري ۽ جاگيرداري
کي به جائز ڪري قرآني حڪمن کي ٽوڙي ڇڏيائون (جن جو تفصيل
هن ڪتاب جي پٺئي حصي ۾ پڙهندا) امام ابو حنيفي ۽ امام شافعي کي
به سندن سوانح حيات لکڻ وارن شيعو ڪري لکيو آهي، جنهن جو به
تفصيل انهن ڪتابن ۾ موجود آهي، هونئن امام ابو حنيفي جي سوانح
جيڪا ابو زهره مصريءَ لکي آهي ۽ ان جو اردو ترجمو، نهج البلاغه جي
مترجم مشهور شيعه عالم ۽ اديب رئيس احمد جعفريءَ ڪيو آهي. ان
ڪان سواءِ رئيس احمد جعفري صاحب سيرت ائمه اربعه جي نالي سان
فقهه جي چئني امامن تي به مستقل ڪتاب لکيو آهي، مطلب ته اهل
فارس وارن فقهه ۽ حديث ذريعي قرآني قانونن کي ٽوڙي مسخ ڪري
جڻ ته منسوخ به بنائي ڇڏيو، يعني حڪمرانيءَ لاءِ قرآن پاڪ جيڪا



مشن مسلمانن کي سمجهائي هئي ۽ حاڪميت تي فائز به ڪيو هو پر
ايران وارن جي جوابي باطني خلافت واري تحريڪ مسلمانن کان اڳتي
هلي هلاڪو منگول ذريعي حڪومت کسرائي ڇڏي ۽ قرآن جون معنائون
به بدلائي ڇڏيون هاٿي رائيونڊ واري تبليغي جماعت جو حڪمراني لاءِ
نظريو ۽ نهج البلاغه ۽ اصول ڪافيءَ جو نظريو، هڪڙو ئي آهي. ساڳيو
آهي جو ته اسلام جي شروع واري دور ۾ ترتيب وار اهي شيعا ۽ سني
فرقا، فارس وارن جا هڪڙي ئي مقصد يعني قرآن کي اڳتي وڌڻ کان
روڪڻ لاءِ ٺاهيا ويا هئا پر اڳتي هلي سني سڏائيندڙ قرآن کي وري
ويجها پئي ويا، ان ڪري ضرورت پئي ته تبليغي جماعت قسم جي
فضائل سيريز واري لٽريچر سان هنن کي قرآن کان پري ڪيو وڃي. اهو
تفصيل اوهان هن ئي ڪتاب ۾ اڳتي پڙهندا. خلاصو ڳالهه جو هي ٿيو
ته ايراني علمن جي، فڪر ۽ فلسفي کي ٽيڪ ڏيڻ لاءِ، چتي هڻڻ لاءِ، ۽
ان کي خاص ڪري غير شيعه مسلمانن ۾ رائج ڪرڻ لاءِ. تبليغي
جماعت جو برقعو سنيءَ ۾ وڏيڪ ڪامياب ويندو، جو ته مقصد ته
ٻنهي جو هڪڙو آهي ته قرآني حڪمن واري حڪومت قائم نه ٿئي.
جنهن حڪومت سان هو حضور ﷺ جي نبي ۽ رسول بنائي موڪلڻ جو
جيڪو مقصد هو ته يضع عنهم اسرهم والاغلال التي كانت عليهم يعني
ماڻهن مٿان، ماڻهن جي آقا بنجڻ، مالڪ بنجڻ ۽ ماڻهن کي غلط عقيدن
ذريعي غلام بنائي وري انهن کي زنجيرن ۾ جيڪو جڪڙيو ويندو ته
هي قرآن ۽ محمد اهي زنجيرون ٽوڙڻ لاءِ موڪليا ويا آهن. اهي غلاميءَ
جا طوق ۽ لوهي ڪڙا ڪٽڻ مان ڪڍي انهن کي وري آزاد ڪرائڻ لاءِ
موڪليا ويا آهن، سو جيڪڏهن مٿي بيان ڪيل غلام بنائڻ وارو نسلي
۽ خاندان پرستيءَ وارو آزادي جو دشمن علم، مسلمانن جي مٿي ۾ نه
لڳي ها ته يورپ وارن جيڪا ترقي اٺوهين صدي کان اڄ ايڪيهين
صديءَ تائين ڪئي آهي، اها مسلمان، اڄ کان هڪ هزار سال اڳي ڪري
ڏيکارين ها ۽ واذا النفوس زوجت جي روشنيءَ ۾ دنيا ايڪيهين صديءَ
بدران ڏهين يارهين عيسوي صديءَ ۾ گلوبل وليج بنجي وڃي ها. ۽
ڪمپيوٽرائيزڊ بنجي وڃي ها. پر مسلمانن اندر سائنسي علمن جو
رستو غير قرآني علمن روڪي ڇڏيو ۽ اسلامي علمن کي ڄمندي ئي.

نڙيءَ تي ننهن ڏيئي وري غلام سازيءَ جا ڪارخانا کوليا ويا. ميرٽ کي بريڪ ڏيئي وري موروثي برڪتن ۽ ڪراماتي تقدسن کي آڻي جاهليت جي اونداهين کي هٿ سان گهرن ۾ آندائون. سو الله جو ڪل يوم هو في شان وارو جلوو ۽ پراسيس اهو رکجڻ جو ته ڪونه هو. سائنس ۽ علم ڪنهن جو نوڪر ڪونهي جو جيڪڏهن ڪنهن جي نانگ ۾ صديون اڳي ڪوئي نبي ٿيو هجي ته ارتقا کي انهن جي جاهل اولاد جي گونهه مٽ ميڙڻ لاءِ روڪي ڇڏجيءَ ۽ هوالذي سخرلڪم مافي السماوات والارض جي عهدي ۽ ڊيوٽيءَ کي، تسخير ڪائنات جي ذميدارين کي، مسلمانن کان ڪسي يورپ جي ڪافرن ۽ انهن جي اولاد کي ڏنو ويو. جو ته مسلمان اڃا مرشدن کي گهرن ۾ وٺي هڏ پاڪ ڪرائڻ کان واندا نه ٿيا آهن ۽ هو اجا تائين قرآن حڪيم جي حاڪمانه ۽ حڪيمانه اصطلاحي لفظن جي معنيٰ اصلي قرآن طرفان تصريف آيات ذريعي ڏسيل بدران فارس وارن جي حديثن ذريعي غلام سازيءَ ۽ رسمن جي قندن ۾ ڦاسيو رهڻ واريون معنائون پيا ڪن. جن سان انسانيت اڳتي ترقي طرف وڌڻ بدران بادشاهت ۽ درباري ڪلچر طرف موٽي.

هونئن مون سور بقره جي آيت نمبر ۱۲۵ جي حوالي سان پنهنجي ڪتاب "قرآن جو فرمان" ۾ اعتڪاف ۽ طواف جي معنيٰ تصريف آيات جي قرآني رهنمائي مطابق ڪري ڇڏي آهي پر طواف جي عملي شڪل هن وقت جيڪا ڪعبة الله جي ديوارن کي جريب بڻ جريين جي پلاٽ جي دائري ۾ ڦيريون ڪائي طواف ڪيو ٿو وڃي، اهو مون کي قرآن جي مقصد سان موافق نه لڳو، بلڪ قرآن جي رينج کان فرار ۽ حيلي بازيءَ جو هڪ نمونو لڳو. اها ڳالهه سمجهائڻ لاءِ مون کي هت وري آيت جو پورو مفهوم دهرائڻ مناسب لڳي ٿو. اهو هي ته ڪعبة الله اصل ۾ ذات انسان لاءِ هڪ بين الاقوامي عدالت آهي. الله سائينءَ ان کي قرآن حڪيم ۾ بيت العتيق سڏيو آهي يعني غلاميءَ کان ڪڍي آزادي ڏيارڻ وارو مرڪز ۽ ان ماڳ تي سالانه ڪانفرنس حج تي اچڻ وارن لاءِ قرآن حڪيم فرمايو ته ليشهد وا منافع لهم. يعني هت اچڻ وارا اچن، پنهنجا مفاد ۽ حق انصاف وارا فيصلا وٺن ۽ پاڻ عدالتي معاملا پسن ۽ مشاهدو ڪن، ته حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ ان جي پٽ اسماعيل عليہ



السلام کي حڪم ڪيو ويو ته عاڪفين ۽ طائفين لاءِ منهنجي هيڊ ڪوارٽر کي پاڪ صاف رکو. ته اتي پاڪ رکڻ جي معنيٰ ميءَ به آهي ته ڪوبه غير نظرياتي ۽ توهان جي صحف ابراهيم واري منشور جو مخالف. عدالت جي ماحول ۾ نه هجڻ گهرجي. عاڪفين يعني اعتڪاف وارا اهي، اهي آهن جيڪي جي ايچ ڪيو جا داخلي آفيسر ۽ جج هوندا ۽ مطوف ۽ طواف ڪرڻ وارا اهي آهن جيڪي هن بين الاقوامي عدالت جا پوري جهان ۾ ڦرڻ سان عدالت طرفان هاءِ ڪمشنر بنجي انويسٽيگيشن ڪري عدالت جي ايجنڊا تي آيل فيصلن لاءِ ججن کي متنازعه علائقن جي اکين ڏٺي رپورٽ اچي پيش ڪن. ته ابراهيم عليه السلام کي حڪم ٿيو ته توهان بيت الله کي پاڪ صاف رکو جيئن ڪو داخلي آفيسرن ۽ خارجي آفيسرن کي رشوتون ڏئي غلط فيصلا نه ڪرائي وڃي. هڪ ڏينهن آئون ڊاڪٽر سليمان شيخ سان جناح اسپتال ڪراچي ۾ نوڪري ڪرڻ واري عرصي ۾ ان جي رهائش گاهه تي ملڻ ويس ته ان وٽ هڪ مهمان موجود هو ڊاڪٽر صاحب اسان پنهي جو پاڻ ۾ تعارف ڪرايو ۽ اهو مهمان متياري شهر جو آفتاب ميمڻ هو جيڪو اقوام متحده جو نيويارڪ ۾ ڪنهن شعبي جو ڊائريڪٽر هو ته مون ان کان سندس عهدي جي ڊيوٽيءَ جو تفصيل معلوم ڪيو ته ان مون کي ٻڌايو ته سڄي دنيا مان اقوام متحده جي اداري ۾ اوڙي پاڙي جي ملڪن ۽ قومن جون ۽ خود ملڪن جي داخلي عنصرن خلاف شڪايتون ايندڙيون آهن ته اسان سان فلاڻا زيادتي ڪن ٿا. اسان کي فلاڻي حڪومت، قوم، طاقت ڦري ٿي، ڪائي ٿي، ستائي ٿي، پوءِ اقوام متحده جو ادارو پنهنجا نمائندا موڪلي انهن شڪايتن بابت اکين ڏٺي رپورٽ وٺندو آهي جاچ ڪرائيندو آهي. پوءِ انهن رپورٽن جي روشنيءَ ۾ فيصلا ڪيا ويندا آهن. آئون اقوام متحده طرفان ٻاهران ايندڙ شڪايتن جي انويسٽيگيشن ڪرڻ تي مقرر آهيان. هن وقت منهنجي ڪيسي ۾ چاليهه ملڪن جي ويزا موجود آهي جنهن به طرف وڃان، وڃي سگهان ٿو ۽ اتي تحقيقات لاءِ مون کي جاچ ڪري مرڪز کي معلومات ڏيڻي آهي ۽ اقوام متحده جا مون وانگر پيا به ڪوڙ آفيسر آهن ته قرآن جي اصطلاح مطابق بين الاقوامي عدالت جا ٻاهريان نمائندا ۽

انويسٽيگيٽر اهي آهن طواف ڪرڻ وارا طائفين. الله تعاليٰ جي نظر ۾ ڪعبة الله جي سپريم عدالت جو دائرو پورو جهان آهي، جنهن ۾ ان جا نمائندا طواف ڪري يعني انهن متاثر علائقن ۾ گهمي خلق خدا جي ڏکن سورن اهنجن بابت رپورٽون معلوم ڪري ايندا. باقي ڪعبة الله جي ديوارن ڪي ٻن اڍائي جريبن جي دائري تائين ڦيريون ڪائڻ ڪي طواف نہ چئبو آهي، اهو حديثن وارو طواف آهي. جيئن تہ اڳتي آيت نمبر ۱۴۳ ۾ رب پاڪ امت محمديہ عليہ السلام لاءِ فرمايو آهي تہ وڪذالڪ جعلنا ڪم امة وسطا لتڪونوا شهداء علي الناس يعني هي آخري رسول جي امت وارا مرڪزي قسم جي پارٽي جا مرڪزي ميمبر آهن، هنن جي ڊيوٽي آهي تہ هي شهداء علي الناس هوندا. يعني نگران هوندا انساني معاملن ۽ مسئلن جا. شهداء علي الناس اها نگراني تڏهن ٿيندي جڏهن هو، هڪ هڪ قوم ۽ ملڪ جي جهڳڙن ۽ مسئلن جو اکين سان وڃي مشاهدو ڪندا. پوءِ دنيا مٿان نگرانيءَ لاءِ هلڻ ڦرڻ اهو سمورو طواف مان شمار ڪبو، پوءِ عدالت جي ڪانفرنس جي موقعي تي حج وفد ۽ سپريم عدالت يعني ڪعبي جا طائفين نمائندا، جڏهن ايندا ۽ لوئي جرڳي سان گڏ بين الاقوامي جرگا بہ شروع ٿيندا تہ رب تعاليٰ حڪم ٿو فرمائي تہ اي ابراهيم ۽ اسماعيل يا انهن جا جاءِ نشينو! منهنجي عدالتي مرڪز کي پاڪ صاف رکو، جيئن اعتڪاف ۽ طواف وارن کي پنهنجي ڊيوٽين ڏيڻ ۾ ڪا رڪاوٽ نہ پيش اچي، افسوس جو حڪم طهرا بيتي جي طهارت جي معنيٰ بہ صرف ٻهارو ڏيڻ ۽ فرشن ۽ پٿين کي پوچي هٽي خوشبودار اسپري ڪرڻ تائين محدود ڪئي وئي آهي، پر ان طهارت جو اهم پهلو اسان جي مفسرن کي ذهن ۾ ڪونہ آيو آهي، مون کي طهارت جي اها معنيٰ سمجهائڻ ڪان اڳ ۾ پڙهندڙن جو ڌورو نيويارڪ طرف ڌيان ڇڪائڻو آهي، تہ اتي اقوام متحده جي ايوانن، گئلرين ۽ نمائندن جي رهائشگاهن ۾ چند ڦوڪ واري صفائي ايتري آهي جو هڪ مک بہ نظر ڪانہ ايندي هر طرف خوشبو جا هبڪار بہ آهن، پر ان هوندي بہ هڪ تمام بڇڙي گندگي بہ آهي، جيڪا ڊائريڪٽ فيصلن تي وڃي ٿي اثر انداز ٿئي مون جڏهن اسرائيل جي اڳوڻي وزير اعظم گولڊا ميئر جي اسرائيل لاءِ قيام ۽ قوام جي



ڪوشش جو تذڪرو پڙهيم تہ ان نيويارڪ شهر ۾ يهودين جي سهٽين ۽ هوشيار ڇوڪرين جي وڏي ٽيم ڀرتي ڪئي هئي، جيڪا وڃي دنيا جي ملڪن ڪان مقرر ٿيل نمائندن کي اقوام متحده جي اجلاسن جي ڏينهن ۾ نيويارڪ جي هوٽلن ۽ هاسٽلن ۾ اسرائيل جي حق ۾ قراردادن ۽ فيصلن لاءِ داد ڏينديون ۽ وٺنديون هيون، انهيءَ دوران ڇوڪرين جي رشوت ڪان علاوه ضميرن جا سودا بہ ڪيا ويندا آهن تہ الله تبارڪ و تعاليٰ ابراهيم ۽ ان جي اولاد اسماعيل ۽ محمد عليهم السلام کي حڪم ڏئي ٿو تہ ان طهرابيتي للطائفين والعاڪفين والرڪع السجود. يعني مڪي ۾ ڪعبة الله جي سپريم عدالت جي نمائندن کي پوءِ توڙي جو اهي آئوٽ ڊور جا طائف نمائندا هجن يا انڊور جا معتڪف بيوروڪريٽ هجن، انهن لاءِ ماحول پاڪ صاف رکجو نيويارڪ وانگر عصمتن ۽ ضميرن جا واپار ڪري عدالت جي احترام کي مجروح نہ ڪجو، افسوس جو قرآن جي هنن هدايتن کي سمجهڻ ڪان روڪڻ لاءِ فارس وارن جي حديثن ۽ فقهہ، ماڻهو جو منهن ڪعبي ڪان قم ڏي ڦيري وڃي ٻيو الائي ڪٿي پهچايو آهي.

آئون طواف کي قرآن حڪيم واري مقصد ۽ معنيٰ کي موجوده دور جي وري بدلايل تصور ۽ عمل کي هڪ حيلو تصور ڪندي اها ڳالهہ هڪ مثال سان سمجهائڻ جي ڪوشش ڪيان ٿو، اڄ ڪان اندازاً چاليهہ سال اڳي آئون راٽيپور جي جيلاني درگاهہ جي مزار تي ويس، اتي مزار جي ويجهو هڪ خالي حصي ۾ ٻاراڻن رانديڪن وانگر يا جيئن وڏين شين جا ننڍي سائيز ۾ ماڊل ٺاهيا ويندا آهن، اتي انهي سائيز جا پلنگ فوٽ ڏيڍ فوٽ جا پينگها ۽ الائي ڇا ڇا جو هڪ وڏو ڍير ڏسڻ ۾ آيو، مون پڇيو تہ هي شيون ڇا جي لاءِ آهن؟ تہ مون کي ٻڌايو ويو تہ هت مزار تي مايون باسون باسينديون آهن تہ پير سائين جيڪڏهن مون کي تو پٽ ڏنو يا منهنجو فلاڻو ڪم ڪئيئي تہ توکي پلنگ يا ڳاڙهو هندورو ڏيندس، سو اهو سڄو ڍير انهن شين جو آهي، هاڻي آئون سوچيان ٿو تہ الله عزوجل تہ قرآن ۾ حڪم ڏنو تہ مون پنهنجي آخري رسول ۽ ان جي امت کي شهداء علي الناس بنايو، انسان ذات جي سارسنڀال يعني انهن جي حقن جي حفاظت جي چوبداري ڪرڻ ۽

سيروافي الارض سان خلافت جون ذميواريون سرانجام ڏين. تہ هنن سڄي دنيا جي سنيال جي طواف کي رديوز ڪري، ڪري ڪعبة الله جي پٿين کي اڇي سوڙها ٿيا آهن، جيئن درگاهن جي زيارتي عورتن پينگهي ۽ پلنگ کي ڇهن ستن فوٽن کان گهٽائي گهٽائي هڪ فوٽ جو ڪري ڇڏيو. انسان اڄ پادر پيو ڪائي چيچنيا. ڪوريا. آسام. افغانستان. عراق، تامل، سنڌ. ڪشمير ۽ فلسطين ۾، ۽ مسلمان چوڪيداريءَ وارو طواف پيو ڪري ڏيڍ جريب ۾ ڪعبة الله جي پٿين کي، پر جي اسرائيل جون ٽئنڪون مڪي تي ڪٽي چڙهائي ڪن تہ جنگي ماحول ڪري خوف کان ڪوئي عمري تي ئي ڪونہ ويندو، فلسطينين جا ڇوڪرا پوءِ بہ ٽئنڪن کي پٿر تہ ڇٽين ٿا. مڪي ۾ شايد ايترا بہ ماڻهو پوءِ ڪونہ ليندا. جاڻ گهرجي تہ آمريڪا ۽ اسرائيل وارن فلسطين کي تہ ٽيسٽ طور نشانو بنايو آهي، انهن جي شيڊول ۾ مسجد اقصيٰ کان پوءِ مسجد الحرام بہ آهي، ۽ شايد اهڙي مامري مهل بہ مسلمان مشڪل سان سمجهي سگهن تہ واجعلوا بيوتڪم قبلہ جي معنيٰ ڇا آهي. اهو هن ڪري تہ ايراني فقيهہ امامن ۽ محدثن طواف ۽ قبلي جي معنيٰ اهڙي تہ بدلائي ڇڏي آهي جو ڪنڌو لڳي پير ۾ ڪوٽين ويٺا گوڏو.

### مسلمانن جي سڀني فرقن وارن کي درخواست، اپيل، عرض

مون هي اپيل اصغريہ جماعت ڪنڌو تعلقي هالا وارن جي اتحاد لاءِ اپيل کان متاثر ٿي لکي آهي. الله رب العزت قرآن حميد لاءِ ٻڌايو آهي تہ هي ڪتاب ذڪريٰ للعالمين ٦-٩١ آهي يعني سڀني جهانن وارن لاءِ نصيحت وارو ڪتاب آهي ۽ هن قرآن کي هدي للناس ١٨٥-٢ يعني ذات انسان جي هدايت لاءِ نازل ڪيو آهي هي ڪتاب سڀن انسانن جي گڏيل پراپرٽي آهي، هن تي ڪنهن جي بہ هڪ هٽي ۽ اجاريداري ڪانهي، هي ڪتاب دنيا وارن جي مونجهارن ۽ اختلافي معاملن کي نبيرڻ لاءِ قاضي ۽ جج ڪتاب ڪري موڪليو ويو آهي ٣-٢٣، ٤-١٠٥ ۽ الله جي طرفان انسانن جي اختلافي الجهيل مونجهارن کي نبيرڻ لاءِ قرآن جهڙي مفصل ڪتاب موڪلڻ کان پوءِ ڪنهن بہ ٻئي اداري ۽ اٿارٽيءَ کان فيصلي وٺڻ جي اجازت ناهي ١١٥-٦ ٻيا ماڻهو تہ ٺيا پري جي ڳالهہ، پر خود



رسول الله کي بہ پابند ڪيو ويو آهي تہ تون ماڻهن جا اختلافي معاملا هن قرآن جي ذريعي نبيرجانءِ ٦٤-١٦ ڇو تہ هي ڪتاب اهڙيون تہ نکريل، ڇنڊيل، ڇاٽيل صاف ڳالهيون ڪري ٿو جن ۾ ڪوبہ شڪ شبهو ۽ مونجهارو ڪونهي ٢-٢ ڇو تہ قرآن، وبالحق انزلناه وبالحق نزل ١٠٥-١٧ ڪتاب آهي ۽ ڪتاب احڪمت آياته ثم فصلت من لدن حڪيم خبير ١-١١ ڪتاب آهي يعني هن ڪتاب جون جملي آيتون محڪم مضبوط ۽ تفصيلي نموني کولي موڪليون ويون آهن اهڙي هستيءَ طرفان جيڪو حڪمتن وارو بہ آهي تہ ڄاڻٺهار بہ تہ اهڙي علم واري ڪتاب تي گهٽ ۾ گهٽ پهريائين تہ اسان سڀ مسلمان پنهنجا پنهنجا الڳ الڳ فرقا. گروهہ ۽ ڏڙا ختم ڪيون ۽ جيڪو بہ علم. فڪر ۽ فلسفو اسان کي، انسان ذات کي پاڻ ۾ ويڙهائي ۽ جدا ڪرائي ۽ هڪٻئي لاءِ نفرتون پئدا ڪري تہ ان کي ڇڏي ڏيون، ۽ اهڙي علم کي پنهنجي اندر جاءِ ڏيون جنهن سان محبتون وڌن، ۽ جن ماڻهن قرآن کان اسان مسلمانن کي، بلڪہ انسان ذات کي پري رکڻ لاءِ حيلا بهانا ٺاهي خود رسول ڪريم جهڙي مثالي شخصيت جي طرف حديثن جي نالي سان امت ۾ تفريق ۽ ڏفيڙ وجهڻ لاءِ ڪوڙ گهڙيا آهن تہ اهي فرمائي ويا آهن تہ اختلاف امتي رحمة. يعني منهنجي امت جو اختلاف رحمت آهي، جڏهن تہ قرآن حڪيم فرمائي ٿو تہ ولاتڪو نوا ڪالذين تفرقوا واختلفوامن بعد ماجاء هم البينات واولائڪ لهم عذاب عظيم. ١٠٥-٣ يعني انهن ماڻهن وانگر نہ ٿجو جن فرقا ٺاهي اختلاف وڌا، دليلن ملڻ کان پوءِ بہ سو اهڙن ماڻهن کي وڏو عذاب ڏنو ويندو. بلڪہ الله پاڪ پنهنجي رسول کي حڪم ڪيو آهي تہ جيڪي ماڻهو امت ۾ ڏڦيڙ وجهڻ لاءِ فرقي بنديءَ جي آڌار تي توڙي ڪٽي مسجدون بہ اڏين تہ اي محمد! لاتقم فيه ابدا، لمسجداسس علي التقويٰ من اول يوم احق ان تقوم فيه. ١٠٨-٩، يعني تون انهن جي ٺاهيل مسجدن ۾ بہ نہ وڃ، انهن جون مسجدون بہ ڪفر ۽ ضرر واريون آهن، ۽ مؤمنن ۾ ڏڦيڙ وجهڻ واريون آهن، اهي ماڻهو مسجدن ٺاهڻ سان وفاداري ثابت ڪن. تڏهن بہ الله انهن کي منافق ۽ غدار قرار ڏيندي اعلان ڪري ٿو تہ اهي مسجدن جي بهاني سان بہ ڪوڙ پيا ٿا ڳالهائين، ان ڪري اي محمد!

تون انهن جي مسجد کي ٻہ تسليم نہ ڪجان ۽ نہ وري ان کي درست قرار ڏيئي وڃي انهن سان گڏ ٻيهجان ۽ تنهنجي لاءِ پنهنجو پهريون هيڊ ڪوارٽر جيڪو خلوص ۽ تقويٰ جي بنيادن تي قائم ٿيل آهي ان جو وڌيڪ حق آهي تہ تون ان جي مرڪزيت کي قائم رکين، تہ هن مختصر تمهيد جو خلاصو هي آهي تہ قرآن حڪيم جي انقلاب ۽ ان جي فلسفي واري تعليم جنهن کي عربن جهڙي فارس جي مقابلي ۾ ڪمزور قوم، محمد الرسول الله جي تعليم ۽ تربيت سان دنيا جي ٻين قومن تائين پهچايو ۽ مڃايو. اها ڳالهہ حجازي عربن جي اڳوڻي حڪمران فارسي قوم کي ڏکي لڳي، پوءِ انهن ڪاوڙ ۽ نفرت وچان ٽپي ٽپي قرآن جي خلاف ۽ قرآني تعليم کي بگاڙڻ لاءِ خود رسول الله جي نالي ۽ رسول جي فرمودن ۽ گفتن جي نالي حديث جي لقب سان علم گهڙيائون، جنهن لاءِ ماڻهن ۾ مشهور ڪيائون تہ هي حديثون رسول الله پاڻ فرمائي ويا آهن، هي حديثون رسول جي ساٿين جون فرمايل آهن، هي حديثون رسول جي اهلبيت جون فرمايل آهن ۽ پوءِ انهن حديثن مان استنباط ۽ اجتهاد جي نموني فقهي جزئيون جوڙي انهن تي مشتمل حديثن وانگر فقهہ جي نالي سان علم گهڙيائون پوءِ حديثن جي مخصوص گروپ ۽ قسم کي اهل سنت نالي فرقو ٺاهي انهن کي حوالي ڪيائون ۽ حديثن جو وري هڪ ٻيو گروپ ۽ قسم پهرئين گروپ ۽ قسم ڪان مختلف ۽ ٽڪراءَ وارو ٺاهي ان کي هڪٻئي فرقي ۽ گروهہ جي حوالي ڪيائون جنهن جو نالو هن شيعان علي ۽ شيعان اهلبيت رکيو ۽ هن جي انهيءَ سموري ڪارگذاريءَ جو پس منظر عرب فاتحن ڪان سياسي نفرت ۽ سياسي رقابت هو، توڙي ڪٿي هن پنهنجي هن سڄي سازش جو بنياد، فرضي بنيادن تي اهلبيت رسول سان ٿيندڙ افسانوي قسم جي ظلمن ۽ زيادتين تي مبني گهڙيو ۽ محبت اهل بيت جي نالي مشهور ڪرايو ۽ اهل بيت سان ظلم زيادتين جا واقعا هن تہ خود رسول جي حياتي ۽ زنگيءَ ڪان وٺي ڄاڻايا آهن جيئن اوهان اڳتي هن ڪتاب ۾ پڙهندا، پر اهو سڀ ڪجهہ هن جي باطني تحريڪ وارن رازن ۽ مخفي نموني زير زمين تيار ٿيندڙ لٽريچر ۾ تہ اهو سڀ لڪندا رکندا رهيا ۽ تقيي جي نموني مسلمانن سان هر ڳالهہ ۾ اسلام جي سڀن ظاهري فيصلن ۽ پاليسين ۾



متفق ۽ شامل رهندا آيا. ايترو جو ڪنهن کي شڪ شبهي جو موقعو ئي نہ مليو پر ظاهر پليٽ فارم تي هن جون حديثون هن جا فقہ هن جي علمي ۽ نسلي امامن جا علمي شهپارا ۽ ڪراماتي ۽ معجزاتي قسم جا ڪاغذي شعبدا سڀ عباسي خلافت جي زوال ڪان پوءِ ستين صديءَ جي وچ ڌاري منصہ شهود تي عام ماڻهن اڳيان قسط وار ڪوليا ويا. اهو دور تہ حاڪميت اعليٰ جي لحاظ سان عيسائي منگولن جو هئو ان ڪري هن اڳي وارن باطني طور تي لڪيل سڀني امامن جي جوڙيل خلاف قرآن علمن کي ڪوليو ۽ قرآن حڪيم جي تصريف آيات جي رهنمائيءَ ۾ تيار ڪيل سموري تفسيري علم، عدالتي جزئين ۽ باءِ لاز جي فقهي ذخيرن کي هن دجلہ درياءَ جي حوالي ڪرائي ۽ انهن علمن جي ادارن وارن استادن قاضين مفتين جون منڍيون ئي لٽائي ڇڏيون، پوءِ جڏهن منگول حڪمران هلاڪوءَ ڪان سندس ايراني وزيراعظم نصيرالدين طوسيءَ عباسين جي زوال ڪان پوءِ ۽ خلافت اسلاميہ جي خاتمي ڪان پوءِ مفتوح بغداد مٿان ايراني گورنر رکرايو ۽ پوءِ هن فارس وارن پنهنجي هڪ هٽيءَ قائم ٿيڻ ڪان پوءِ جيڪو اسلامي تعليمي نصاب مفتوح اسلامي سلطنت ۾ پڙهائڻ شروع ڪرايو. اهو ائين هئو جيئن آمريڪا جي تعليمي يونيورسٽين ۾ ڪميونزم جي تعليم ڏني وڃي ٿي. يعني آمريڪا ۾ داس ڪئپيٽال جي تعليم سان گڏ وري ڪميونزم سوشلزم جي رد ۾ ڪئپيٽل ازم جي تائيد وارو ڪورس بہ اتي جو اتي گڏوگڏ استاد پڙهائين ٿا تہ بلڪل اهڙي نموني اهل فارس جي ايرانين واري غلبي جي ڏينهن ۾ قرآن سان هن اهو حشر ڪيو جهڙو داس ڪئپيٽال سان آمريڪا جي تعليمي ادارن ۾ ٿئي پيو. هڪ طرف قرآن ۾ يسئلونڪ ماذاينفقون قل العفو ۲۱۹-۲ يعني قرآن واري معاشي سوشالاجي بہ پڙهائي وڃي پئي تہ ان جي رد ۾ وري ڇئن پنجن امامن جا فقهہ سرمائيداري کي زنده رکڻ وارا سال ۾ هڪ ڀيرو چاليهين پتي واري زڪوات جي نصاب جون حديثون ۽ انهن مان گهڙيل فقهہ پڙهائڻ شروع ڪيائون جيڪو اڄ تائين اسلام جي نالي سڏجندڙ مدرسن ۾ خلاف قرآن پڙهايو پيو وڃي ۽ قرآن حڪيم انسانن کي غلام بڻائڻ جي بندش وارو حڪم پنهنجي رسول کي ڏنو تہ ماڪان لنبي ان يکون لہ اسريٰ ۸-٦۸

پر هلاڪوءَ هٿان خلافت اسلاميہ ڪي شڪست ڏيارڻ ڪان پوءِ ايراني
حديثن ۽ انهن مان گهڙيل فقهہ ايراني امامن وارو جنهن ۾ هن قرآن جي
تفصيل ڪرڻ ابهام ڪولڻ جي بهاني غلاميءَ مٿان وڌل بندش ڪي ختم
ڪري اڳتي لاءِ وري غلام سازيءَ جو عمل شروع ڪرائي ڇڻ تہ قرآن
ڪي هنن منسوخ ۽ ڪينسل ڪري ڇڏيو ۽ايرانين جو اهو ڪورس ۽
نصاب تعليم اڄ بہ اهلسنت شيعن، ديوبندين ۽ اهل حديثن وٽ جاري
آهي ۽ اهڙي نصاب تعليم وارا مدرسا مسلمانن ڪان قرآن ۽ اسلام جي
تعليم پڙهائڻ جي نالي تي خيراتون صدقا، زڪواتون، فطرا وغيره وٺي
انهن ئي مدرسن ۾ قرآن ڪي منسوخ بنائي رهيا آهن، سو انهي صورتحال
ڪي سامهون رڪندي مون جڏهن شيعن جي تنظيم اصغريہ ڳوٺ ڪنڊو.
تعلقو هالا ضلعي حيدرآباد واري برانچ جو اسٽيڪر ۽ هينڊ بل پڙهيو
جنهن ۾ مسلمان امت جي سڀني فرقن ڪي اپيل ڪئي وئي آهي تہ اچو!
تہ سڀ مسلمان گڏجي قرآن حڪيم ڪي پنهنجو مرڪزي مابہ
الاشتراڪ فڪر ۽ نظريو قرار ڏيئي اتحاد ڪيون، گڏجئون ۽ ٻڌي
ڪيون، منهنجي نظر ۾ اها تمام وڏي حوصلي واري ڳالهہ جرئت وري
ڳالهہ آهي آئون انهن ڪي خراج تحسين پيش ڪيان ٿو. جو ايڏي وڏي
ڳالهہ ۽ دعوت مون اڄ تائين مسلمانن جي ٻئي ڪنهن بہ فرقي وارن
طرفان ڪانہ ٻڌي آهي، ٿي سگهي ٿو تہ منهنجي معلومات اڻپوري ۽
ناقص هجي ۽ مسلمانن جي ٻين فرقن وارن مان ڪوئي ڪنڊوءَ جي شيعن
جيترو قرآن مٿان ويساهہ رکڻ وارو هجي بہ ڪٿي تہ چشم ماروش دل
ماشاد، پر جيئن تہ منهنجي ناقص معلومات تائين ٻئي ڪنهن جي اهڙي
دعوت ڪانہ پهتي آهي ان ڪري آئون ڪنڊوءَ جي اصغريہ تنظيم وارن
جي سڏ ۽ پڪار جي تائيد ۾ ۽ ان سڏ ڪي اڳتي وڌائيندي امت مسلمہ
جي سڀني فڪري فرقن وارن ڪي عرض ڪيان ٿو تہ قرآن حڪيم جيئن
تہ رسول الله ڪي ۽ ان جي معرفت قرآن حڪيم جي سڀن علمبردارن ڪي،
انسان ذات اندر وحدت قائم ڪرڻ لاءِ سڀن نبين جي امتين ۽ پوئلڳن
ڪي هڪ پليٽ فارم تي گڏ ڪرڻ لاءِ سڪيا ڏني تہ جملي انسان ذات
ڪي دعوت ڏيو تہ تعالوا الي ڪلمة سواءِ بيننا وبينڪم ٣-٦٤ يعني اي
انسانو! اچو تہ اهڙين ڳالهين تي پاڻ ۾ گڏجئون ۽ ٻڌي ڪيون جيڪي



اسان ۾ مشترڪ، ڪامن، ۽ اتفاق واريون آهن يعني گهٽ ۾ گهٽ جن
تي اسان سڀ متفق هجئون انهن ڳالهين تي پاڻ ۾ گڏجي رهڻ ۽ هلڻ جو
عهد ڪيون، تہ بلڪل اهڙي نموني ڪنڊو هالا سنڌ وارن جي اصغريہ
تنظيم وارن بہ مسلمان فرقن جي وچ ۾ گهٽ ۾ گهٽ انهن پنهنجي
طرفان قرآن حڪيم ڪي سڀن مسلمانن جو ڪامن مرڪز تسليم ڪري
ان ذريعي گڏ ٿيڻ جي مسئلي ۾ قرضي ڪري ڇڏيو آهي، اهو آئون انهن
جو وڏو ڪارنامو ۽ احسان سمجهندي، پنهنجي طرفان بہ انهن جي
تائيد ڪندي ان ساڳي دعوت ڪي ورجايان ٿو، هونئن مون ڪي اهلسنت
وارن جي ڀيٽ ۾ شيعا مسلڪ وارن اندر اجتهاد ڪي اڳتي جاري رکڻ ۽
پنهنجي اندر مجتهد پيدا ڪرڻ جي خصوصيت، انهن جي وڏي ترقي
پسنديءَ واري ريت معلوم ٿيندي آهي، قرآن پاڪ جي آيتن ۽ احڪامن
مٿان غور فڪر ڪري خداوندي هدايتن ڪي سمجهڻ ۽ پروڙڻ ڪي ئي
اجتهاد چئجي ٿو جنهن لاءِ رب پاڪ خود قرآن حڪيم ۾ ڏيان ڇڪايو
آهي تہ ڪذالڪ يبين الله لڪم الآيات تعلڪم تتفڪرون ٢-٢١٩ ۽
سورت محمد جي آيت ٢۴ ۾ فرمايائين تہ افلايتدبرون القرآن ام علیٰ
قلوب اقفالها. يعني قرآن حڪيم جي آيتن ۾ غور فڪر ۽ تدبر ڇو ڪونہ
ٿا ڪيو، ڇا انهن ماڻهن جي دلين تي تالا چڙهي ويا آهن ڇا؟ هونئن
آئون پنهنجي لکڻين ۾ جيڪو بار بار ايراني اشرافيہ جي باقيات ڪي قرآن
جي انقلابي فڪري فلاسافي ڪي مسخ ڪرڻ جو جوابدار قرار ڏيان ٿو
ان جو تہ سبب صاف ظاهر آهي جو هنن پنهنجي مصلحن مزدڪ ۽
زردشت جي تعليمات جو بہ اسلام ڪان وڌيڪ خانو خراب ڪري مسخ
ڪري ڇڏيو هو، تہ جيڪي ماڻهو پنهنجو جهڳو ڏاهيو ٻيڻا هوندا آهن،
اهي ٻئي جي گهر ڏاهڻ ۾ ڪهڙي دير ڪندا، مون ڪي دنيا جي قومن ۽
ملڪن مان ايران سميت ڪنهن سان بہ هروڀرو نہ جهڳڙو آهي نہ ئي
نفرت، ڳالهہ اصل ۾ آهي انسانيت جي فلاح ۽ بقا جي اصولن جي،
جنهن لاءِ قرآن حڪيم فرمايو تہ واما ماينفع الناس فيمڪث في الارض
١٣-١٧ يعني دنيا ۾ اڳتي هلي بقا انهن شين ڪي حاصل ٿيندي جيڪي
انسانن جي نفعي واريون هونديون، قرآن حڪيم جي هن سمجهاڻي ۾
ڪابہ قومي نسلي خانداني عصبيت يا ملڪي ۽ وطني عصبيت جي ڪابہ

ڳالهہ ڪانهي هي اصول خالصتا ميرٽ وارو ۽ غير جانبداريءَ وارو سيڪيولر اصول قرآن پاڪ بيان فرمايو آهي. قرآن حڪيم جيڪو فرمايو تہ اسان ملائڪن کي حڪم ڪيو تہ آدم کي سجدو ڪيو ۲-۳۴ ۾ فرمايائين تہ الم تروالن الله سخر لڪم مافي السماوات وما في الارض ۲۰-۳۱ يعني تسخير ڪائنات ذريعي فضائن ۽ هوائن تي ڪنٽرول دريائن سمونڊن تي ڪنٽرول و سخرلڪم الليل والنهار والشمس والقمر ۱۲-۱۶ يعني اڄ هي تسخير ڪائنات جي سموري سائنس جن بہ قومن وٽ آهي ڪائنات جاءِ خلائن جا جملي ملائڪ الله جي حڪم مطابق انهن کي سجدو ڪري رهيا آهن. ڪهڪشان جون ٽوٽل ملڪوتي طاقتون ۽ ان جا اٿم عيسائي يهودي ڪميونسٽ اٿيسٽ سائنسدانن کي سجدو ڪري رهيا آهن. جو تہ مسلمان اڃا ايراني حديثن واري موروثي تقدسن جي فيضان کان فارغ نہ ٿيو آهي ان کي هي گهمنڊ آهي تہ آئون اهلبيت آهيان. آئون هاشمي آهيان. آئون فاطمي حسني حسيني سيد آهيان، صديقي ۽ فاروقي آهيان آئون عثماني ۽ عباسي ۽ الائي ڇا ڇا آهيان. ڪائنات جو سڄ اپري لهي ٿي مون کان موڪل وٺي پوءِ ٿو. سو سمجهي وڃو تہ ڪائناتي ملائڪن جو اڄ جو سجدو يورپ جي سائنسدانن کي آهي ۽ بنگلور جي ڪمپيوٽر ٺاهڻ وارن هندن کي آهي. مسلمانن کي صرف انهن جا جاهل مريد ۽ مريدياڻيون سجدو ڪن ٿا. آئون علامہ عنايت الله مشرقي، ابوالڪلام آزاد، علي شريعتي عبيدالله سنڌي، الطاف جاويد جي تحقيقات کي درست قرار ڏيندي ڪنفيوشس، گوتم ٻڌ، ڪرشن مهراج، زردشت جهڙن تاريخي سڌارڪ شخصيتن ۽ انهن جي تعليمات کي قرآن حڪيم جي هن فرمان جي روشنيءَ ۾ تہ وان من امة الاخلافيها نذير ۲۴-۳۵ يعني هر امت طرف اسان پنهنجا نبي ۽ رسول نذير بنائي موڪليا آهن. انهن جي تعليمات کي الوهياتي فيضان تسليم ڪيان ٿو ۽ قرآن حڪيم مصدق لمامعهم ۸۹-۲ وارو انهن سين نبين ۽ رسولن جي ڪتابن جو ليٽسٽ ايڊيشن آهي. جيڪو اڳين نبين ۽ رسولن جي ڪتابن جي تصديق ڪري ٿو. آئون قرآن حڪيم جي تعليمات ۾ ايراني حديثن ٺاهڻ وارن امام سڏائيندڙن ۽ امام سڏجندڙن کي، انهن جي حديثن جي بهاني.



قرآن ۾ خيانت تصور ڪيان ٿو جن حديثن جي پوئلڳن جي هيءَ دعويٰ آهي تہ حديثن سان قرآن کي منسوخ قرار ڏيئي سگهجي ٿو ۽ انهن ايراني امامن کي بہ قرآن ۾ خيانت ڪندڙ قرار ڏيان ٿو جن پنهنجي فقهي استخراج ۽ استنباط سان سال ۾ مقرر نصاب واري رقم مان هڪ پيرو چاليهين پتي زڪوات جي جزئيءَ سان قرآن حڪيم جي قل العفو ۲۱۹-۲ واري نصاب ۽ حڪم کي ڇڻ تہ منسوخ ڪري ڇڏيو آهي ۽ اسلام جي نالي انهن فقهي امامن انسانن کي غلام بنائڻ جي جواز جا فقهي قياسي قائدا ٺاهي قرآن جي آيت ماڪان لنبي ان يڪون له اسريٰ ۶۸-۸ کي ڇڻ هئن نسيامنسيا ۽ منسوخ بنائي ڇڏيو آهي اها منهنجي نظر ۾ قرآن سان وڏي خيانت آهي ويساهہ گهاتي آهي.

## غلط الخواص

هونئن تہ غلطيون اڻ پڙهيل عامي قسم جا ماڻهو ڪندا آهن. جنهن کي غلط العوام سڏيو ويندو آهي. ۽ ڄاڻو ماڻهو ان جي اصلاح ۽ درستي سمجهائي ڇڏيندا آهن پر آئون هت هڪ اهڙي غلطيءَ جي وضاحت عرض ڪرڻ گهران ٿو جيڪا اڻپڙهيل ماڻهن بدران، پڙهيل ڳڙهيل عالم فاضل ماڻهو ڪندا رهن ٿا ۽ انهن کي پنهنجي ان غلطيءَ جو احساس ئي ڪونهي تہ اسان هي ڇا ڪري رهيا آهيون. پوءِ خاص ماڻهن پنيان عام عوام تہ ظاهر آهي جو اهي بہ ان غلطيءَ کي غلطي بدران، درست ئي تصور ڪندا. اها خاص ماڻهن جي غلطي هي آهي جو عالم فاضل ماڻهو بہ چوندا آهن تہ دين اهو آهي جيڪو قرآن و حديث ۾ آهي تہ يا "ملڪ جو قانون قرآن ۽ سنت مطابق بنايو وڃي" يا چيو ويندو آهي تہ "اسلام سکڻ لاءِ قرآن ۽ حديث پڙهڻ ضروري آهي" يا انهي قسم جا ٻيا جملا جن ۾ قرآن سان حديث کي لازمي طور ملايو ويندو رهي ٿو. اها دوئي. اها قرآن جي انفراديت کي ختم ڪرڻ واري ڳالهہ. غلط آهي ۽ اها غلطي عام ماڻهو تہ ڇا پر وڏا وڏا نالن وارا عالم فاضل ڪندا رهن ٿا. اهو ائين چوڻ ۽ قرآن سان ڪنهن بہ ٻئي علم کي ضروري ٻئو قرار ڏيڻ اهو قرآن سان شرڪ آهي. اهو الله سان شرڪ آهي. اهو شرڪ جي ٻين قسمن کان وڏو شرڪ آهي. اهو شرڪ اهو

آهي جنهن لاءِ قرآن حڪيم ۾ رب پاڪ فرمايو آهي تہ ان الله لايغفران يشرڪ به ويغفرمادون ذالڪ لمن يشاء (سورت نساء آيت ۴۸) يعني الله ڪنهن کي بہ شرڪ جو گناهہ معاف نہ فرمائي ۽ شرڪ کان سواءِ ٻيا گناهہ جنهن لاءِ سندس قانون مشيت اجازت ڏيندو ان کي معاف ڪري ڇڏيندو. تہ قرآن الله جو قانون آهي، الله ان ۾ ڪيئي اهڙيون ڳالهيون فرمايون آهن جن کي فارس وارن جي گهڙيل حديث واري علم اچي ٽوڙي ڇڏيو آهي ان جي مثالن لاءِ پڙهندڙ صاحبان منهنجي ڪتاب فقہ القرآن ۾ منسوخ آيتن جو مضمون پڙهن پر منهنجي ڪتاب کان وڌيڪ بهتر ۽ تفصيلي طور اهو بحث هو علامہ رحمت الله طارق مگسي جو لکيل تفسير منسوخ القرآن پڙهي ڏسن ۽ پوءِ فيصلو ٻڌائين تہ ڪيئن نہ خديثن جي علم وارن قرآن جا ڪنڌا ئي ڪٽي ڇڏيا آهن.

سمجهي ڇڏڻ گهرجي تہ جيئن الله جي ذات وحده لاشريڪ آهي اهڙي نموني الله جو ڪلام قرآن حميد بہ وحده لاشريڪ آهي، جيئن الله جي هستي ۽ حاڪميت سان ڪنهن ٻئي کي برابر ۽ ڀائيوار تصور ڪرڻ شرڪ آهي ۽ گناهہ آهي تہ الله جي حاڪميت جو، الله جي حڪمرانيءَ جو قانون ۽ دستور قرآن آهي، پوءِ جهڙي نموني الله جي حاڪميت ۽ حڪمرانيءَ ۾ ڪنهن کي ڀائيوار ڪرڻ شرڪ آهي تہ اهڙي نموني ان جي قانون واري ڪتاب قرآن سان گڏ ڪنهن جي بہ ٻئي علم کي قانون ۽ آئين طور مڃڻ ۽ تسليم ڪرڻ اهو بہ الله سان شرڪ قرار ڏنو ويندو قرآن سان سندس قانون ۽ مقنن هجڻ ۾ ڪنهن بہ علم ۽ ٻي اٿارٽيءَ کي ڀائيوار، برابر ۽ مقنن تسليم ڪرڻ اهو قرآن سان شرڪ آهي ۽ قرآن سان شرڪ جو مقصد الله سان شرڪ ڪرڻ آهي، انساني معاشرن ۾ الله جي حڪمرانيءَ جي رهنمائي قرآن جي معرفت ڏني وئي اهي هاڻي جو بہ شخص، جو بہ ادارو، جو بہ فرقو ۽ گروهہ الله جي قانون ۾ قرآن سان، تفصيل تفسير، جي بهاني حديث کي شامل ڪندو تہ ڄڻ الله سان شرڪ ٿو ڪري ۽ تفصيل ۽ مزيد سمجهاڻيءَ جي بهاني اهو گروهہ، اهو فرقو، اهو فرد، قرآن خلاف ماڻهن ۾ بي اعتمادي ڦهلائي ترميمون ڪرڻ گهري ٿو ۽ قرآن کي اڳتي وڌڻ کان روڪي هو سرمائيداريت کي قارونيت کي وري مضبوط ڪرڻ گهري ٿو جيئن



حديثن جي پرچارڪ مسلمانن زڪوات جي نالي قرآن حڪيم جي فرمان ان الله اشتري من المؤمنين انفسهم واموالهم بان لهم الجنة ۱۱۱-۹ يعني مومنن جي جان ۽ مال الله وٽ وڪاڻل آهي مؤمنن جو پنهنجي جانين ۽ مالن ۾ ذري برابر بہ تصرف ڪرڻ جو پنهنجي مرضيءَ تي ڪوبہ حق ڪونهي، هاڻي پنهنجي ڪمايل مال ۾ بہ الله کان اجازت وٺي پوءِ تصرف ڪندا سندن ڪمايل شيءِ بہ سندن ناهي، پر حديثن جي نالي سان فارس وارن زڪوات جي غلط معنيٰ مشهور ڪري سال ۾ هڪ ڀيرو چاليهين پتي ڏيئي باقي ملڪيت جو مالڪ بنجي سڀ ڪو سرمائيدار بڻيو پيو آهي. انهيءَ حقيقت کي سمجهڻ لاءِ غور سان ۽ توجهہ سان پڙهي ڏسندا افغير الله ابتغي حڪما وهوالذي انزل اليڪم الڪتاب مفصلا. (سورت انعام آيت ۱۱۵) يعني اي قرآن ٻڌندڙ! تون اعلان ڪر تہ ڇا آئون الله کي ڇڏي، ڪنهن ٻئي کي پنهنجو حاڪم ۽ حڪمران تسليم ڪيان؟ جڏهن تہ الله اها ذات آهي جنهن پنهنجي (حڪمرانيءَ جي قانون طور) توهان ماڻهن ڏي پنهنجو قانون وارو ڪتاب نهايت تفصيل ڪيل نازل ڪيو آهي، تہ ڇا اهڙي الله جي اهڙي ڪتاب کي ڇڏي، ان جي اهڙي تفصيل کي ڇڏي توهان ڏي، توهان جي ڪوڙن ڪتابن ڏي، توهان جي هٿ ٺوڪيل تفصيلن جي نالي تحريفن کي آئون قبول ڪيان؟ اهو مون کي هرگز قبول ناهي ڇو تہ الله پنهنجي حڪمراني واري ڪتاب سان ڪنهن بہ ٻئي علم ۽ ڪتاب کي ڀائيوار، برابر ۽ تفصيل جي نالن تي تحريف وارن علمن کي شريڪ ڪرڻ گوارا نہ ٿو ڪري پڙهي ڏسندا سورت ڪهف آيت ۳٦ ولايشرڪ في حڪمه احدا. توهان عنقريب ڏسندؤ! تہ هي وڏيون وڏيون والارون ٽٽنديون، هي G-8 وارن جي هڪ هٽي ٽٽندي، اقتصادي ۽ معاشي فارمولن جي علم تان هڪ هٽي ختم ٿيندي ۽ ملٽي نيشنل ڪمپنين جي وٽ پڪڙ ناڪام ويندي والله يحڪم، الله جا ربوبيت عامہ وارا فيصلا عمل ۾ ايندا، لامعقب لحڪمه، الله جي فارمولن کي ڪوبہ ٽوڙي نہ سگهندو، وهوسريع الحساب (رعد ۴۱) ان الله جو ليکو تمام جلد شروع ٿيڻ وارو آهي، الله پاڪ جهانن جي ربوبيت ۽ پرورش لاءِ قانونن جو جيڪو ڪتاب اوهان ڏي نازل ڪري موڪليو آهي جنهن لاءِ سرٽيفڪيٽ آهي تہ الله

نزل احسن الحديث كتابا ٣٩-٢٣ يعني سهڻين حديثن وارو ڪتاب قرآن آهي پوءِ قل هل من شركائكم يهدي الي الحق ٢٥-١٠، اي نبي تون انهن کي چؤ تہ ڇا اوهان کي ٻيا اهڙا شريڪ ۽ الله جا ڀائيوار ڳولي هٿ ڪيا آهن ڇا جيڪي اوهان کي قرآن جهڙي احسن الحديث ڪتاب کان سواءِ حق تائين پهچائي سگهن؟ ام لهم شركاء شرعوالهم من الدين مالم ياذن به الله ٢١-٤٢ ڇا انهن الله سان ڪي اهڙا ڀائيوار هٿ ڪيا آهن ڇا جن هنن کي الله جي پرمنٽ کان سواءِ دين شريعت وارو بنائي ڇڏيو آهي؟ اي پيغمبر! تون انهن کي چؤ تہ ومن احسن من الله حكمالقوم يوقنون ٥٠-٥ الله کان سواءِ حاڪميت هلائڻ لاءِ وڌيڪ بهتر ۽ ڀلو ڪير ٿي سگهي ٿو؟ پر هيءَ حقيقت اهڙي قوم لاءِ آهي جنهن کي يقين ۽ اعتماد هجي. جن ماڻهن کي قرآن مٿان يقين ۽ ڀروسو ڪونهي انهن لاءِ رب پاڪ قرآن حڪيم ۾ وڏي افسوس سان فرمائي ٿو تہ فمالهم لايؤمنون واذاقري عليهم القرآن لايسجدون. بل الذين كفروا يكذبون والله اعلم بمايوعون، ٢٠ تا ٢٣-٨٤ پوءِ انهن ماڻهن کي ڇا ٿي ويو آهي جو (الله جي ڳالهين تي) نہ ڀروسو ڪن ٿا نہ ئي ايمان آڻن ٿا. ۽ جڏهن انهن کي قرآن پڙهي ٻڌايو ٿو وڃي (تہ نہ ڪي مڃن ٿا) نہ ئي فرمانبرداري ڪن ٿا، بلڪ انڪار ۽ ڪفر ڪن ٿا (سو سمجهي ڇڏيو تہ) الله کي سڀ خبر آهي تہ اهي (قرآن بدران) اندر ۾ ڪهڙيون حديثون لڪايون ويٺا آهن ڇو تہ مون هنن لاءِ ڇيو هئو تہ مون الله. قرآن کي احسن الحديث يعني سهڻين حديثن وارو ڪتاب ڪري نازل ڪيو آهي، پوءِ اهي قرآن وارين سهڻين حديثن کي ڇڏي فباي حديث بعد الله وآياته يومنون ٦-٤٥ يعني الله جي آيتن ۽ حديثن کان پوءِ ڪهڙين حديثن تي ايمان آڻيندا؟ اهي جيڪڏهن ضد ڪن ٿا تہ انهن وارين حديثن ۾ دين آهي تہ پوءِ اسان ٻہ چئلينج ڪيون ٿا تہ فلياتوا بحديث مثله ان كانوا صادقين. ٣٤-٥٢ ٣٤-٥٢، يعني انهن ۾ جيڪڏهن ڪو دم آهي، يا مجال آهي تہ قرآن جي حديثن جهڙي ڪا حديث آڻي ڏيکارين، قرآن حڪيم جي هن چئلينج مان ثابت ٿئي ٿو تہ ڪوبہ شخص قرآن جي حديثن جهڙي ڪائي حديث نہ آڻي سگهندو، سو انهيءَ ڪان پوءِ ٻہ جيڪڏهن ڪوئي شخص



غير قرآني علمن کي حديثن جو نالو ڏئي، قرآن جو مقابلو ڪندو تہ ان لاءِ رب پاڪ فرمائي ٿو تہ فذرني ومن يكدب بهذا الحديث سنستدرجهم من حيث لايعلمون ٦٨-٤٤ يعني (اي نبي تون پنهنجي ڊيوٽي سنڀاليندو رهہ) ۽ هنن کي جيڪي قرآن وارين حديثن کي ڪوڙو سڏي رهيا آهن انهن کي منهنجي حوالي ڪر، (انهن کي ڇڏ! انهن جو بندوبست آئون پاڻ ٿو ڪريان) اسين هنن کي اهڙي تہ ڍار سان سوگهو ڪنداسين جو انهن کي خبر بہ نہ پوندي هي آفت آئي ڪيڏانهن، اسان انهن ماڻهن کان سوال ٿا ڪيون تہ ولاتخافون انكم اشركتم بالله، توهان کي خوف بہ نٿو ٿئي جو ايرن غيرن جي حديثن کي الله جي ڪلام جي مقابلي ۾ ٻيهاري انهن کي خدا جي قرآن واري، قانون، واري حيثيت ڏيو ٿا. مالم ينزل به عليكم سلطانا، (٨١-٦) اوهان وٽ اهڙي جسارت جو ڪوئي دليل ڪوئي ثبوت الله جي طرفان نازل ڪيو ويو آهي؟ اوهان هروڀرو بغير وحي واري ثبوت جي، الله جي ڪلام سان غير الله جي ڪلام کي ڇو برابريءَ جي حيثيت ڏني آهي؟؟؟

## قدر مشترڪ (ڪامن پوائنٽ)

قادياني مرزائين، شيعن ۽ تبليغي رائيونڊي جماعت انهن ٽنهي مذهبي فرقن جو لٽريچر پڙهي ڏسندؤ تہ حڪومت حاصل ڪرڻ، حڪمران بڻجڻ، حڪومت ناهڻ ڪان نفرت ڏيارڻ ۽ نفرت ڪرڻ، اهو انهن ۾ بطور قدر مشترڪ نظر ايندو، شيعہ مذهب فارس وارن مسلمانن جي هٿان شڪست کائڻ بعد، شڪست جي بدلي وٺڻ لاءِ تقيي طور مسلمان سڏائي اندر داخل ٿي محبت اهل بيت جي آڙ ۾ ناهيو هو، تبليغي جماعت ۽ قادياني مذهب جڏهن مسلمانن غلام هندستان جي زماني ۾ آزاد ٿي پنهنجي ديسي حڪومت ناهڻ لاءِ جيڪي تحريڪون هلايون، انگريزن انهن کي منهن ڏيڻ، رستو روڪڻ ۽ انهن جي قرآن واري منشور ۾ ترميم لاءِ اهي فرقا ٺهرايا، ڇو تہ قرآن حڪيم ۾ انگريز هي حڪم پڙهي چڪا هئا تہ انا انزلنا اليک الكتاب بالحق لتحكم بين الناس بما اراک الله ١٠٥-٤ يعني اي محمد! اسان تنهنجي طرف ڪتاب نازل ڪيو آهي حق سان، هن لاءِ تہ تون ماڻهن ۾ ان ڪتاب جي روشنيءَ هيٺ حڪومت هلاءِ.

# كتاب

# نهج البلاغ

جي خطبن جي قرآن سان ڀيٽا



**خطبو-175**

وطوبيٰ لمن لزم بيته واكل قوته واشتغل بطاعة ربه وبكيٰ عليٰ خطيئته فكان في نفسه من شغل والناس منه في راحة. (نهج البلاغة، صفحو ٥٢٧، خطبو ١٧٥، قرآن مقدس جي نالي ڇاپو ساڳيو).

**ترجمو:** ۽ اهو ماڻهو بہ مبارڪ باد ڏيڻ جهڙو آهي جنهن پنهنجي گهر ۾ ويهي قوت لايموت تي گذارو ڪري خدا جي تابعداري ۾ مصروف رهيو ۽ پنهنجي گناهن تي ڳوڙها ڳاڙيندو رهيو اهڙي نموني اهو پنهنجي فكر ۾ مصروف رهي جو ماڻهو ان کان آرام ۾ رهن.

**خطبو-189**

الزموا الارض واصبر و اعلي البلاء ولاتحركوا بايديكم وسيوفكم في هوي السنتكم ولاتستعجلوا بمالم يعجله الله لكم، فانه من مات منكم علي فراشه وهو علي معرفة حق ربه و حق رسوله واهل بيته مات شهيدا ووقع اجره علي الله واستوجب ثواب مانويٰ من صالح عمله وقامت النية مقام اصلاته لسيفه وان لكل شي مدة واجلا. (نهج البلاغة، صفحو ٥٦١ كان ٥٦٢، خطبو-١٨٩ واعظ نصيحت جي نالي سان)

**ترجمو:** زمين کي چنبڙيا رهو ۽ مصيبتن تي صبر ڪندا رهو، پنهنجي زبانن جي خواهش تي، پنهنجي هٿن ۽ تلوارن کي چرپر ۾ نہ آڻيو ۽ انهن شين ۾ جلدي نہ ڪيو جن ۾ خدا اوهان لاءِ جلدي ڪرڻ نہ گهري آهي. يقين سان اهو شخص جيڪو توهان مان الله، رسول ۽ ان جي اهل بيت جو حق ڄاڻندي پنهنجي بستري تي مري ويو تہ اهو شهيد ٿي مئو ۽ ان جو اجر الله جي ذمي آهي ۽ جنهن عمل خير جي نيت ڪئي اهو ان جي ثواب جو حقدار ٿي وڃي ٿو ۽ ان جي اها نيت تلوار هلائڻ جي قائم مقام آهي. بيشڪ هر شيءِ جي هڪ مدت ۽ ميعاد آهي.

**خطبو- 175 ۽ 189 تي ڪذيل تبصرو:** اسان ڪتاب نهج البلاغه جي سيني خطبن تي تہ تبصرو ضروري ڪونہ ٿا سمجهون، صرف پڙهندڙن جي خدمت ۾ نموني طور اهل فارس جي شڪست ڪاڌل اساوره جي هلايل زير زمين تحريڪ جي دانشورن جي اها هنرمندي ڏيکارڻ گهرون

ٿا. جنهن سان انهن قرآن حڪيم جي مردم ساز فڪر ۽ مٿيءَ جي
ماٺوءَ ڪي، مشقتن جي ٻنين مان پچائي، رڪ ۽ فولاد جو ماڻهو بڻائڻ
وارين هدايتن ڪي، جن سان جنتي معاشرو قائم ٿئي ها ۽ اهڙين قرآني
آيتن ڪي منسوخ ڪرڻ لاءِ هنن رسول الله جي نالي تي ڪوڙيون حديثون
ٺاهيون، پوءِ انهن ڪي ڳجهو وحي سڏيو، وري پوءِ ان ڪي قرآن واري
وحي جي مثل ۽ برابر سڏيو ۽ هلندي هلندي ڪجهه صدين ڪان پوءِ
فتويٰ پچڻ لاءِ انهن حديثن مان ٺهيل فقهه ڪي وڃي قرآن جي درجي تي
پهچايائون، ۽ ڳالهه وڃي اتي پهتي ته مسلمانن جون ڪورٽون،
مسلمانن جا دارلفتاويٰ، جج ۽ مفتي، مسلمانن جي معاشي ۽ معاشرتي
رهنمائيءَ لاءِ قرآن بدران حديثن مان ٺهيل فقهه جي نالي تي رهبانيت ۽
سرمائيداري جي بقا لاءِ، علم جو ڪاروهنوار هلائڻ لڳا ۽ قرآن صرف
مئن جي روح ڪي بخشرائڻ لاءِ پڙهندا ۽ پڙهائيندا رهندا ٿا اچن. هونئن
هيءَ صورتحال اسان مهاڳ ۾ يعني هن ڪتاب جي منڍ ۾ وڏيڪ چٽي
نموني کولي بيان ڪئي آهي. هتي مختصر ورجاءَ صرف هن ڪري ڪيو
آهي جو هنن ٻن خطبن کي پڙهندڙ پائر، وري وري پڙهن ۽ انهن جي
مقابل جيڪي قرآني آيتون اسان نوٽ ڪرايون ٿا وري انهن کي به غور
سان پڙهن، پوءِ خدا واسطي ٻيٽا ڪيو ۽ ٻڌايو ته ڇا حضرت علي سائين
اهڙي طرح قرآن حڪيم جي خلاف ڪا ڳالهه ڪري سگهن ٿا؟ توهان
مٿي ٻئي خطبا پڙهي يقين سان سمجهي ويا هوندا ته هنن ۾ انفرادي
زندگي گذارڻ جي تعليم ڏني وئي آهي، جيڪا مڪمل نموني غير
اسلامي ۽ غير انساني آهي، خود لفظ انسان جي مادي، معنيٰ ۽ مفهوم
تي غور ڪيو وڃي ته معلوم ٿيندو ته انسان اڪيلي سر زندگي گذاري
نٿو سگهي، قرآن حڪيم جنهن معاشري قائم ڪرڻ جي تعليم ڏني آهي
انهيءَ جو خلاصو ئي هي آهي ته توهان جا انفرادي مسئلا حل ٿي تڏهن
ٿيندا جڏهن اوهان جا اجتماعي ادارا سڌريل هوندا ۽ اوهان جا اجتماعي
ادارا جڙيل ئي هن لاءِ هجڻ گهرجن، جيڪي انسانن جا هر قسم جا
مسئلا حل ڪن، هاڻي غور فرمائيندا ته قرآن حڪيم امت محمديه عليه
الصلواة والسلام کي سندن مقصديت ۽ منشور ڪان ڪيئن ٿو واقف
ڪرائي، سورت آل عمران جي آيت نمبر ١١٠ ۾ فرمان آهي ته ڪنتم



خيرامة اخرجت للناس تامرون بالمعروف و تنهون عن المنڪر وتومنون
بالله. يعني اوهان پلي امت آهيو. (اوهان جي قيام جو غرض ۽ غايت)
مقصد تخليق ۽ اخراج، هي آهي ته اوهان ماڻهن جي ڀلي لاءِ سڀ ڪم
ڪيو، ان لاءِ تامرون بالمعروف وتنهون عن المنڪر، معروف يعني
خدائي قانون، ته اوهان ماڻهن کي خدائي قانونن تي هلڻ جا احڪام
جاري ڪيو ۽ براين بدڪارين ڪان ماڻهن کي روڪيو، مٿين آيت جي
مفهوم تي غور ڪندا ۽ پوءِ نهج البلاغہ جي خطبن واري ڏسيل زندگيءَ
تي به غور ڪندا ته ڇا اهي ٻئي سوچون پاڻ ۾ ملي سگهن ٿيون؟ مٿي
مون عرض ڪيو ته رب سائين انسان کي مسلمان ڪي، جنهن معاشرت
۾ هي ڪامياب زندگي گذارڻ سيکاري ٿو، اها اجتماعيت ڪان سواءِ
محال آهي، ان ڪري رب پاڪ سورت آل عمران جي آخر ۾ فرمايو ته يا
ايها الذين آمنوا اصبروا و صابرواو رابطوا واتقوا الله لعلڪم تفلحون.
يعني اي ايمان وارو!، اوهان (جيڪو قرآن وارو نظام قائم ڪيو آهي ان
تي) ثابت قدمي ۽ مستقل مزاجيءَ سان مضبوط ٿي رهو ۽ هڪٻئي لاءِ
استقامت ۽ استحڪام جو ذريعو بنجو فرمايائين ته ورابطو يعني پنهنجي
ڪميونيڪيشن قائم ڪيو، مضبوط ڪيو، رابطا بحال ڪيو، هڪ ٻئي
ڪان ڇڃي نه وڃو، يعني انفراديت واري ڪٽيل زندگي نه گذاريو،
لعلڪم تتقون، يعني جڏهن اوهان جا رابطا پاڻ ۾ مضبوط هجن، تڏهن
لعلڪم تتقون تي عمل ڪرڻ ۾ سولائي ٿيندي، يعني الله جي قانونن جي
ڀڃڪڙي کي هر وقت هر هنڌ روڪي سگهندؤ ۽ ڀڃڪڙين ڪان بچي
سگهندؤ، جنهن به نظام جي اجتماعيت ٽٽل هوندي آهي، رابطا ڪمزور
هوندا اٿس، ته ان ۾ قانون جي ڀڃڪڙين جون وارداتون گهٽيون
ٿينديون آهن، ڪرپشن وڌندي آهي، نتيجو بغاوتن ۽ رياست جي
سلطنتي نظام جي ٽٽڻ تي وڃي پهچندو آهي، امام طبري صاحب ۽ ان
جي قدس سره واري لڏي، ته قرآن حڪيم جي الفاظن جون معنائون
ٺوڙي بدلائي ڦيرائي، لغت جي علم ۾ ادب جي علم ۾ خيانتون ڪري،
قرآني علمن جي ڊڪشنري ئي جڙتو ٺاهي ڇڏي اٿن، منهنجي هن
گذارش جي ثبوت لاءِ سيڪو ڄاڻندو هوندو ته صبر لفظ جي معنيٰ
جيڪا مشهور ڪئي وئي آهي. اها هيءَ ته چپ چاپ ڪري گهر ۾ وڃي

ويهي رهي جيڪي به مشڪلاتون ۽ مصيبتون مٿس اچن انهن کي سهندو
وجي برداشت ڪندو وڃي، جيئن ته هت بحث هيٺ مٿي خطبي نمبر
١٨٩ ۾ اوهان پڙهي آيا ته نهج البلاغ وارا، حضرت علي سائين جي
نسبت سان چون ٿا ته واصبر وا علي البلاء يعني هڪ ته الزموا الارض،
زمين کي چنبڙيا ويٺا هجو، پوءِ به ڪا مصيبت اچي وڃي ته صبر ڪيو،
چپ ڪري ويهي رهو، هيءَ الڳ حقيقت آهي ته قرآن حڪيم پنهنجي
لغت ۽ ڏڪشنري جي حفاظت پاڻ ڪئي آهي، ايترو جو جيڪڏهن
ڪوئي ٿورو به قرآن کي غور ڪري پڙهي ته حقيقت سامهون اچي وڃي.
سورت انفال جي آيت پنجهٺ ۾ فرمان آهي ته يا ايهاالنبي حرض المؤمنين
علي القتال يعني اي نبي! مؤمنين کي لڙائيءَ لاءِ اڀار، پڙڪاءِ، تيار ڪر،
ميدان تي آڻ، ۽ ان يڪن منڪم عشرون صابرون يغلبو مائتين، (آئون
هت صابرن جي معنيٰ پوءِ پڙهندڙن کان پڇان ٿو) ترجمو هي آهي ته؛
جيڪڏهن اوهان مان ويهه صبر ڪندڙ هوندا ته اهي ٻه سؤ مخالف
سپاهين کان ڏاڍا ٿي ويندا، انهن تي غالب ٿي ويندا، هتي صبر لفظ جي
معنيٰ جيڪڏهن نهج البلاغ ناهڻ وارن جي ڏس مطابق ڪجي، يعني
گهرن ۾ وڃي ويهي رهجي، پوءِ جيڪا معنيٰ قرآن، مخالفن مٿان غالب
ٿيڻ جي ڳالهه ڪري ٿو، اها ته ڪانه ٿي سگهندي، الٽو هنن جي صبر
واري معنيٰ سان حملي آور مخالف ته گهر جو الهه تلهه به ڪٽي ويندا.

مٿين آيت جي معنيٰ تڏهن درست ٿي سگهندي، جڏهن لفظ صبر
جي اصلي، حقيقي، قرآن واري معنيٰ ڪجي، اها هيءَ ته ميدان جنگ ۾
ڄمي ڪري، مضبوطيءَ سان استقامت سان، منهن ڏئي وڙهڻ ۽ لڙڻ.
هاڻي هن قرآن واري معنيٰ کي ذهن ۽ سوچ ۾ رکي پوءِ آيت ڪريمه کي
وري پڙهي ڏسندا معنيٰ به صحيح سمجهه ۾ ايندي ۽ قرآن واري دعويٰ
تي به ويساهه ايندو ته هڪڙو ماڻهو به ڏهن ڄڻن سان وڙهي سگهندو ۽
غالب ٿي ويندو.

قرآن حڪيم جي هدايتن خلاف نهج البلاغ جي خطبن ۾ ماڻهن
کان ڪنجي گهرن ۾ اڪيلائي ۾ بک ذڪ ۾ ولاتحرڪوا بايديڪم
يعني هٿ به نه چوريو خطبي نمبر ١٨٩ ۾ آهي ته من مات منڪم علي
فراشه وهوعليٰ معرفة حق ربه و حق رسوله واهل بيته، يعني جيڪو اوهان



مان پنهنجي بستري تي مري ويندو، ان چڻ ته الله جي حق کي سڃاڻي
ادا ڪيو، رسول جو حق ۽ ان جي اهل بيت جو حق به ادا ڪري ڇڏيو،
هن جاءِ تي هي گذارش ذهن ۾ هر وقت ياد رکندا ته حق جو لفظ قرآن
پاڪ ۾ هوئڻ ته سوين ڀيرا آيو آهي، هر جاءِ تي جدا جدا معنائون ۽
مفهوم اٿس جن کي هتي لکڻ موضوع کان خارج به آهي، مشڪل به
آهي، باقي جيڪا ڳالهه عرض ڪرڻ جي آهي، اها هيءَ ته ماڻهو جيڪو
جملو چوندا آهن حقوق الله يعني الله جا حق ادا ڪيو، اهو غلط آهي،
قرآن ۾ الله سائين جيترا ڀيرا به حقن جي ڳالهه ڪئي آهي، انهن جو
تعلق ٻانهن سان آهي، يا ڪنهن ٻي معنيٰ ۾ اهو لفظ آيل آهي، جيڪا
پنهنجي پنهنجي موقعي تي جدا جدا آهي، باقي پوري قرآن پاڪ جي ٽيهن
سيپارن ۾ صرف هڪ هنڌ رب پاڪ اهو فرمايو آهي ته: ”مون الله جو
حق ڏيو“. اهو سورت انعام ۾ آهي ته وآتوا حقه يوم حصاده (آيت
١٤٢) يعني جنهن مهل پنهنجي پوک جو ڳاهه ڳاهي ديرو ڪٽو، ان
ڏينهن الله جو حق به ڏيندا وڃجو، پوءِ اهو الله جو حق ڇاهي، ڪيئن
ڏبو، اهو به اهو آهي ته اوڙي پاڙي جي محتاجن اپاهجن، بيواهن کي
ديري جي اناج مان حصو پهچائجو، بس هن ڪان وڌيڪ رب پاڪ
پنهنجي ٻانهن کان پوري قرآن ۾ پنهنجي لاءِ ڪوبه حق ڪونه گهريو
آهي، ياد رکڻ گهرجي ته رب پاڪ انهيءَ ليول کان گهڻو مٿي ۽ پاڪ
آهي جو هو ڪنهن کان پنهنجي لاءِ گهري. قرآن حڪيم ۾ جتي جتي ۽
جن جن به حقن جي ڳالهه آهي، اها سڀ جا سڀ ٻانهن جي ضرورتن ۽
مفادن جي ڳالهه آهي ۽ پنهنجي پوري ڪتاب ۾ هڪ ڀيرو جنهن شيءِ
کي پنهنجو حق ڪري الله سائين سڏيو آهي، اها به ته حقيقت ۾ سندس
ذات جي ته ضرورت ڪانهي، اها به محتاج معذور ۽ اپاهج انسانن جي
ضرورت آهي، جن جو تفصيل سورة توبه جي آيت نمبر ٦٠ ۾ آهي، يا
ٻين به ڪافي هنڌن تي قرآن ۾ حاجتمندن جو مذڪور موجود آهي، پوءِ
ڇا ڪير ٻڌائي سگهندو، ته نهج البلاغ، جي هن خطبي جي الفاظن ۾
جيڪو چيو ويو آهي ته گهر ۾ بستري تي مرڻ سان الله جو حق ادا
ٿيندو ته اهو ڪهڙو حق آهي؟ قرآن پاڪ ۾ رب سائين جيڪو پنهنجو
ڪل هڪڙو حق ٻڌايو آهي (سورت انعام آيت ١٤٢) ته اهو به گهر ۾

ويهي زندگي گذارڻ سان تہ ادا نہ ٿي سگهندو ان لاءِ بہ معاشي ضرورتن جي پورائي لاءِ گهر کان ٻاهر واري ماحول ۾ هلچل ڪرڻي پوي ٿي هٿ پير هٽڻو پوي ٿو. جنهن جي لاءِ بہ قرآن حڪيم حڪم ڏئي ٿو تہ فانتشروا في الارض وابتغوامن فضل الله (سورت جمعہ آيت ١٠) يعني زمين ۾ ٽڙي پکڙي وڃو ۽ الله جي رزق جي ڳولا ڦولا ڪيو. هوندئن تہ انسان کي زمين تي خلافت ۽ حڪومت جي بار سنڀالڻ ۽ هلائڻ لاءِ بہ رب پاڪ خلقيو آهي، سو اها ذميداري بہ گهر ۾ واڙجي ويهڻ سان تہ ٿيڻي ئي ڪانهي، پر خالي حياتي بچائڻ ۽ گهر ٻار سنڀالڻ لاءِ بہ گهر کان ٻاهر نڪرڻ لازمي آهي. حلال جي روزي پورهيي ۽ محنت کان سواءِ ملڻ محال آهي، پوءِ نهج البلاغہ جا خطبا تيار ڪرڻ ۽ جوڙڻ وارا خبر ناهي تہ حضرت علي سائين جي واتان ڪيئن ٿا ماڻهن کي چوائين تہ جيڪو بستري تي مئو، ان جڻ رب جي معرفت واري حق کي پورو ڪيو، ۽ الله جي معرفت جو حڪم بہ پوري قرآن ۾ ڪنهن بہ هنڌ تي ڪونہ ڏنو ويو آهي ۽ اهڙو حڪم بہ رب سائين ٻانهن کي ڪيئن ڏيندو، جيڪو انهن جي سگهہ ۽ وس کان مٿي هجي ڇو تہ سورت ڪهف جي آيت نمبر ١٠٩ ۽ سورت لقمان جي آيت ٢٧ ۾ فرمان آهي تہ پوري روءِ زمين جا وڻ ٽڻ قلم ٿي پون ۽ سمنڊن ۽ دريائن جو پاڻي مس ٿي پوي ۽ پوءِ ويهي لکڻ لڳن تہ سڀ قلم گسي ختم ٿي ويندا ۽ سمنڊن ۽ دريائن جيتري مس کپي ويندي، تڏهن بہ مانفدت ڪلمات الله يعني الله جي تعريف جا. معرفت جا ڪلما ڪتي ڪونہ سگهندا، هيءَ تہ ڳالهہ ڪئي قرآن، پر خبر ناهي تہ نهج البلاغہ وارا گهرن ۾ ويهي مرڻ سان، ڪيئن ٿا لکن تہ اهو مرڻ وارو عليٰ معرفت حق ربہ هوندو، اسان قرآن حڪيم مان رب جي حق جو نظريو سورت انعام جي حوالي سان پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض رکيو ۽ معرفت خداوندي لاءِ بہ سورت ڪهف سورت لقمان جي حوالي سان مانفدت ڪلمات الله جو حوالو بہ پيش ڪيوسون. خبر ناهي تہ نهج البلاغہ وارا گهرن ۾ ماري ڪهڙي معرفت تي پڄائڻ گهرن ٿا ۽ ڪهڙو حق ادا ڪرائڻ گهرن ٿا. پر جيڪڏهن ڪوئي صاحب اهو فرمائي تہ خطبي ۾ جيڪو چيو ويو آهي تہ وهوعلي معرفة حق ربہ يعني مرڻ وارو رب سائين جي معرفت



واري حق تي آهي، جي معنيٰ اها آهي جيڪا سورت انعام واري آهي تہ ان لاءِ عرض آهي تہ اهو حق ادا ڪرڻ لاءِ حڪم آهي ان ماڻهوءَ کي جيڪو پوک ڪاهي ديرو ڪٽي هتي نهج البلاغہ وارا تہ پوک ڪاهڻ يا ڪنهن ٻاهر بازار ۽ مارڪيٽ جي مزدوريءَ تي وڃڻ بدران بہ حڪم ڏين ٿا تہ الزموا الارض يعني زمين کي چنبڙيا پيا هجو ۽ واصبرواعلي البلاء مصيبتون اچن تڏهن بہ مات ڪيو ويٺا هجو. خطبي نمبر ١٧٥ ۾ گهرن ۾ ويهي گذارڻ جو فائدو ٻڌائيندي لکن ٿا تہ والناس منه في راحة يعني جيڪو ماڻهو گهر کان ٻاهر نہ نڪرندو ان کي ٻين فائدن کان سواءِ هي بہ تہ فائدو ٿيندو تہ ماڻهو هن جي تڪليفن کان تہ بچي ويندا. يعني جيڪڏهن ڪوئي ماڻهو ٻاهر نڪرندو تہ نهج البلاغہ وارن جو خيال آهي تہ اهو ضرور ڪنهن کي نقصان پهچائيندو، ان ڪري ڪوئي ماڻهو گهر مان ٻاهر نڪري ئي نہ. عجيب فلسفو آهي! ڀلا پوءِ هي بہ يقيني ڳالهہ آهي تہ ماڻهو گهر کان ٻاهر نڪري ئي هيءَ نيت ڪري تہ آئون ٻاهر وڃي ڪنهن کي تڪليف ۾ مصيبت ۾ ڏسي، وڃي ان جي مدد ڪيان. تڪليف هٽايان پوءِ خطبي ٺاهڻ وارن گهر کان ٻاهر وڃڻ. خاص چڱي نيت سان، ان جي فضيلت ڇو بيان تہ ڪونہ ڪيو آهي، اسان جي دوست مرحوم مولوي محمد صالح عاجز هڪ ضخيم مضمون لکيو هو، جنهن جو عنوان هو ”تلوار ۽ تسبي“. ان ۾ ڪيترين ئي صدين کان وٺي صدر ايوب جي دور تائين جا مثال لکيا هئائين تہ جڏهن جڏهن بہ ڪا غاصب قوم ڪنهن قوم جي ڌرتي ڦٻائڻ ۽ ان کي غلام بنائڻ لاءِ ان تي ڪاهون ڪندي آهي، حملا ڪندي آهي ۽ جڏهن ان ۾ هوءَ ناڪام ويندي آهي، هن ڪري تہ اڳلي قوم سجاڳ هوندي آهي، انهن ۾ پنهنجي جياپي کي بچائڻ ۽ قائم رکڻ لاءِ فڪر ۽ فن هوندو آهي، همٿ. بهادري ۽ غيرت هوندي آهي، تہ پوءِ تلوار جي ناڪام ٿيڻ کان پوءِ اهڙين قومن جي فڪر ۽ فلسفي کي، غيرت ۽ بهادريءَ کي تاراج ڪرڻ لاءِ فقيري ۽ درويشيءَ جي شڪل ۾ پنهنجا تسبين وارا ايجنٽ موڪليندي آهي، جيڪي اهي انهن قومن ۾ وڃي خانقاهون قائم ڪري درويشي جي روپ ۾ فقيريءَ جي ڦند ذريعي، ماڻهن کي نياءِ ڏيندا آهن، اڳڪٿيون ڪندا آهن تہ اجهو فتنن جو دور اچي رهيو آهي، ڌرتيءَ مٿان

فساد ٽيڙ وارا آهن. هر ماڻهوءَ تي لازم آهي تہ هو گهر ۾ ويهي رهي، ٻاهر نہ نڪري، پنهنجي بچاءَ لاءِ اسان جا سيکاريل الله جي نالن وارا وظيفا پڙهي ۽ گهرن ۾ روزگار جي برڪت لاءِ اسان هي اسم اعظم جو وظيفو ڏسيون ٿا، ان جون نماز، نماز سان گڏ هيتريون تسبيون پڙهندو رهي، قرآن جي فلاڻي آيت جو لک عدد پڙهڻ سان مصيبتون ۽ مشڪلاتون دور ٿي وينديون. فلاڻي آيت هر وقت پڙهڻ سان روزي وڌندي، فلاڻي آيت سان قرضين جي اوهان تي نظر ئي ڪانہ پوندي، فلاڻي وظيفي جون هيتريون تسبيون روزانو صبح ۽ شام پڙهڻ سان توهان جو دشمن خوار خراب ٿيندو بڇڙو ٿيندو، هن قرآن واري آيت ۽ الله جي نالي جون هيتريون تسبيون پڙهڻ سان اهو وظيفو اوهان جي عمل ۾ اچي ويندو، يعني اها ان جي زڪوات آهي، پوءِ جڏهن اهو وظيفو عمل ۾ ۽ ڪنٽرول ۾ اچي ويو تہ پوءِ جنهن کي بہ پڙهي دم ڪيو، يا پاڻي ۾ وجهي پياريو يا ڳچي ۽ ٻانهن ۾ ٻڌوس تہ تابع ٿي ويندو، ڪورٽ ۾ جج کي پڙهي شوڪاريوس تہ فيصلو اوهان جي فائدي ۾ ڏيندو، اهڙين خانقاهن وارن فقيرن کي ڪوئي امير يا غريب جڏهن ڪوئي نذر نياز ڏيندو هو تہ هو انهن جا اهي پئسا يا ڪا ٻيءَ سوغات وٺي اڇلائي موٽائي ڏيندا هئا تہ اسان دنيا جا طالبو ناهيون. اسان کي الله وٽان الستي رزق ملندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن تہ مصلي جي ڪنڊ مٿي ڪٽي ڏيکاريندا هئا تہ ان جي هيٺان سون ۽ چانديءَ جون گينيون ۽ اشرفيون پيون هونديون آهن. اهو ڏيکاري پوءِ چوندا آهن تہ اسان دنيا جا طالبو ناهيون، اسان وٽ الله جو ڏنو سڀ ڪجهہ آهي. بهرحال جڏهن اهڙين هنرمندين سان انهن غيرتمند قومن جو ڪلچر تبديل ٿي ويندو آهي ۽ هو پنهنجي قوت بازوءَ بدران ڌاڳن، ڦيڻن امام ضامن جي ڏورن ۽ شوڪارن مٿان ويساهہ تي زندگي گذارڻ شروع ڪندا آهن تہ پوءِ اهي گودڙي پوش درويش پنهنجي سامراجي آقائن کي اطلاع ڪندا آهن، سگنل ڏيندا آهن تہ هاڻي هن قوم جو اڳيون ذهن، فڪر ۽ فلسفو نہ رهيو آهي ۽ اچو ۽ حملو ڪيو. تہ اهڙي صورتحال مهل جڏهن ڪاهون ٿينديون آهن تہ پوءِ انهن گادين ۽ درويشن جا ايجنٽ ۽ ٻولڙيا، مريدن ۾، راڄن ۾، خلقن ۾، پنهنجي پير مرشد جون اهي



پيشنگوئيون بيان ڪندا آهن تہ سائين جن سچ فرمايو هو تہ آئون آسمان جي ڪنارن تي ڪاروناپار ڏسي رهيو آهيان، خبردار وڏي رتوڇاڻ ٿيندي، ڪوئي گهرن کان ٻاهر نہ نڪري، بلڪ گهرن ۾ ائين محفوظ ٿي ويهي وڃو جو اصل گهرن جا تڏا ٻڌجي وڃو ۽ رسول پاڪ جي بہ اهڙي حديث سگوري آهي تہ فتني جي زماني ۾ گهرن جا تڏا ٻڌجي وڃو ۽ بخاري شريف ۾ آهي تہ فتني جي زماني ۾ گذر سفر لاءِ ڪجهہ ٻڪريون ڪاهي مٿي جبلن تي چڙهي وڃي ماڻهن کان پري نڪري زندگي گذاريو.

سو مرشد سائين جي اها ڳالهہ، اها اڳڪٿي، اکين سان پيا ڏسون، جيڪا يقين سان سچ ثابت ٿي وئي آهي. پوءِ اهڙي واپي منڊل ۾ جوانمرد ۽ غيرتمند قومون، ڪمزور، نستيون نپل ٻڌجي شڪست کائي پنهنجا ملڪ ۽ حاڪميت وڃائي غلام بنجي وينديون آهن. پر جيڪڏهن اجا بہ انهن ۾ ڪي پساهہ ۽ جياپي جون نشانيون هونديون آهن تہ پوءِ اهي پير فقير پنهنجي آقا سامراج کي پنهنجن خاص مريدن جي نالن جي لسٽ ڏيندا آهن. تہ هي اهڙا تہ اسان جا دوست ۽ ڀروسي جهڙا آهن جو جيڪڏهن هنن کي اوهان پنهنجي حڪومت ۾ وزارت يا ڪو ٻيو عهدو ڏنو تہ هي اوهان جي حاڪميت کي مضبوط بنائڻ لاءِ پنهنجي ديس جي هر قسم واري مفاد کي قربان ڪري پنهنجا قوم وارا مارائي بہ اوهان جي حاڪميت کي مضبوط بنائيندا ۽ انهيءَ سان گڏ لسٽ ۾ لکيل نالي وارن مريدن کي جدا جدا گهرائي ٻڌائيندا تہ اسان اوهان لاءِ خصوصي دعا گهري آهي، خاص اوهان لاءِ وظيفو ڪڍيو آهي، چلو پچايو آهي، تہ اوهان کي دنيا ۾ ڪو وڏو مرتبو ملي، عهدو ملي، هي تعويذ اٿوَ ۽ ان سان گڏ اسان جون دعائون بہ اوهان سان هر وقت شامل حال رهنديون، وڃو ۽ سرڪار کي ملو سڀ سٺايون ٿينديون ۽ ياد ڪجو ڪم ٿي وڃي تہ پوءِ ڏاڏا سائين جي مزار تي چادر چڙهائڻ لاءِ ضرور اچجو.

مرحوم مولوي محمد صالح عاجز مون کي ٻڌايو تہ منهنجو خيال هئو تہ آئون پنهنجي هن مضمون کي شايع ڪرايان ۽ اهڙا ڊراما ٺهرايان سو مون ريڊيو اسٽيشن حيدرآباد جي ڊائريڪٽر الياس عشقيءَ کي اهو

مضمون ڏنو هئو ۽ ان وعدو ڪيو هو تہ آئون هن ماجرا کي اڳتي وڌائيندس، پر ان صاحب تہ ڪجھ بہ ڪونہ ڪيو، اهو زمانو بہ فوٽو اسٽيٽ جو ڪونہ هئو ۽ عاجز صاحب پيھرياد گيري جي آڌار تي لکي ڏيڻ لاءِ تيار نہ ٿيو، عاجز صاحب جي هن مضمون جو زباني احوال نياز همايوني ۽ عبدالواحد آريسر صاحب جن سان بلڪ مون سميت مرحوم ڪافي دوستن سان پاڻ بيان ڪندو هو، آئون جڏهن ڪتاب نهج البلاغہ ۾ خطبي نمبر ١٨٩ جهڙيون هدايتون ڏسان ٿو تہ مون کي مولوي صالح عاجز وارو مضمون "تلوار ۽ تسبي" ياد اچي ٿو وڃي، ڇو تہ خطبي ۾ بعينہ ساڳيو روح آهي،' لڪن ٿا تہ الزموا الارض يعني زمين کي چنبڙي وڃو، واصبرواعلي البلاء يعني مصيبتون اچن تڏهن بہ انهن تي صبر ڪيو، ولاتحرڪوا بايد يڪم وسيو فڪم في هوي السنتڪم يعني پنهنجن هٿن ۽ تلوارن کي پنهنجي ٻولين جي خواهشن تي چرپر ۾ نہ آڻيو، ولاتستعجلوا بمالم يعجل الله يعني جنهن ڳالھ جي الله کي تڪڙ ڪانهي اوهان ڇو ٿا تڪڙ ڪيو، منهنجو خيال آهي پڙهندڙ پائرن کي نهج البلاغہ جي هنن هدايتن کي قرآن جي سامهون آڻي ڏيکاريون تہ ڏسجي تہ قرآن ڇا ٿو چوي ۽ نهج البلاغہ وارا ڇا ٿا چون، خطبي جي منڍ ۾ آهي تہ الزموا الارض يعني گهرن ۾ بند ٿيا ويٺا هجو، قرآن پاڪ سورت توبہ جي آيت نمبر ٣٨ ۾ فرمائي ٿو تہ اي ايمان وارو توهان کي ڇا ٿي ويو آهي جو جڏهن اوهان کي الله جي راهہ ۾ لڙائيءَ لاءِ سڏجي ٿو تہ اثا قلتم الي الارض يعني زمين تي بار بڻجي، چنبڙي پئو ٿا، ڳونرا ٿي ٿا پئو، ارضيتم بالحيوة الدنيامن الآخرة ڇا آخرت جي ڀيٽ ۾ اوهان دنيا جي حياتي کي پسند ڪيو ٿا، نهج البلاغہ وارا لڪن ٿا تہ ولاتحرڪوا بايديڪم وسيو فڪم يعني پنهنجا هٿ ۽ تلوارون چرپر ۾ نہ آڻيو ۽ قرآن پاڪ سورت توبہ جي آيت نمبر ٣٦ ۾ فرمائي ٿو تہ وقاتلوا المشرڪين ڪافة ڪمايقاتلو نڪم ڪافة. يعني انقلاب دشمن سڀن سان جنگ ڪيو جيئن هو اوهان مڙني سان لڙائي ٿا ڪن، نهج البلاغہ وارا لڪن ٿا تہ الله کي لڙائيءَ جي تڪڙ ڪانهي، اوهان ڇو ٿا تڪڙ ڪيو سورت انفال جي آيت نمبر ٦٥ ۾ آهي تہ يا ايها النبي حرض المؤمنين علي القتال يعني اي نبي! مؤمنن کي جنگ ڪرڻ لاءِ ڀڙڪاءِ، نهج



البلاغہ وارا لڪن ٿا تہ الله کي لڙائي لاءِ تڪڙ ڪانهي، قرآن سورت بقره جي آيت نمبر ٢١٦ ۾ فرمائي ٿو تہ ڪتب عليڪم القتال يعني جنگ ۽ لڙائي ڪرڻ اوهان تي فرض ڪئي ٿي وڃي، وهوڪره لڪم يعني اها ڳالھ اوهان کي وڻي ڪانہ ٿي، پر وعسي ان تڪر هو ا شيئا وهو خير لڪم يعني عين ممڪن آهي تہ جنهن شيءِ کي اوهان ناپسند ڪيو ان ۾ ئي اوهان لاءِ ڀلائي هجي وعسي ان تحبوا شيئا وهو شر لڪم يعني ممڪن آهي تہ جنهن شيءِ کي اوهان پسند ڪندا هجو (جنگ نہ ڪرڻ کي بہ) تہ ان ۾ اوهان لاءِ برائي ٿي پوي، سورت آل عمران جي آيت نمبر ١٤٠ ۾ فرمان آهي تہ ان يمسسڪم قرح فقدمس القوم قرح مثلہ تلڪ الايام نداولهابين الناس. يعني اوهان هن ڪري جنگ ڪرڻ کان پوئتي نہ هٽو تہ اوهان ڏکي ۽ زخمي ٿي پيا آهيو، اها ڪا وڏي ڳالھ ڪانهي، جنگين ۾ ائين ٿيندو رهندو آهي، جي اوهان ڏکجي پيا آهيو تہ فقد مس القوم قرح مثلہ، دشمن بہ ڏکيو آهي، تلڪ الايام ندا ولهابين الناس زماني کي نار جي لوٽين وانگر سمجهو، جو ڪڏهن مٿيون لوٽيون هيٺ ٿي وينديون آهن ۽ هيٺيون لوٽيون وري مٿي ٿي وينديون آهن. ان ڪري ولاتهنوا ولاتحزنوا وانتم الاعلون ان ڪنتم مؤمنين. يعني نہ سست ٿيو، نہ غمگين ٿيو، اوهان ئي مٿيرا ٿيندئو، جيڪڏهن ايمان وارا ٿيندو، سو نهج البلاغہ جا خطبا ٿاهڻ واري ٽيم جي اڳواڻ طبري ۽ اهل فارس جي اڳين بادشاهن ۽ انهن جي فوجي جنرلن هر دور ۾ سدائين اسلام اچڻ کان اڳي عرب قوم کي سٽي ڪٽي پئي موچڙن هيٺ رکيو ۽ انهن کي ايترو تہ ساٽو ڪري ڇڏيو هو، جو هو انهن کي پنهنجو مٽ ۽ ثاني بہ تسليم نہ ڪندا هئا، البت هو صرف روم جي بادشاهت کي هڪ طاقت طور مڃيندا هئا ۽ بس، پوءِ رب پاڪ ڌرتيءَ تي غلام بنايل انسانن کي روم ۽ فارس جي ٻن وڏن راڪاسن کان ڇڏائي آزاديءَ سان زندگي گذارڻ جي تعليم ۽ موقعو ڏيڻ چاهيو، تہ ختم نبوت جي عنوان سان پنهنجي آخري نبي محمد کي عربن جهڙي فارس وارن جي غلام قوم مان آخري ڪتاب قرآن حڪيم ڏيئي موڪليو ۽ آخري پيغمبر پنهنجي ڪتاب جي تعليم جي ڏانو تي انساني معاشرن مان غلامي جي لعنت کي ختم ڪيو ۽ غلام ساز روم ۽ فارس جي ٻن وڏين طاقتن کي

ٻه ختم ڪيو ۽ ختم نبوت جي فلسفي سان ايندڙ زماني ۾ ماڻهن کي آزاديءَ سان زندگي گذارڻ جي ٻه تعليم ڏني، جنهن قرآن واري تعليم کي ۽ ختم نبوت جي فلسفي کي يهودين، مجوسين ۽ نصرانين پنهنجي لاءِ شڪست جو ڪارڻ قرار ڏيئي قرآن واري تعليم کي موڙ ڏيڻ لاءِ، ٽوڙڻ لاءِ، هنن اهل بيت جي باطني علم ۽ باطني خلافت ۽ امامت جي نالي سان رسول ۽ اهل بيت جي علم، جنهن کي هو حديث سڏين ٿا، ان سان اچي قرآن کي منسوخ بنائڻ شروع ڪيو ۽ قرآن مٿان مبهم ۽ اجمالي هجڻ جو الزام ڏيئي حديثن ذريعي هٿرادو تفصيل گهڙي مسلمانن کي يهودين، نصارن ۽ مجوسين جهڙو وري ٻيهر بنائي ڇڏيو آهي. انالله وانا اليہ راجعون. آئون اهل فارس هٿان مليل اها علمي ميدان واري شڪست قبول ڪيان ٿو!!

## خطبو-200

ومابرح لله عزت آلاؤه في البرهه بعد البرهه و في ازمان الفترات عباد ناجاهم في فكرهم وكلمهم في ذات عقولهم فاستصبحوا بنور يقظة في الاسماع والابصار والافئدة يذكرون بايام الله ويخوفون مقامه بمنزلة الادلة في الفلوات من اخذالقصد حمد وا اليه طريقه و بشروه بالنجاة. (نهج البلاغ، خطبو نمبر ٢٢٠ صفحو ٦٣٩، ڇاپو حمايت اهل بيت ريلوي روڊ لاهور)

**ترجمو:** هر انهيءَ زماني ۾ جيڪو انبياء کان خالي هوندو آهي ۽ شريعت جون نشانيون متجڻ لڳنديون آهن، پوءِ لڳاتار خدا تعاليٰ جا ڪجهہ اهڙا خاص خاص ٻانها موجود هوندا آهن جن جي ذهنن ۾ خدا القاء ڪندو آهي ۽ ان جي عقلن سان الهام ذريعي ڪلام ۽ گفتگو ڪندو آهي، پوءِ انهن جا ڪن، اکيون ۽ دل سجاڳي جي نور سان ائين ته اٿندا هئا جو هو (گمراهن کي) خدا جي ايامن ياد ڏيارڻ ۽ ان جي بلند مرتبي ذريعي ڊيڄاريندا هئا، جيئن بيابانن ۾ رستن ڏسڻ وارا نشان هوندا آهن، جيڪي وچٿرائي اختيار ڪندي ان جي رستي کي ساراهيندي چوٽڪاري جي خوشخبري ڏيندا آهن.

**تبصرو:** نهج البلاغ جا خطبا جوڙڻ وارن هن خطبي ۾ پنهنجي



اندر کي مڪمل طرح آڌو آندو آهي، هن خطبي جي الفاظن ۽ انهن جي ڪمپوزيشن تي غور ڪيو وڃي، عبارت جي جوڙجڪ ۾ ترتيب ۾ تمام وڏي ڌاهپ ڪئي وئي آهي، هي خطبو قرآن ۽ ختم نبوت سان ٽڪر ۾ جوڙيو ويو آهي، هن ۾ قرآن کي ڇڻ ته موجود ئي ڪونہ مڃيو ويو آهي ۽ پيغمبر ﷺ جي ختم نبوت جي فلاسا في کان ٻه پڙهندڙن جو مڪمل نموني سان ذهن ٻري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي، مون مٿئين ترجمي ۾ نهج البلاغ جي اردو مترجم علامہ يوسف حسين لکنوي صاحب جي اردو ترجمي جو مڪمل اتباع ڪيو آهي، خطبي ٺاهڻ وارن هي تاثر ڏنو آهي ته زماني ۾ ڪو اهڙو دور ٻه هوندو آهي، جو دور انبياء کان خالي ٻه هوندو آهي، سو پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي ته اهو جيڪو ٿلهہ ٻڌي نهج البلاغ وارا اڳتي خطرناڪ ڳالهہ مڃائڻ گهرن ٿا پهريائين ته اهو ٿلهہ ئي ڪوڙو مفروضو آهي، سو انهيءَ لاءِ. آئون قرآن حڪيم ذريعي ثابتي عرض رکندس ته اها دعويٰ ڪيئن ڪوڙي آهي، قرآن حڪيم ۾ آهي ته ان من قرية الاخلافيها نذير. يعني ڪنهن ٻہ قوم جو اهڙو ڪو مرڪز ناهي جنهن ۾ اسان پنهنجو نبي، ڊيڄارڻ وارو نہ موڪليو هجي، يعني انبياء عليهم السلام کي هرهنڌ اسان موڪليو آهي ايترو جو لئلايڪون للناس علي الله حجة (نساء آيت ١٦٥) يعني ماڻهن جي الله ڏي ڪابہ ميار ۽ حجت نہ رهي، هن آيت کان پوءِ هڪ ڳالهہ ذهن ۾ رکڻ، ياد ڪرڻ، ۽ سمجهڻ ضروي آهي، اها هيءَ ته هڪ پيغمبر جي گذرڻ کان پوءِ ٻئي پيغمبر جي اچڻ تائين جي وچ واري دور کي نبوت يا رسالت کان خالي هجڻ وارو دور نہ سڏيو ويندو، توڙي ڪٿي ان وٿيءَ ۽ فاصلي ۾ ڪيئي صديون ڇونہ گذري ويون هجن، اِهو ان ڪري ته اهو سمورو دور ان اڳ ۾ گذري ويل نبيءَ جي نبوت جو ليکيو ويندو، ايتري تائين، جيتري تائين ٻيو نبي اچي، اها ڳالهہ تہ ٿي حضور ﷺ جي دور نبوت کان اڳي جي، حضرت محمد الرسول الله جيئن ته خاتم الانبياء آهن ان ڪري انهن کان پوءِ جيڪو بہ عرصو گذرندو، ان کي ٻه خالي نہ چئبو، اهو قيامت تائين وارو سمورو عرصو، ٽوٽل پيرڊ محمد الرسول الله جو آهي، ان کي جيڪو خالي سڏيندو، اهو ختم نبوت جو منڪر قرار ڏنو ويندو. نبي جي نبوت ۽

رسالت ان جي جسماني وجود سان بدل ناهي، ان جي وحي واري تعليم، ان جي معرفت مليل ڪتاب، ان رسول جي قائم مقام آهي، بدل آهي، آلٽرنيٽ آهي، اڳتي خطبي ناهڻ وارن جو هي چوڻ ته وفي ازمان الفترات عباد ناجاهم في فڪرهم و ڪلمهم في ذات عقولهم هن عبارت ۾ متن ۾ ختم نبوت متان وڏو حملو آهي، وڏو ڏاڍو آهي وڏو راتاهو آهي، ۽ ختم نبوت جو انڪار آهي، فترات ٻن نبين جي وچ واري دور کي به چيو وڃي ٿو، يعني ان گئپ ۾ اهڙي ڪمزور فاصلي ۽ وقفي ۾ نهج البلاغ وارا لکن ٿا ته ڪي ٻانها اهڙا هوندا آهن، جيئن بيابانن ۾ رستن جي نشانن وانگر انهن جي حيثيت هوندي آهي، پوءِ الله انهن جي فڪر ۾ سرگوشي نموني ڳالهه ڪندو آهي، خيال وجهندو آهي، وغيره ۽ اڳتي جملو آهي وڪلمهم في ذات عقولهم يعني انهن ماڻهن جي عقلن سان، شعور سان، الله ڳالهائي ٿو، پوءِ اهي ماڻهو سجاڳي واري نور سان جاڳي ٿا پون، علامه يوسف حسين صاحب لکنوي پنهنجي ترجمي ۾ لکن ٿا ته ”هميشه خداوند عالم کي کچھ ايسي خاص الخاص بندي موجود رهي هين جن کي ذهنون مين خدا القاء کرتا هي اور ان کي عقلون سي الهام کي ذريعي کلام کرتا هي“ انهيءَ تعبير کي ته شرڪ باالنبوت چئبو، اهوئي ته وحي واري تعليم سان شرڪ آهي، قرآن سان شرڪ آهي، الهام ۽ القاء جي گهڙيل اصطلاح ئي ته ختم نبوت جا ترا ڪڍي ڇڏيا، جو ته جڏهن ڪن ماڻهن سان الله جي ڊائريڪٽ ڊائلنگ جو سسٽم جڙي وڃي، ته پوءِ نبي ۽ ان جي وحي واري تعليم جو ڇا حشر ٿيندو، ختم نبوت جو مفهوم ئي ختم ٿي ويندو. هت معذرت سان آئون پنهنجي هڪ دوست جي شڪايت لکان ٿو، ته هو تمام وڏي مطالعي وارو ماڻهو آهي، حافظو به تمام پلو اٿس، ان کي سنڌ جي نماڻي نشي واري ٻوٽي ڀنگ پيئڻ جي ڏاڍي عادت اٿس، سو مون کي بار بار هر موقعي تي چوندو آهي ته جڏهن اها سائي ٽاڏل پي سرشار ۽ پرباش ٿيندو آهيان، پوءِ ڇڻ ته سڄي ڪائنات منهنجي سامهون هوندي آهي ۽ منهنجي ذهن تي ايڏا ته علمي راز ۽ حقيقتون منڪشف ٿينديون آهن جو خيال ايندو آهي ته ڪوئي پرسنل اسسٽنٽ رڪان ۽ جيڪا به منهنجي ذهن تي جهان جي رازن ۽ حقيقتن جي واردات ٿئي، اها قلمبند



ڪرائيندو وڃان ۽ ان وقت منهنجي ڪيفيت اهڙي ته هوندي آهي جو ڪير به ڪٿي ڪهڙو به سوال ڪري ان کي اهڙو ته پڪو پختو جواب ڏئي سگهندس جهڙو ڪنهن مشاهدي واري شيءِ جي حقيقت بيان ڪجي، ته ماڻهو اهڙي قسم جي، ستن آسمانن جي سير کي به الهام ۽ القاء سڏڻ ۽ مڃائڻ لاءِ ضد ڪن ٿا.

صدر ضياءُ الحق جي دور حڪومت ۾ آئون اسلام آباد ۾ ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽي صاحب جن وٽ ڪنهن ڪم سانگي ويس، هو اتي ان وقت اسلامڪ ريسرچ انسٽيٽيوٽ جو چيئرمين هو، ان، وٽس موجود ٻن ماڻهن سان منهنجو تعارف ڪرايو، اهي ٻئي اتي ريسرچ اسڪالر هئا، هڪڙو محمود غازي صاحب جيڪو هي مضمون لکڻ مهل پرويز مشرف صدر صاحب جي ڪئبينيٽ ۾ مرڪزي وزير مذهبي امور آهي ۽ ٻيو مولانا عبدالقدوس هاشمي صاحب هو، هونئن علمي پهچ غازي صاحب جي به ڪچهري مهل ناهوڪي هئي، پر مولانا هاشمي صاحب پنهنجو مثال پاڻ هئا، هاشمي صاحب مختلف مسئلن تي لکيل پنهنجو ڪتاب ”چند مکاتيب“ نالي سان مون کي ڏنو، جيڪو شاهڪار علمي دستاويز چئجي، جنهن ۾ ان لکيو آهي ته عثمان مرونديءَ جو سنڌ ۾ اچڻ ثابت ئي ڪونهي. ڊاڪٽر هاليپوٽي صاحب ٻڌايو ته صدر ضياءالحق صاحب، هاشمي صاحب جي علمي مرتبي جي ڪري ڪيس وڏي تعظيم ڏيندو آهي، ان ڪري هتي جيڪي به ادارا آهن، سرڪاري مرڪز آهن، اتي هن کي ڪو به جهل پل نه ڪندو آهي، هرهنڌ بغير ڪنهن اڳواٽ پروٽوڪول جي پيو پهچندو آهي، سو هڪ ڀيري ايراني انقلاب جو ڪو وڏو عهديدار جيڪو امام خميني صاحب جو ساٿي به هو ۽ مذهبي لحاظ سان سرڪاري عهدي کان سواءِ آيت الله به هو ۽ اهو ڪنهن سرڪاري گيسٽ هائوس ۾ ترسيل هو هت پاڪستان ۾ ڪنهن وزٽ سانگي آيل هو، ته مون کي هاشمي صاحب چيو ته آئون هن آيت الله صاحب سان وڃي شيعه مذهبي معاملن تي تبادله خيال ڪيان ٿو، مون هن کي روڪيو ته اهو تنهنجو وڃڻ ۽ هڪ هاءِ ڪلاس جي مهمان سان ائين بغير ڪنهن ايجنڊا جي وڃي وات ويڙهائڻ صحيح ناهي، تون نه وڃ. پر هي مڙيو ڪونه ۽ گيسٽ هائوس تي وڃي ان سان مليو، ۽ ڪچهري

ڪري واپس جڏهن مون کي مليو ته ملاقات بابت پڇيومانس ته مون کي ٻڌايائين ته آيت الله صاحب سان ان جي اجازت سان شيعه تاريخ ۽ شيعه عقيدن بابت ساڻس بحث ڪيم. ڪيس هر طرح سان هر طرف کان مون پنهنجي پر ۾ ايترو ته بند ڪيم ۽ گهيراءُ ۾ رکيم جو ڇڻ ته ان کي جوابي ڪارروائي لاءِ ڪا به ڳلي نه ڇڏيم ۽ هن همراهه سڄي گفتگو دوران ڪا به ٻڙڪ ڪانه ڪڇي، تمام آرام سان، سڪون سان مون کي ٻڌائين ۽ مون جڏهن پنهنجو مدعا ۽ ڪيس پوري نموني بيان ڪيو ته مون کي چيائين ته اوهان پنهنجي ڳالهه پوري ڪئي، ته مون چيومانس ته هائو مون پنهنجي ڳالهه پوري ڪئي، ته مون کي جواب ۾ چيائين ته توهان جيڪي حقيقتون پنهنجي بيان ۾ ٻڌايون آهن، اهي پنهنجي جاءِ تي سڀ درست، اسان جو ماضي بابت ڪو به اهڙو موقف ڪونهي جو وتئون تاريخ جون قبرون کوٽيندا، اڳي ڇا ٿيو ڇا نه ٿيو، ان بابت اسان کي ڪا به ڳالهه ڪانهي ڪرڻي، هاڻي ليٽسٽ طور جيڪو اسان جو عقيدو آهي، اهو هي آهي ته آيت الله خميني، اهو روح الله به آهي، اهو هاڻي سڀ ڪجهه الله سائين کان پڇي اسان کي هدايتون ڏئي ٿو، اسان جي هر ڳالهه، هر خيال، براهه راست خدا کان ملي پئي، ان جي ڪري اوهان جي بيان ڪيل حوالن سان اسان کي ڪو به سروڪار ڪونهي، نه ئي انهن جا جواب ڏيڻ ۽ حل ڪيڻ اسان جي ڪا ذميواري آهي. هاڻي هن مهمان آيت الله صاحب جي جواب کي غور سان پڙهڻ کان پوءِ، وري مٿي خطبي جي عبارت کي آيت الله صاحب جي جواب جي روشنيءَ ۾ ڌيان سان پڙهي پوءِ ٻڌائيندا ته ڪاٿي بچي ختم نبوت، ڪاٿي رهيو قرآن ۽ ان جو قيامت تائين رهنما هجڻ، هتي ته خطبي جو جيڪو روح ۽ مغز آهي ته نبين جي زمانن جي خال ۽ گئپ ۾ اهڙا ٻانها هوندا آهن، جن جي فڪر سان الله ڳالهائيندو آهي ۽ انهن جي عقل سان به الله سائين ڳالهائيندو آهي، پوءِ اهي ماڻهن جي ڪن، اکين ۽دلين کي ايام الله جي تذڪرن سان روشن به ڪندا آهن ۽ ڊيڄاريندا به آهن، ڪير هاشمي صاحب ۽ مهمان آيت الله لاءِ ڪٿي کهڙا به سوال اٿاري هاڻي ته هاشمي صاحب، ڊاڪٽر هاليپوٽو صاحب جن وفات ڪري ويا آهن، ڪنهن کي ڪنهن کان کهڙي شاهدي يا بيان ٻڌرائجي پر ڪتاب



نهج البلاغه ۽ ان جو هي خطبو ته موجود آهي، انهيءَ مان هن لڌي جي قرآن ۽ نبوت جي مشن کان ته بي پرواهي ۽ پنيرائپ ثابت ٿئي ٿي، هونئن اهل بيت رسول ۽ وارثان نبوت تي ته تفصيلي طور قرآني مؤقف مهاڳ ۾ اوهان پڙهي آيا ۽ ٻئي هنڌ لاڳاپيل مضمون ۾ به پڙهي سگهو ٿا پر هتي ته صاف نموني ڳالهه کلي پئي ته هن کي نبوت جي خدائي سلسلي کي ڊاهي، وحي واري تعليم کي مَلياميٽ ڪري، پنهنجي ڪنهن نمائندي هٿان پوءِ چاهي ان کي غوث قطب يا ابدال ۽ اهل بيت، آل رسولؐ جو عهدو ڏين، يا روح الله چو ان کي القاء ۽ الهام جو سرٽيفڪيٽ ڏئي جيڪي وٽين سو چورائين، پوءِ جيڪڏهن ذات جو اهو تيلي، ڪولهي هوندو، تڏهن به ان لاءِ اهل بيت جو شجرو ٺاهڻ ۾ دير ڪانه لڳندي، ٻنهي پاسن کان حسني حسيني سيد بنائڻ اهو ڪاٻي هٿ جو ڪيل آهي ۽ اها ذات پروموٽ ڪرڻ جي روئداد ملاحظه فرمائيندا.

قسمت آڻ قريشي ڪيتا اسان ذات مصلي هاسي
ڳڙ ڪانوڻ ڪاڻ ملدا ناهئي، هڻ ڏند ڀنيندي هن پتاشي
منجي سمهڻ ڪاڻ ملدي ناهئي، هڻ پلنگ ڀنيدائي پاسي
اٺ وي الاهي بخشا اتي چليئي، جتي ڇج ٻڌيندي هاسي

مٿي خطبي ڻاهڻ وارن حضرت علي سائين جن ڏي هيءَ ڳالهه منسوب ڪئي آهي ته جڏهن به نبين ۽ رسولن جي وچ ۾ وڏي وٿي اچي ويندي آهي، وڏو عرصو گذري ويندو آهي ۽ شريعت جون نشانيون ميٽجڻ شروع ٿي ويندي آهن ته الله سائين پنهنجي ٻانهن مان ڪنهن کي رازداري سان يا الهام ۽ القاء ذريعي انهن جي عقلن سان ڳالهائيندو آهي، پوءِ اهي الله جي نافرماني کان ماڻهن کي ڊيڄاريندا آهن ۽ فرمانبردارن کي ڇوٽڪاري جي خوشخبري به ڏيندا آهن (هتي خطبي جي عبارت مان مون وچ وچ مان مٿين ٻن جملن جي معني ڪئي آهي، جيڪا عبارت ترتيب وار اوهان منڍ ۾ پڙهي آيا آهيو ۽ مون اهو هن ڪري ڪيو آهي ته الفاظ نذير ۽ بشير يعني ڊيڄارڻ ۽ خوشخبري ڏيڻ اهو الله عزوجل قرآن حڪيم ۾ جابجا رسول ڪريم ﷺ ۽ ٻين نبين جي تعارف ۾ صفت طور ڪتب آندا آهن. ضروري ٿيندو ته اها حقيقت قرآن کان معلوم ڪجي ته ڇا فترات جي موقعن تي يعني نبين جي وچ ۾ زماني جي

فاصلن وقت ائين ٿيندو هو. جيئن نهج البلاغہ وارا حضرت علي سائين جي نسبت سان ماڻهن کي ٻڌائي رهيا آهن. تہ قرآن حڪيم سورة مائده جي آيت نمبر ١٩ ۾ هن طرح جواب ٻڌايو تہ يا اهل الڪتاب قد جائكم رسولنايبين لڪم علي فترة من الرسل ان تقولوا ماجائنامن بشير ولانذير فقد جائكم بشير و نذير والله علي ڪل شيء قدير. يعني اي يهوديو! اي نصرانيو! اي اهل ڪتاب! ٻڌي ڇڏيو رسولن جي گذري وڃڻ کي ڪافي عرصو ٿي وڃڻ کان پوء اسان پنهنجي رسول محمد کي بشير ۽ نذير ڪري موڪليو آهي. متان ڪا شڪايت ڪيو تہ اسان ڏي ڪوئي بشير ۽ نذير ڪونہ موڪليو ويو آهي. الله کي انهن سڀني حالتن متان مڪمل ڪنٽرول آهي (آيت جو خلاصو ختم)

اهڙي ڪنهن بہ گپ ۽ خال کي خدا خالي ڪونہ ڇڏيندو جو ڪوئي اڻ ڪنٽريل ڪنڊڙيون هٽي، هاهو، حق حق، جي نعرن سان خلق خدا کي پيو اويس قرني وانگر ڪوڙ هٽي ٻڌائي تہ مون کي محمد الرسول الله سان ڏاڍو عشق ۽ محبت آهي پر امان چاق ڪانهي، ان ڪري ملڻ ڪونہ ٿو وڃانس، متين آيت مان هي ثابت ٿي ويو تہ انبياء عليهم السلام جي وچ وارن عرصن کي رب سائين نبين جي ذريعي پريندو آهي، اهڙا خال غير نبين ذريعي نہ پربا آهن ۽ هاڻي حضور سائين جن کان پوء تہ قرآن وڏي ڪر ۽ فر سان خال ۽ گپ پئدا ٿيڻ ئي نہ ڏيندو، اها جدا ڳالهہ آهي تہ مريض طبيب ڏي وڃي ٿو يا نٿو وڃي، باقي رهي ڳالهہ اويس قرنيء جي تہ اهو شخص قدس سره واري لڏي جو جابلو هيرو آهي، طبري ۽ زهري جهڙن ماڻهن جي تخليق آهي.

منهنجي جيئن تہ ذميداري آهي تہ هر ڳالهہ جو ثبوت قرآن مان ڏيان ان ڪري عرض آهي تہ سورت توبہ جي آيت نمبر ٢٤ ۾ آهي قل ان ڪان آباؤ ڪم وابناؤ ڪم واخوانڪم وازوا جڪم و عشيرتڪم واموال ن اقترفتموها و تجارة تخشون ڪسادهاو مساڪن ترضونها احب اليڪم من الله ورسوله و جهاد في سبيله فتربصوا حتي ياتي الله بامره والله لايهدي قوم الفاسقين.

يعني اي پيغمبر تون ماڻهن کي چئي ٻڌاء تہ جيڪڏهن توهان جا پيء ماء، اولاد، پائر ۽ زالون ۽ ٻيا قبيلي جا گهر ڀاتي ۽ جيڪو مال



دولت اوهان ڪمايو آهي. واپار ۽ هلت جنهن جي ٻاڙي ۽ ٻوڙي پئجي وڃڻ جو اوهان کي خوف آهي ۽ اهي جايون بنگلا جيڪي توهان کي ڏاڍا وڻندڙ آهن. جيڪڏهن انهن مان ڪابہ شيء توهان کي الله ۽ رسول واري نظام جي قائم ڪرڻ ۽ باقي رکڻ جي راهہ ۾ جدوجهد ڪرڻ کان وڌيڪ پيارا آهن تہ پوء توهان پنهنجي اهڙن پرڪارن جي نتيجن جو انتظار ڪيو. ايتري تائين جو الله جي قانونن جي لحاظ سان انهن جي ظاهر ٿيڻ جو وقت اچي وڃي ۽ ياد رکو! الله ڪڏهن بہ اهڙي قوم کي چوتڪاري ۽ ڪاميابي جي دڳ سان نہ لائيندو آهي جيڪي قرآن واري صراط مستقيم کي ڇڏي آسا پاسا پيا وڃن. (خلاصو ختم).

هن آيت مان ثابت ٿي ويو تہ اويس قرني جو ماءُ جي بيماري وارو بهانو رسول الله جي مشن ۾ شريڪ ٿيڻ کان غير حاضر ٿيڻ اهو ڪارگر ناهي قرآن متين آيت ۾ انقلاب لاءِ سڀ ڪجهہ ڇڏڻ جو حڪم ڏنو آهي سو اويس قرني جي فرضي شخصيت حديثن جي علم ذريعي امت جي متي ۾ هنئي وئي آهي (جيئن تہ مضمون جو موضوع ٻيو آهي ان ڪري وڌيڪ ڪنهن لاڳاپيل عنوان هيٺ مذڪور ايندو)

## خطبو-2

وخلف فيڪم ماخلفت الانبياء في اممها اذلم يترڪو هم هملا بغير طريق واضح ولاعلم قائم. ڪتاب ربڪم فيڪم مبينا حلاله و حرامه و فرائضه و فضائله و ناسخه و منسوخه ورخصه وعزائمه وخاصه وعامه وعبره و امثاله ومرسله ومحدوده و محڪمه ومتشابهه. مفسر مجمله ومبينا غوامضه بين ماخوذ ميثاق في علمه و موسع علي العباد في جهله وبين مثبت في الڪتاب فرضه ومعلوم في السنة نسخه وواجب في السنة اخذه ومرخص في الڪتاب ترڪه وبين واجب بوقته وزائل في مستقبله ومباين بين محارمه من ڪبير اوعد عليه نيرانه اوصغير ارصد له غفرانه وبين مقبول في ادناه موسع في اقصاده (نهج البلاغہ. خطبو ٻيو. صفحو ١٧٧. ڇاپو ساڳيو)

هيءُ خطبو خلقت آدم جي ذڪر جي نالي سان آهي مون هن مان اندازاً آخري چوٿون حصُو هت نقل ڪيو آهي.

**ترجمو:** ۽ حضور سائين جن توهان ۾ اهو ڪجهه ڇڏي ويا آهن
جيڪو انبياءِ عليهم السلام پنهنجي پنهنجي امتن ۾ ڇڏي ويا هئا. ان
ڪري انهن پنهنجي امتن کي روشن رستي ۽ پائدار نشان قائم ڪرڻ
کان سواءِ نه ڇڏيو هو. حضور جن توهان جي پالڻهار جو ڪتاب اوهان
۾ ڇڏيو آهي. اهڙي حال ۾ جو انهن، ڪتاب جا حلال حرام فرائض ۽
مستحب ناسخ ۽ منسوخ رخصتون ۽ عزيمتون، خاص ۽ عام، تعبيرون ۽
مثال، مطلق ۽ مقيد، محڪم ۽ متشابه، ان جي مجمل آيتن جو تفسير
ڪيو ۽ ڳهراين کي ظاهر ڪيو، ان ۾ ڪجهه اهي آيتون آهن جن جو
ڄاڻڻ لازم قرار ڏنو ويو آهي ۽ ڪجهه اهي آهن جيڪڏهن ان جا ٻانها
انهن کان ناواقف رهن ته ڪوئي حرج ناهي، ڪجهه اهي آهن جن جو
وجوب ڪتاب (قرآن) مان ثابت آهي مگر معلوم آهي ته حديث ۾ ان
کي منسوخ ڪيو ويو آهي. ۽ ڪي شيون اهڙيون به آهن جن تي ازروءِ
حديث عمل ڪرڻ واجب آهي پر قرآن ۾ ان کي ترڪ ڪرڻ يعني عمل
نه ڪرڻ جي اجازت ڏني وئي آهي، ۽ اهي ڳالهيون به آهن جن جو
وجوب وقت سان ڳنڍيل آهي، جيڪي ان وقت کان سواءِ واجب ناهن.
قرآن جي حرام ڪيل شين ۾ به فرق آهي ڪجهه ڪبيرا آهن، جن جي
ارتڪاب تي خدا تعاليٰ دوزخ جي باهه کان ڊيڄاريو آهي ۽ ڪجهه
صغيره آهن جن جي مغفرت جي اميد ڏياري آهي ۽ اهي به آهن جيڪي
ٿورا به اگهامي وڃن، پر گهٽي کان گهٽا ڪرڻ جي به گنجائش رکيل آهي.

**تبصرو:** نهج البلاغه جو هي خطبو ناهڻ وارن، حضور صلي الله جي
ورثي ۽ ميراث طور ڄاڻايو آهي، ته اهي امت لاءِ قرآن ڇڏي ويا آهن،
اهڙي نموني جيئن اڳيان پيغمبر پنهنجي امتن جي هدايت لاءِ روشن رستا
۽ پائدار نشان ڇڏي ويا، خطبي ناهڻ وارن عام ماڻهن جي خيال وٺان
ڇڻ ته قرآن جي وڏي سارسنڀال ڏيکاري آهي، اها هيءَ ته حضور سائين
قرآن بابت ان جا حلال حرام فرض ۽ مستحب. ناسخ منسوخ. رخصتون
۽ عزيمتون. خاص ۽ عام، عهد ۽ امثال مطلق ۽ مقيد ۽ انجا محڪم ۽
متشابه سڀ واضح طور بيان فرمائي ويا آهن، سوال ٿو پيدا ٿئي ته ڇا
قرآن مان مٿي بيان ڪيل ڳالهيون ڪنهن به ماڻهوءَ کي. ڪنهن به
زماني ۾. پنهنجي طور پڙهڻ سان، سمجهه ۾ اينديون يا ڪونه



اينديون؟ ۽ قرآن هر قاري ۽ پڙهندڙ کي بغير نبيءَ جي حديثن جي
سمجهه ۾ ايندو يا ڪونه ايندو؟ جيئن مٿين خطبي ۾ ٻڌايو ويو آهي ته
اهي سڀ مسئلا نبيءَ جي بيان سان معلوم ٿيا آهن (جنهن نبي جي بيان
کي حديث سڏيو ٿو وڃي) نه رڳو ايترو ته اهي قرآني حقيقتون نبيءَ
بيان ۽ ظاهر ڪيون آهن، پر اهو به لکيو اٿن ته ڪي اهڙيون ڳالهيون
به آهن جيڪي قرآن ۾ ته فرض طور ڄاڻايون ويون آهن، پر معلوم في
السنة نسخه يعني حديثن اچي ان فرض کي منسوخ ڪري ڇڏيو، ۽
اهڙيون به ڳالهيون آهن جو مرخص في الڪتاب ترڪه يعني قرآن ۾ ته
انهن کي ڇڏي ڏيڻ جي رخصت آهي، پر وواجب في السنة اخذه، يعني
حديث ۾ ان ترڪ ڪيل قرآن واري ڳالهه کي ترڪ ناهي ڪرڻو، بلڪ
ان تي عمل ڪرڻ ضروري آهي، ڀلي قرآن ترڪ ڪرڻ لاءِ چيو به ڇو نه
هجي، هاڻي ڪوئي به پڙهيل ڳڙهيل ته نهيو پر خالص اڻ پڙهيل ۽ اڻ
ڄاڻ ماڻهو ٻڌائي؟ ان کان سوال آهي ته هڪڙو علم حڪم ڏئي ته فلاڻو
ڪم توهان تي فرض طور لاڳو ٿو ڪجي، وڃو وڃي ان تي عمل ڪيو،
پوءِ ان جي مقابلي ۾ ٻيو علم اچي چوي ٿو ته اهو اڳئين علم، جيڪو
اوهان تي فرض لاڳو ڪيو آهي، اسان هاڻي انهيءَ کي منسوخ ٿا ڪيون،
ڪينسل ٿا ڪيون، هاڻي انهيءَ تي اڳتي لاءِ ڪوبه عمل نه ڪري، ته
هاڻ انهن ٻنهي علمن مان ڏاڍو، طاقتور ۽ حاڪم علم، ڪهڙو ٿيو
ظاهر آهي اهو ته اهو ڇئبو جو ڪنهن به ٻئي جي آرڊر کي رد ڪري
ڪينسل ڪري، ان جي جاءِ تي پنهنجو حڪم هلائي، ته مٿي خطبي ۾
ته اهو چيو ويو آهي ته قرآن جنهن حڪم کي فرض ڪيو، سنت اچي ان
کي منسوخ ڪيو، ته اها ڳالهه چوڻ وارن وٽ ته حديث پهريون نمبر
تي ۽ قرآن ٻيو نمبر. هوئن هڪ ڳالهه پڙهندڙن لاءِ ٻڌائڻ به مناسب
سمجهان ٿو ته قرآن جي ڪن آيتن جي منسوخ هجڻ جو عقيدو شيعن،
اهل حديثن ۽ سنين جو هڪجهڙو آهي، سنين مان مولانا عبيدالله سنڌي ۽
ڪن ٻين ٿورن کان سواءِ، جن جو هي نظريو آهي ته قرآن پاڪ جي
ڪابه آيت منسوخ ڪانهي ۽ نه ٿي سگهي، ٻيا سڀ پاڻ ۾ انهي ڳالهه
۾ ساٿي آهن، اها ٻي ڳالهه آهي ته انهن ٽنهي فرقن جون حديثون جدا
جدا آهن جيڪي اهل حديثن وٽ پڪيون پختيون حديثون آهن اهي اهل

سنت وارن وٽ ڪچيون ۽ ڪمزور آهن ۽ جيڪي اهل شيعت وارن وٽ حديثون پڪيون پختيون آهن، اهي سنين ۽ اهل حديثن وٽ ڪچيون آهن، سڀ ڪنهن جي اها دعويٰ آهي تہ انهن جي سرنهن گهاٽي آهي، بهرحال حديث بابت اهو عقيدو تہ انهيءَ سان قرآن کي منسوخ ڪري سگهجي ٿو، اهو نظريو قرآن سان شرڪ آهي، اهڙي تصور سان بہ قرآن جو ڄڻ تہ انڪار ٿئي ٿو، اهو قرآن سان ڪفر آهي، انهي نظريي سان قرآن حڪيم جي اوليت ۽ فوقيت ختم ٿي وڃي ٿي، مٿي خطبي ۾ لکيو اٿن تہ پيغمبر جو بيان (حديثون) حديث جو علم قرآن جي اجمال جو تفسير ڪري ٿو جڏهن تہ قرآن پاڪ پنهنجي نبي کان اعلان ڪرائي ٿو تہ آئون الله کي ڇڏي، ٻئي ڪنهن کي پنهنجو حاڪم فيصلي ڪرڻ وارو قبول نہ ڪندس، ان ڪري جو انهي اوهان سڀن ڏي پنهنجو ڪتاب مفصل ۽ ڪليل موڪلي ڏنو آهي (سورت انعام آيت ١١٥) ۽ سورت يوسف جي آخري آيت ۾ آهي تہ؛

لقد كان في قصصهم عبرة لاولي الالباب ماكان حديثا يفتريٰ ولاكن تصديق الذي بين يديه وتفصيل كل شي وهدي ورحمة لقوم يومنون. يعني قرآن جيڪي اڳين قومن جا قصا بيان ڪري ٿو انهن ۾ عقلمندن لاءِ عبرت حاصل ڪرڻ جو وڏو سامان آهي، قرآن جون ڳالهيون، ڪي هٿ گهڙيون ڪوڙيون حديثون ڪونهن، پر قرآني قصا، انهن پيغمبرن جي سامهون ٿيل حقيقتن تي مبني آهن ۽ قرآن ۾ دين بابت هر شيءِ جو تفصيل آهي، قرآن هدايت آهي ۽ رحمت آهي اهڙي قوم لاءِ جن کي قرآن تي يقين هجي.

۽ قرآن حڪيم سورت انعام جي آيت نمبر ٥٥ ۾ فرمايو تہ وكذالك نفصل الآيات ولتستبين سبيل المجرمين. يعني اسان پنهنجي آيتن کي تفصيل سان آٽيون ٿا انهيءَ ڪري تہ ڏوهاري ماڻهن جي حيلي بازيءَ کي کولي پڌرو ڪيون، قرآن حڪيم پنهنجي آيتن ۽ انداز ڪلام لاءِ فرمايو تہ انه لقول فصل (سورت طارق آيت نمبر ١٣) يعني قرآن جون ڳالهيون ۽ گفتا نکريل، ڪليل ۽ طئہ ڪيل تفصيل وارا آهن، پڙهندڙ حضرات جي خدمت ۾ عرض آهي تہ قرآن پاڪ جي مفصل ۽ ڪليل هجڻ جون آيتون ۽ شاهديون خود قرآن ۾ اڪيچار ۽ جابجا آهن،



پر اسان ڪي هت نهج البلاغہ جي خطبي ۾ آندل هن جملي تہ پيغمبر سائين قرآن جي مجمل ڳالهين جو تفسير ڪيو ۽ اهو موقف اڪيلي سر نهج البلاغہ ر رن شيعن جو ناهي، انهيءَ نظريي ۾ انهن سان وهابي، ديوبندي ۽ اهل سنت وارا بہ متفق آهن، ان ڪري انهن سڀن ۽ انهن جي ٻين بہ همنوائن جي خدمت ۾ عرض آهي تہ سورت هود جي پهرين آيت تي غور فرمائين، حڪم آهي تہ آلر كتاب احكمت آياته ثم فصلت من لدن حكيم خبير. يعني قرآن مجيد اهڙو ڪتاب، اهڙو ڪتاب آهي جنهن جون سڀ جو سڀ آيتون محڪم ۽ مضبوط بڻايون ويون آهن (محڪم ۽ متشابہ جي تفصيل سمجهڻ لاءِ منهنجي ڪتاب فقہ القرآن ۾ اهو مضمون پڙهندا) ۽ نہ رڳو ايترو پر پوءِ انهن آيتن جو تفصيل ۽ تفسير بہ انهيءَ الله جي طرفان ڪيو ويو آهي جيڪو حڪيم بہ آهي ۽ خبير بہ آهي. (ترجمو ختم)

هاڻي پڙهندڙ صاحبو! غور فرمايو تہ رب تعاليٰ جنهن ڪتاب يعني قرآن مجيد لاءِ ايترو کولي کولي ڇٽي نموني سمجهائي تہ هن ڪتاب کي مون کولي تفصيل سان موڪليو آهي تہ انهيءَ کي اجمالي ۽ مجمل ڪيئن چئبو ۽ ان جو تفسير ۽ تفصيل ٻئي ڪنهن جي طرفان ڪيئن چئبو. ڇا لفظ اجمال ۽ تفصيل، ڪي پاڻ ۾ مترادف ۽ هم معنيٰ آهن ڇا؟ بلڪ اهي تہ پاڻ ۾ متضاد آهن، ٽڪريل آهن، پوءِ شيعا، سني، وهابي هڙئي جو هڙئي پاڻ ۾ وڙهيل هجڻ باوجود انهيءَ ڳالهہ تي متفق ڪيئن ٿيا آهن تہ قرآن مجمل ۽ اجمالي ڪتاب آهي.

اڃا وڌيڪ عرض تہ سورت نحل جي آيت نمبر ٨٩ ۾ آهي تہ ونزلنا عليك الكتاب تبيانالكل شيءِ وهدي ورحمة وبشري للمسلمين. يعني اي پيغمبر اسان تنهنجي مٿان ڪتاب نازل ڪيو آهي، اهو اهڙو تہ آهي، جيڪو هر شيءِ کي کولي ظاهر ڪندڙ آهي، هدايت رحمت ۽ خوشخبري آهي مسلمانن لاءِ، هاڻي هن آيت ۾ تہ رب پاڪ ٻڌايو تہ قرآن اڃا ٻين شين کي بہ کوليندڙ ۽ ظاهر ڪندڙ ڪتاب آهي، تہ نهج البلاغہ جي هن خطبي ۾ جيڪو لکيو ويو آهي تہ رسول سائين قرآن کي کوليندڙ ۽ تفسير ڪندڙ آهي تہ پوءِ قرآن جي هنن آيتن کي ڪاڏي ڪيون، جن ۾ فرمايو وڃي پيو تہ اهو ڪم الله سائين پاڻ ڪري ڇڏيو

آهي، هونئن قرآن حميد تہ رسول سائين لاءِ فرمائي، ان جي ڊيوٽي مقرر فرمائي ڇڏي تہ بلغ ماانزل اليک يعني اهو ڪجھہ پهچائڻ تنهنجي ذميداري آهي، جيڪو تنهنجي طرف نازل ڪيو ويو آهي، سڄي قرآن ۾ ڪوئي هڪ آيت بہ ثابت ڪري ڏيکاري تہ الله چيو آهي تہ اسان قرآن کي اجمالي نموني موڪليو آهي، ان اجمال جو تفصيل اوهان کي رسول ٻڌائيندو." باقي سورت نحل جي آيت نمبر ۴۴ کي هر هڪ قرآني مؤقف جو مخالف ماڻهو پيش ڪري تبين لفظ جي معنيٰ حديثون ڪري ٿو، اها انهن جي نهايت ڏاڍ مڙسي آهي. آيت ۾ آهي تہ وانزلنا اليک الذکر لتبين للناس مانزل اليهم. معنيٰ هيءَ آهي اي پغمبر اسان تنهنجي طرف قرآن نازل ڪيو هن لاءِ تہ تون ماڻهن لاءِ اهوئي ڪجھہ بيان ڪري ٻڌاءِ، جيڪو انهن جي طرف نازل ڪيو ويو آهي، هاڻي هتي غورفرمايو وجي تہ بيان ڪري ٻڌائڻ واري حڪم ۾ ڪيڏي تہ ڳالهہ چٽي ۽ پڌري ڪري ڪئي وئي آهي تہ اهوئي ڪجھہ بيان ڪر جيڪو مانزل البهم يعني جيڪو انهن جي طرف نازل ڪيو ويو آهي، خدا واسطي انصاف ڪيو قرآن تہ ٻئي پاسي وڃڻ ئي نٿو ڏئي، ڏاڍو پابندي سان رسول سائين کي حڪم ڏئي ٿو تہ اهوئي بيان ڪري ٻڌائين، جيڪو مانزل اليهم آهي، يعني جيڪو انهن ڏي نازل ڪيو ويو آهي تہ هاڻي هتي هيءَ ڳالهہ طئي ٿي وئي تہ جا بہ شيءِ غير ماانزل آهي، اها بيان ناهي ڪرڻي، ٻڌائڻي ناهي.

## هڪ غلط فهمي جو ازالو

حديثن جي علم کي قرآن جو تفسير قرار ڏيڻ وارن شيعن، سنين، وهابين جو هي گڏيل مؤقف آهي تہ حديثون اهي آهن جيڪي پيغمبر قرآن سيکارڻ ۽ سمجهائڻ مهل پڙهائڻ دوران تقرير ڪئي آهي، قرآن فهمي لاءِ ليڪچر ڏنو آهي، ان سمجهائڻ واري تقرير ۾ جيڪي بہ الفاظ وحي ۽ قرآن کان واڌاري آهن ۽ سواءِ آهن، اهي حديثون آهن ۽ اهي قرآن فهمي لاءِ بيان وغيره آهن (هي مٿي ڄاڻايل ٽنهي مذهبي فرقن وارن جو موقف آهي جيڪو انهن مون سان جدا جدا بحث دوران پيش ڪيو آهي) آئون جواب ۾ عرض ڪرڻ ۽ وضاحت سمجهائڻ چاهيان ٿو اهو بلڪل



ائين ٿي سگهي ٿو، ائين هوندو، بلڪ آهي بہ ڪٿي، جيئن سڀن جو خيال آهي، پر الله عزوجل صرف پنهنجن وحي ڪيل الفاظن کي تعبير طور، تشريح طور، تفسير طور، بيان طور، پوءِ ايندڙ ماڻهن لاءِ انهن کي پابند ڪيو آهي، تہ قرآن جو اصل تعبير اهو آهي جيڪو قرآن پنهنجو تفسير پنهنجي مخصوص صنعت تصريف آيات سان پاڻ ڪري، اهو اٿارٽي آهي، اهو اٿنٽيڪيٽ آهي، اهو ٽئڪسٽ آهي ۽ بس، پوءِ سوال ٿو پيدا ٿئي تہ رسول سائين جي جيڪا واڌاري سمجهاڻي طور تقرير ۽ تشريح آهي اها ڇو نہ؟ انهيءَ جا ٻہ جواب آهن هڪ تہ رب پاڪ قرآن حڪيم کي ايترو تہ کولي کولي ٻڌايو آهي جوخدا کان نازل ڪرڻ مهل ڪابہ شيءِ وسري ڪانہ وئي آهي، رهجي ڪانہ وئي آهي، ايترو جو جن جو شغل يا پسند جو مشغلو سوال پڇڻ آهي، انهن تي بہ قرآن حڪيم بندش وڌي تہ لاتسئلوا عن اشياء ڪوبہ ماڻهو سوال نہ پڇي، جيڪڏهن اوهان نہ مڙيا ۽ سوال ڪندو تہ ان تبدلکم تسؤکم يعني جيڪڏهن پوءِ جواب ڏينداسين تہ اوهان لاءِ ان صورتحال تي عمل ڪرڻ ڏکيو ٿي پوندو، تہ هن بندش جو مقصد ئي اهو آهي تہ نازل ڪيل عبارت ۽ متن کي ڪافي سمجهو ۽ پڪ سمجهو تہ اسان جا شيءِ نہ ڏني آهي نہ ٻڌائي آهي تہ اها بہ ڄاڻي ٻجهي نہ ٻڌائي آهي، هاڻي جي اوهان سوالن ذريعي ڳالهيون وڌرائيندو تہ وري اهو اوهان لاءِ مسئلو پيدا ٿي پوندو، جو اوهان انهن احڪامن کي سرانجام بہ نہ ڪري سگهندو، آئون الله حڪيم آهيان. آئون اهڙين ماجرائن کي سمجهان ٿو، سو جيڪي ڪجھہ مون موڪليو آهي ان کي پنهنجي لاءِ ڪافي سمجهو، شافي سمجهو ۽ اهي سوال بہ اهڙن ڏينهن ۾ ڪيو ٿا جيڪو زمانو پيغمبر مٿان وحي نازل ٿيڻ جو آهي، انهيءَ سان تہ ماڻهن لاءِ اوهان مشڪلاتون وڌايو ٿا، توهان انهيءَ سوال بازيءَ کي گهٽ نہ سمجهو، قد سالها قوم من قبلکم ثم اصبحوا بها ڪافرين. يعني توهان کان اڳين امتن وارن اهڙا سوال ڪيا اسان بہ جواب ڏنا، پوءِ ساڳيو اهي انهن واڌارن ڪري ڦاسي پيا ۽ نيٺ انهن جو انجام وڃي اسان جي وحي سان ڪفر ڪرڻ تي پهتو، سو اوهان سوال ڪري تمام وڏي غلطي ڪئي آهي، اها غلطي جيئن هڪڙو پيرو يا پهريون پيرو ٿي آهي، ان ڪري

عفاالله عنها اسان معاف ڪيون ٿا. اهو ٻه هن ڪري جو والله غفورحليم
يعني الله بخشش ڏيڻ وارو ۽ بردبار آهي. يعني جيڪڏهن الله بردبار نه
هجي ها ته اهڙي سوال تي اوهان جو حشر الائي ڇا ٿي وڃي ها! ۽ رڻ
ٻري وڃن ها (پڙهي ڏسندا سورت مائده آيت ١٠١-١٠٢) بهرحال
ٻهريون جواب اهو ٿيو ته قرآن جو پنهنجو تعبير ۽ تفسير ايترو ته آهي
جو انهيءَ کان وڌيڪ ان کي کولڻ جي ڪابه گنجائش ڪانهي. جيڪي
ماڻهو چون ٿا ته قرآن ۾ فلان فلان شيون ڪونه آهن. اهي اسان کي
حديثن مان مليون آهن ته انهن جو جواب آهي ته اهي فلان فلان شيون
سڏبيون ٻه حديث واريون. يعني انهن کي قرآن واري شيءِ ڪري ڪونه
سڏبو. اهي غير قرآني آهن. قرآن واري ڳالهه اها آهي جيڪا ۽ جيتري
قرآن ۾ آهي. ٻاهرين شيءِ ٻاهرين آهي ۽ قرآن حڪيم جي تعبير تشريح
۽ تفسير لاءِ وحي کان سواءِ ڪنهن ٻئي علمي اداري کي اٿارٽي قبول
ڪرڻ جي ضرورت تڏهن پوي ها. جڏهن قرآن ۾ ڪا کوٽ هجي ها.
ابهام ۽ اجمال هجي ها. جيڪي ماڻهو چون ٿا ته قرآن اجمالي ۽ مبهم
ڪتاب آهي ته انهن کان سوال آهي ته سورت تغابن ۾ آيت نمبر ٨ ۾
فرمان آهي ته فآمنوا بالله ورسوله والنورالذي انزلنا والله بما تعملون
خبيره يعني ايمان آڻيو الله تي رسول تي ۽ انهيءَ نور تي جيڪو اسان
نازل ڪيو آهي (قرآن) الله اوهان جي عملن کان خبروار آهي. قرآن ۾
١٩ ڀيرا قرآن کي نور سڏيو ويو آهي ڀوءِ ڇا ڪوئي شخص سج کي
ڏيکارڻ لاءِ. ڏسڻ لاءِ چئي سگهندو ته بتي ٻاري اچو يا تارچ کڻي اچو
ته سج کي ڳوليون ته ڪٿي آهي. مٿي جيڪو سوال ڪيو ويو ته رسول
سائين جي تقرير ۽ ليڪچر (حديثن) کي قرآن حڪيم جو تفسير چونه
قرار ڏجي. ان جو هڪ جواب اڳي ويو ۽ ٻيو جواب آهي ته رب پاڪ
صرف قرآن حڪيم کي حفاظت سان زماني وارن تائين پهچائڻ جو ذمو
کنيو آهي ۽ اهو تمام اتم درجي سان مند کان اڄ تائين نڀائبو پيو اچي
۽ نڀائبو رهندو ۽ خداوندي حفاظت جي ڪري قرآن يقيني علم وارو
ڪتاب آهي. ۽ حضور ﷺ جن جا فرمودات ۽ حديثون مبارڪ انهن جي
حفاظت جو ذمو الله ته ڪونه کنيو پر رسول سائين پاڻ ٻه ڪونه کنيو
آهي. ان ڪري احاديث مبارڪ جي حيثيت ۽ ڪوالٽي تي ته بحث ٿي



ڪونهي. اهي ته اسان کي اکين تي پر بحث هن تي آهي ته انهيءَ ماجرا
جو ثبوت ڪهڙو آهي ته اهي پيغمبر جون حديثون آهن. جو جيڪي
ماڻهو نماز ۾ رفع اليدين هٿ مٿي کڻن انهن وٽ ٻه حديثون آهن.
جيڪي هٿ مٿي نٿا کڻن. انهن وٽ ٻه رد واريون حديثون آهن. جيڪي
ماڻهو آمين ڏاڍيان پڙهن. انهن وٽ ٻه حديثون آهن. جيڪي ماڻهو
هوريان پڙهن ٿا انهن وٽ ٻه ضد ۾ حديثون آهن. جيڪي ماڻهو پيش
امام پويان الحمد پڙهن ٿا. انهن وٽ ٻه ثبوت لاءِ حديثون آهن ته
جيڪي ماڻهو نٿا پڙهن. انهن وٽ ٻه مقابلي ۾ حديثون آهن. جيڪي
ماڻهو نماز ۾ ٽنگون تيڙي ڇڏا موڪرا ڪري نماز پڙهن ٿا. انهن وٽ
ٻه حديثون آهن. ته جيڪي ٽنگون ويجهون ڪري نماز ۾ بيهن ٿا انهن
وٽ ٻه جواب ۾ حديثون آهن. جيڪي ماڻهو هٿ ٻڌي نمازون پڙهن ٿا
انهن وٽ ٻه ثبوت لاءِ حديثون آهن ته جيڪي هٿ ڇوڙي ٿا نمازون
پڙهن ٿا. انهن وٽ ٻه مقابلي ۾ حديثون آهن. جيڪي ماڻهو نمازن
پويان ڏاڍيان ذڪر ڪن ٿا انهن وٽ ٻه حديثون آهن جيڪي ذڪر نٿا
ڪن انهن وٽ ٻه جوابي حديثون آهن. اهي تضاد ۽ ٽڪراءِ ڪيترا بيان
ڪري ڪيترا ڪجن. مسلمان امت کي مونجهارن ۾ ڦاسائي حديثن جي
نالي سان ڊپ ڏئي مسلمانيءَ کي مشڪل ۽ ناقابل عمل بنائڻ وارن
رهبانيت جي ٺيڪيدارن کي رمضان مهيني ۾ جماعت سان. اٺ يا ويهه
رڪعتون تراويح نماز پڙهڻ لاءِ ڪا ڳلي نه ملي ته انهن اها نماز
تراويح کڻي حضرت عمر جي دور خلافت واري کاتي ۾ وڌي ته اها انهن
شروع ڪرائي آهي. شاباس اٿن جو اهو هڪڙو ڪوڙ رسول تي نه
هنيائون."

نڪاح جي مسئلن ۾ قرآن خلاف حديثون. طلاق جي مسئلن ۾
قرآن خلاف حديثون. زڪوات جي مسئلن ۾ قرآن خلاف حديثون. اهو
ايڏو ته وڏو ڊيهرو آهي جو صرف مٿين قسم جي مثالن بيان ڪرڻ تي
دفتر لکجي وڃن. هونئن اهڙين ڪجهه جهلڪين لاءِ منهنجو ڪتاب
قرآن مهجور ۽ احسن الحديث پڙهي ڏسندا. آئون مدرسي مدينة العلوم
پيندي. جيڪو حيدرآباد کان اوير طرف ڇهن ستن ميلن جي فاصلي تي
آهي. اتي پڙهي آيو آهيان ته ناظم صاحب مولانا محمد عارف صاحب

عرف مرشد مون سان قصو بيان ڪيو تہ هت مدرسي ۾ هڪ هندو ماڻهو مسلمان ٿيڻ آيو. سو اسان ان کي چيو تہ مسلمان بڻائڻ تہ ڪو وڏو مسئلو ڪونهي پر اسان وٽ اهڙو سرٽيفڪيٽ جنهن جي سرڪاري حيثيت هجي سو ڪونهي. ان ڪري اسان توسان مدرسي جا بہ طالب علم گڏ ڪري ڏيون ٿا. توهان پير جهنڊي وڃو انهن کي سرڪاري اٿارٽي آهي. اهي مسلمان بڻائڻ کان پوءِ اهڙو سرٽيفڪيٽ بہ ڏيندا جيڪو توکي اويل سويل ڪم ايندو. سو هي ٽيئي همراهہ پير جهنڊي وڃڻ لاءِ روانا ٿيا تہ راهوڪي بس اسٽاپ تي پهچڻ وقت هن کي نماز جو وقت اچي ويو. جڏهن مدرسي وارا طالب نماز لاءِ مسجد ۾ ويا تہ ان هندو شخص چيو تہ آئون مسلمان ٿيڻ جو تہ پڪو پهہ ڪري آيو آهيان. جيستائين ڪلما پڙهايو ايتري تائين پلا نماز پڙهڻ ۾ ڪهڙو حرج آهي. مون کي شوق آهي ان ڪري مون کي بہ اوهان پاڻ سان گڏ نماز پڙهايو. انهن ٻن طالبن مان هڪڙو اهل حديث هئو ۽ هڪڙو حنفي. سو اهلِ حديث ان هندو مسلمان ٿيندڙ کي چيو تہ نماز ۾ هٿ ڇاتيءَ تي رکيا آهن. تون بہ ائين ڪر ۽ حنفي ساٿيءَ چيس تہ نہ اهو غلط ٿو چوي. هٿ دن تي رکي نماز پڙهبي آهي. هٿ هيٺ ڪري دن تي رک. پوءِ ايتري ڳالهہ تان حنفي ۽ اهلِ حديث پاڻ ۾ اٽڪي پيا ۽ نئون مسلمان ٿيندڙ هنن ڏي ڏسندو رهجي ويو.

مٿئين سوال تہ قرآن سمجهڻ لاءِ نبي سائين جن جي حديثن کي بيان ۽ تفسير طور ضروري قرار ڏجي تہ اهڙي صورتحال ۾ وري سوال پيدا ٿيندو تہ اهي تعبير تشريح ۽ تفسير ڪرڻ واريون حديثون ڪهڙي فرقي جون. حنفين جون يا حنبلين جون. شافعين جون يا مالڪين جون. اهل حديثن جون يا شيعن جون. پوءِ تہ ڪنهن فارسيءَ جي چوڻ واري واتگر شد پريشان خواب من از ڪثرت تعبير ها. يعني قرآن کي فرقن جي ور چاڙهڻ کان پوءِ ان مان اوهان ڪهڙو فائدو وٺي سگهيو. رب پاڪ سورت طارق جي آيت نمبر ۱۳ ۾ قرآن حڪيم لاءِ فرمايو تہ انه لقول فصل يعني انهيءَ قرآن حڪيم جا فيصلا. عبارتون. آيتون. سڀ مسئلا اهڙي تہ انداز سان سمجهايا ويا آهن جو قرآن جي ورڊنگ. گفتا. ڊسيشن انه لقول فصل. اهي ڪنفرم آهن. اهي طئہ شده آهن. انهن کي



شيعن جي نهج البلاغہ جي خطبي ۽ سنين جي حديثن واري ڪتاب بخاري جي حديثن ۾ هڪجهڙي نموني ڇاڻايل هي ڳالهہ آهي. خطبي جا الفاظ آهن تہ مثبت في الڪتاب فرضه و معلوم في السنة نسخه يعني قرآن ۾ ڪي ڳالهيون باقائدي ثابت آهن ۽ حديث سان انهن ڳالهين جو منسوخ هجڻ بہ ثابت آهي. ۽ سنين کي بخاري صاحب پنهنجي ڪتاب جي ۹۷۹ نمبر باب ۾ هن عنوان سان جيڪا ڊگهي حديث آندي آهي تہ رجم الحبلي من الزنا اذا احصنت. ان ۾ بخاري صاحب حضرت عمر جي واتان هي چورايو آهي تہ اڳي قرآن ۾ هي بہ آيتون هونديون هيون هڪڙي تہ شادي شده زاني زانياڻي لاءِ رجم جي سزا واري ۽ ٻي پنهنجن اين ڏاڏن جي ريتن رسمن کان منهن موڙڻ ڪفر آهي. سو اهي ٻئي آيتون اڳي قرآن ۾ هيون نبي سائين جن ان تي عمل ڪندي رجم جي سزا ڏياري ۽ اسان بہ ڏٺي ۽ اڳتي لاءِ توهان بہ ڏيندا رهجو. پڙهندڙ صاحبان غور فرمائين چوٽي آهي تہ ڏاڇي هٽي ڏهہ تہ توڏو هٽي ٽيرنهن. واتگر نهج البلاغہ وارن چيو تہ قرآن جي حڪمن کي حديثون منسوخ بڻائي سگهن ٿيون. اهل سنت والجماعت جي حديثن واري امام. امام بخاري صاحب حديث ذريعي هي انڪشاف فرمايو تہ قرآن مان فلاڻا فلاڻا حڪم ۽ انهن واريون آيتون گم ڪيون ويون آهن. ان ڪري اڳتي لاءِ اوهان انهن تي عمل ڪرڻ کان سستي نہ ڪجو. يعني نهج البلاغہ واري هيءَ ڳالهہ ڪئي تہ قرآن ۾ موجود حڪمن کي حديث منسوخ ڪري سگهندي ۽ سنين جي امامن چيو تہ قرآن مان ڪوئي چوري ڪري ويو آهي. يا قرآن گڏ ڪرڻ وارن کان ميڙي چونڊي مهل اهي آيتون ڪاٽي هيٺ مٿي ٿي ويون آهن وغيره. هتي سنين جي موقف ۾ بهرحال قرآن مٿان ٻہ عدد حملا آهن. هڪ چوريءَ جو ۽ ٻيو غفلت جو. اهي ٻئي فرقا قرآن حڪيم کي ثانوي حيثيت ڏين ٿا. سيڪنڊ پوزيشن ۾ رکن ٿا. تڏهن تہ شيعن سنين جو گڏيل موقف آهي تہ قرآن پنهنجي تعبير تشريح پاڻ ڪرڻ کان عاجز آهي. ان ڪري ئي تہ قرآن تي عمل ڪرڻ. حديث کان سواءِ مشڪل آهي ۽ هو دليل ڏيڻ مهل چوندا آهن تہ ڀلا قرآن ۾ نماز جون رڪعتون ۽ ٻيا تفصيل ٻڌايو تہ ڪاٿي آهن. جڏهن تہ مٿي قرآن پاڪ جو موقف سوره مائده جي حوالي سان ٻڌائي بہ چڪا آهيون تہ جيڪي

ڳالهيون اوهان کي قرآن ۾ نٿيون نظر اچن ته انهن لاءِ اهوئي جواب آهي
ته اهي خدا سائين ڏنيون ئي ناهن، يعني جيڪا شيءِ ناهي ته ائين
سمجهبو ته خدا، اها لاڳو ئي ڪانه ڪئي آهي، پوءِ جيڪڏهن اها شيءِ
حديث ۾ آهي ته ان کي حديث جي ڪوٺيو، حديث جي شيءِ قرآن جي
اڪائونٽ ۾ ڇو ٿا وجهو، هن ماجرا جو وڌيڪ تفصيل ڪتاب جي
ايندڙ بابن ۾ پڙهندا جيڪي فقهي امامن متعلق لکيا ويندا ۽ ڪجهه ته
مهاڳ ۾ به لکي آيا آهيون. (هن خطبي جو تبصرو هت ختم ڪجي ٿو.)

## خطبو-144

اين الذين زعموا انهم الراسخون في العلم دوننا كذباوبغيا علينا ان
رفعنا الله ووضعهم واعطانا وحرمهم وادخلنا واخرجهم بنا يستعطي
الهدئ ويستجلي العمي ان الائمة من قريش غرسوا في هذالبطن من
هاشم لاتصلح علئ سواهم ولاتصلح الولاة من غيرهم. (نهج البلاغ
خطبو-۱۴۴، صفحو ۴۴۸، ڇاپو حمايت اهلبيت ريلوي روڊ لاهور)

**ترجمو:** ڪاٿي آهن اهي جن کي پنهنجي باري ۾ خيال آهي ته هو
راسخون في العلم يعني علم ۾ مضبوط آهن اسان کان، اهو خيال به
ڪوڙو اٿن ۽ اسان خلاف بغاوت ٿا ڪن، ان ڪري الله اسان کي بلند
ڪيو آهي ۽ انهن کي پست ڪيو آهي ۽ اسان کي عطائون بخشيون آهن
۽ انهن کي محروم ڪيو آهي ۽ اسان کي (علم ۾) داخل ڪيو اٿس ۽
انهن کي خارج ڪيو اٿس، اسان کان ئي هدايت ڪرڻ جي خواهش
ڪري سگهجي ٿي ۽ بي بصير تي کي پري ڪرڻ لاءِ روشني طلب ڪري
سگهجي ٿي. تحقيق امام قريشن مان آهن جيڪي ان جي هڪ شاخ بني
هاشم مان ڦٽل آهن ۽ امامت جي انهن کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به
صلاحيت ۽ اهليت ناهي.

## خطبو-4

زرعوا الفجور وسقوه الغرور و حصدوا الثبور، لايقاس بآل محمد
صلي الله عليہ وآله من هذه الامة احد ولايسوي بهم من جرت نعمتهم
عليہ ابدا هم اساس الدين وعماد اليقين اليهم يفيء الغالي وبهم يلحق



التالي، ولهم خصائص حق الولاية وفهم الوصية والوراثة الآن اذرجع الحق
الي اهله و نقل الي منتقله. (نهج البلاغ، خطبو-۴، صفحو ۱۸۱، ڇاپو
حمايت اهل بيت ۱۰ ريلوي روڊ لاهور)

**ترجمو:** انهن فسق فجور جو ٻج پوکيو ۽ ان کي دوکي جي پاڻيءَ
سان سيراب ڪيو ۽ هلاڪت جي جنس حاصل ڪئي، هن امت ۾
ڪنهن جو به آل محمد سان قياس (ڀيٽ) نٿي ڪري سگهجي ۽ نه ئي
اهي ان جي برابر ٿي سگهن ٿا جن تي سدائين انهن جا احسان جاري
رهيا، اهي دين جو بنياد ۽ يقين جا ٿنڀا آهن. حد کان ٽپي وڃڻ وارو
انهن ڏي موٽي ٿو ۽ پوئتي رهجي وڃڻ وارو انهن سان ملي ڇوٽڪارو
حاصل ڪري ٿو، امامت ۽ ولايت جي حق جون خاصيتون انهن سان
ڳنڍيل آهن، انهن لاءِ حضور جي وصيت آهي ۽ اهي (نبيءَ جا) وارث
آهن، هاڻ جڏهن ته حق حقدار ڏي موٽي آيو آهي ۽ پنهنجي ماڳ ڏي
موٽيو آهي.

## خطبو-97

انظروا اهل بيت نبيكم فالزموا سمتهم واتبعوا اثرهم فلن
يخرجوكم من هدي ولن يعيد وكم في ردي فان البدو فالبدو وان نهضوا
فانهضوا ولا تسبقوهم فتضلوا ولاتتاخروا عنهم فتهلكوا. واتبعوا اثرهم.
(نهج البلاغ، خطبو-۹۷، صفحو ۳۶۵، ڇاپو حمايت اهلبيت ۱۰ ريلوي
روڊ لاهور)

**ترجمو:** ڏسو پنهنجي نبي جي اهل بيت جو لحاظ ڪندا رهجو ۽
انهن جي رستي تي ڪاربند رهجو، ان ڪري جو هو اوهان کي هرگز به
هدايت جي رستي کان ڪڏي هلاڪت ۾ نه وجهندا، پوءِ جڏهن هو
ويهي وڃن ته اوهان به ويهي وڃو ۽ ڪڏهن به انهن کان اڳتي نه وڌو نه
ته گمراه ٿي ويندؤ ۽ نه ئي انهن کان پوئتي رهجو. نه ته هلاڪ ٿي
ويندو.

نحن شجرة النبوة و محط الرسالة ومختلفة الملائكة ومعادن العلم
وينابيع الحكم ناصر نا و محبنا ينتظر الرحمة وعدونا. مبغضنا ينتظر
السطوة. ترجمو: اسان اهل بيت، نبوت جو وڻ، خدائي پيغام جو ماڳ،

ملائڪن جو مرڪز، علم جون کاڻيون، حڪمتن جا چشما آهيون،
اسان سان محبت ڪندڙ رحمت جو انتظار ڪندڙ آهي ۽ اسان سان
دشمني ۽ بغض ڪندڙ الاهي قهر ۽ غضب جو اميدوار رهي ٿو.

**خطبي-144 جو تبصرو:** هن خطبي ناهڻ وارن، حضرت علي سائين
کان پنهنجي اندروني حسد ۽ رقابتن جي ڪري جيڪا نفرت انهن کي
حضور ﷺ جي تيار ڪيل پارٽي ميمبرن سان آهي، جن بابت هنن
خانداني ۽ نسبي بنيادن تي، هترادو اختلاف ۽ جهيڙا، ڪوڙن واقعن
ذريعي جابجا لکيا آهن، نہ رڳو اهو سندن انداز، صرف هن ڪتاب نهج
البلاغہ ۾ آهي، پر اهل سنت جي حديثن جا بہ اهي ڪتاب ۽ حديثن
ناهڻ وارا امام، جيڪي هنن پنهنجي گڏيل رٿابندي سان ورهايا آهن، تہ
ڪوئي پاڻ کي حنفي سڏائي ڪوئي حنبلي سڏائي، ڪوئي مالڪي
سڏائي، تہ ڪوئي شافعي سڏائي ۽ وڏيڪ بهتر تہ حديثن جي
سبجيڪٽ وارا امام، پاڻ کي فقہ الحديث جا مستقل مجتهد ۽ غير مقلد
نموني مشهور ڪرائين تہ اهو پلو ٽيندو. هن حضرت علي سائين جهڙي
دريا دل ماڻهوءَ کي تنگ نظر، اڻ سهو ۽ خانداني تعصب پکيڙڻ وارو
ڪري پيش ڪيو آهي، اهڙين سيني هن جي لکڻين سان هنن وارو مقصد
تہ پورو ٿئي پيو، جو قيامت تائين وارا ماڻهو هنن جي ڪوڙن جي ڪري،
هاڻي قرآن جي شاهدين کي بہ شڪ جي نظرن سان ڏسن ٿا جيڪي ان
محمد الرسول جي تنظيم ۽ پارٽي ميمبرن لاءِ ڏنيون آهن، محمد
الرسول الله والذين معه اشداء علي الكفار رحماء بينهم تراهم ركعا
سجدا يبتغون فضلامن الله ورضوانا (سورت فتح ٢٩) يعني محمد ۽ ان
جا ساٿي جيڪي هر اوکي سوکي ويل هن سان هر وقت ساڻ آهن، اهي
دشمنن لاءِ تہ تمام سخت آهن پر پنهنجو پاڻ ۾ رحيم ڪريم ۽ ٻاجھ
وارا آهن ۽ سورت انفال ۾ تہ رب پاڪ اصحاب رسول جي پاڻ ۾ مثالي
قسم واري محبت ۽ ٻڌيءَ کي چئلينج جي نموني دنيا وارن کي ڏسيو
آهي تہ اهڙي دلي ڳانڍاپي واري جماعت ۽ پارٽي ڪير ناهي تہ ڏيکاري،
ايترو جو ڪير ڪٿي سموري روءِ زمين جي ڌن دولت بہ خرچ ڪري ۽
لٽائي، تڏهن بہ محمد الرسول الله جي ساٿين جهڙي پاڻ ۾ الفت، قرب،
ٻڌي واري پارٽي ڪوئي ناهي تہ سگهندو، ان لاءِ فرمايائين تہ والف بين



قلوبهم لوانفقت مافي الارض جميعا ماالفت بين قلوبهم ولاكن الله الف
بينهم انه عزيز حكيم. (انفال-٦٣) جيئن پڙهندڙ صاحبان منڍ کان
اسان جي اسلوب ۽ طريقي کي ڏسندا اچن پيا تہ هر ڪتاب ۽ مصنفن
جي ڳالهين کي خود پيغمبر ﷺ طرف منسوب ڪيل حديثن کي بہ اسان
قرآن حڪيم جي اصولن ۽ فرمانن کي ڪسوٽي قرار ڏيئي پيٽائيندا ۽
پرکيندا پيا اچون. هتي هن ١۴۴ نمبر خطبي ۾ حضرت علي سائين جن
ڏي هي جملو منسوب ڪيو آهي تہ بنا يستعطي الهدیٰ يعني هدايت جي
عطا جي طلب ۽ گهر اسان (بنو هاشم اهلبيت) کان ئي ڪئي وڃي ٿي،
هاڻي انهيءَ دعویٰ ۽ هام کي قرآن حڪيم جي فرمودن جي روشنيءَ
هيٺ سوچي سمجهي، پهريائين هدايت بابت خدائي موقف سمجهندا،
پوءِ خطبي جي نہ صرف انهيءَ جملي، بلڪ سموري خطبي کي ماقبل ۽
مابعد کي پڙهي، پوءِ هر پڙهندڙ فيصلو پاڻ ڪري، نهج البلاغہ وارا
چون ٿا تہ هدايت ڏيڻ ۽ هدايت جي عطا جي طلب اهلبيت کان ڪئي
وڃي ٿي، سورت بقره جي آيت نمبر ٢٧٢ ۾ رب پاڪ حضور ﷺ کي
فرمائي ٿو تہ ليس عليک هديهم ولاكن الله يهدي من يشاء. يعني اي
محمد تنهنجي ذميداري اها ناهي تہ تون انهن کي هدايت تي آڻي
سگهين، پر اها الله جي مرضي آهي جنهن کي اهو چاهي تہ اهو پنهنجي
چاهت ۽ مشيت واري قانون هيٺ هدايت تي آڻي، سورت قصص جي آيت
نمبر ٥٦ ۾ آهي تہ انک لاتهدي من احببت ولاكن الله يهدي من يشاء
وهواعلم بالمهتدين. يعني اي محمد تون جنهن کي پسند ڪرين تہ اهو
هدايت تي پهچي، اهو مشڪل آهي، اهو تنهنجي وس ۽ اختيار کان مٿي
آهي، پر اهو مون الله جو ڪم آهي تہ ڪنهن کي هدايت عطا ڪجي چو
تہ وهواعلم بالمهتدين. يعني الله، هدايت جي گهر ڪرڻ وارن جي اندر
جي ڇاڻ رکي ٿو، پوءِ ان ڇاڻ جي آذار تي اهو فيصلو ڪري ٿو تہ ڪير
هدايت جي عطا جو لائق آهي ڪير عطا جو لائق ناهي، هن آيت ۾ رب
پاڪ انهن اعتراض ڪندڙن يا غلط سوچ رکندڙ ماڻهن کي بہ جواب
ڏئي ڇڏيو جيڪي چوندا آهن تہ الله جا فيصلا بہ دنياوي بادشاهن جهڙا
آهن جيڪي جن کي وڻين تہ ڏوهيءَ کي معاف ڪري ڇڏين وڻين تہ بي
ڏوهيءَ کي ڦاسيءَ تي چاڙهي ڇڏين، تہ جواب ۾ رب پاڪ فرمايو بلڪ

سمجهايو بہ تہ منهنجو قانون قدرت. منهنجو مشيت ۽ چاهت وارو
قانون، دنيا جي خود غرض ۽ بيوقوف بادشاهن وارو قانون ناهي. بلڪ
وهواعلم بالمهتدين يعني منهنجو قانون علم ۽ ڄاڻ تي مبني آهي. قائم
آهي، ۽ هدايت حاصل ڪرڻ جي واٽ ۽ رستو بہ قرآن حڪيم ٻڌايو آهي
سورت اعراف جي آيت نمبر ۱۵۸ جي آخر ۾ فرمايائين تہ واتبعوه
لعلكم تهتدون. يعني انهي رسول جي تابعداري ڪيو تہ اها تابعداري
اوهان کي هدايت تائين پهچائيندي ۽ سورت نور جي آيت نمبر ۵۴ ۾
رب سائين فرمايو تہ وان تطيعوه تهتدوا وماعلي الرسول الا البلاغ المبين.
يعني جيڪڏهن اوهان رسول جي اطاعت ڪندو تہ هدايت وارا ٿيندو،
باقي رسول جي ذميواري صرف بلاغ المبين هدايت واري پڌري واٽ ۽
رستي جي ڳالهہ پهچائڻ آهي، نصيحت پهچائڻ آهي، ۽ بس. اڳتي سورت
زمر جي آيت نمبر ۲۳ ۾ رب پاڪ قرآن پاڪ جي تعريف ڪندي
فرمايو تہ الله نزل احسن الحديث كتابا يعني رب پاڪ پنهنجي ڪتاب
قرآن کي سهڻين حديثن وارو ڪتاب ڪري نازل ڪيو آهي، پوءِ انهي
ساڳي آيت ۾ اڳتي فرمايائين تہ ذالک هدي الله يهدي به من يشاء يعني
اهو قرآن الله جي هدايت آهي، انهيءَ قرآن سان ئي هدايت ملندي آهي،
ان ماڻهوءَ کي جيڪو خدا جي مشيت واري قانون تي پورو لهندو.

هدايت خداوندي مٿان هڪ هٿي لڳائڻ وارن کي قرآن پاڪ ٻڌائڻ
ٿو گهري تہ والذين جاهد وا فينا لنهد ينهم سبلنا. (سورت عنڪبوت
آيت آخري) يعني جيڪي ماڻهو اسان جي راهن تي هلڻ جي جدوجهد
ڪندا تہ اسان ضرور انهن کي پنهنجي پنڌن ۽ پيچرن تي هلائينداسون.
غور ڪيو وڃي تہ هن آيت ۾ رب پاڪ هدايت وارو بنجڻ لاءِ، هر
ڪوشش ڪرڻ واري کي يقين ڏياريو آهي پوءِ ڪوشش ڪرڻ وارو
ڪير بہ هجي. وري سورت مائدة جي آيت ۱۵-۱۶ ۾ فرمايو تہ قد جاء
كم من الله نور و كتاب مبين. يهدي به الله من اتبع رضوانه سبل
السلام. يعني الله جي پاران اوهان ڏي روشن ڪتاب اچي چڪو آهي،
انهي روشن ڪتاب ذريعي رب پاڪ انهن ماڻهن کي هدايت عطا ڪندو
جيڪي تابعداري ڪندا ان جي رضامندي جي. جنهن ۾ سلامتي وارا
رستا آهن، هاڻ هن آيت ۾ قيامت تائين ماڻهن لاءِ الله سائين مسئلو حل



ڪري ڇڏيو تہ منهنجي رسول کان پوءِ ان ڏي موڪليل ڪتاب هدايت
لاءِ اوهان وٽ موجود رهندو، هدايت جي طلب مهل ڪابہ ڳڻتي نہ
ڪجو تہ الائي ڪٿان ملندي، سورت بقره جي آيت نمبر ۱۵۹ ۾ فرمان
آهي تہ ان الذين يكتمون ما انزلنامن البينات والهدي من بعد مابيناه
للناس في الكتاب اولائک يلعنهم الله ويلعنهم اللاعنون. يعني تحقيق
اهي ماڻهو جيڪي اسان جي نازل ڪيل پڌرين آيتن کي ۽ هدايت کي،
ماڻهن کي کولي سمجهائڻ کان پوءِ بہ لڪائيندا رهندا تہ انهن تي الله
جي لعنت وسندي رهندي ۽ هونئن جن کي بہ ان هدايت مان فائدو ملي
ها، هاڻ هنن جي سازش ڪري انهن رهجي وڃڻ وارن سڀن جون لعنتون
بہ هنن قرآن واري هدايت کي لڪائڻ وارن تي وسندي رهندي.

هونئن تہ پوري قرآن ۾ هدايت بابت سوين آيتون آهن سڀن جو
هت ذڪر ڪرڻ بدران سنو آهي تہ قرآني الفاظن ڳولڻ جو ڪئٽلاگ
جيڪو پهريائين تہ شايد فرانس جي ڪنهن عيسائي جو لکيل آهي، ۽
هاڻي اهو هڪ عرب محمد فواد عبدالباقيءَ بہ ترتيب ڏنو آهي جيڪو
مصر ۽ ايران وارن بہ ڇپرايو آهي. سڀ ڪو خريد ڪري ۽ قرآن جي هر
لفظ لاءِ تصريف آيات جي قانون جي روشني ۾ گهرن ۾ رکيل معنيٰ واري
قرآن تي پاڻ پڙهي، اهو مشورو ان لاءِ آهي تہ سڀ ڪنهن کي مون
وانگر قرآن تہ ياد ڪونہ هوندو باقي حافظن لاءِ هي مشورو ناهي ۽ ٻيو
عرض تہ تمام سنو ٿيندو تہ هر ماڻهو پنهنجي ذاتي لائبرري ۾ عربي
ٻولي جا الفاظ ۽ معنائون سمجهڻ لاءِ هڪ ڊڪشنري بہ رکي تہ سنو
ٿيندو، مٿي قرآني الفاظن جي ڪئٽلاگ جي شروعات لاءِ ڪنهن عيسائي
جي ڪتاب جي ڳالهہ تي ڪوئي ڪاوڙ نہ ڪري اها الله جي مرضي آهي
تہ پنهنجي ڪتاب کي عام ڪرڻ لاءِ اهو جنهن کان وٽيس پنهنجو ڪم
وٺي، هونئن هت پاڪستان جي مذهبي ۽ عربي مدرسن ۾ عربي ٻولي جا
الفاظ سمجهڻ لاءِ ٻين ڊڪشنرين جي پيٽ ۾ هڪ عيسائي جي لکيل
المنجد نالي ڊڪشنري عام جام ۽ وڏي تعداد ۾ رائج آهي. اڳتي هن
خطبي ۾ ان الائمة من قريش غرسوا في هذالبطن من هاشم لکيل آهي
يعني تہ تحقيق امامت ۽ قيادت لاءِ سدائين جيڪي بہ ماڻهو مقرر ڪيا
ويندا اهي قريشن مان هجڻ جي جيڪا ڳالهہ آهي، سو اها تقرري بہ

قريشن جي برانچ بنو هاشم وارن لاءِ خاص آهي. پڙهندڙن کي شايد
معلوم هوندو ته الائمة من قريش يعني حڪمران سدائين قريش مان ئي
چونڊيا ويندا. اها اهل سنت جي حديثن وارن ڪتابن ۾ به حديث جي
طور تي قول رسول جي درجي تي پهچايل حديث ۽ قانون آهي. جيڪو
اصل جي لحاظ سان ۽ حقيقت جي لحاظ سان. رسول سائين جو به قول يا
حديث ناهي. اهو به رسول سائين مٿان بهتان آهي ته اهي اهو فرمائي ويا
آهن ته اڳواڻي سدائين قريشن کي ڏجو. جو ته اسان جو بلڪ سين
مسلمانن جو ايمان آهي ته رسول سائين قرآن حڪيم جي اصولن ۽
قانون خلاف. قرآن جي رد ۽ ضد ۾ ڪا به ڳالهه نه ڪندا. ته رب پاڪ
جيڪو حضرت ابراهيم عليه السلام کي فرمايو ته اني جا علڪ للناس
اماما يعني آئون توکي ذات انسان جو اڳواڻ بنايان ٿو ته حضرت
ابراهيم عليه السلام عرض ڪيو ته ومن ذريتي يعني منهنجي اولاد تي
به اها مهرباني ٿئي ته رب پاڪ فرمايو ته لاينال عهدي الظالمين. يعني
عهدي لاءِ ميرٽ شرط آهي جيڪا هي آهي. ته ظالمين کي هي عهدو نه
ملندو. پوءِ ڪٿي اهو تنهنجو پٽ چونه هجي. ته هن خدائي قانون ۽ قرآن
واري قانون خلاف حضور سائين ته آخر رسول آهن نبي آهن. اهي ۽
حضرت علي سائين به. خلاف قرآن اها ڳالهه ٿا ڪري سگهن. خطبي
گهڙڻ وارن. عبارت ۾ ته اهڙو هنر رکيو آهي جو جڻ حضرت علي سائين
سنين واري گهڙيل حديث کي قبول ڪري. درست قرار ڏيئي. پوءِ رڳي
ان ۾ هڪ ترميم سمجهائڻ گهري آهي. ته جيڪو قانون الائمة من
قريش يعني قيادت لاءِ قريشن مان ئي ماڻهو ڪنيا ويندا. آهي. سو اهو
حڪم عام قريش لاءِ نه سمجهجو. اهو صرف قريش جي برانچ بنو
هاشم لاءِ آهي. اڳتي خطبي ٺاهڻ وارا حضرت علي سائين جن کان وري
انهي قانون ۽ فيصلي جو. دليل به غير قرآني ۽ مخالف قانون قرآن. پيش
ڪرائين ٿا. جنهن جي عبارت هي آهي ته ولاتصلح الولاة من غيرهم.
يعني بنو هاشم کان سواءِ ولايت جي ميرٽ ۽ صلاحيت ٻئي ڪنهن ۾
ڪانهي.

اسان جي هاڻي ذميداري بنجي ٿي ته حضرت علي سائين جهڙي علم
جي عبقري صفت شخصيت طرف قدس سره واري لڏي جي گهڙيل غلط



۽ ڪوڙي قانون جي نسبت جي صفائي. قرآن حڪيم جي روشنيءَ ۾
پيش ڪيون ۽ حضرت علي سائين کي هن نسل پرستي جي پرچار ڪن
جي خول مان ڪڍي قرآن جي بين الاقوامي ۽ بين الانساني ڪائناتي
ميدان جو روشن ستارو جيئن ته آهي به. ان کي پيش ڪري ڏيکاريون.
جو ته هن نهج البلاغ جوڙڻ وارن. حضرت علي سائين جو غلط تعارف
ڪرائي جڻ ته ڪاري هيٺان سج کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.
نهج البلاغ وارا لکن ٿا ته لاتصلح الولاة من غير هم يعني بنو هاشم جي
ماڻهن کان سواءِ ولايت جي والي بنجڻ جي صلاحيت ٻئي ڪنهن ۾ به
ڪانهي ۽ ڪوبه هن جهڙو مصلح ۽ اصلاح ڪندڙ آهي ئي ڪونه.
بهرحال اسان کي ته وري به انهيءَ لاءِ قرآن کان پڇڻو پوندو ته پهريائين
اصلاح. صلاحيت ۽ سڌاري جي دائري ۾ قرآن حڪيم ڪنهن کي اچڻ
جي پرمٽ ڏئي ٿو. قرآن سورت عنڪبوت جي آيت نمبر ٩ ۾ فرمائي
ٿو ته والذين آمنوا و عملوا الصالحات لند خلنهم في الصالحين. يعني
جيڪي ماڻهو ايمان آڻيندا ۽ اصلاح وارا عمل ڪندا (سڌارڪ هوندا)
ته ضرور ضرور اسان انهن کي صلاحيت وارن ۾. باصلاحيت ماڻهن ۾
شامل ڪنداسين. جن لاءِ ٻئي هنڌ سورت انبياء جي آيت نمبر ١٠٥ ۾
رب سائينءَ فرمايو آهي ته ان الارض يرثها عبادي الصالحين. يعني زمين
تي. ڌرتي تي قبضو ۽ اقتدار جي وراثت انهن کي ملندي جيڪي صالح
هوندا. سڌارڪ هوندا. ته پڙهندڙ ڀائر. قرآن حڪيم جي هن رهنمائيءَ
مان سمجهي چڪين ته هدايت. صلاحيت. ولايت. قرآن حڪيم جي ڏس
مطابق جو وهي سو لهي. يعني هي ميرٽ جون شيون آهن. هي شيون
ڪنهن کي ڪنهن جي پيٽ مان ڄمڻ جي ڪري ڪونه ملنديون آهن.
جيئن مٿي خطبي ۾ قدس سره وارن اها غير اصولي ڳالهه پاڻ لکي.
حضرت علي سائين جي ڪاتي ۾ هي غير قرآني فلسفو وجهي ڇڏيو اٿن.
نهج البلاغ وارن لکيو آهي ته لاتصلح الولاة من غيرهم يعني هنن آل
رسول. يا اهل بيت يا بنو هاشم کان سواءِ والي بنجڻ جي صلاحيت ٻئي
ڪنهن ۾ به ڪانهي ولايت جو صاحب ۽ ولايت جو حقدار انهن کان
سواءِ ڪوئي نٿو ٿي سگهي. اچو ته قرآن حڪيم کان پڇون ته ان جي
نظر ۾ ولي. يعني الله جي طرفان ولايت جي پاس. ۽ اولياء الله جي

نشاني ڪهڙي آهي ته سورت جمعه جي آيت ڇهه ۾ فرمان آهي ته قل يا
ايها الذين هادوا ان زعمتم انكم اولياء لله من دون الناس فتمنوا الموت ان
كنتم صادقين. هن آيت ۾ رب پاڪ ولي بنجڻ لاءِ به قسم جون
ڳالهيون فرمايون آهن هڪ ته ولايت تي قبضو ڪرڻ وارن کان پڇيو
ويو آهي ته من دون الناس يعني ٻين عام ماڻهن لاءِ ولايت جو حق ڇو
ڪونه ٿا تسليم ڪيو، رڳو پنهنجي لاءِ خاص ڇو ٿا ڪيو، ٻيو جي
توهان پنهنجي دعويٰ ۾ سچا آهيو ته انكم اولياء الله اوهان ئي اولياء
آهيو ته پلا سر ڏيڻ ۽ مرڻ جي ته تمنا ڪري ڏيکاريو. هونئن اسان
جو ته ايمان آهي ته حضرت علي سائين پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي اهل بيت
لاءِ هر وقت الله جي راهه ۾ سر ڏيڻ لاءِ موت کي به منهن ڏيڻ وارا
آهن، انهن لاءِ موت ته ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي. انهن وٽ موت اهڙي پل
آهي جنهن کي پار ڪرڻ سان پريان يار سان ملڻو آهي، محبوب سان
ملڻو آهي، الله سان ملڻو آهي ۽ انهن وٽ الله سان ملڻ کان وڌيڪ پياري
ٻي ڪا به شيءِ ڪانهي، پر اهو ته اسان جو ۽ عام مسلمانن جو نظريو
آهي، پر نهج البلاغ وارن کي ڏسجي ته اهي اها ڳالهه قبول ڪن ٿا،
انهن پنهنجي ڪتاب ۾ خطبي نمبر ۲۰۶ اندر حضرت امام حسن کي
جنگ صفين ۾ تکڙ ڪندو ڏسي حضرت علي سائين ڏي هي جملا
منسوب ڪيا آهن. املكواعني هذاالغلام لايهدني فانني انفس بهذين
(يعني الحسن والحسين عليها السلام) علي الموت لئلاينقطع بهمانسل
رسول الله ﷺ. هتي جنگ ۾ حضرت علي سائين کي پنهنجي پٽن جي موت
تي، مري وڃڻ تي لڪن ٿا ته علي سائين فرمايو ته هنن کي روڪيو، هنن
جو موت مون کي ٻي حال ڪري ڇڏيندو، آئون هنن ٻنهي کي موت جي
منهن ۾ ڏيڻ کان روڪيان ٿو، ان ڪري ته هنن جي موت سان رسول
الله جو نسل نه ڪٽجي وڃي. غورفرمايو خطبي ٺاهڻ وارن حضرت علي
سائين کي پٽن جي موت تي ڏاڍو پريشان ڏيکاريو آهي، اهڙو جو ماڻهن
کي منٿون ٻيو ڪري ته هنن کي جهليو، هي مري ويا ته آئون ٻي حال ٿي
ويندس. جڏهن ته مٿي سورت جمعه جي بيان ڪيل آيت نمبر ۴ ۾ هي
ڳالهه صاف ٿي وئي آهي ته ولايت ڏٺي ماڻهن کي، موت کان ڪوئي
خوف نه هوندو آهي، خوف ته ڇا پر هو موت جي تمنا ڪندا آهن.



موت جي خواهش رکندڙ هوندا آهن. هو ته موت کي ڳوليندا وتندا آهن.
جو ته ان سان انهن کي اوپراهٽ ڪانه ٿيندي آهي. موت ته پرينءَ پر
يار ملائيندو ۽ جن ماڻهن جي زندگي، چمار الله جي ڊيوٽيءَ ۾ گذري
هوندي آهي انهن کي الله سان ملڻ ۾ وحشت بدران چاهت ٿيندي آهي.
۱۹۶۴ع ۾ غالبا، حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ بلوچستان جي مير نوروز
خان جي پٽن کي ون يونٽ خلاف تحريڪ هلائڻ ڪري پاڪستان
سرڪار ڦاهيءَ تي چاڙهيو هو. ان وقت نوروز خان پاڻ سکر جيل ۾ قيد
هو، سو پاڪستان سرڪار نوروز خان تي وڏو احسان هي ڪيو هو جو
ڪيس ڦاسي ڏيڻ کان اڳي، سندس پٽن جا لاش حيدرآباد کان
بلوچستان نيندي رستي ۾ سکر جيل تي مير صاحب کي انهن جو منهن
ڏيکارڻ لاءِ اندر ڪٽي ويا. ان موقعي تي مدرسه نيڙهي ۾ مون سان گڏ
پڙهندڙ بلوچستان جا بلوچ ۽ بروهي دوست نيڙهي کان سکر سينٽرل
جيل تي ويا هئا. انهن ٻڌايو ته اسان کي مير نوروز خان چيو ته
پاڪستان سرڪار منهنجي ڪيترن پٽن کي ڦاسي تي چاڙهي ڪيترن کي
چاڙهيندي، اوهان به منهنجا پٽ آهيو. سڄي بلوچستان جا نوجوان
منهنجا ٻچا آهن. اسان سڀ پنهنجي حقن لاءِ جان جا نذرانا ڏيڻ ۾ فخر
ڪيون ٿا. دوستن ٻڌايو ته اسان لاش ڏسي روئڻ پيا. مير صاحب
شينهن وانگر گجگوڙ ڪري رهيو هو ۽ اسان کي تسليون ڏئي رهيو هو.
افسوس جو نهج البلاغ نالي سان حضرت علي سائين جي نالي خطبا ۽
تقريرون منسوب ڪرڻ وارن سندس مشهور لقب شير خدا جو به ڀرم
نه رکيو جو ان کي حسن ۽ حسين جي جنگ ۾ شريڪ ٿيڻ تي پريشان
پيا ڏيکارين.

## خطبو-206

في بعض ايام صفين وقدراي الحسن ابنه عليه السلام يتسرع الي
الحرب املكواعني هذا الغلام لايهدني فانني انفس بهذين (يعني الحسن
والحسين عليها السلام) علي الموت لئلا ينقطع بهما نسل رسول الله ﷺ.
(نهج البلاغ صفحو ۶۱۲، خطبو-۲۰۶)

**ترجمو:** جنگ صفين جي موقعي تي حضرت علي سائين جن پنهنجي

فرزند حسن عليہ السلا کي تيزي سان جنگ طرف وڌندي ڏٺو تہ فرمايائون تہ منهنجي طرفان هن جوان کي روڪيو. ائين نہ ٿئي جو هن جو موت مون کي بي حال ڪري ڇڏي. آئون هنن ٻنهي (حسن حسين عليها السلام) کي موت جي منهن ۾ ڏيڻ کان روڪيان ٿو ان ڪري تہ هنن جي موت سان رسول الله جو نسل نہ ڪٽجي وڃي. (ترجمو ختم)

تبصرو: هن خطبي ناهيندڙن حضرت علي سائين جي شان ۽ مرتبي کي ٻن اڍائي سٽن جي مختصر ٽڪري ۾ ٻن قسمن سان، ٻن طرحن سان گهٽايو آهي. هڪ تہ حق ۽ ناحق جي جنگ ۾ باطل خلاف وڙهڻ ۽ سر ڏيڻ لاءِ علي سائين جهڙو ماڻهو پراوا پٽ ڪهائڻ تہ چاهي ٿو پر پنهنجي پٽن لاءِ ان ڏي هي جملو گهڙي منسوب ڪيو اٿن تہ ”هنن جو موت مون کي بي حال ڪري ڇڏيندو“ هي جملو تہ حضرت علي تہ وڏو ماڻهو آهي پر ڪوبہ هلڪو ڦلڪو حق پرست بہ ائين ڪونہ چوندو، بلڪ اهو فخر سان چوندو تہ اهڙي قرباني ڏيڻ اسان لاءِ فخر جهڙي ڳالهہ آهي. ليڊر، ڪمانڊر ۽ اڳواڻ جي منهن تي اها ڳالهہ ئي نٿي پوي جو هو ميدانِ جنگ ۾ وڙهڻ مهل پنهنجي اولاد لاءِ لشڪر وارن کي چوي تہ ”هن کي روڪيو هنن جو موت مون کي بي حال ڪري ڇڏيندو.“ ١٩٧٣ع ۾ ايم. آر. ڊي جي هلچل ۾ شهيد ٿيل سنڌ جي ماڻهن جي ڳوٺن ۾ وڃي ڪري انهن سان عذرخواهيون ڪرڻ لاءِ وفد جي شڪل ۾ دورو ڪيو هئوسون. وفد جو اڳواڻ سيد غلام مصطفيٰ شاهہ مرحوم هو. وفد ۾ سيد قمر الزمان شاهہ ۽ ان جو فرزند نويد قمر، مخدوم رفيق الزمان، محمد ابراهيم جويو، سيد عالم شاهہ، سيد احسن الهاشمي، قمرالزمان راڄپر ۽ ٻيا بہ ڪافي اڳواڻ شريڪ هئا. سيد عالم شاهہ ۽ منهنجي هيءَ ڊيوٽي هئي تہ شهيدن بابت معلومات لکت ۾ تيار ڪيون. سو سڪرنڊ تعلقي ۾ شهيد پنهل خان چانڊئي جي ڳوٺ بہ فاتحہ لاءِ وياسون. انهيءَ ڳوٺ ۾ اسان جي رهنمائي لاءِ سائين امداد محمد شاهہ صاحب جن بہ گڏ هئا. اتي هڪ نوجوان شهيد جي ٻيءَ کي جيڪو پنهنجي گاهہ پٽي لاءِ ٻنيءَ تي ويل هو، دعا لاءِ گهرايو ويو. ان سان جڏهن سنڌس پٽ جي شهادت تي تعزيت ڪئي سون تہ ان جواب ۾ چيو تہ منهنجو پٽ پنهنجي قوم تي آيل ڏکي مهل ۾ ڪم



آيو آهي. مون کي فخر آهي تہ اسان پنهنجي قوم کي مهل ۾ ڪم آيا آهيون. مهلون مڙسن تي اينديون آهن. جن کي منهن ڏيو آهي. منهنجو پٽ اهڙي مهل ۾ ڪم آيو آهي سو اها وڏي خوشيءَ جي ڳالهہ آهي. آئون ان جواب کي اڄ تائين ياد ڪري ان هاري، پورهيت جي جذبي کي ساراهيندو آهيان. باقي حضرت علي عليه السلام جا جبدار سڏائڻ وارا متئين قسم جا جملا ان ڏي منسوب ڪري ان جي ڪابہ ساراهہ جوڳي ڳالهہ ڪونہ ٿا ڪن، اهڙن ماڻهن کي تہ علي سائين سان محبت ڪانهي، اهي صرف بغض معاويہ خاطر سڀ ڪجهہ ڪري رهيا آهن.

هن خطبي ۾ ٻيو جملو جيڪو حضرت علي سائين جن ڏي منسوب ڪيو ويو آهي، ان ۾ بہ ٻن طرحن سان حضرت جن جي توهين ٿئي ٿي. هڪ تہ ڪافرن مشرڪن جڏهن حضور ﷺ جن تي ٽوڪ ڪئي هئي تہ هن کي پٽيلو اولاد ڪونهي، هن جو ڪو نسل نہ وڌي سگهندو، جو رسول جو خاندان ۽ پيڙهي ۽ سندس نالو روشن ڪري سگهي، تہ رب پاڪ انهن جي رد ۾ جواب ۾ سورت ڪوثر نازل فرمائي، جنهن ۾ جواب ڏنو ويو تہ انا اعطيناڪ الڪوثر يعني اي پيغمبر تون دلگير نہ ٿي اسان توکي قرآن جهڙو ڪتاب ڏئي ڇڏيو آهي. پوءِ ان جي رهنمائيءَ ۾ پنهنجي پالڻهار جي ربوبيت واري شان لاءِ هلچل مچائي ڏي ۽ ان لاءِ هر قسم جي قرباني بہ ڏي (پوءِ سدائين تنهنجو شان شوڪت ڳايو ويندو) ۽ ان شانئڪ هوالابتر يعني جيڪي توکي چون ٿا تہ تنهنجو نسل ڪٽجي ويندو توکي پٽيلو اولاد ڪونهي، توکي زماني ۾ ياد بہ نہ ڪيو ويندو، تہ اي رسول يقين سمجهہ تہ تنهنجي دشمن جو ڪوبہ نالو وٺڻ وارو ڪونہ هوندو. تنهنجي دشمن جو سلسلو ڪٽجي ويندو ۽ تنهنجي نالي وٺڻ وارا، تنهنجا پارٽي ورڪر، تنهنجا فڪري ۽ نظرياتي وارث، تنهنجا تابعدار، سرويچ، تنهنجي پروگرام کي سدائين پيا سنڀاليندا. سو جيڪڏهن خطبي ۾ حضرت علي سائين ڏي منسوب ڪيل اهو جملو درست قبول ڪبو تہ مٿن هي الزام اچي ويندو تہ نسل ڪٽيل هجڻ واري الزام جو جيڪو جواب سورت ڪوثر ۾ رب پاڪ ڏنو آهي. اهو جواب حضرت علي سائين درست نٿو تسليم ڪري ۽ قبول نٿو ڪري، سو جيڪڏهن خطبي ۾ نسل بچائڻ واري ڳالهہ. حضرت علي

جي ڳالھ طور مڃي ويندي تہ حضرت علي سائين تي قرآن سان اختلاف
ڪرڻ جو الزام ايندو. جيڪا سندن توهين آهي ۽ اڻ ٿيڻي ڳالھ آهي تہ
علي ۽ قرآن جدا هجن. ۽ ٻيو نمبر توهين هي بہ آهي تہ علي صرف نسلي
وارثن کي تسليم ڪري ٿو. فڪري ۽ نظرياتي وارثن کي اهميت نٿو
ڏئي. جڏهن تہ رب پاڪ ڄاڻي ٻجهي حضور سائين جن کي پٽيلو اولاد
نہ ڏنو. جنهن جي هڪڙي حڪمت هي بہ آهي تہ ماڻهو فڪري ۽
نظرياتي وارثن کي اهم سمجهن. نہ رڳو ايترو پر رب پاڪ قرآن ۾ بہ
اعلان ڪري ڇڏيو تہ محمد توهان مان ڪنهن بہ نر جو، ڪنهن بہ
مرد جو پيءُ ڪونهي ڪو. پڙهي ڏسندا ماڪان محمد ابا احد من
رجالکم ولاکن الرسول الله و خاتم النبيين (سورت احزاب آيت ۴۰) ۽
خود اهو اعلان ئي هيءُ ڳالھ ثابت ڪري ٿو تہ مڪي وارا صرف پٽن
جي ذريعي نسل وڌڻ جا مڃيندڙ هئا ۽ ڌيئرن جي پيءُ کي بہ نسل
ڪٽيل تصور ڪندا هئا. ان ڪري تہ انهن نبي سائين جن کي ڌيئرن
هوندي بہ هي طعنو ڏنو تہ هن کي پٽ ڪونهن. ان ڪري رسول جو
نسل ئي ڪونہ وڌندو، سو ڄاڻڻ گهرجي تہ علي سائين بہ مڪي جا
رهواسي آهن ۽ علم ۾ بہ پنهنجو مثال پاڻ ئي آهن. سو اهي ڪيئن اهڙي
ڳالھ ڪندا جيڪا عرف جي خلاف هجي. حسن ۽ حسين بابت حضرت
علي سائين هيئن تہ چئي پئي سگهيا تہ انهن جي موت سان مون عليءَ
جو نسل ڪٽجي ويندو، باقي رسول ﷺ جن حضرت حسنين جا نانا لڳن
پيا ۽ نسل بابت ماڻهن جو عرفي قانون ڏاڏنگ سان تعلق رکي ٿو.
جيڪڏهن ٿورو بہ ڪٿي غور ڪجي تہ علي جي اولاد کي آل علي سڏڻ
بدران آل رسول ڪوٺڻ، اها خود حضرت علي عليہ السلام سان زيادتي
آهي، علي هڪ مستقل شخصيت آهي، ان جي اولاد کي عرف جي خلاف
ڪنهن ٻئي جي آل سڏڻ، اهو حضرت علي سائين جي استقلال جو
استحصال بہ آهي تہ انڪار بہ آهي، ۽ غير معروف رسم پڻ آهي جو
ڪنهن کي ڏاڏنگ بدران نانگ جو سڏجي. خطبي ۾ اهڙي ڳالھ لکڻ
وارا حضرت علي جي شخصيت جي هر پهلوءَ سان گهٽتائي ٿا ڪن.

## خطبو-174

### علي المرتضي ۽ علم غيب

والله لوشئت ان اخبرکل رجل منکم بمخرجه وموِلجه وجميع شانه



لفعلت ولاکن اخاف ان تکفروا في برسول الله ﷺ الاواني مفضيه الي
الخاصہ ممن يؤمن ذالک منه والذي بعثه بالحق واصطفاه علي الخلق
ماانطق الاصدقا ولقد عهد الي بذالک کله وبمهلک من يهلک ومنجي
من ينجو ومآل هذا الامر ومابقي شيئا يمر علي راسي الا افرضه في اذني
وافضي به الي. (نهج البلاغہ، خطبو-۱۷۴، صفحو ۵۱۷)

**نوٽ:** هيءُ خطبو نامڪمل نقل ڪيو آهي، يعني صرف ضرورت
وارو ٽڪرو جنهن جو مقصد تبصري مان سمجھ ۾ اچي ويندو.

**ترجمو:** قسم خدا جو جيڪڏهن مان چاهيان تہ توهان مان هرهڪ
شخص کي ٻڌائي سگهان ٿو تہ هو ڪٿان آيو آهي ۽ ڪاڏي ويندو ۽ ان
جا سڀ احوال ڇا آهن. پر ڊڃان ٿو تہ ڪٿي توهان مون ۾ ئي فنا ٿي
وڃو (يعني دنيا ۾ ڪا هستي آهي تہ صرف علي ئي آهي) ۽ رسول خدا
ﷺ جا منڪر ٿي وڃو. پر پوءِ بہ سمجهي ڇڏيو تہ آئون اهي (راز يا
خبرون) ڪن خاص هستين تائين ضرور پهچائيندس جيڪي ڀروسي ۽
اعتماد جوڳا هوندا، ۽ قسم آهي انهيءَ ذات جو جنهن رسول سائينءَ کي
حق وارو ڪري موڪليو هو ۽ ساري مخلوق مان ان کي چونڊيو هئائين
تہ جيڪي بہ ان ڳالهايو هو. اهو سچ ئي هئو ۽ مون سان سڀ ڳالهين
جو عهد ڪيو هو ۽ هلاڪ ٿيڻ وارن جا تفصيل ۽ ڇوٽڪاري حاصل
ڪرڻ وارن جي ڇوٽڪاري ۽ هن (خلافت جي) معاملي جي انجام بابت
بہ سڀ ڪجھ ٻڌائي ويا آهن، ۽ جا بہ مصيبت مون مٿان گذري پئي اها
مون کي ڪنين ٻڌائي ويا آهن ۽ مون کي پهچائڻ ڪان ڪابہ ڳالھ رهائي
ڪانہ اٿن. (ترجمو ختم)

**تبصرو:** ڪتاب نهج البلاغہ ترتيب ڏيڻ واري هن خطبي جو عنوان
لکيو آهي علي المرتضي ۽ علم غيب، ملائڪي ماحول ۾ غيب داني جي
مسئلي تي وڏا بحث ۽ وڏيون پٽاڙون ٿينديون رهن پيون. جن سين جي
هت صفائي وقت جو زبان سمجهان ٿو، آئون پنهنجي طئہ ڪيل طريقي
تي هت هي عرض ڪندس تہ غيب لاءِ قرآن حڪيم ڇا ٿو رهنمائي
ڪري، سورت نمل جي آيت نمبر ۶۵ ۾ فرمان آهي تہ قل لايعلم من
في السماوات والارض الغيب الا الله ومايشعرون ايان يبعثون. يعني اي
پيغمبر تون اعلان ڪري ڇڏ تہ آسمانن ۽ زمين ۾ الله کان سواءِ ڪوبہ

غيب ۽ ڳجهه ڪونہ ٿو ڄاڻي (ماڻهو جن شخصيتن لاءِ غيب ڄاڻڻ جي دعوي ڪن ٿا) اهي تہ ايترو بہ ڪونہ ٿا ڄاڻن تہ انهن کي قبرن مان ڪڏهن اٿاريو ويندو. پڙهندڙ صاحبو! غور فرمايو تہ قرآن حڪيم علم غيب بابت ڇا ٿو فرمائي ۽ نهج البلاغہ جا خطبا گهڙڻ وارا حضرت علي ڪرم الله وجهہ جي ڪاتي ۾ قرآن حڪيم خلاف ڪهڙيون تہ دعوائون ٿا لکن. منهنجو يقين آهي ۽ پڪو عقيدو آهي تہ حضرت علي سائين قرآن حڪيم جي خلاف ڪابہ ڳالهہ نہ ڪندو، ۽ متان ڪي ماڻهو سوال ڪن تہ خطبي ۾ تہ علي سائين فرمايو آهي تہ اهو علم غيب مون کي رسول سائين سيکاريو آهي، سو انهي حقيقت لاءِ بہ قرآن حڪيم کان پڇڻ گهرجي تہ ڇا واقعي نبي سائين جن علم غيب جو ڄاڻندا هئا ڇا؟ تہ ان لاءِ پڙهي ڏسندا سورت اعراف آيت نمبر ١٨٨ فرمان آهي تہ قل لا املڪ لنفسي نفعاولا ضرا الاماشاء الله ولوڪنت اعلم الغيب لاستڪثرت من الخير ومامسني السوء ان انا الانذير و بشير لقوم يومنون. يعني اي پيغمبرﷺ تون ٻڌائي ڇڏ تہ آئون غيب جو علم ڄاڻڻ تہ ڇا پر پنهنجي جان جي نفعي نقصان بابت بہ ڪائي قدرت نٿو رکان، مون لاءِ جوبہ ڪجهہ ٿئي پيو اهو الله جي مشيت واري قانون ذريعي ٿي رهيو آهي، جيڪڏهن آئون غيب جي علم جي ڄاڻ رکندڙ هجان ها تہ پنهنجي لاءِ ڀلاين وارين شين جا ڍڳ ڪري ڇڏيان ها ۽ توکي ڪابہ تڪليف ويجهو ئي اچي نہ سگهي ها، آئون تہ صرف ڊيڄارڻ ۽ خوشخبري ڏيڻ لاءِ آيو آهيان، اهڙي قوم کي جنهن کي الله جي قانونن تي ويساهہ آهي.

پڙهندڙ صاحبو! قرآن جي مٿي بيان ڪيل ٻن آيتن تي غور ڪيو ۽ حضرت علي سائين ڏي نسبت ڪيل.نهج البلاغہ واري خطبي جي الفاظن تي بہ غور ڪيو، ۽ قرآن حڪيم جي آيتن ۽ خطبي جي الفاظن جي ڀاڻ ۾ پيتا ڪيو تہ معلوم ٿي ويندو خطبي گهڙيندڙن حضرت علي سائين جن کي ڪيترو تہ قرآن کان پري ڪري ڏيکاريو آهي، ائين ٿي نٿو سگهي تہ قرآن هڪڙي ڳالهہ ڪري ۽ علي سائين ان جي ابتڙ ٻي ڳالهہ ڪري، ۽ خطبي ۾ تہ هي بہ ڪوڙ گهڙي حضرت علي سائين ڏي منسوب ڪيو ويو آهي تہ اهي غيب جون ڳالهيون ڪيس حضور سائين جن ٻڌائي ويا آهن، جڏهن تہ توهان ڏٺو تہ سورت اعراف ۾ حضور سائين کان بيان ڏياريو



ويو آهي تہ جي غيب جو علم ڄاڻن ها تہ ڪين ڪابہ تڪليف نہ پهچي ها ۽ غيب داني جي زور تي سڀ چڱايون ڀلايون پنهنجي لاءِ ميڙي ڍير ڪن ها ۽ نهج البلاغہ جي خطبي ۾ حضرت علي سائين کان چورائن ٿا تہ ومابقي شيئا يمر علي راسي الا افرضه في اذني وافضيٰ به الي. يعني مون مٿان جيڪي ماجرائون گذري رهيون آهن، اهي سڀ نبي سائين اڳواٽ مون کي ڪنن ۾ ٻڌائي ۽ پهچائي ويا هئا. تہ اتي هڪ فرق آهي جنهن تي غور ڪيو وڃي، پيغمبر سائين جن لاءِ قرآن ۾ آهي فرمائن ٿا تہ مون کي ايندڙ وقت جي معاملن جي جيڪڏهن اڳواٽ ڄاڻ ملي وڃي ها تہ آئون اهڙو بندوبست ڪيان ها جو استڪثرت من الخير يعني چڱايون ئي چڱايون گڏ ڪري ڇڏيان ها ۽ ومامسني السوء يعني ڪنهن برائيءَ کي، مصيبت کي ويجهو ئي اچڻ نہ ڏيان ها، ۽ ان جي ڀيٽ ۾ خطبي ۾ علي سائين جن کان چورايو اٿن تہ انهيءَ کي ماڻهن جي هلاڪ ٿيڻ، ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ، خلافت جي جهڳڙن ۽ ساٿس ٿيندڙ مامرن سڀن جي ڄاڻ ڏني وئي آهي، پر انهي ڄاڻ ملڻ کان پوءِ حضور سائين جي موافق، چڱايون گڏ ڪرڻ ۽ مصيبتن کان بچڻ لاءِ ڪو حيلو ڪرڻ بدران نهج البلاغہ ٺاهڻ واري گروهہ، حضرت علي سائين کي ٽن خليفن جي دور خلافت ۾ چڻ تہ تقيي ڪرڻ وارو ڪري پيش ڪيو آهي، رنل ۽ بائيڪاٽ ۾ رهڻ وارو نمونو ڪري پيش ڪيو اٿن، حيرت جهڙي ڳالهہ آهي خطبي ٺاهڻ وارن حضرت علي کان هي بہ چورايو آهي تہ آئون جيڪي ڳجهہ جون خبرون ڄاڻان ٿو، اهي هر ايري غيري کي ڪونہ ٻڌائيندس، متان هو رسول الله جي مقابلي ۾ مون کي وڌيڪ سمجهي ڪفر ۾ نہ پئجي وڃن ۽ آئون هي غيب جون خبرون خاص خاص ماڻهن کي ٻڌائيندس، پر انهي هوندي بہ يعني خاص خاص ماڻهن کي ٻڌائڻ کان پوءِ بہ ٿيو تہ ائين آهي جو شيعي مذهب جي فرقن ۾ هڪ فرقو آهي جن جو هي عقيدو آهي تہ رسالت حق علي جو هئي پر جبرئيل ڀل ۾ (الائي ويساهہ گهاتي سان) محمد کي وحي ڏني، هيءَ ڳالهہ تہ ائين وڃي ٿي جو هڪ ڳوٺ وارن ميلي تي وڃڻ مهل ڳوٺ جي هڪ چريي ماڻهوءَ کي چيو تہ اسان ميلي تي پيا وڃون. متان تون پويان ڳوٺ کي باهہ ڏين، تنهن تي چريي ورندي ڏنائين تہ چڱو ٿيو جو ياد ڏياريو. هن

خطبي ۾ ٻہ حضرت علي سائين عام چربي قسم جي ماڻهن بدران خاص سياڻن کي غيب جون خبرون ٻڌايون پر نتيجو اهو نڪتو جنهن جو خطبي ۾ حضرت علي سائين کي خوف ڏيکاريو ويو آهي، تہ ماڻهن رسالت جو اصل حقدار محمد بدران علي کي قرار ڏنو آهي ۽ نہ رڳو ايترو پر شيعن ۾ ڪنهن فرقي جو اهو بہ نظريو آهي تہ علي پاڻ الله آهي اهو فرقو اسماعيلين مان ڦٽي نڪتل آهي.

## خطبو-14

## ماڻهن جي جمڻ کان اڳي شيعت ۾ پرتي

جنگ جمل ۾ فتحيابي ڏسي هڪڙي صحابي تمنا ڪئي تہ ڪاش منهنجو فلاڻو ڀاءُ بہ هن جنگ ۾ شريڪ ٿئي ها، ان تي حضرت علي سائينءَ جو جواب: اهوي اخيک معنا فقال نعم، قال فقد شهدنا في عسكرنا هذا اقوام في اصلاب الرجال وارحام النساء سيرعف بهم الزمان ويقوي بهم الايمان. (نهج البلاغہ، خطبو-١۴، صفحو ٢١٢)

**ترجمو:** ڇا تنهنجو ڀاءُ اسان کي دوست سمجهندو آهي؟ تہ ان جواب ۾ چيو هائو! پوءِ حضرت علي سائين فرمايس تہ سمجهي ڇڏ تہ اهو اسان ۾ موجود هو ۽ رڳو هڪڙو اهو ڇا پر اسان جي هن لشڪر ۾ تہ اهي ماڻهو بہ موجود هئا جيڪي مردن جي پٺن ۽ عورتن جي ٻچيدانيءَ ۾ آهن، اجهو جلد اهو زمانو انهن کي ظاهر ڪندو ۽ انهن سان ايمان کي طاقت پهچندي.

**تبصرو:** هن خطبي جي معنيٰ مان پڙهندڙ حضرات اها فلاسافي سمجهي ويا هوندا، حقيقت تہ هي آهي تہ هن قسم جي خطبي تي تبصرو نہ ڪرڻ ئي وڏو تبصرو آهي. خطبي نمبر ١٥٥ ۾ حضرت علي سائين جو هي قول لکيو اٿن تہ اتي بي بي عائشہ لاءِ فرمائين ٿا تہ ولها بعد حرمتها الاوليٰ والحساب علي الله تعاليٰ. يعني اسان کي بي بي صاحبہ جي اڳوڻي حرمت جو لحاظ آهي، ۽ ان جو حساب ڪتاب، الله جي ذمي آهي، هن خطبي جي هنن الفاظن کان پوءِ، پهرئين خطبي جي الفاظن تي غور فرمايو جنهن ۾ ترغيب ڏني وئي آهي. شوق ڏياريو ويو آهي تہ جيڪي هن جنگ جمل مهل ڇاول نہ هجڻ ڪري اسان سان جنگ ۾ شريڪ نہ



ٿي سگهيا اهي دير سان ڄمڻ کان پوءِ بہ ان جنگ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ڀهرو وٺن، جهڙي نموني پندرهين صديءَ تائين پيا تبرا ڪن، تہ ڇا پهرئين خطبي ۾ جيڪو چيو ويو تہ بيبي صاحبہ جي حرمت جو اسان لحاظ ڪيون ٿا، اهو لحاظ اهو آهي جو قيامت تائين ڄمڻ وارن کي چيو وڃي تہ اوهان جيڪڏهن جنگ جي موقعي تي ڄاول نہ هجڻ ڪري شريڪ نہ ٿي سگهيا تہ ڪائي ڳالهہ ناهي. ان ڪري پنهنجي پنهنجي حياتي ۽ ڄمار ۾ اوهان جون زبانون ۽ ذهن گهٽ نہ ڪن، ۽ ڇا الله جي ذمي حساب ڪتاب حوالي ڪرڻ کان پوءِ، آخر زماني تائين ڄمڻ وارن کي اهڙي جنگ ۾ پرتي ڪرڻ جو سڏ ڏنو پيو وڃي، اهو تہ ڄڻ الله سائينءَ تي بہ اعتماد ۽ ڀروسو نہ ٿيو. جو ڪيس ۽ فيصلو ان جي حوالي ڪرڻ کان پوءِ بہ اڻ ڄاول ماڻهن کي بہ وتن ٿا چوندا تہ اسان جي پاسي ٿجو. اهو تہ ائين ٿو لڳي تہ الله سائين کان فيصلي وٺڻ لاءِ، ڪن ڳڻ نموني، ماڻهن جي گهٽائيءَ سان جلوس ڪڍندا، جيئن دنيا جي حڪمرانن اڳيان احتجاجي ميڙاڪا ڪري فيصلا مڃايا وڃن پيا.

بهرحال هن حقيقت کي هر وقت، هر موقعي تي ياد رکڻ گهرجي تہ رب تعاليٰ، حضور ﷺ جن کي فرمائي پڪ ڏياري ڇڏي آهي، يقين ڏياري ڇڏيو آهي والف بين قلوبهم لوانفقت مافي الارض جميعا ماالفت بين قلوبهم ولاكن الله الف بينهم انه عزيز حكيم. (سورت انفال آيت ٦٣)

يعني تنهنجي ساٿين جي وچ ۾ انهن جي دلين کي الله پاڪ ڳنڍي ڇڏيو آهي اهڙو جو جيڪڏهن روءِ زمين جي سموري ڌن دولت تون (اهڙي ڪم لاءِ ڪنهن جماعت جي ميمبرن تي) خرچ ڪرين، تڏهن بہ ايتري ٻڌي ۽ اتفاق انهن جي وچ ۾ قائم نہ ڪري سگهين، پر الله تنهنجي ساٿين جي دلين ۾ اهو ڳانڍاپو ڪري ڇڏيو آهي ۽ هن آيت کان سواءِ سورت احزاب جي آيت نمبر ٦ ۾ حضور سائين جي گهر وارين کي امت لاءِ ماءُ قرار ڏيڻ تہ وازواجه امهاتهم يعني جيڪو نبي سائين جي ڪنهن بہ گهر واريءَ کي ماءُ تسليم نہ ڪندو تہ اهو مؤمن ئي ناهي، ڇو تہ قرآن ان آيت ۾ مؤمن جو لفظ ڪتب آندو آهي، سو اسان جو هي ايمان آهي تہ حضرت علي سائين قرآن جو صحيح عامل، ترجمان، وفادار ۽ محافظن مان آهي. ان ڪري ان جي پنهنجي ماءُ سان جنگ ٿي ئي

ڪانهي. اهو اهڙي ڳالهه ڪري ئي نٿو سگهي. قرآن خلاف تاريخون.
حديثون، خطبا سڀ جڙتو ڇٽيا. قرآن سچو آهي ان جي خلاف ضد ۽ رد
ڪرڻ واريون شيون سڀ ڪوڙيون ڇٽيون ۽ آهن. هن خطبي ۾ قيامت
تائين ڇمندڙ ماڻهن کي سڏيو ويو آهي ته توهان سڀ هن جنگ کي
صحيح سمجهي پوءِ علي سائين جي ڏر بنجو. ته ايتري ساڻ توهان جو
ايمان مضبوط ٿي ويندو. عجيب ڳالهه آهي جو الله يا رسول به نبين سان
انهن جي زندگي ۾ ٿيندڙ ڪافرن جي جنگين ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ. اهڙو
سڏ ۽ شامل ٿيڻ جي دعوت ڪانه ڏني آهي. پر نهج البلاغ وارا جنگ
جمل لاءِ اجا تائين پيا شريڪ بنجڻ لاءِ پرتي ڪن.

## خطبو-191

ولقد دخل موسیٰ بن عمران ومعه اخوه هارون عليهما السلام علي
فرعون وعليهما مدارع الصوف وبايد يهما العصي فشر طاله ان اسلم بقآء
ملکه ودوام عزه. (خطبو ۱۹۱ نالي خطبه قاصعه صفحو ۵۷۱)

**ترجمو:** هي خطبو ڇڳو خاصو وڏو آهي ان مان هتي آندل چند سٽن
جي هڪ جملي تي تبصرو ڪرڻو آهي. ترجمو، چنانچه حضرت موسیٰ
عليه السلام پنهنجي ڀاءُ هارون عليه السلام کي اهڙي حال ۾ فرعون
وٽ وٺي ويو، جو ٻنهي ڀائرن کي صوف جا (اوني) ڪپڙا پاتل هئا ۽
انهن جي هٿن ۾ لٺيون هيون ۽ ٻنهن فرعون کي هيءَ ڳالهه چئي ته
جيڪڏهن هو اسلام قبول ڪندو ته ان جو ملڪ به بچندو ۽ عزت به
بچندي. (ترجمو ختم)

**تبصرو:** جيئن ته صوفي ازم ۽ تصوف مستقل طور هڪ نظريي
حيات جي طور مشهور آهي. تصوف ۽ صوفي ازم جي قائلن ۽
پيروڪارن جي هيءَ دعويٰ آهي ته تصوف پنهنجي تشريح معنيٰ ۽ مفهوم
۾ انساني رهنمائي لاءِ هڪ ڪائناتي. جامع نصاب ۽ ڪورس آهي. اها
دعويٰ ڪرڻ وارن وٽ تصوف جي مشهور بانيڪارن جو ڪوبه تحريري
ثبوت، لکت ۾ ڪتابي شڪل ۾ ڪونهي ڪو. تصوف جي تاريخ ٻڌائي
ٿي ته هي فلسفو يونان جي حڪيمن سقراط ۽ افلاطون جي ايجاد آهي.
آئون هن ڪتاب نالي "سلف صالحين جي نالن سان علم ۾ خيانتون، ۾



ڪن نالي وارن تصوف جي مشهور بزرگن جا اقوال. افڪار جيڪي قرآن
حڪيم يعني وحي واري تعليم جي خلاف آهن. اهي بحث هيٺ آٽيندس،
جن منتشر مضمونن کي پڙهڻ ساڻ تصوف ۽ متصوفين بابت ڄاڻ حاصل
ڪرڻ جي تڙپ رکڻ وارن کي گهڻو ڪجهه حاصل ٿي ويندو. بهرحال
حضرت علي سائين کي تصوف وارن تمام ڏاڍ مڙسيءَ سان بلڪ هيئن
به چئي سگهجي ٿو ته اڪ جي پڪائيءَ سان اسلامي دور واري تصوف
جو بانيڪار سڏيو آهي. اها دعويٰ بنا دليل جي آهي. تصوف جي
مباديات تي ابن عربي کان وڌيڪ بلڪ سيني لکئي داس قسم جي
صوفين کان وڌيڪ لکت ۾ مواد ڏيڻ وارو ماڻهو وڏو عالم فاضل شخص
شاهه ولي الله آهي. ان پنهنجي تحريرن ۾ تصوف جي وڏي ۾ وڏي
حمايت ڪئي آهي. تصوف جو جڻ ته نصاب ۽ مڪمل سليبس لکي
ڇڏيو آهي. اهڙو حامي ماڻهو به لکي ٿو اهل تصوف وارن جي علم ۽
سلسلي جي سند حضرت علي سائين تائين ڪانه ٿي پهچي ۽ منقطع آهي
مرفوع ناهي ڪٽيل آهي.

هتي نهج البلاغ جي هن خطبي ۾ جيڪو حضرت موسیٰ ۽ ان جي
ڀاءُ حضرت هارون عليهما السلام لاءِ لکيو ويو آهي ته انهن کي فرعون
وٽ وڃڻ مهل صوف جا ڪپڙا پاتل هئا. اهو جملو اهل تصوف وارن جي
اهميت وڌائڻ لاءِ ڪتب آندو ويو آهي. انهيءَ انڪشاف جو ڪوبه
ثبوت ڪونهي. اهو صوفي ازم طرف ماڻهن کي متوجه ڪرڻ جي هڪ
سازش آهي. بلڪل اهڙي نموني ڪتاب نهج البلاغ جي خطبي نمبر
۱۸۱ صفحي ۵۳۴ ۾ جيڪو حضرت علي سائين جي وعظ نصيحت جي
نالي سان لکيو ويو آهي ان ۾ به مند مند ۾ لکيو اٿن ته خطبي ڏيڻ مهل
حضرت جن کي صوف جو جبو پاتل هو. جڏهن ته اهو خطبو ئي پنهنجي
بقايا مواد جي لحاظ سان قرآن جي خلاف آهي. ختم نبوت جي خلاف ته
پوءِ يقين سان اهڙو وعظ ۽ خطبو حضرت علي سائينءَ جو ٿي نه
سگهندو. ان ڪري جو علي قرآن کان جدا نه آهي علي ختم نبوت
خلاف ڪابه ڳالهه نه ڪندو. سو پڙهندڙ صاحبان انهيءَ حقيقت تي به
غور فرمائي پوءِ پنهنجي دل کان پنهنجي دماغ کان به فتويٰ وٺي راءِ
ڏيندا.

متي ڄاڻايل ١٨١ نمبر واري خطبي ۾ صفحي نمبر ٥٢٨ تي لکيل
آهي قدلبس للحكمة جنتها واخذها بجميع ادبها من الاقبال عليها
والمعرفة بهاوالتفرغ لها وهي عند نفسه ضالته التي يطلبها وحاجته التي
يسال عنها فهو مغترب اذا اغترب الاسلام و ضرب بعسيب ذنبه والصق
الارض بجيرانه بقية من بقايا حجته خليفة من خلائف انبيائه.

**ترجمو:** (امام مهدي) حڪمت جي ڍال (زره وانگر) پائيندو ۽ ان
کي ان جي سڀني شرطن ۽ ادبن سان حاصل ڪندو ۽ اهو خالص توجهه
معرفت ۽ دنياوي ڳانڍاپن کان بي نيازي آهي، ۽ اها ان لاءِ ان جي گم
ٿيل شيءِ ان جي آرزو هوندي، جنهن جو هو طلبگار هوندو ۽ اهو هن
وقت نگاهن کان غائب ٿي غريب ۽ مسافر ٿيندو. جڏهن اسلام (پاڻ)
غربت ۾ ان اٺ وانگر ٿي ويندو جنهن ٽڪجي پنهنجو ڪنڌ زمين تي
رکي ڇڏيو هجي ۽ پڇ سان پيو ويجهي اچڻ وارن ماڻهن کي پري ڪندو
رهي. اهو (امام مهدي منتظر) الله جي رهيل ۽ بقايا حجتن مان آخري
حجت هوندو ۽ انبياء عليهم السلام جو آخري خليفو هوندو.
(ترجموختم)

**تبصرو:** هن خطبي مان مليل ڄاڻ مطابق ته هي خطبو جيڪر ته
حضرت علي سائين جي زندگي جو آخري خطبو آهي ۽ هن خطبي ۾ امام مهدي
بابت وصيت ڪيون پيا وڃن. جهڙي نموني هن وصيت کي خطبي ۾
بيان ڪيو ويو آهي ته ان تي تمام گهڻو تبصرو ۽ تجزيو ڪري سگهجي
ٿو. عبارت ۾ متن ۾ تمام گهڻا جهول آهن. سين تي تفصيل سان لکڻ
سان ڳالهه ڊگهي ٿي ويندي. هن خطبي ۾ امام مهدي لاءِ ڄاڻايو ويو
آهي ته اهو ڪو زمانو غائب رهي پوءِ اچي حڪمت جي ڍال پائيندو.
انهيءَ غائب رهڻ ۽ مسافر ٿي ڪو زمانو گم رهڻ جي ڳالهه تي تبصرو
ڪونه ٿو لکان آئون صرف آخري تعارف واري جملي يعني بقية من بقايا
حجته تي لکان ٿو، جنهن جي معنيٰ اوهان متي به پڙهي ته امام مهدي
الله سائين جي آخري حجتن مان باقي رهيل يعني آخري حجت هوندو،
انهي عبارت جي حوالي سان آئون نهج البلاغ جا خطبا جوڙڻ وارن طبري
اينڊ ڪو يا قدس سره جي گروه جي ڪنهن به ماڻهوءَ، جيڪو اهو
جملو لکيو آهي، ان صاحب به سڌو سنئون حضور ﷺ جي ختم نبوت ۽



قرآن حڪيم جي خاتم الڪتب يعني وحي وارن ڪتابن جي پڇاڙي وارو
ڪتاب، انهي جو انڪار ڪيو آهي، ۽ مهديءَ کي بقايا طور آخري حجة
۽ هدايت وارو مڃائڻ سان محمد الرسول الله جي ختم نبوت ۽ آخري
حجة هجڻ جو انڪار ڪيو اٿس. انهيءَ حقيقت کي سمجهڻ لاءِ پڙهي
ڏسندا، سورت نساء جي آيت نمبر ١٦٣ کان ١٦٦ تائين. پر آئون هي
صرف هڪ آيت ١٦٥ پيش ڪيان ٿو.

فرمان آهي ته رسلا مبشرين و منذرين لئلايڪون للناس علي الله
حجة بعد الرسل وڪان الله عزيز ا حڪيما. هن آيت کان اڳين آيت ۾ آهي
ته اسان متي جن رسولن جا نالا ٻڌايا آهن، اهي ته ٻڌايا آهن. پر اجا
ڪيترائي آهن جن جا نالا ٻڌايا به ڪونهن. پوءِ هن آيت ۾ فرمايائين ته
اهي سڀ (ٻڌايل ۽ رهايل) اهڙا رسول آهن جيڪي بشارت ڏيندڙ ۽
ڊيڄاريندڙ آهن، انهن سڀن کي (موڪلڻ مان مقصد آهي ته) ماڻهن کي
الله تي ڪا باقي حجت نه رهي، انهن سڀن رسولن کي موڪلڻ پڄاڻان
(يعني الله سڀني رسولن کي موڪلي پنهنجون جملي حجتون پوريون
ڪري چڪو) پر هتي نهج البلاغ جا خطبا ناهڻ وارا لکن ٿا ته مهدي
صاحب الله جي رهيل حجتن مان هڪ حجت آهي، ته انهيءَ عبارت سان
الله مٿان الزام اچي ٿو ته ان لئلايڪون للناس علي الله حجة بعد الرسل
چئي جڻ غلط ڳالهه ڪئي آهي، ۽ نعوذ بالله ڪوڙ هنيو آهي ته ان حجت
پوري ڪري ڇڏي آهي، ۽ هي به ته قرآن حڪيم جي اها آيت به ڪوڙي
ٿي جنهن ۾ چيو ويو ته سڀ رسول موڪلي الله پنهنجون حجتون
مڪمل ڪري ڇڏيون، هاڻي ماڻهن جي الله ڏي ڪا ميار، ڪا رهت ۽
ڪابه حجت باقي نه رهي، الله پنهنجون سڀ حجتون آخري رسول،
محمد جي موڪلڻ کان پوءِ ختم ڪري چڪو، ته نهج البلاغ جي انهي
خطبي کي درست قبول ڪرڻ سان قرآن حڪيم تي به الزام ايندو ته ان
۾ آخري حجت جي طور امام مهدي لاءِ ڪو خانو خالي ڇڏڻ گهرجي
ها، قرآن اهو چئي ته لئلايڪون للناس علي الله حجة بعد الرسل چئي، پوءِ
ڪنهن به ٻئي اچڻ واري جو دروازو بند ڪري ڇڏيو. رستو بند ڪري
ڇڏيو. ڪوئي ڳلو ڪوئي ڳتو خالي نه رهايو جو ڪوئي اچي سگهي،
جنهن جي ڪري ته هن کي حضرت علي سائين جي نالي هي خطبا ناهڻا

پيا ۽ علي سائين کي محمد رسول الله جو وصي ٺاهڻو پيو ۽ ايترن عهدن ڏيڻ کان پوءِ ان جي نالي خطبي ۾ لکيائون ته اڃا آخري حجت رهيل آهي. جيڪا اڳتي مهدي جي شڪل ۾ ايندي ۽ حضرت علي سائين کي وصي جو لقب ۽ عهدو ڏيارڻ مان به اهوئي مقصد هو. جو ته لغت ۾ وصي جي ٻين معنائن سان گڏ هيءَ به معنيٰ آهي ته ڪنهن اڳتي هلي پيش ايندڙ واقعي جي اڳواٽ خبر ڏيندڙ ۽ نصيحت ڪندڙ (اها معنيٰ لغت جي امام راغب پنهنجي ڪتاب "المفردات في غريب القرآن" ۾ لکي آهي) ته انهن سين حيلن سان چڻ ته قرآن حڪيم تي الزام اچي ٿو ته ان ۾ ايڏي اهم ۽ وڏي واقعي جي خبر رهجي وئي آهي. ان ڪري هنن حضرت علي سائين کي وصي ٺاهي قرآن مان رهجي ويل شيءِ ۽ اهم واقعي لاءِ ان کان ان جي ڪنهن خطبي جي بهاني امام مهدي لاءِ اعلان ڪرائي ڇڏيو. هوڏنئن ته قرآن حڪيم ايڏو ته جامع، ڪافي ۽ شافي ڪتاب آهي. جو ان هنن جي اهڙي حيلي بازيءَ جو به در بند ڪري ڇڏيو آهي. ته علي اهڙو ماڻهو ناهي جو جيڪا ڳالهه قرآن نه چئي آهي هو ان کي پنهنجي طرفان، پنهنجي رسڪ ۽ پنهنجي ذميداري تي ڪوئي غير قرآني قسم جو آرڊر پاس ڪري، يا اهڙي اڳڪٿي ڪري. پڙهي ڏسندا سورت انعام آيت نمبر ٩٠. اولائڪ الذين آتيناهم الڪتاب والحڪم والنبوة فان يڪفر بهاهؤ لاءِ فقد وڪلنا بها قوما ليسوا بها بڪافرين. هن آيت ۾ رڪوع جي شروع ۾ ذڪر ڪيل انبياءِ عليهم السلام جي قومن ۽ امتن جي ٻي راهه روي ۽ انحرافين جي حوالي سان فرمايو ته انهن ڏي اسان پنهنجا نبي رسول ڪتاب موڪليا جن کي اقتدار ڏياريو. پوءِ به انهن نبين جي وارث هجڻ جي دعويٰ ڪرڻ وارن اهل ڪتاب ماڻهن، منهنجي هن آخري رسول ۽ ڪتاب کي نه مڃيو ته ڪائي پرواهه ناهي، ڪائي وڏي ڳالهه نه ٿيندي جو ته فقد وڪلنا بها قوما ليسوابها بڪافرين. يعني اسان محمد الرسول الله جي مشن کي، ان کي ڏنل آخري ڪتاب جو، اهڙي ته جماعت کي وڪيل ڪيو آهي. اهڙي ته پارٽي کي وڪيل ڪيو آهي، اهڙي ته قوم کي وڪيل ڪيو آهي. جيڪا قوم، ليسوا بها بڪافرين يعني اها هن قرآن سان ڪڏهن به ڪفر نه ڪندي. ڪڏهن به هن ڪتاب جي هدايتن کي گهٽ وڌ نه



ڪندي، ۽ هي حقيقت ڏينهن جي روشني وانگر چٽي آهي. علي انهيءَ قوم جو، انهيءَ پارٽيءَ جو، انهيءَ جماعت جو هڪ ذميدار، هڪ اڳواڻ، هڪ معتبر ۽ مهانڊو ليڊر هو، ساٿي هو. ان حوالي سان پنهنجي سين ساٿين وانگر هو قرآن جو وڪيل آهي ۽ سين ساٿين سميت هو قرآن جو وصي به آهي، جو ته وڪيل ۽ وصي ٻنهي لفظن جي معنائن ۾ هڪ جهڙائي به آهي. ان ڪري قرآن حڪيم جيترن به ماڻهن کي مٿين آيت ۾ پنهنجو وڪيل سڏيو آهي ته اهي سڀ وصي به ٿيا ته حضرت علي سائين قرآن جو اهڙو ته وڪيل ۽ وصي آهي. جو قرآن فرمائي ٿو ته اهي محمد جا ساٿي سڀ جو سڀ ليسوا بها بڪا فرين. يعني قرآن سان ڪڏهن به ڪفر نه ڪندا. اهل ڪتاب وارن وانگر ڪڏهن به قرآن ۾ ڪا گهٽ وڌائي نه ڪندا ۽ اهي يهودين ۽ نصارن وانگر قرآن ۾ ڪابه ملاوٽ ۽ وڌاءُ نه ڪندا، ته سوال ٿي پيدا ٿئو ٿئي جو حضرت علي عليه السلام جهڙو ماڻهو، قرآن جي سورت نساء ۾ آيت نمبر ١٦٥ جي اعلان ته هاڻي سين رسولن کي موڪلڻ پڄاڻان ماڻهن جي الله ڏي ڪابه حجت باقي نه رهي سمورو سلسلو نبوت ۽ رسالت جو مڪمل ٿي ويو هدايت جو نصاب، هدايت جو ڪورس، هدايت جو سليبس مڪمل ٿي ويو. هاڻي اڳتي لاءِ هادي قرآن هوندو. اڳتي لاءِ مرشد قرآن رهندو. اڳتي لاءِ مهدي قرآن رهندو. ته پوءِ ڪير ٻڌائي ته حضرت علي سائين ڪيئن فرمائيندو ته اڳتي هلي وڏو عرصو غائب رهڻ کان پوءِ مهدي ظاهر ٿيندو ۽ اهو الله جي رهيل آخري حجت جي طور ظاهر ٿيندو. (مهرباني ڪري ڪوبه شيعو ڀاءُ مون کي سني نه سمجهي ۽ ڪاوڙ نه ڪري جو ته سنين جو به حديثن جي حوالي سان اهوئي عقيدو آهي ته امام مهدي آخر زماني ۾ ايندو، اها جدا ڳالهه آهي ته شيعن جو امام ڪنهن جبل جي غار ۾ رهيل آهي پڌو اٿئون شيعا صاحبان ان جبل جي ٻاهران هر روز گهوڙو ڪاهي ويندا آهن ته متان امام صاحب نڪري پوي ته پنڌ نه ڪرڻو پوين. ۽ سنين وارو امام مهدي موجود ڪونهي باقي هو اڳتي ڪنهن گهر ۾ ڄمندو پوءِ وڏو ٿي عهدي جو اعلان ڪندو ۽ جناب مولانا مودودي صاحب جن ته لکيو آهي ته مهدي صاحب کي پنهنجي زماني ۾ ماڻهو ڪونه سڃاڻندا ته اهو ڪو امام مهدي آهي. اهو جڏهن

وفات ڪري ويندو ته پويان ماڻهن کي پوءِ خبر پوندي ته اهو هو مهدي. جنهن جي اڳي بشارت ڏني وئي هئي)

بهرحال ماڻهن جو جهيڙو مڙيئي قرآن سان آهي، ته هن ڪتاب کي ڪوئي مهدي نه مڃي ۽ هدايت لاءِ قرآن کان ڪوئي مسئلا نه سکي، نه پڇي، سو قرآن دشمن ماڻهن، پنهنجي اندر جي ڪوٽ لاءِ حضرت علي سائينءَ کي غلط استعمال ڪرڻ، ان سان سندس ساٿين طرفان زيادتين ۽ ٻيائيءَ جا ڪوڙا افسانا ۽ داستان گهڙي اسلامي نظريي، آئڊيالاجي ۽ تاريخ کي مسخ ڪيو آهي. انهن کي نه حضرت علي سائين جن سان ڪا محبت آهي، نه امان سائڻ بي بي فاطمه الزهرا سان ئي ڪا عقيدت آهي. جيڪڏهن اهي ماڻهو پنهنجي دعويٰ ۾ سچا آهن ته انهن کي اهل بيت نبوي سان عقيدت ۽ محبت آهي، ته ان جي معنيٰ ته اها چئبي ته فاطمه بتول محمد الرسول الله جي نياڻي هجڻ ڪري اهو مرتبو لهڻي ٿي، ته نتيجو هي نڪتو ته اصل عزت، عظمت، ۽ تعظيم حضرت محمد الرسول الله جي آهي، پوءِ سندس نياڻيءَ جي، پوءِ حضرت عليءَ جي، سوبه داماد هجڻ ڪري، ته خدا واسطي پڙهندڙ صاحبان! نهج البلاغه جو هي خطبو غور سان پڙهي ڏسو ته هن ۾ حضرت علي کان خطبي ٿاهڻ وارا چوائين ٿا ته ايها الناس اني بشتت لكم المواعظ التي وعظ الانبياء بها يعني اي انسانو! اڄ مون توهان کي اهي نصيحتون ڪيون آهن جيڪي انبياء عليهم السلام ڪندا هئا. (يعني حضور ﷺ جن جي تخصيص ڪانه ڪئي وئي آهي) انهيءَ جملي تي ڪوبه غير مسلم حضور ﷺ جن جي تعليمات تي ناقص، ناڪافي ۽ اڌوري هجڻ جو اعتراض ڪري سگهي ٿو، پر ايترو به پري وڃڻ جي ضرورت ڪانهي خود حضرت علي سائين پاڻ حضور سائين کان پري ڪونه ويندا ۽ سندن خصوصيت جي اهميت ڪونه گهٽائيندا. سو يقين سمجهڻ گهرجي ته نهج البلاغه جا هن قسم جا خطبا حضرت علي سائينءَ جا ٿي نٿا سگهن اجا ٻيو دليل ته هن ئي خطبي ۾ حضرت علي سائين ڏي هي قول به منسوب ڪيو اٿن ته اهي امام مهديءَ لاءِ فرمائي ويا آهن ته اهو خليفه من خلائف انبيائه يعني مهدي صاحب انبياء جي خليفن مان هڪ خليفو هوندو. غور ڪيو وڃي ته حضرت علي [illegible] جون نصيحتون به انبياء



واريون، حضرت مهدي صاحب به انبياء جي خليفن مان هڪ خليفو هوندو، ته هن ٻنهي موقعن تي عبارتن ۾ حضور سائين جو ذڪر نه ڪرڻ ۽ پوئتي انبياء ڪرام طرف رسول الله کي ڇڏي باءِ پاس ذريعي هليو وڃڻ، ثابت ڪري ٿو ته سندن واعظ ۽ نصيحتون جهڙي نموني غير قرآني آهن ته آخر زماني ۾ ايندڙ مهدي صاحب به غير قرآني ٿيو، سو يقين سمجهڻ گهرجي ته علي سائين اهڙا غير قرآني خطبا ڪونه ڏيندو، هن صوف جي جبي پاتل ڪو ٻيو ماڻهو اهڙو خطبو ڏيندي ڏٺو هوندو، جنهن جو محمد الرسول الله سان واسطو ئي ڪونه هوندو. جيئن ته خطبي ٺاهڻ وارن حضرت علي جي وصيت ۽ مهدي جي خلافت ٻنهي ۾ نبي سائين جو ذڪر نه آندو آهي.

## خطبو-161

امالاستبد اد علينا بهذ المقام ونحن الاعلون نسبا و الاشدون برسول الله صلي الله عليه وسلم نوطافِانها كانت اثرة شحت عليها نفوس قوم وشحت عنها نفوس آخرين. (نهج البلاغه، خطبو ١٦١، صفحو ۴٨٩، ڇاپو ساڳيو)

**ترجمو:** اسان کان ڌاڌ ذريعي هن عهدي تي جمت ڪرڻ، هن باوجود جو اسان نسب جي لحاظ سان بلند هئاسون ۽ پيغمبر سائين سان قرابت جو رشتو به مضبوط هو، هي انهن جي خود غرضي هئي، هن پسنديده شيءِ لاءِ ڪجهه ماڻهو مرڻ ۽ سر ڏيڻ لاءِ آتا هئا ۽ ڪجهه ماڻهن ان جي پرواهه نه ڪئي.

**تبصرو:** هن خطبي ۾ خلافت جي عهدي لاءِ نهج البلاغه جي خطبن ٺاهڻ واري ٽيم، حضرت علي سائين جن ڏي عهدي وٺڻ ۽ حاصل ڪرڻ لاءِ، نسبي ۽ نسلي قرابت کي بنياد ۽ معيار قرار ڏياريو آهي. اسان جو حضرت علي سائين جن لاءِ اهو يقين آهي ته اهڙي مسئلي ۾ سندن نظريو اهو هوندو جهڙو قرآن جو، سو قرآن حڪيم کان پڇجي ته اهو خلافت ۽ نيابت لاءِ معيار ۽ ڪسوٽي ڪهڙي ٿو ڏسي، سورت نور جي آيت نمبر ۵۵ ۾ فرمايائين ته وعد الله الذين آمنوا منكم وعملو الصالحات ليستخلفنهم في الارض. يعني الله جو وعدو اوهان مان خلافت ڏيڻ لاءِ

انهن ماڻهن سان آهي جيڪي ايمان آڻيندا ۽ صالح عمل ڪندا. هن آيت ۾ غور فرمايو ته رب پاڪ خلافت جي عهدي لاءِ ميرٽ کي ۽ سڌاري وارن صالح عملن کي بنياد قرار ڏنو. اهڙي نموني سورت بقره جي آيت نمبر ١٢٤ ۾ آهي ته رب پاڪ جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام کي انسان ذات جي قيادت ۽ اڳواڻ ٿيڻ جو عهدو ڏنو ته اني جاعلک للناس اماما. ته حضرت ابراهيم عرض ڪيو ته ومن ذريتي يعني اي الله اهو عهدو منهنجي اولاد کي به ملي ته رب سائينءَ فرمايو ته لاينال عهدي الظالمين يعني (اولاد کي عهدو ملي ته سگهندو پر انهن لاءِ به ميرٽ پهرين شرط آهي، اولاد مان هجڻ پوءِ جي ڳالهه آهي) مون الله طرفان عهدي حاصل ڪرڻ لاءِ هي شرط آهي ته ظالم ماڻهو انهي منصب کي حاصل ڪري نه سگهندا ۽ ٻئي هنڌ رب پاڪ پنهنجي انهيءَ قانون جو حضرت ابراهيم عليه السلام کان به اعلان ڪرايو ته فمن تبعني فانه مني ومن عصاني فانک غفور رحيم. (سورت ابراهيم آيت ٣٦) يعني جيڪو منهنجي تابعداري ڪندو اهو ته مون منجهان هوندو (منهنجي پارٽيءَ جو ٿي سگهندو) ۽ جيڪو منهنجي نافرماني ڪندو پوءِ اي الله تون بخشڻهار ۽ رحم وارو آهين (تون پاڻ ڄاڻ) ڄاڻڻ گهرجي ته سورت مزمل ۽ سورت مدثر ۾ رب پاڪ پنهنجي رسول کي تنظيم سازي ۽ پارٽي جماعت جي اصولن ۽ تربيت لاءِ منشور ۽ دستور جي قسم جون هدايتون ڏنيون آهن، سورت مدثر جي ٽيون نمبر آيت ۾ فرمان آهي ته وربک فکبر. يعني اي محمد تون پنهنجي پالڻهار جي وڏائي بيان ڪندو ڪر پر هت نهج البلاغ جا خطبا جوڙيندڙ حضرت علي سائين کان متين آيتن خلاف چورائين ٿا ته نحن الاعلون نسبا يعني اسان متاهين درجي وارا آهيون بلند درجي وارا آهيون ذات جي لحاظ سان، وڏا آهيون. نسب جي لحاظ سان، سوال ٿي پيدا ٿئو ٿئي جو علي سائين جهڙو قرآن جي روح کي ڄاڻندڙ، اهڙو وڏو ماڻهو به نسلي مت پيد کي وڏائيءَ جو بنياد قرار ڏئي، علي ته علي آهي پر سندس اولاد مان شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو ٿي عين قرآن موافق نظريو آهي ته سنگ پسي سرهي نه ٿي، متان هوت نه پنهنجو ڪن، ان در متي دادليون، روئنديون رت وڃن، چونديون ائين وڃن متان پاند پسائيو. سورت جاثيه جي آيت نمبر ٣٧



۾ فرمان آهي وله الکبرياء في السماوات والارض وهوا العزيز الحکيم. يعني آسمانن ۽ زمين ۾ وڏائي صرف انهي الله لاءِ آهي جيڪو غالب ۽ حکمت وارو آهي. ته انهي آيت کي ڄاڻڻ وارو علي سائين، نسلي متبيد کي وڏائيءَ جو بنياد هرگز ڪونه بنائيندو. سورت توبه جي آيت نمبر ٤٠ ۾ رب پاڪ حضور ﷺ جي جدوجهد ۽ سرگرمين جو رزلٽ ٻڌائيندي فرمايو ته وجعل کلمة الذين کفروا السفلي وکلمة الله هي العليا. يعني باطل جي نظريي کي شڪست ڏنائين ۽ الله جي قانون کي، پروگرام کي، بلند ڪيائين ۽ متاهون ڪيائين، ته جنهن رسول جي زندگي جو خلاصو ۽ جدوجهد جو خلاصو، الله جي قانون کي بلند ڪرڻ ۽ متاهون ڪرڻ آهي. اهو قرآن ٻڌائي رهيو آهي، ته اسان جو ايمان هي آهي ته علي جي مشن به اهائي آهي جيڪا رسول جي مشن آهي. هي خطبي ۾ نهج البلاغ وارن جڻ ته علي سائين کي قرآن ۽ حضور سائين کان جدا ڪري ڇڏيو آهي. سورت قصص جي آيت نمبر ٨٣ ۾ رب سائين جو فرمان آهي ته تلک الدارالاخرة نجعلها للذين لايريدون علوافي الارض ولافساداوالعاقبة للمتقين. يعني آخرت وارو گهر، آخرت جي ڪامراني، انهن ماڻهن لاءِ آهي، جيڪي هتي دنيا ۾ نند وڏائي، اپر ڪلاس لوئر ڪلاس پوءِ ڌن دولت سان هجي يا قبيلائي ۽ نسلي ذات پرستي سان هجي. چو ته انهيءَ سان معاشري ۾ فساد ڪڙا ٿيندا. جيڪي ماڻهو اهڙي ڪلاسيفڪيشن ۽ وڏماٺپائيءَ کان معاشري کي بچائيندا ۽ فسادن کان بچائيندا ته اڳتي جي ڪاميابي انهن جي حصي ۾ ڏينداسين. هتي ته حضرت علي سائين سان حبداريءَ جي دعويٰ ڪرڻ وارن قرآني هدايتن خلاف ذات پرستي، نسل پرستي واري ڏقيڙ جو جڻ ته علي سائينءَ کي بانيڪار ۽ خالق ڪري پيش ڪيو آهي، الله تعاليٰ سورت آل عمران جي آيت نمبر ١٣٩ ۾ فرمايو ته ولاتهنوا ولاتحزنوا وانتم الاعلون ان کنتم مؤمنين. يعني نه سست ٿيو نه غمگين ٿيو، توهان ئي بلند آهيو، اوهان ئي متاهين درجي تي آهيو جيڪڏهن اوهان مؤمن آهيو. هن آيت ۾ غور فرمايو ته رب پاڪ متاهين ۽ بلند درجي تي فائز ٿيڻ لاءِ ڪنهن مخصوص ذات يا خاندان يا نسل مان هجڻ بدران ايمان کي شرط قرار ڏنو آهي. پوءِ نهج البلاغ جي خطبن ناهڻ وارن

ڏسو ڪيئن ته حضرت علي کي الله ۽ قرآن کان جدا ڪري پيش ڪيو آهي، آئون دعويٰ سان ٿو چوان ته حضرت علي سائين ۽ اهل بيت اهي دنيا جا تمام وڏا مظلوم آهن ۽ انهن جي مظلوميت صرف هيءَ آهي ته انهن جي حبدار سڏائيندڙن، انهن جي طرف اهڙو ته هٽ نوڪيو ۽ ڪوڙو علم منسوب ڪيو آهي جيڪو انهن جو ناهي ۽ آئون هيءَ به دعويٰ ڪيان ٿو ته قيامت ڏينهن حضرت علي سائين رب العزت وٽ فريادي ٿيندو، دانهين ٿيندو، پنهنجي ٻچڙن سميت رب جي ڪورٽ ۾ دانهين ٿيندو ته جن مون ڏي ۽ منهنجي اولاد ڏي، قرآن جي خلاف ڪوڙيون ڳالهيون منسوب ڪيون آهن، اي الله تون منهنجي ۽ انهن جي وچ تي فيصلو ڪر، ته انهن مون کي قرآن کان ڇو جدا ڪري پيش ڪيو ۽ الله اهو فيصلو ضرور ڪندو.

## خطبو-80

معاشرالناس ان النساء نواقص الايمان نواقص الحظوظ نواقص العقول، فامانقصان ايمانهن فقعودهن عن الصلواة والصيام في ايام حيضهن وامانقصان عقولهن فشهادة امراتين ڪشهادة الرجل الواحد وامانقصان حظوظهن فمواريثهن علي الانصاف من مواريث الرجال، فاتقوا شرارالنساء ڪونوا من خيارهن عليٰ حذر ولاتطيعوهن في المعروف حتيٰ لايطمعن في المنڪر. (نهج البلاغ خطبو نمبر ٨٠، صفحو ٣١٦، ڇاپو حمايت اهل بيت ١٠ ريلوي روڊ لاهور).

**ترجمو:** اي انساني گروهه! عورتون، ايمان، ورثي جي حصن ۽ عقل جي لحاظ سان ناقص هونديون آهن، ايمان ۾ نقص جو ثبوت هي آهي ته اهي حيض جي ڏهاڙن ۾ نماز ۽ روزن جي ادا ڪرڻ جي لائق نه هونديون آهن.

عقل جي کوٽ جو ثبوت هي آهي ته ٻن عورتن جي شاهدي هڪ مرد جي برابر قرار ڏني وئي آهي. ۽ حصي جي ڪمي جو ثبوت هي آهي ته ورثي ۾ انهن جو حصو مردن جي پيٽ ۾ اڌ هوندو آهي. پوءِ برين عورتن کان ڊڄندا رهو ۽ نيڪ صالح عورتن کان به خوف ڪائيندا رهو ۽ انهن جا چڱين ڳالهين ۾ به فرمانبردار نه بنجو ان ڪري ته برين ڳالهين



جي مشوري ڏيڻ جي انهن کي همت ئي نه ٿئي.

**تبصرو:** هن خطبي جي منڍ ۾ نهج البلاغ جو مصنف لکي ٿو ته ومن خطبة له عليه السلام بعد حرب الجمل في ذم النساء يعني هي خطبو حضرت علي سائين جن جنگ جمل کان پوءِ عورتن جي مذمت ۾ ڏنو آهي، هونئن آئون منڍ ۾ لکي آيو آهيان ته اصحاب رسول جي پاڻ ۾ محبت ٻڌي ۽ يؤثرون عليٰ انفسهم ولوڪان بهم خصاصه ٩-٥٩ يعني هڪٻئي لاءِ همدردي قرباني جو ايترو ته جذبو جو انهن لاءِ قرآن حڪيم جاءِ بجاءِ شاهديون ڏيندي وري وري فرمايو ته اولائڪ بعضهم اولياء بعض ٧٢-٨ يعني اهي سڀ هڪ ٻئي جا دوست آهن، مددگار آهن، ساٿي آهن، ته قرآن حڪيم جي اهڙين شهادتن هوندي به اهل فارس وارن ۽ رومي شڪست کاڌل نصارن ۽ يهودين هٿرادو تاريخ نويسي ۽ حديثن ٺاهڻ سان محمد الرسول جي تيار ڪيل پارٽي ۽ انقلابي جماعت جي ماڻهن بابت پاڻ ۾ وڙهڻ جا ڪوڙ سارا ڪوڙا واقعا ڪوڙيون جنگيون ۽ بغض ۽ عناد جا هڪٻئي بابت اخلاق جي حدن کان ڪريل حدن تائين ڳتا جملا گهڙي انهيءَ قسم جو وڏو لٽريچر بازارن ۾ پيري ڇڏيو اٿن، ان جي ثبوت لاءِ خود نهج البلاغ جو هي خطبو به هڪ شاهد آهي، جنهن ۾ حضرت علي سائين جهڙي وڏي عالم ماڻهوءَ جي نالي به جاهلاڻه قسم جا جملا منسوب ڪيا اٿن ۽ لکن ٿا ته خطاب ڪندي علي سائين فرمايو ته اي ماڻهن جا گروهه، تحقيق عورتون ايمان جون ڪتل ۽ حصي پتي جي حقداريءَ ۾ ڪتل ۽ عقل ۾ به ڪتل آهن (اڳتي خطبي ۾ انهي فلسفي جا دليل حضرت علي سائين جن ڏي منسوب ڪيا اٿن اهي هي ته انهن کي (ماهواري) حيض جي ڏينهن ۾ نماز روزي کان ويهجي وڃن ٿيون، ان ڪري انهن جو ايمان ڪتل اٿن ۽ عقل جي کوٽ ان ڪري اٿن جو انهن جي شاهدي فيصلن ۽ معاملن ۾ هڪ مرد جي مقابلي ۾ ٻه عورتون هجڻ، اهو عقل جي کوٽ جو دليل آهي. ٽيون ورثي ۾ هڪ مرد کي عورت جي پيٽ ۾ ٻيڻو حصو ڏنو ويو آهي يعني عورت کي مرد جي حصي جي اڌ جيتري پتي ڏياري وئي آهي، ان ڪري اها کوٽ به ڇڻ ته عورت جو درجو گهٽائي ٿي (هتي خطبي جي ايتري حصي تي تبصري ڪرڻ کان پوءِ باقي ٻئي حصي تي تبصرو

بعد ۾ ڪيون ٿا) اهو چوڻ ته عورتن کي ماهواري اچي ٿي ان ڪري اهي
ناقص الايمان بڻجي وڃن ٿيون. جو هو انهن ڏينهن ۾ نماز روزي کان
پري هونديون آهن. هڪ ته اها ڳالهه قرآن ۾ ڪانه لکي وئي آهي. يعني
اهو غير قرآني فيصلو آهي، قرآن حڪيم جڏهن ضرورت واريون تمام
ننڍيون ننڍيون ڳالهيون به لکيون آهن ته پوءِ هي ايڏي وڏي ڳالهه قرآن
کان ڇو رهجي وئي آهي، جنهن جي ڪري ڪنهن جي ايمان ۾ کوٽ
اچي ٿي وڃي. جيستائين ته نماز جي مسئلن جو تعلق آهي ته اها عبادت
آهي ئي اهل فارس جي مانوي مجوسين جي. جيڪا هو باهه کي سامهون
ڪري پڙهندا هئا ۽ سج اڳيان سجدا رڪوع ڪندا هئا. جيڪي به
مسئلا نماز جي تفصيل سان تعلق رکن ٿا. انهن بابت اسلام جي سين
فرقن جي عالمن جو هي متفق عليه مسئلو آهي ته اهي حديث جي علم
مان ملن ٿا. يعني اهي غير قرآني آهن. جڏهن ته قرآن جي پنهنجي باري
۾ دعويٰ آهي ته ولارطب ولايابس الافي ڪتاب مبين يعني اسان اهڙي
ڪابه سائي يا سڪي شيءِ ڪانه رهائي آهي جيڪا قرآن ۾ نه آندي
هجي. قرآن حڪيم ته فرمائي ٿو ڪل صغير و ڪبير مستطر يعني قرآن
۾ اسان هر ننڍي وڏي شيءِ لکرائي ڇڏي آهي ۽ نه صرف ايترو پر قرآن
حڪيم هي به حڪم ڪري ٿو ته جيڪا شيءِ اسان نه لکي آهي. اوهان
تي فرض نه ڪئي آهي. لاڳو نه ڪئي آهي. ته ان بابت سوال به نه پڇو.
مثال ته بانگ نماز قرآن ۾ ڪاٿي آهي. ان جي رهجي وڃڻ جي صورت
۾ قضا ڪري ٻيهر روزن وانگر قضا طور پڙهڻ جي ڳالهه ڪهڙي سورت
۽ سيپاري ۾ لکي وئي آهي، ته ان لاءِ قرآن حڪيم فرمائي ٿو ته اهڙا
سوال نه پڇو. لاتسئلوا عن اشياء ان تبد لڪم تسؤ ڪم. يعني اسان
جي طرفان اوهان کي ٻڌايل ڳالهين کان واڌاري ڳالهيون جيڪڏهن اوهان
پڇندو ته توهان لاءِ مشڪلاتون پيدا ٿينديون. ڏکائيون وڌنديون. اهو
اوهان لاءِ برو ٿيندو. سو جيڪي ڪجهه احڪام اسان قرآن ۾ لکرايا آهن.
انهن کي پنهنجي لاءِ ڪافي سمجهو. جيڪڏهن اوهان هرويرو غير قرآني
علمن جي ڳالهين پٺيان ويندو ته اوهان بابت هي گمان سچو ثابت
ٿيندو ته اولم يڪفهم انا انزلنا عليڪ الڪتاب يتلي عليهم (٥١-٢٩)
يعني اي پيغمبر ڇا انهن ماڻهن لاءِ هي ڪافي ناهي جو جيڪو



ڪتاب اسان توتي نازل ڪيو آهي ۽ جنهن جي تلاوت به ڪئي ٿي وڃي
ان في ذالڪ لرحمة وذڪريٰ لقوم يومنون انهي ڪتاب ۾ رحمت ۽
نصيحت واريون ڳالهيون آهن انهن ماڻهن لاءِ جن کي اسان تي ۽ قرآن
تي ڀروسو ۽ ويساهه هجي (جو قرآن جنهن جي تلاوت ڪجي ٿي ان کي
ڇڏي غير متلو علمن جو وٽن ٿا سهارو ڳوليندا) انهيءَ مان ته هي ثابت
ٿئي ٿو ته هي قرآن کي ڪافي نٿا سمجهن. وري حضرت علي جهڙي علم
جي پندار شخصيت طرف غير قرآني ڳالهيون منسوب ڪرڻ ته حيض
جي ڏينهن ۾ عورت جو صوم صلوة کان رهجي وڃڻ اهو ايمان جي
کوٽ جو نشان آهي، هڪ ته ڪنهن عذر سبب اسلام جي ڪنهن
حڪم کان رهجي وڃڻ سان ايمان ۾ ڪابه کوٽ ڪانه ٿيندي آهيءَ.
جيئن حج جي فرض ٿيڻ لاءِ قرآن حڪيم شرط ٻڌايو آهي ته من
استطاع اليه سبيلا. يعني جنهن ۾ سفر ڪرڻ جي سگهه هجي ان تي حج
فرض آهي، ته هاڻي جيڪي سگهه ۽ استطاعت جي توفيق وارا نه هوندا
ته انهن لاءِ ائين نه چئبو ته اهي حج تي نه وڃي سگهڻ ڪري نواقص
الايمان آهن. انهن جو ايمان ڪٽي پيو. نهج البلاغ جا خطبا گهڙڻ وارن
کي ام المؤمنين اماعائشه عليها السلام سان ايتري ته نفرت آهي جو
انهن کي حضرت علي سائين جي علمي شان ۽ مرتبي جو به خيال نٿو
پوي ته انهن ڏي اهڙي غير علمي ۽ جاهلانه ڪچيون ڳالهيون ڪيئن ٿا
منسوب ڪيون. هونئن هي ڳالهه به ڌيان تي رهڻ گهرجي ته اهل فارس
جي مجوسين روم جي نصرانين ۽ يهودين جيڪي فرقا گهڙيا هئا. جبريه.
قدريه. مرجيه. جهميه. معتزله ۽ ٻيا به الائي ڪيترن فقهن وارا جن جو
مختصر احوال اڳتي ڪتي لکنداسين. انهن مان مرجين جو هي نظريو آهي
ته ارتڪاب ڪبائر يعني ڪبيره گناهن ڪرڻ سان ايمان ختم ٿي ويندو
آهي. ماڻهو ڪافر ٿي ويندو آهي، ته هتي عورتن کي صوم صلوة کان
رهجي وڃڻ تي خطبي ناهيندڙن. امان عائشه سان نفرت جي ڪري ان
کي ناقص الايمان ته سڏي ويا. پر انهن کي انهيءَ مهل بيبي فاطمه
الزهرا جو به خيال نه پيو آخر ته اها به عورت آهي. مطلب عرض ڪرڻ
جو هي آهي ته ڪنهن عمل جو عذر سبب رهجي وڃڻ جو ايمان تي اثر
نٿو پوي. جيئن مٿي حج جو مثال توهان پڙهيو. جيڪي اهو عقيدو رکن

تا چڻ تہ اهي مرجين جي تائيد ڪن تا ۽ حضرت علي سائين تہ مرجيو ڪونہ هو، پر خطبي ڻاهڻ وارن چڻ مرجين سان ونگار وهي آهي، سو قرآن حڪيم ۾ آندل لفظ صلوة جي صحيح، حقيقي ۽ اصلي معنيٰ آهي تابعداري ۽ پوئواري، سو ان جي تشريح هيءَ بہ ٿيندي تہ ذمي لڳايل ڊيوٽي سرانجام ڏيڻ، تاريخ ۾ هي ثابت آهي تہ حج تي ۽ جهاد لاءِ لڙاين ۽ چنگين ۾ عورتون ويون آهن، شريڪ ٿيون آهن ۽ عورتن کي ايندڙ سندن مخصوص ۽ معمول واري ماهواري بہ ان دوران آئي آهي، پر اها انهن جي ذميدارين ۾ ڊيوٽين ۾ رڪاوٽ نہ بڻي آهي، خاص طور هن هلندڙ زماني ۾ عورتن جي نوڪرين ڪرڻ جو رواج گهڻو ٿي ويو آهي، جيڪو ڊاڪٽر ۽ تعليم جي پيشي کان بہ اڳيرو هر ڊپارٽمنٽ ۾ عورتون ڊيوٽيون سرانجام ڏئي رهيون آهن، اها انهن جي صلوة آهي، يعني ڊيوٽي ادا ڪرڻ تابعداري ۽ حڪم جي پوئواري جي معنيٰ ۾ اچي ٿي، اهوئي مفهوم آهي اقيموا الصلوة جو. تہ يقين سان سمجهڻ گهرجي تہ ماهواري دوران بہ عورتون هر قسم جي ڊيوٽي تي حاضر بہ ٿينديون آهن ۽ باقائدي ڪارخانن ۽ آفيسن ۾ ڪين مليل ڪم باقائدگي سان پورو بہ ڪنديون آهن، هي سورت بقره جي آيت نمبر ۱۸۴ جي جملي، فمن ڪان منڪم مريضا اوعليٰ سفر فعدة من ايام اخر يعني جيڪو اوهان مان ڪو بيمار هجي يا سفر تي هجي پوءِ ايترا ڏهاڙا روزا قضا ڪري، تہ فقهہ ٺاهڻ وارن امامن ۽ حديثن ٺاهڻ وارن امامن ۽ هي نهج البلاغہ جا خطبا ٺاهڻ وارن، گڏجي عورت کي ماهواري وارن ڏينهن ۾ بيمار ڪري شمار ڪيو آهي، انهن سڀني اختلافي فرقن ۽ فقهن وارن جو اتفاق هي ڳالهہ ثابت ڪري ٿو تہ انهن جا اختلاف نمائش طور آهن اهي هڙئي قرآني علم کي ٽوڙڻ واسطي فرقا گهڙيا اٿن. جڏهن تہ عورت لاءِ وقت تي ماهواري اچڻ تندرستيءَ جي علامت آهي. بلڪہ ماهواري نہ اچڻ کي حڪيم طبيب ڊاڪٽر بلڪہ اهي عورتون بہ جن جي ماهواري بند ٿي ويندي آهي تہ اهو بند ٿيڻ بيماري مان ليکين ٿا. يعني ماهواري اچڻ تندرستي آهي ۽ نہ اچڻ بيماري. سو جڏهن عورتون ماهواري دوران اسڪول جي ڊيوٽي، اسپتال جي ڊيوٽي يا ٻي آفيس ۽ فئڪٽري جي ڊيوٽي ڏين ٿيون تہ روزا بہ رکڻ انهن تي فرض آهن. اهي حيض جي



ڏهاڙن ۾ گسائڻ نہ گهرجن، ڇو تہ ماهواري جا ڏهاڙا بيماري جا ڏينهن ناهن، اهي تندرستي جا ڏينهن آهن، باقي مروج نماز تہ غير قرآني آهي. اها حديثن جي پئداوار آهي، جيڪي قرآن جي فڪر ۽ نظرين کي ختم ڪرڻ لاءِ غير عرب يهودين مانوي مجوسين ۽ عيسائين ٺاهيون آهن، ان تي تبصري ڪرڻ کان اڳ ۾ ماڻهن کي گهرجي تہ سورت زمر جي آيت نمبر ۲۳ الله نزل احسن الحديث ڪتابا تي غور فرمائين ۽ سورت اعراف جي آيت نمبر ۳، اتبعوا ماانزل اليڪم ولاتتبعوا من دونه اولياء تي بہ غور فرمائين، انهن آيتن بابت سنڌي ٻولي ۾ سمجهڻ لاءِ منهنجو ڪتاب قرآن مهجور پڙهي ڏسندا، باقي جيڪڏهن هرويرو ڪو ماڻهو ضد ڪري پيچي ٿو سڀ ڳالهہ هن مضمون ۾ لکو تہ اهو ڪم موضوع کان ٻاهر ليکبو پر تنهن هوندي بہ صرف هڪ ننڍڙي سمجهاڻي تي اڪتفا ڪيان ٿو تہ مٿي توهان پڙهي آيا تہ رب پاڪ روزن جي قضا ڪرڻ جو مسئلو تہ قرآن ۾ بيان ڪيو پر هن مروج نماز جي قضا جو حڪم ڪهڙي سورت ڪهڙي سيپاري ڪهڙي آيت ۾ ڪيو آهي، روزا جيڪي ٻارهن مهينن مان هڪ مهيني ۾ اچن ٿا انهن جا تہ سڀ ننڍا وڏا مسئلا قرآن ٻڌايا آهن، باقي روزانا پنج ڀيرا فرض ڪيل نماز جا مسئلا قرآن ۾ آهن ئي ڪونہ. اهو ڇو!!؟ يعني اها مروج نماز الله جي طرفان فرض ڪيل هجي ها تہ ان جا تفصيل بہ روزن وانگر سڀ قرآن ٻڌائي سو نماز جڏهن غير قرآني آهي تہ پوءِ ان جا تفصيل قرآن ڇو ٻڌائي.

اڳتي خطبي ٺاهڻ واري حضرت علي سائين ڏي نسبت ڪندي عورتن جي ٻي مذمت هيءَ بيان ڪئي آهي تہ انهن کي ورثي جي مال مان بہ مرد جي ڀيٽ ۾ اڌ حصو ملي ٿو يعني ٻن عورتن جو حصو برابر هڪ مرد جي، ان ڪري بہ اهي مذمت لائق آهن، يعني مرتبي ۾ گهٽ ٿيون، جڏهن تہ ورثي جي حصن پتين جو گهٽ وڌ هجڻ اهو مرتبي ۽ درجي سان تعلق نٿو رکي، بلڪ انهيءَ جو تعلق آهي معاشري ۾ عورت جي بيهڪ ۽ مقام ۽ ذميدارين سان، سو قرآن حڪيم جيڪو معاشرو سامهون رکي مرد کي ڀيڻ ۽ عورت کي هڪوڻ حصو ڏيڻ جي ڳالهہ ڪئي آهي ان ۾ عورت تي روزگار ڪمائڻ جي ڊيوٽي ڪانهي، گهر هلائڻ ۽ گهر ڀاتين جي ضرورتن جي پورائي لاءِ ذميدار مرد آهي، ان

ڪري ورثي جي حصن پٽين ۾ فرق به ذميدارين جي آڌار تي آهي ۽ ان ۾
عورت تي جڏهن گهريلو خرچن جو بار، بلڪ سندس ذات جي خرچن
جو بار به مٿس ڪونهي ۽ اهو مردن تي آهي ته اهڙي صورت ۾ به اڌ
جيترو حصو عورت کي ڏيڻ به اهو عورت لاءِ انعام ۽ اعزاز آهي. انهيءَ
مسئلي تي هڪ مثال لاءِ ڪير سوچي ته جيڪڏهن مرد ۽ عورت کان
ڪير سوال ڪري ته ڪوئي توهان مان گهر هلائڻ جو بار کڻي ته ان
کي ورثي جو حصو ٻيڻ تي ڏنو ويندو ۽ جنهن تي خرچ جو ڪو به بار نه
هوندو ته ان کي هڪوڻ حصو ڏنو ويندو ته مرد تڪڙ ۾ هٿ کڻندو ۽
مطالبو ڪندو ته گهر جو، اڪهه جو خرچ آئون ڪونه ٿو پنهنجي ذمي
کڻان، مون کي ڀلي ٻيڻ جي حصي کان اڌ برابر حصو ڏيو، ٻيڻ ڀلي گهر
جو خرچ هلائي ان کي ٻيڻ تي ڏيو، ماڻهن کي، دشمن. قرآن مٿان
اعتراض ڪرڻ سيکاريا آهن، قرآني عمرانيات، قرآن واري معيشت ۽
معاشرت جي فلاسافي ڏي ماڻهو ڌيان ئي ڪونه ٿا ڏين ۽ هٿ ڀائرن
ڀينرن جي حصن پٽين تي قرآن واري ورهاست ماڻهن کي ان ڪري قبول
ناهي جو ماڻهو جاگيردارانه سماج ۽ سرمائيدارانه معاشري کي ذهن ۾
رکن ٿا پر جي قرآن واري برابري واري معاشري کي ذهن رکن ته پوءِ
قرآن واري ورهاڱي ۾ غلطي نظر نه ايندي. قرآن حڪيم ته عورت جي
عزت ۽ مرتبي کي سپيريئر بنائي مشقت وارا ڪم، روزي ڪمائڻ لاءِ
جاکوڙ جي ذميداري، مرد جي حصي ۾ ڏيڻ پسند ڪئي آهي، پر پوءِ به
رسول سائين جي نالي ڪوڙيون حديثون ناهڻ وارا ۽ حضرت علي سائين
جي نالي ڪوڙا خطبا ناهڻ وارا، عورتن جو شان گهٽائي انهن جي مذمت
ڪرڻ لاءِ قرآن حڪيم جي ضد ۾ بلڪ رد ۾ پنهنجا فلسفا ناهي پيا ٿا
ماڻهن کي گمراهه ڪن. سورت بني اسرائيل جي آيت نمبر ۷۰ ۾
جيڪو فرمان آهي ولقد ڪرمنا بني آدم يعني اسان اولاد آدم کي عزت
۽ تڪريم وارو ڪيوسون ته انهيءَ ۾ مرد ۽ عورت ٻئي برابر آهن.
ڪنهن به هڪ قسم صرف مرد يا صرف عورت جي ڳالهه ڪانهي،
آئون مسلمانن کي اپيل ٿو ڪيان ته جن حديثن سان رسول سائين جا
فرمودا مشهور ڪري قرآن حڪيم جي ٽڪر ۾ خلاف قرآن فڪر ۽
نظريا مشهور ڪيا ويا آهن ۽ جيڪي ڳالهيون حضرت علي سائين طرف



منسوب ڪري قرآن جي خلاف ۽ ضد ۾ انهن کي ڏيکاريو ٿو وڃي،
اهڙي سموري ڪوڙن واري علم مٿان بندش وجهرائي وڃي. اهڙي علم
جي پڙهندڙن پڙهائيندڙن ڇپرائيندڙن مٿان ناموس رسول ۽ ناموس حيدر
ڪرار جي هتڪ حرمت جو ڪيس ڪيو وڃي، جيڪو ٿو گهران
ڪاوڙجي، اهو قرآن جي خلاف ڪا رسول سائين جي نالي حديث ناهيو
ٿو وتي ۽ جيڪو ٿو گهران ڪاوڙجي، اهو قرآن جي خلاف حضرت علي
سائين جي نالي طرف منسوب ڪيل خطبا ۽ قول ماڻهن کي پيو ٻڌائي،
جيئن ڪيترائي اڻ ڄاڻ ڳائڻا هر ايري غيري جي ڪلام پٺيان اديون
شاهه لطيف چوي، چئي پيا ماڻهن کان داد وٺن. ماڻهو قرآن مان
غلطيون ته نه ڳولي سگهيا پوءِ وتن ٿا وڏن ماڻهن جي آڙ ۾ انهن طرف
ڪوڙن جي نسبت ڪري، قرآن خلاف حيلا پيا هلائين. انهيءَ ساڳي
آيت ۾ ڀائرن ڀينرن ۾ حصن تي ته اعتراض مشهور ڪيائون، پر
جيڪڏهن ڪو ماڻهو صاحب اولاد آهي فوت ٿي وڃي ٿو، ان جا پيءُ ماءُ
به جيئرا آهن ته اتي انهن جو حصو برابر برابر آهي، يعني ماءُ کي به
ڇهين پتي ته پيءُ کي به ڇهين پتي. پر هن موقعي تي مرد ۽ عورت جي
انهيءَ برابري طرف ڪوئي تڪي ئي ڪونه ٿو!
خطبي ۾ عورتن جي حقير ۽ ناقص العقل هجڻ ٽيو جملو حضرت
علي سائين طرف هي منسوب ڪيو اٿن ته عورتون ان ڪري به مذمت
لائق آهن جو انهن جي معاملات ۽ فيصلن لاءِ شاهدي به هڪ مرد جي
ڀيٽ ۾ ٻن عورتن جو هجڻ لازم قرار ڏنو ويو آهي.
ان قرآن حڪيم جي فرمان ته فان لم يڪونا رجلين فرجل وامرتان
يعني شاهدي ڏيڻ لاءِ ٻه مرد نه ملي سگهن ته هڪ مرد ۽ ٻن عورتن
کان شاهدي ورتي وڃي، قرآن پاڪ جي انهيءَ فرمان مان ماڻهو عورت
جي مذمت ۽ ڪمتر هجڻ جو مفهوم وٺي رهيا آهن. انهيءَ ڳالهه جو
جواب ۽ اصل مفهوم ته آئون قرآن جي شاهديءَ سان پڙهندڙن جي
خدمت ۾ عرض رکان ٿو، پر پهريائين اجازت سان. هي سوال به منهنجي
ذهن ۾ اچي ٿو اهو عرض ڪندو هلان ته مرد جيڪڏهن اڪيلي سر
شاهدي ڏئي ته اها به ته قبول ڪرڻ گهرجي؟ يعني هڪ مرد کي
ناڪافي قرار ڏيئي جيڪو ٻن جو انگ مقرر ڪيو ويو آهي، انهيءَ مان

ٻہ تہ هڪ مرد تي اهڙي بي اعتمادي جو شبهو يا خيانت جو شبهو تصور ڪري سگهجي ٿو. جهڙو عورت لاءِ سوچيو پيو وڃي. پوءِ باقي صرف عورت جي مذمت جو؟ جڏهن تہ اڪيلي مرد جي ٻئي مرد کان سواءِ ٻہ شاهدي ڪافي ناهي.

هاڻي قرآن کان پڇو تہ ان شاهدي مهل هڪ عورت کي ايڊيشن طور ٻي عورت سان گڏ ڪري ٻيهارڻ جو حڪم ڇو ڏنو جواب ۾ قرآن حڪيم فرمائي ٿو تہ ان تضل احداهما فتذڪراحداهما الاخرئ (٢٨٢-٢) يعني اهو هن ڪري تہ شاهدي ڏيندڙ عورت (عدالتي ماحول کان جيڪڏهن) ڪنفيوز ٿي وڃي. رعب ۾ اچي وڃي. ان کان واتان الفاظ نہ نڪري سگهن. تہ اهڙي صورتحال ۾ ٻي مددگار عورت ان جي مونجهاري کي پري ڪرڻ لاءِ بيان چئي ٻڌائي. يعني بنيادي طور شاهد هڪڙي عورت ئي هوندي آهي. پر جيئن تہ معاشرتي رواجن سبب عورتن جو گهريلو ماحول کان ٻاهر سان اٿي ويٺي ڳالهہ ٻولهہ نہ هجڻ برابر هوندي آهي. تہ اهڙي صورتحال ۾ رب پاڪ عورت سان اها خاص رعايت ڪئي آهي تہ جيئن ٻيءَ ساٿياڻيءَ سبب ان کي ذهني ٽيڪ ملي ۽ اڪيلائپ سبب حوصلو نہ هاري ويهي. نہ تہ هوئڻ مونجهاري ۽ هيسجي وڃڻ ڪري شاهديءَ جي بيان ياد ۽ معلوم هجڻ باوجود ان جي ادائگي نہ ڪري سگهندي. سو صرف ايتري لاءِ قرآن ان کي ٻي مائيءَ جي گڏ ويهڻ ۽ هلڻ جي ٻہ رعايت ڏني آهي. قرآن حڪيم جي انهي حڪمت جو نفسياتي پهلو سمجهائڻ لاءِ آئون هڪ مثال عرض ڪيان ٿو. پر شايد اهو هن اٽيچ باٿ روم واري هلندڙ ڪلچر ۾ رهندڙ ماڻهن کي ڏکيو اعتبار ۾ اچي. سو اهو سمجهڻ لاءِ اعتماد شرط آهي. ۽ آئون جيئن تہ اهڙن معاشرن ۾ رهي آيو آهيان ان ڪري منهنجو تہ اهو مشاهدو آهي. ان ڪري يقين سان اهو مثال بيان ڪجي ٿو تہ ٻهراڙين ۾ جتي گٽر جو نيڪال وارو سسٽم نہ هوندو آهي تہ اتي ڳوٺن کان ٻاهران ۽ ويجهو. وڻڪار جون هڙيون ۽ وڻن. ٻوٽن. سرن جا جهڳٽا هوندا آهن ۽ هوندا هئا. جتي ڳوٺ جون عورتون قضاء حاجت ۽ جهنگ جي خيال سان وينديون آهن. تہ اهڙي صورتحال ۾ جيڪڏهن ڪنهن هڪ عورت کي جهنگ جو خيال ۽ ليٽرين جي ضرورت پوندي. تڏهن ٻہ اها هڪڙي



جتي اڪيلي ان طرف ڪانہ ويندي آهي ۽ گهر يا ٻاڙي مان ڪانہ ڪا ٻي عورت بطور ساٿياڻي جي. مائي ساڻ وٺي ويندي آهي ۽ اهو ڪڏهن ٻہ ضروري نہ هوندو آهي تہ انهيءَ ٻي عورت کي ٻہ هرويرو جهنگ جي خيال جي ضرورت هجي تہ هلي نہ تہ نہ هلي. يعني ٻي عورت ساڻ ڪري وٺي وڃڻ مان مقصد صرف رفاقت هوندو آهي. تہ اهو پنهنجو ڳوٺ. وستي جتي عورتون گاهہ پٺا ڪنديون رهنديون آهن. مال چارينديون آهن. ڪاٺيون ۽ ڇيٽا ميڙينديون. صبح شام ڦيريون ڪائينديون رهنديون آهن. سڄو ماحول پنهنجي راڄ ڀاڳ. برادريءَ وارو هوندو آهي. تڏهن ٻہ عورت اهڙي ضرورت مهل پاڻ سان ٻي ساٿياڻي ساڻ ڪرڻ ضروري سمجهندي آهي. تہ ڪورٽن جي ماحول ۾ جرڳن ۽ پنچاتن اڳيان شاهدي ڏيڻ وقت قرآن حڪيم ٻہ عورت جي فطري معمول کي سامهون رکندي. ان کي ٻي ساٿياڻي ساڻ ڪرڻ جي رعايت ڏني آهي.

ڪتاب نهج البلاغہ جي انهي خطبي ۾ اڳتي آهي تہ فاتقوا شرار النساء وڪونوا من خيارهن علي حذر. يعني برين عورتن کان تہ بچو پر نيڪ صالح عورتن کان ٻہ پاسو ڪيو ۽ ولاتطيعو هن في المعروف انهن صالح عورتن جي جائز ۽ چڱن ڪمن ۾ ٻہ انهن جو چيو نہ مڃو. متان هو اوهان جي فرمانبرداري جي لالچ ۾ اوهان کان ڪوئي ناجائز ڪم وٺن. خطبي جي هن عبارت تي ڪهڙو تبصرو ڪجي قرآن حڪيم سورت نساء جي آيت نمبر ١٩ ۾ فرمايو آهي تہ وعاشرو هن بالمعروف يعني عورتن سان معاشرت. رهڻي ڪهڻي. گذر سفر. معروف بنيادن تي. معروف اصولن تي. معروف معاملن ۾. معروف ڪمن ۽ حاجتن ۾ وهنوار ۽ سلوڪ ڪيو. پر هتي نهج البلاغہ ڪتاب جا خطبا ٺاهڻ وارا حضرت علي سائين جهڙي قرآني علمن جي ماهر ۽ حافظ ڏي اهڙيون تہ خلاف قرآن ڳالهيون گهڙي منسوب ڪيون ويٺا آهن جو افسوس ۽ ڏک ٿئي ٿو تہ تہ ڪاٿي علي سائينءَ جو علمي مرتبو ۽ ڪاٿي هي خلاف قرآن ڳالهيون علي عليہ السلام جي کاتي ۾ خطبن ٺاهڻ وارا لکن پيا اها ڪيڏي تہ ارهہ زورائي آهي. سورت نساء جي متين ساڳي آيت ۾ قرآن حڪيم فرمائي ٿو تہ جيڪڏهن لنهن عورتن جي ڪا ڳالهہ ۽ ڪم اوهان

ڪي نہ بہ وٽي، توهان کي مڪروهہ بہ لڳندو هجي تڏهن بہ انهن سان گذارو ڪيو، ڇو تہ وڏو امڪان آهي جو جنهن شيءِ کي اوهان ناپسند ڪندا هجو، انهيءَ ۾ الله عزوجل طرفان ڪوئي ڀلائيءَ جو گوشو ۽ پهلو نڪري پوي، فرمان آهي تہ فان ڪرهتموهن فعسيٰ ان تڪرهوا شيئا ويجعل الله فيه خيراً اڪثيرا. ترجمو تہ مون اڳ ۾ ڪري ڇڏيو آهي پر اعتبار لاءِ هر ماڻهو وٽس پيل معنيٰ واري قرآن سان پيتائي ڏسي، صرف ايتري لاءِ تہ پڪ ٿئي تہ قرآن حڪيم عورتن لاءِ حڪم ڏئي ٿو تہ عاشروهن بالمعروف ۽ ان جي ضد ۾ يعني قرآن جي رد ۾ نهج البلاغ وارا حضرت علي کان ٿا چورائي ڏيکارن ٿا تہ فلا تطيعوهن في المعروف يعني عورتن جو جائز ۽ معروف ڳالهين ۾ بہ چوڻ نہ ڪيو. قرآن فرمائي ٿو تہ عورتن جي ڪنهن اڻوڻندڙ ڳالهہ تي بہ ناپسنديدگي جو اظهار نہ ڪيو، متان ان ۾ الله جي طرفان ڪائي ڀلائي جي ڳالهہ ٿي پوي ۽ جواب ۾ يا رد ۾ نهج البلاغ وارا ٿا علي سائين کان چوائن تہ عورت جا جائز مطالبا بہ نہ مڃو متان هوءَ اوهان کي فرمانبردار ڏسي ناجائز مطالبا نہ شروع ڪري ڏئي، اهي تضاد ڏسي آئون دعويٰ سان چوان ٿو تہ علي سائين جا بہ ڳالهہ ڪندو اها قرآن کان ٻاهر نہ هوندي. ڪتاب نهج البلاغہ جون مٿي بيان ڪيل خطبي واريون ڳالهيون قرآن حڪيم جي خلاف هجڻ ڪري حضرت علي سائينءَ جون نٿيون ٿي سگهن هرگز نٿيون ٿي سگهن. منهنجو هي عقيدو ۽ ايمان آهي تہ علي ۽ قرآن هڪ ٻئي کان جدا ناهن، جا ڳالهہ بہ حضرت علي سائين جن ڪندا، اها قرآن جي موافق هوندي ۽ جا ڳالهہ بہ قرآن فرمائيندو، اها ڳالهہ حضرت علي سائين جو فڪر ۽ فلسفو هوندي. هاڻ هنن خطبن ۾ جيڪي بہ ڳالهيون قرآن حڪيم جي خلاف حضرت علي سائين جن ڏي منسوب ڪيون ويون آهن پوءِ اهي امان عائشہ جي باري ۾ هجن، يا حضرت معاويہ جي باري ۾ هجن، يا جملہ اصحاب رسول جي باري ۾ هجن، يا قريشن ۽ هاشمين جي نالي سان انهن ۾ ڏڦيڙ وجهڻ واريون ڳالهيون هجن، اهي سڀ طبري جي پوئلڳن، قدس سرة واري لڏي، هرمزان (تستر واري گورنر) ۽ ان جي پٽ باجان بن هرمزان (حضرت حسين جو قاتل) ۽ عبدالله بن سبا ۽ ان جي پيءُ سبا بن شمعون اهي ٻئي پيءُ پٽ حضرت



علي جا قاتل هئا. جفينہ الخليل جي سازشن جي باقيات آهن. جن مسلمانن جي ڪوڙي ۽ من گهڙت تاريخ گهڙي، پوءِ جي زماني وارن ماڻهن کي پاڻ ۾ ويڙهائي ڇڏيو آهي ۽ نہ صرف تاريخ پر رسول سائين جي نالي ڪوڙيون حديثون ٺاهڻ ۾ بہ هنن گهٽ ناهي ڪئي.

## ام المؤمنين عائشہ صديقہ جي توهين

ڪتاب نهج البلاغ جو ام المؤمنين امان عائشہ جي شان خلاف توهين آميز خطبو پڙهي ڏسندا. خطبو نمبر ١٥٥ صفحو نمبر ٤٧١. واما فلانة فادر ڪها راي النساء وضغن غلافي صدرها ڪمرجل القين ولودعيت لتنال من غيري ماتت الي لم تفعل ولها بعد حرمتها الاولي والحساب علي الله تعاليٰ. ترجمو: پر فلاڻي، هڪ تہ ان ۾ عورتن واري ڪم عقلي آهي، (ٻيو) لوهار جي ڪڙهائي وانگر ان جو سينو بغض ۽ ڪيني سان ٻڙڪي رهيو آهي ۽ جيڪو سلوڪ مون سان ڪري رهي آهي، اهو جيڪڏهن ڪنهن ٻئي سان ڪرڻ لاءِ ڪيس چئجي تہ نہ ڪندي، انهيءَ هوندي بہ اسان کي ان جي اڳوڻي حرمت جو لحاظ آهي ۽ ان جو حساب الله جي ذمي آهي. (ترجمو ختم).

**تبصرو:** غور ڪيو وڃي تہ ام المؤمنين بي بي عائشہ، الله جي طرفان قرآن جي حڪم مطابق، پوري امت لاءِ ماءُ ڪري ڏني وئي آهي، حضور سائينءَ جي ٻين گهر وارين وانگر، سندس انهيءَ مرتبي کان سواءِ ۽ وڏاري، اصحاب رسول مان هجڻ بہ تمام وڏو شان، عهدو ۽ مرتبو آهي، جن اصحاب رسول لاءِ قرآن حڪيم سورت فتح جي آيت نمبر ٢٩ ۾ فرمائي ٿو تہ رحماء بينهم يعني محمد جا ساٿي هڪ ٻئي سان رحم ۽ ٻاجهہ ڪرڻ وارا هئا. تہ قرآن حڪيم طرفان اصحاب رسول جي اهڙي تعارف کان پوءِ سوال ئي ٿو پيدا ٿئي تہ حضرت علي سائين، جنهن کي الله عزوجل عائشہ ماءُ ڪري ڏني آهي، تہ ان جي شان خلاف ائين چوي تہ ان ۾ عورتن واري ڪم عقلي آهي ۽ عائشہ جو سينو لوهار جي ڪڙهائي وانگر ساڙ ۽ حسد سان ٻڙڪي رهيو آهي، ڇا قرآن حڪيم جي تعارف رحماء بينهم جو نهج البلاغ جي هن خطبي جي الفاظن سان ڪو جوڙ لڳي ٿو؟ علي سائين بہ صحابيءَ رسول آهي تہ ام المؤمنين بہ

اصحابڻ آهي. ماءُ تنهن کان سواءِ. تہ پوءِ رحماء بينهم يعني هڪ ٻئي
تي رحم ڪرڻ وارا. ٻاجهہ ڪرڻ وارا. ڪير ڪنڊ وانگر يؤثرون عليٰ
انفسهم ولوڪان بهم خصاصہ ۽ جن لاءِ قرآن فرمائي ٿو تہ اولائڪ هم
الصادقون ٩-٨-٥٩ يعني پيغمبر جا ساٿي مهاجر سڀ سچار ۽ انصار
پاڻ کي ڪس لائي بہ ٻين کي ڪم ايندڙ تہ حضرت علي، عائشہ لاءِ. يا
امان عائشہ علي لاءِ. ڪيئن پنهنجي سيني ۾ حسد ۽ بغض کي لوهار
جي ڪڙهائيءَ وانگر ٻڙڪائيندي رهندي، جيڪڏهن نهج البلاغہ جي
انهي خطبي جي الفاظن کي صحيح مڃيندا سون تہ قرآن ڪوڙو ٿي
پوندو، ان ڪري قرآن سچو ۽ علي قرآن جو ترجمان ۽ نمائندو بہ آهي
۽ قرآن جي مٿين آيت مطابق تہ اولائڪ هم الصادقون يعني مهاجر
صحابہ سڀ سچا آهن تہ علي سچو، عائشہ. سچي قرآن سچو. تہ پوءِ
صاف رزلٽ هيءَ ثابت ٿي تہ اهو خطبو علي سائين جو ناهي، علي ماءُ
جو فرمانبردار باادب سچار پٽ آهي، اهو خطبو انهن ٺاهيو آهي جن کي
نہ محمد وڻي ٿو، نہ ان جا ساٿي وڻن ٿا. ۽ اهي ڪوڙ ٿا ڳالهائن. نہ
وڻڻ جو ثبوت بہ قرآن حڪيم جي ساڳي سورت ساڳي آيت ۾ آهي
٢٩-٤٨ فرمان آهي تہ ڪزرع اخراج شطاه فآزره فاستغلظ فاستويٰ علي
سوقه يعجب الزراع ليغيظ بهم الڪفار. يعني رب پاڪ نبي سائينءَ جي
جماعت ٺاهڻ، پارٽي ورڪرن جي تربيت ڪري انهن کي انقلاب لاءِ هر
وقت چوڪس ۽ چوبند رکڻ جو مثال ۽ تشبيهہ. پوک ڪاهيندڙ هاريءَ
سان ڏئي ٿو، جيڪو هاريي جا سڀ ڪشالا ڪري ٻج ڇٽي ٿو، پوءِ
نرم نرم گونچ ڦٽن ٿا. هلندي هلندي تيلا وڏا ٿين ٿا پوک ڏيڍي پوي ٿي
۽ پوکيندڙ کي تہ پنهنجي فصل جو هڪ هڪ تيلو وڻي ٿو، اهڙي نموني
منهنجو محمد بہ هاريءَ وانگر انقلاب لاءِ تيار ڪيل پنهنجا ساٿي پارٽي
ورڪر ڏسي ٺري ٿو، خوش ٿو ٿئي، سرهو ٿو ٿئي، پر ليغيظ بهم
الڪفار يعني ڪافرن کي ان جي ساٿين سان حسد ۽ ساڙ آهي، انهن کي
اهي انقلابي نٿا وڻن. خطبي ٺاهيندڙن هي جملو بہ آندو آهي تہ ولهابعد
حرمتها الاوليٰ يعني ان لاءِ اڳوڻي حرمت ڪري اسان لحاظ بہ ڪيون ٿا
(ايجا وڏيڪ حساب) الله جي ذمي آهي، آئون سوال ڪيان ٿو تہ خطبي
ٺاهڻ وارن ڪهڙو لحاظ ڪيو آهي ۽ الله سائينءَ لاءِ حساب ڪرڻ واسطي



ڇا ڇڏيو اٿن. هنن کي تہ جيڪو تير تفنگ هٿڙو هو سو تہ هٽي
ڇڏيائون تہ عائشہ ۾ عورتن واري ڪم عقلي آهي، ان جو سينو لوهر
جي ڪڙهائي وانگر بغض ۽ ساڙ کان ٻڙڪي پيو. ۽ هنن لکيو آهي تہ بعد
حر متها الاوليٰ، عائشہ جي اڳين تعظيم جو لحاظ ڪيون ٿا. سوال آهي
تہ اڳين حرمت ڪيئن؟ ڇا اها حرمت يعني رسول الله جي گهر واري
هجڻ، اهو هن وقت لاءِ ناهي ڇا؟ جملي اڳين حرمت جو استعمال ڪرڻ
سان ثبوت ملي ٿو تہ خطبي ٺاهڻ وارا هن وقت ان حرمت جا قائل ناهن،
نہ تہ پوءِ جملو اڳين حرمت ڇو چيو ويو آهي، اها حرمت ۽ تعظيم
امهات المؤمنين لاءِ تہ رب پاڪ دائمي ابدي ڪئي آهي ان ڪري تہ
رسول سائين جي گهر وارين مٿان نبي سائين وفات کان پوءِ ڪنهن سان
شادي ڪرڻ جي منع ڪيل آهي، تہ اها ڳالهہ ثابت ڪري ٿي ام
المؤمنين جي حرمت ۽ تعظيم دائمي ابدي قيامت ۽ ان کان بہ اڳتي تائين
رهڻي آهي، ۽ مڃٽي آهي، خطبي ۾ تہ اڳين حرمت جو جملو استعمال
ڪري موجوده وقت ۾ ڄڻ ان شرف جو انڪار ڪيو ويو آهي، جيڪو
قرآن جي خلاف آهي ۽ علي سائين قرآن جي خلاف اهڙي ڳالهہ نٿا ڪري
سگهن.

خطبي جي منڍ منڍ ۾ آهي تہ واما فلانة فادر ڪهاراي النساء هن
جملي جو ترجمو ڪتاب نهج البلاغہ جو مترجم علامہ مرزا يوسف
حسين صاحب لکنوي جن هي ڪيو آهي تہ ”رهين فلان تو ايک تو ان
مين عورتون والي ڪم عقلي هي“ يعني هن خطبي مطابق حضرت علي جو
نظريو ۽ موقف هي آهي تہ عورتون گهٽ عقل واريون آهن، بي عقل
آهن، جڏهن تہ اسان کي قرآن پاڪ ۾ اهڙي ڪابہ ڳالهہ نظر ڪانہ ٿي
اچي، بلڪ ايجا قرآن حڪيم ۾ عورت جي مرد سان برابري ۽ هڪ
جهڙائي نظر اچي ٿي. ان ڪري اهو جملو تہ عورتون ڪم عقل آهن،
حضرت علي جو ٿي نٿو سگهي، علي اهڙي هلڪي سوچ وارو ماڻهو
ناهي، جهڙو خطبي ٺاهڻ وارا پيش ڪري رهيا آهن. پڙهندڙ حضرات
غور فرمائين، سورت نساء جي آيت نمبر-١ ۾ فرمان آهي تہ يا ايها
الناس اتقوا ربڪم الذي خلقڪم من نفس واحدة، يعني اي انسانو! ڊڄو
پنهنجي پالڻهار جي قانونن جي ڀڃڪڙي کان، جنهن توهان کي هڪ

نفس مان پيدا ڪيو آهي. يعني حياتيءَ جي هڪ جرثومي مان پيدا ڪيو آهي. هن آيت ۾ خطاب آهي انسان کي جنهن ۾ مرد عورت هڪ جهڙا مخاطب آهن ۽ ٻنهي جي پيدائش هڪ ئي جرثومي مان ٿي آهي تہ هاڻي صلاحيتن جو حساب بہ اهڙو ئي هوندو. جي گهٽ عقل واريون عورتون هونديون، تہ اها ڪم عقلي مردن ۾ بہ هوندي، صرف عورت جي تخصيص لاءِ دليل گهرجي، جيڪو قرآن ۾ ڪونهي. اها جدا ڳالهہ آهي تہ عيسائي مذهب ۾ عورت کي ڪمتر سمجهيو ويندو آهي. ان ڪري انهن جا پادري شادي ڪرڻ کان لهرائيندا آهن ۽ ٿي سگهي ٿو تہ رومين جو فارس وارن تي فڪري سيڪ چڙهي ويو هجي. سورت بقره جي آيت ١٨٧ ۾ فرمان آهي هن لباس لکم وانتم لباس لهن. يعني اهي عورتون توهان لاءِ لباس وانگر آهن ۽ توهان مرد بہ عورتن لاءِ لباس وانگر آهيو. هن فرمان ۾ بہ ڪمال حد تائين مرد ۽ عورت جي پاڻ ۾ برابري آهي. سورت روم جي آيت نمبر ٢١ ۾ فرمان آهي تہ ومن آياته ان خلق لکم من انفسکم ازواجا لتسکنوا اليها و جعل بينکم مودة ورحمة. يعني خلقتهار جي نشانين مان هڪ نشاني هيءَ بہ آهي تہ توهان کي جوڙا جوڙا ڪري پيدا ڪيو، تہ هڪ ٻئي مان وروح ۽ وندر حاصل ڪيو ۽ توهان ۾ ڳانڍاپو ۽ همدردي پيدا ڪيائين.

هونئن عورتن کي مردن جي پيٽ ۾ ۽ مردن کي عورتن جي پيٽ ۾ جدا جدا نراليون خصوصيتون بہ حاصل آهن. جن لاءِ فرمان آهي تہ هڪ ٻئي سان ريس نہ ڪيو ولاتتمنوا مافضل الله به بعضکم علي بعض٣٢. اها پروپئگنڊا غلط آهي تہ ملڪيت جو ڌڻي صرف مرد ئي ٿي سگهي ٿو. اسان جو حڪم آهي، قانون آهي، فيصلو آهي. للرجال نصيب مماڪتسبوا وللنساء نصيب مما اڪتسبن يعني مرد پنهنجي ڪمائي واري حصي جو مالڪ ٿيندو ۽ عورت پنهنجي ڪمائي جي حصي جي مالڪيائي ٿيندي، باقي طبعي بنيادن تي جا ورچ اسان ڪئي آهي تہ عورت ٻار پئدا ڪري ۽ وري اها ان سان محبت جي ڪري ان جي پرورش ۾ پنهنجو وقت ڏئي ٿي، صحت ۽ صلاحيت ڏئي ٿي. تہ ان جي مقابلي ۾ ڪم جي ورهاڱي جي طور تي مرد جي حصي ۾ هي ڊيوٽي لاڳو ڪئي آهي تہ اهو وڃي روزي ڪمائڻ لاءِ جاکوڙ ڪري ۽ اهو گمان نہ



ڪري تہ ڪمائڻ جو ڍنگ صرف اهو ڄاڻي ٿو. عورت کي اهڙي صلاحيت ئي ڪانهي. اوهان صرف الله کان روزگار جي باري ۾ سوال ڪيو. نہ تہ الله کي تہ خبر آهي تہ ڪير ڪيترو ڪمائي سگهي ٿو. ڪيئن ڪمائي سگهي ٿو. اهوئي مفهوم آهي ان الله ڪان بڪل شي عليما جو يعني ائين هرگز ناهي تہ عورت کي روزي ڪمائڻ جو ڪوئي ڍنگ ڪونهي، ۽ اهوئي مقصد ۽ مفهوم آهي آيت الرجال قوامون علي النساء جو.

ڪيترن ئي عالم فاضل ماڻهن الرجال قوامون علي النساء جي معنيٰ غلط ڪري، مردن کي عورتن مٿان صوبيدار ڪري ڇڏيو آهي. اهي معنيٰ هيءَ ٿا ڪن تہ مرد عورتن مٿان حاڪم آهن. ڏاڍا آهن. سگهارا آهن. جڏهن تہ هن آيت ۾ زال مڙس جي ڳالهہ مخصوص ڪانهي، هي جنرلي طور ٽوٽل عام مردن ۽ عورتن لاءِ ڪم جي ورهاڱي جي ڳالهہ ڪئي وئي آهي. جيڪا ورهاست قرآن حڪيم جنهن معاشري ٺاهڻ جي لاءِ ڳالهہ ڪئي آهي. ان ۾ عورتون گهر جون اندريون ذميداريون سرانجام ڏين ۽ اولاد جي پرورش ڪن تہ انهيءَ لاءِ جيڪو بہ خرچ پکو گهربو تہ انهيءَ جو انتظام مردن جي مٿان رکيو وڃي تہ قوامون علي النساء جي معنيٰ ٿيندي اخراجات جو بندوبست ڪري ڏيڻ ۽ عورتن کي گهريلو ضرورتن لاءِ خرچ جو انتظام ڪري ڏيڻ. قوامون جي معنيٰ هن آيت ۾ طاقتور، حاڪم، لٺ بردار ۽ اهڙي قسم جي هر معنيٰ غلط آهي.

آيت بمافضل الله بعضهم علي بعض، يعني ڪن کي ڪن تي فضيلت ڏني وئي آهي تہ ان جي معنيٰ هيءَ آهي تہ عورتون وڏي سگهڙائپ سان گهر جو اندروني نظام سانڍي سنڀالي سگهن ٿيون ۽ اولاد جي پرورش ڪن ٿيون ۽ مرد روزي ڪمائڻ لاءِ مشقت واري ڊيوٽي کي بهتر نموني منهن ڏئي سگهن ٿا. تہ انهن صلاحيتن ۽ فضيلتن جي ورهاست تي قرآن فرمائي ٿو ولاتتمنوا مافضل الله به بعضکم علي بعض، يعني هڪ ٻئي کي مليل خصوصيتن ۽ فضيلتن تي ريس نہ ڪيو. (جنرل ناليج جي لٽريچر واري معلومات مطابق تہ عورت عورت هجڻ تي خوش آهي، ارهي ڪانهي ۽ مرد کي بہ عورت بنجڻ جو شوق ڪونهي، سڀئي پنهنجي پنهنجي حال

تي خوش آهن) بهرحال ڪتاب نهج البلاغہ جي هن خطبي ۾ جملي عورتن لاءِ ڪم عقلي جو ريمارڪ ڏيڻ، اهو خلاف قرآن آهي. حضرت علي سائين جي نالي اهڙي خلاف وحي ڳالهہ ڪرڻ، اها ان جي بي ادبي ۽ توهين آهي، ان جي شان ۾ گستاخي آهي، اهو الزام آهي تہ علي قرآن جي خلاف ڪابہ ڳالهہ ڪري سگهي ٿو، اهو ان تي بهتان آهي، اها ان تي تهمت آهي، ان ڪري جو سورت احزاب جي آيت نمبر ٣٥ ۾ رب تعاليٰ جيڪا بہ وڏي ڪان وڏي تعريف مردن جي ڪئي آهي بعينه ساڳي تعريف ۽ لقب عورتن لاءِ بہ استعمال ڪيا آهن، غور فرمائيندا فرمان آهي تہ ان المسلمين و المسلمات والمؤمنين والمؤمنات والقانتين والقانتات والصادقين و الصادقات والصابرين والصابرات والخاشعين والخاشعات والمتصدقين والمتصدقات والصائمين والصائمات و الحافظين فروجهم والحافظات والذاكرين الله كثيرا والذاكرات اعدالله لهم مغفرة واجرا عظيما. هن آيت جو ترجمو ۽ تفسير آئون پنهنجي ايندڙ ڪتاب فقہ القرآن سيريز ۾ ڪندس (انشاءالله تعاليٰ ۽ جيڪڏهن جيئرو بہ رهيس، في الحال سڀ ڪو پنهنجي گهر ۾ پيل ترجمي واري قرآن شريف ڪٿي ڪولي معنيٰ ڏسي ۽ پڙهي.)

٣٠- ڊسمبر ٢٠٠٢ع جي اخبار ڪاوش جي صفحي نمبر ٣ تي هن سرخيءَ سان خبر ڇپي آهي تہ يورپي يونين جي آيل وفد جي زورڀرڻ ڪان پوءِ ايران ۾ سنگسار جي سزا ختم ڪرڻ جو فيصلو، سنگسار جي سزا کي ڏنڊ يا قيد جي سزا ۾ تبديل ڪيو ويندو، سرخيءَ ۾ ايراني پارليامينٽ جي ميمبر جي حوالي سان هي بہ لکيو ويو آهي تہ فيصلي جو يورپي يونين جي ڳالهين سان تعلق ناهي. قرآن حڪيم هر قسم جي زانيءَ لاءِ سزا ڀڏائي سئو لڪڻ، ٢-٢٤ فارس وارن کي تہ قرآن حڪيم جي هر حڪم کي حديثن جي هٿيار سان بدلائڻ جو عزم رهيو آهي سو بخاريءَ ۽ ٻين ڪتابن شادي شده مرد ۽ عورت مٿان قرآن واري مٿي ڀڏايل سزا خلاف سنگسار ڪري اڦٽ ماري ڇڏڻ جي سزا حديث جي ذريعي لاڳو ڪئي، پوءِ هاڻي مٿين خبر مطابق ايران تہ سنگسار جي غير قرآني سزا تان هٿ ڪڻي ويو، هاڻي ڏسئون تہ فارس وارن جي خلاف قرآن، سزا تان انهن جي بي ٽيم اهل سنت ڪڏهن ٿي دست بردار ٿئي.

# ڪتاب

# اصول ڪافي

## جي قرآن سان ڀيٽا

## امامن جي پيدائش جا طور طريقا

ابو بصير راوي جو بيان آهي ته اسان امام جعفر صادق عليہ السلام سان گڏ حج جو سفر ڪيو جنهن سال ان ڪي سندن فرزند امام موسيٰ ڪاظم پيدا ٿيو ان سفر ۾ اسان ابوا جڳهه تي هئاسون ۽ صبح جو ناشتو ڪرڻ وارا هجؤن ته حميده (امام موسيٰ ڪاظم جي والده) جو قاصد آيو امام جعفر صاحب ان قاصد سان گڏ روانو ٿي ويو ۽ جنهن وقت واپس آيو ته اسان سوال پڇيو ته اوهان ڪي چو سڏيو ويو. ٻڌايائون ته حميده خير سلامتيءَ سان آهي ۽ ان ڪي پٽ ڄائو آهي. حميده ٻڌايو ته ٻار ڄمڻ سان ئي ٻئي هٿ زمين تي رکي مٿو مٿي آسمان طرف ڪنيو. مون حميده ڪي ٻڌايو ته اها نشاني آهي رسول ۽ وصي جي. راوي جو بيان آهي ته مون امام جعفر عليہ السلام ڪان ان نشانيءَ جو تفصيل پڇيو ته جواب ۾ ٻڌايائون ته جڏهن منهنجي پڙ ڏاڏي جو نطفو قائم ٿيو ته ان جي ڪيفيت هن طرح ٿي جو فرشتو هڪ پيالي ۾ اهڙو شربت ڪٺي آيو جيڪو تمام پاڻيءَ ڪان به وڌيڪ نرم مکڻ ڪان به نرم ماکي ڪان وڌيڪ مٺو برف ڪان وڌيڪ ٿڌو کير ڪان وڌيڪ سفيد. اهو شربت ان ڪي پياريائين ۽ پوءِ چيائينس ته هاڻي اٿي جماع ڪريو ۽ انهن ائين ڪيو جنهن مان منهنجو ڏاڏو ڄائو. ان ڪان پوءِ جڏهن منهنجو پيءُ ڄائو هو ته ان لاءِ به منهنجي ڏاڏي جي طرف فرشتو انهي قسم جو شربت ڪٺي آيو جهڙو مٿي بيان ڪيو ويو ۽ ڏاڏي ڪي شربت پيئڻ لاءِ ڏئي پوءِ حڪم ڪيائينس ته هاڻي جماع ڪر. پوءِ ان جماع ڪيو جنهن مان منهنجو پيءُ ڄائو. پوءِ اڳتي هلي منهنجي پيءُ جي طرف به اهڙو فرشتو شربت ڪٺي آيو ۽ اهو پيارڻ بعد ان ڪي حڪم ڪيائين ته جماع ڪر. ان ائين ڪيو جنهن مان آئون ڄائيس وري پوءِ مون سان به ساڳي ماجرا پيش آئي ۽ مون به ائين ڪيو ۽ مون ڪي خوشي ٿي ته هاڻي مون ڪي به پٽ ڄمندو سو اهو اڄ ڄائو ۽ اهو اوهان جو امام آهي. امام جو نطفو جڏهن ماءُ جي پيٽ ۾ قرار وٺندو آهي ته اهو چار مهينا ساڪن رهندو آهي. پوءِ ان ۾ روح وڌو ويندو آهي. پوءِ حيوان نالي وارو فرشتو اچي ان جي ساڄي ٻانهن تي لکندو آهي تمت



ڪلمة ربڪ صدقا و عدلا لامبدل لڪلماتہ وهوالسميع العليم. امام ڄمڻ سان ئي جيڪي ٻيئي هٿ زمين تي رکندو آهي ان جو مطلب هي هوندو آهي ته اهو الله جي ان سموري علم تي قبضو ڪري ٿو جيڪو الله آسمان ڪان زمين تي نازل ڪيو آهي، ۽ ان وقت هو جيڪو مٿو مٿي ڪندو آهي، اهو هن ڪري ته آسمان ڪان خدا جي پاران ندا ايندي اٿس ته اي فلاڻا! پٽ فلاڻي جا تون دين جي معاملي ۾ مضبوط رهجانءِ مون توکي وڏي ڪم لاءِ پيدا ڪيو آهي، تون منهنجي مخلوق جوخلاصو آهين، منهنجي رازن جو امين آهين، مون تنهنجي لاءِ ۽ توسان محبت ڪرڻ وارن لاءِ پنهنجي محبت واجب ڪئي آهي، ۽ پنهنجي جنت به عطا ڪندس، ۽ پنهنجو پاڙو به انهن ڪي عطا ڪندس، ۽ جيڪو توسان دشمني ڪندو ان ڪي سخت عذاب ڏيندس، توڙي جو ان ڪي دنيا ۾ مون خوشحالي چو نه ڏني هجي، پوءِ جڏهن آسماني ندا پوري ٿيندي ته امام انهيءَ حال ۾ جو هٿ ان جا زمين تي هوندا، مٿو، مٿي ڪري آسمان ڏي چوندو ته شهد الله انه لا اله الا هو والملائڪة واولو العلم قائما بالقسط لااله الاهو العزيز الحڪيم امام جي انهيءَ چوڻ ڪان پوءِ الله ان ڪي اولين ۽ آخرين زمانن ۽ جهانن جو علم عطا ڪندو ۽ اڳتي لاءِ اهو امام شب قدر ۾ روح جي زيارت جو حقدار ٿيندو. اصول ڪافي جي هن حديث نمبر ڇهريون باب مواليد الائمہ جلد ٢ جو اختصار سان ڪيل خلاصو ختم ڪجي ٿو. هي باب نمبر ٩٢ آهي هن ۾ ڪل ٨ حديثون آنديون ويون آهن. ٻيو نمبر حديث ۾ساڳي شربت پياري امام ڪان امام جو ٻج وٺڻ جي ڳالهه آهي ۽ هي به ته امام جو نطفو ماءُ جي پيٽ ۾ چاليهه ڏينهن قرار وٺڻ ڪان پوءِ ماحول جي گفتگو ٻڌڻ شروع ڪندو آهي (عجب آهي جو اڳين حديث مطابق ساهه پوي ٿو چئن مهينن ڪان پوءِ ۽ ٻڌڻ شروع ڪري ٿو ساهه ڪان اڳيئي هن حديثن تي آئون ڪوبہ تبصرو ڪونہ ڪندس صرف پڇاڙيءَ ۾ قرآن حڪيم جون ڪجهه آيتون تخليق بابت ترجمي سان لکندس، اڳتي هن ساڳي ٻيو نمبر حديث ۾ آهي ته امام جي پيدا ٿيڻ ڪان پوءِ ساڳيو حيوان نالي وارو ملائڪ امام جي ٻن اکين جي وچ ۾ اچي لکي ٿو. تمت ڪلمة ربڪ صدقا وعد لا لامبدل لڪلماته وهو السميع العليم. اڳتي حديث ۾

آهي اڳيون امام جڏهن مري ويندو آهي تہ پوئين امام لاءِ نور جو هڪ منارو بلند ڪيو ويندو آهي جنهن سان هو مخلوق جا اعمال ڏسندو آهي ۽ ان سان الله پنهنجي مخلوق تي پنهنجي حجت پوري ڪندو آهي. هن ڪان پوءِ ٽين نمبر حديث ۾ آهي تہ شربت واري ساڳي ڳالهہ ۽ چاليهن ڏينهن ڪان پوءِ ٻڌڻ جي بہ ساڳي ڳالهہ البت جمڻ ڪان پوءِ ٻي حديث ۾ هو تہ ملائڪ امام جي اکين جي وچ ۾ مٿين آيت لکندو ۽ هت هن ٽين نمبر حديث ۾ راوي چوي ٿو تہ اهو شربت پيارڻ وارو ملائڪ امام جي سڄي ٻانهن تي مٿين آيت لکندو، ۽ اڳتي ساڳي مناري واري ڳالهہ بہ لکي وئي آهي پر هن حديث ۾ آهي تہ هر شهر جي ماڻهن جا اعمال چيڪ ڪرڻ لاءِ جدا جدا بوسٽر لڳائي ڏنا ويندا. پوءِ شايد مٿي ٻئي نمبر حديث ۾ زمين واري بوسٽر بدران خلا واري سيٽلائيٽ اسٽيشن جو ذڪر هجي حديث نمبر چار ۾ لکيل آهي تہ امام جڏهن ماءُ جي پيٽ مان جمندو آهي تہ ان جي ٻن ڪلهن جي وچ ۾ مٿي ڄاڻايل آيت لکي ويندي آهي ۽ هن حديث ۾ بہ نوراني منارن جو ذڪر آهي. ۽ پنجين نمبر حديث ۾ آهي تہ امامن جي مائرن کي جڏهن حمل ٿيندو آهي تہ کين هڪ قسم جي غشي ۽ سستي جهڙي ڪيفيت ٿيندي آهي، جيڪڏهن نطفو ڏينهن ۾ قرار وٺندو اٿن تہ اها ڪيفيت پورو ڏينهن هلندي آهي جيڪڏهن رات جو قرار وٺندو آهي تہ اها ڪيفيت پوري رات جو هلندي اٿن ۽ پوءِ ننڊ ۾ هڪ مرد کي اها ماءُ ڏسندي آهي جيڪو خوشخبري ٻڌائيندو اٿس هڪ ڄاڻو ۽ بردبار پٽ جي. جنهن سان ماءُ خوش ٿيندي ۽ جڏهن ننڊ مان سجاڳ ٿيندي آهي تہ گهر جي ساڄي طرف کان آواز ايندو اٿس تہ توکي عليم ۽ حليم ڇوڪري جي خوشخبري ڏجي ٿي. ان ڪان پوءِ ماءُ پنهنجي جسم ۾ هلڪائي محسوس ڪندي ۽ پيٽ ۾ ڪشادگي بہ محسوس ڪندي ۽ نون مهين گذرڻ کان پوءِ پنهنجي گهر ۾ سخت قسم جا احساسات.-محسوس ڪندي (جن احساسن کي علامہ سيد ظفر حسين پنهنجي ترجمي الشافي ۾ جهٽڪا ڪري لکيو آهي) ۽ امام کي ڄڻڻ واري رات جو گهر ۾ نور ۽ روشني کي ڏسندي جنهن کي ان کان سواءِ ۽ امام جي پيءُ کان سواءِ ٻيو ڪوئي ڏسي نہ سگهندو آهي (عجب آهي تہ روشني ٿئي ۽



ان کي ٻن ڄڻن يعني پيءُ ماءُ کان سواءِ ڪوئي ٻيو نہ ڏسي سگهي ان کي روشني سڏجي يا ٻيو ڪجهہ؟!!) حديث ۾ آهي تہ امام کي ان جي ماءُ اهڙي حال ۾ ڄڻيندي آهي جو هو جمڻ سان اهو ويهڻ واري ڪيفيت ۾ هوندو آهي وتفتحت له حتي يخرج متربعا. هتي علامہ ظفر حسن صاحب متربعا لفظ جو ترجمو ڪيو آهي سڌو پيدا ٿيڻ. يعني امام سڌي نموني پيدا ٿيندو آهي، هونئن سڌي، لاءِ مستقيما جو لفظ مناسب لڳي پيو، پر ڇا ڪجي جو فارس وارن امامن جي نالي تي حديثون ٺاهڻ گهڙيون آهن سو انهن جي عربي بہ اهڙي ئي هوندي نہ تہ هونئن امام تہ سڀ اعليٰ نسل جا عرب آهن. اهي اهڙي ڪچي ٻولي ڪيئن ڳالهائيندا ۽ متربعا لفظ جي معنيٰ آهي چورس. سو اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ جمڻ مهل ڪير چورس ڪيفيت ۾ جمي. اهو متربعا يعني چورس واري صورت تہ ويهڻ جي تشريح ۾ لفظ اچي سگهي ٿو. جنهن کي سنڌيءَ ۾ پلٽ هڻي ويهڻ چئبو آهي. جمڻ ۽ پيدا ٿيڻ مهل ٻار چورس ۽ متربع ڪيفيت ۾ فارس واري ملڪ ۾ ٻار جمندا هجن تڏهن بہ گهٽ ۾ گهٽ آئون اعتبار نہ ڪندس. آخر فطرت تہ الله پاڪ هر ملڪ جي هر عورت مرد جي هڪ جهڙي خلقي آهي سو جيڪڏهن مٿين حديث ۾ متربع صفت آهي پيدائش جي ڪيفيت جي جيئن حديث ۾ آهي تہ بہ آئون حديث ناهيندڙن جي اها عبارت امامن جي مائرن لاءِ بي ادبي ۽ گستاخي واري گار تصور ڪيان ٿو. باقي ٻيا خبردار جيئن بہ سمجهن منهنجو ڪنهن سان ڪهڙو واسطو. اڳتي حديث ۾ آهي تہ امام جمڻ مهل جيئن بہ جمي پر ڦيري ڪائي اهو زمين تي اچڻ ڪان پوءِ قبلي کي نہ وساريندو آهي ۽ ان کي منهن سامهون ڪندو آهي. جمڻ مهل امام کي ٽي پيرانڪ ڪان ڇڪ ايندي آهي ۽ پنهنجي آگر جي اشاري سان الحمدلله چوندو آهي ۽ هو خوشيءَ جي حالت ۾ هوندو آهي ۽ امام ماءُ جي پيٽان طهر ٿيل جمندو آهي ۽ ان جا چار ڏند مٿين حصي ۾ ٿيندا آهن ۽ هيٺين ۾ پاسن کان بہ ڏند هوندا اٿس. اهي ڇهہ ڏند اجريل سون وانگر چمڪندا آهن نبين جي جمڻ مهل بہ اهڙي ڪيفيت هوندي آهي، وصي ۽ نبي بہ پاڻ ۾ ويجهو تعلق رکن ٿا. ڇهين نمبر حديث ۾ نئين ڳالهہ هيءَ لکيل آهي تہ امام جي باري ۾ ڪابہ گفتگو نہ ڪندا

ڪيو، ڇو جو هو ماءُ جي پيٽ ۾ ٻه ڳالهيون ٻڌندو آهي، ستين نمبر حديث ۾ آهي ته راوي يونس چيو ته امام رضا فرمايو ته ماڻهو نور واري مناري ۾ ٿنڀ لاءِ سوال پڇندا آهن ته اهو ڪهڙي قسم جو هوندو، اي يونس! تو ڇا سمجهيو آهي ته اهو ڪو لوهه جو هوندو؟ راويءَ چيو ته آئون ڪجهه نٿو ڄاڻان پوءِ امام فرمايو ته اهو ملائڪ هوندو جنهن جي ذريعي هر شهر وارن جا عمل امام ڏسندو، اٺين حديث ۾ آهي ته امام جعفر فرمايو ته امام ۾ ڏهه علامتون هونديون آهن. هو پاڪ ۽ طهريل ٿي ڄمندو آهي ۽ ڄمڻ مهل پنهنجا هٿ زمين تي رکي وڏي آواز سان شهادت ڪلما پڙهندو، امام کي تڙ نه پوندو آهي، امام جي اکين کي ننڊ ايندي آهي پر دل ان جي جاڳندي آهي، امام کي اوٻاسي نه ايندي آهي، جيئن هو اڳتي ڏسندو آهي اهڙي نموني پوئتي به ان جي نظر پوندي آهي، ان جي پائخاني مان مشڪ جي خوشبو ايندي آهي، ۽ زمين جي ذميداري آهي ته هوءَ ان کي لڪائي ڳهي وڃي ۽ امام جڏهن رسول الله جي زره پائي ته اها ان کي پوري اچي ۽ جڏهن ڪو ٻيو شخص پائي توڙي اهو ٻيو شخص ڊگهو هجي يا ٻندرو ته ان کي اها زره هڪ گراٽ ڊگهي ٿئي، ۽ امام سان سندس زندگيءَ ۾ ملائڪ ڳالهائيندو رهندو آهي. هن باب جي ڪل حديثن جو خلاصو امامن جي پيدا ٿيڻ بابت پورو ڪجي ٿو هاڻي انهيءَ موضوع تي قرآن حڪيم ڪان مختصر طور معلومات نقل ڪجي ٿي ته تخليق بابت اهو ڇا ٿوفرمائي، ولقد خلقنا الانسان من سلالة من طين ١٢-٢٣. يعني بيشڪ پيدا ڪيو اسان انسان کي مٽيءَ مان، جيڪا ڇاٽيل ڇنڊيل ۽ صاف ڪيل هئي. ولقد خلقنا الانسان من صلصال من حمامسنون ٢٦-١٥ يعني بيشڪ پيدا ڪيو اسان انسان کي صاف ڪيل مٽيءَ مان جيڪا (گهڻي وقت گذرڻ سبب) بدبودار، سڙيل ۽ ڳريل ٿي وئي هجي. ومن آياته ان خلقکم من تراب ٢٠-٣٠. يعني الله جي نشانين مان هيءَ به هڪ نشاني آهي جو ان اوهان کي مٽيءَ مان پيدا ڪيو، ماخلقکم ولابعثکم الاکنفس واحده ٢٨-٣١. يعني اوهان سڀن انسانن جو پيدا ڪرڻ شروع ۾ يا مرڻ ڪان پوءِ ٻيو پيرو اهو ائين آهي جيئن ڪنهن به هڪ انسان جو يعني سڀن جو انداز تخليق ۽ توليد سڀ برابر آهي هڪ جهڙو آهي، وهوالذي



انشاکم من نفس واحده ٩٨-٦. يعني الله اها ذات آهي جنهن اوهان انسانن جي انداز نشونما کي حياتي جي ان شروعاتي جرثومي مان پيدا ڪري هڪ جهڙائي واري طريقي جي بنياد تي هر انسان لاءِ هڪ سسٽم تي ارتقا جا سڀ مرحلا پورا ڪري آخري تڪميل واري منزل تي پڄايو فمستقرو مستودع قد فصلنا الآيات لقوم يفقهون. يعني سمجهه ۽ عقل رکڻ وارن لاءِ اسان پنهنجي آيتن کي تفصيل سان بيان ڪري ڇڏيو آهي.

## تقيو

ڪليني صاحب پنهنجي ڪتاب اصول ڪافي جي چوٿين جلد ۾ تقيي جي نالي سان هڪ باب ترتيب ڏنو آهي، باب نمبر ٢٢٥ جنهن ۾ تقيي ڪرڻ ۽ تقيي جي لازمي ۽ ضروري هجڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ کي فرض وانگر قرار ڏنو ويو آهي، ان باب ۾ ڪل ٽيويهه حديثون آنديون اٿس.

تقيي جي معنيٰ خطري مهل ڪوڙ ڳالهائي جان ڇڏائڻ ۽ بچائڻ ڪئي اٿن. ڪوڙڳالهائڻ جي مذمت ۽ ممانعت قرآن حڪيم جابجا ڪئي آهي، آئون اصول ڪافي ڪتاب جون حديثون گڏ ڪرڻ واري ڪليني صاحب جي هن باب جي ڪجهه مڪ قسم جي چند حديثن کي قرآن حڪيم خلاف ثابت ڪيان ٿو، انهيءَ جواب مان باقي حديثن جو حشر به اهڙو ئي تصور ڪندا، ڪليني صاحب هن باب ۾ پهرين پهرين حديث هي آندي آهي جيڪا منسوب ڪيل آهي امام جعفر صادق رحمة الله عليه جي طرف عن ابي عبدالله عليه السلام في قول الله عزوجل اولائڪ يؤتون اجرهم مرتين بماصبروا (قال صبروا علي التقية) ويدرؤن بالحسنة السيئة، قال الحسنة التقية والسيئة الاذاعة، يعني امام جعفر عليه السلام کان آيت اولائڪ يؤتون اجرهم مرتين بماصبروا ۾ صبرو بابت تفسير پڇيو ويو ته انهن فرمايو صبر مان مراد آهي تقيي تي صبر ڪرڻ ۽ هن ئي آيت ۾ جملي ويدرؤن بالحسنة السيئة مان مراد آهي ته دفعي ڪن ٿا برائيءَ کي نيڪيءَ سان (امام صاحب فرمايو ته) حسنه مان مراد آهي تقيو، ۽ سيئه (بڇڙائي) مان مراد آهي راز کي کولڻ (حديث جو خلاصو پورو ٿيو)۔

**تبصرو:** هي آيت آهي سورت قصص جي، نمبر آهي ۵۴. هن آيت ۾ رب سائين اهل ڪتاب بابت فرمائي ٿو تہ انهن اهل ڪتاب وارن کي ڊبل اجر ملندو، هيٺ تي اجر ڏنو ويندو، ۽ ٻيرا اجر ڏنو ويندو، هڪڙو هن تي تہ انهن پنهنجي اڳين پيغمبر معرفت مليل ڪتاب جي مٿان ايمان آندو ۽ ٻيو اجر هن لاءِ تہ جڏهن قرآن مٿان ايمان آڻڻ جو سڏ ڪين ڏنو ويو تہ ان کي بہ قبول ڪيائون ۽ نہ رڳو ايترو پر پنهنجي اڳين مذهبي برادري وارن جي مخالفت ۽ رڪاوٽن کي بہ منهن ڏيندا رهيا ۽ وڏي استقامت سان اهل ڪتاب جو بہ مقابلو ڪيائون ۽ قرآن واري نظريي تي بہ مضبوطيءَ سان قائم رهيا، ۽ مخالفن جي رڪاوٽن ۽دشمني کي بہ سهڻي نموني سان دفعي ڪندا رهيا، هٽائيندا رهيا ۽ عطاءِ رباني جي آثار تي ۽ الله جي ڏني مان پنهنجي تحفظ ۽ بقا لاءِ خرچ ڪندا رهيا.

هن حديث جي روايت ڪندڙن ڪليني صاحب جي استادن صبر جي معنيٰ ۽ مراد امام جعفر صاحب جن ڏي منسوب ڪئي آهي تقيي تي صبر ڪرڻ، يعني ڪوڙ هٽي جند ڇڏائڻ ۽ غلط بياني ذريعي پنهنجي اندر جي ايمان کي لڪائي مخالفن سان سُر ۾ سُر ملائڻ. منهنجو خيال آهي بلڪ يقين آهي تہ امام جعفر صاحب جن، صبر بابت هيءَ قرآن حڪيم جي آيت ضرور ڄاڻندا هوندا تہ يا ايها النبي حرض المؤمنين علي القتال ان يڪن منڪم عشرون صابرون يغلبوا مائتين وان يڪن منڪم ماة يغلبوا الفامن الذين ڪفروا بانهم قوم لايفقهون ۶۵-۸ هن آيت جي معنيٰ آهي تہ اي نبي! تيار ڪر مومنن کي جنگ لاءِ، جيڪڏهن اوهان جا ويهہ عدد سپاهي صبر ڪندڙ هوندا تہ اهي مخالفن جي ٻہ سئو ماڻهن مٿان غالب اچي ويندا ۽ جيڪڏهن اوهان جا سئو ڄڻا هوندا تہ اهي ڪافرن جي هڪ هزار سپاهين مٿان غالب اچي ويندا. انهي ڪري تہ ڪافر بي سوچ آهن. هاڻي هن آيت ۾ هڪ سپاهي صبر سان وڙهندڙ مخالف ڪئمپ جي ڏهن سپاهين مٿان غالب اچي ٿو ويجي تہ قرآني ٻولي ثابت ڪري ٿي تہ صابر ۽ صبر ڪندڙ معنيٰ استقامت سان پنهنجي مورچي تي مضبوطيءَ سان ڄمي ڪري وڙهڻ، ۽ وڙهندڙ کي قران صبر ڪندڙ ۽ صابر سڏي رهيو آهي. ڪوئي رهيو آهي. تہ صبر جي معنيٰ قرآن واري ٿي استقامت ۽ مضبوطي، هاڻي جيڪڏهن اصول ڪافي جي



حديث مطابق آيت جي لفظ بما صبروا جي معنيٰ تقيي تي هلڻ، تقيو ڪرڻ، تقيي ذريعي صبر ڪرڻ، يعني اندر جي ڳالهہ لڪائي ظاهر ۾ ٻي ڳالهہ ڪرڻ ڪجي تہ پوءِ اهڙو صبر ڪرڻ وارو ماڻهو، تقيي ڪرڻ وارو ماڻهو، وڙهندو بہ ڇو؟ اهو تہ سُر ۾ سُر ملايو ويٺو هوندو ۽ ايران وارن جي تصوف جي وڏي ڪان وڏي يا تقيي جي وڏي پرچارڪ حافظ شيرازيءَ جي قول مطابق تہ:

حافظا گروصل خواهي صلح ڪن با خاص و عام

با مسلمان الله الله با برهمڻ رام رام.

يعني اي حافظ! جيڪڏهن تون جنهن سان تنهن سان ڳنڍڻ گهرين ٿو تہ عام توڙي خاص ماڻهن سان صلح سانت ۾ رهہ، مسلمانن سان ملڻ مهل الله الله ڪر ۽ هندن جي برهمڻن سان ملڻ مهل رام رام ڪندو ڪر. شيرازي صاحب برهمڻن جي تخصيص ان ڪري ڪئي آهي تہ غير برهمڻ ڪمزور هوندا آهن ان ڪري سلامي رڳو طاقت واري جي پرجي، سو مٿان اهو ئي روح ۽ جوهر هجي تقيي جو. پر حافظ شيرازي پوءِ جو ماڻهو آهي. اصل تقيي جا خالق شڪست فارس جي منڍ وارا آهن، انهن جي فقهہ ۽ حديثن کي حقيقت معلوم ڪرڻ لاءِ فوڪس ڪرڻ گهرجي، اڳتي حديث ۾ بقايا آيت جي جملي ويدرؤن بالحسنة السيئہ جي معنيٰ امام جعفرصاحب جي نالي ذريعي هيءَ تا ڪن تہ برائيءَ کي نيڪي ذريعي هٽائڻ جي معنيٰ آهي دل جي اصلي نظريي کي آشڪار ۽ ظاهر ڪرڻ اهو سيئہ يعني برو ڪم آهي ۽ دل جي اصل حقيقت کي لڪائڻ اهو حسنہ يعني سهڻو ڪم آهي تہ هن جي حديث مطابق معنيٰ ٿي تہ سچ ۽ حقيقت کي ڪوڙ جي ذريعي (تقيي جي ذريعي) ٽاري ڇڏيو، دفع ڪري ڇڏيو. پوءِ جيڪڏهن هن حديث ٺاهڻ وارن جي چوڻ مطابق حسنہ جي معنيٰ تقيو ڪجي تہ پوءِ سورت احزاب جي آيت نمبر ۲۱ ۾ جيڪو فرمان آهي تہ لقد ڪان لڪم في رسول الله اسوة حسنہ يعني اوهان لاءِ رسول الله جي سيرت ۾ اسوة حسنہ آهي، انهيءَ جي معنيٰ تہ اها ٿيندي تہ رسول الله بہ تقيو ڪندو هو. جڏهن تہ هن جي تقيي بازيءَ جو مقصد آهي سچ لڪائڻ ۽ حق ڳالهہ نہ ڪرڻ سان ناپسنديده نتيجن ڪان بچڻ. پوءِ جيڪڏهن حسنہ جي معنيٰ تقيو ڪرڻ

آهي ۽ تقيي ڪرڻ مان مقصد ايذائن مشڪلاتن ڪان بچڻ ۽ دشمن جي نظرن ڪان پاڻ بچائڻ آهي تہ پوءِ سورت آل عمران جي آيت نمبر ١٢٠ ان تمسسكم حسنة تسؤهم وان تصبكم سيئة يفرحوابها. جي معني ڪهڙي ڪئي ويندي؟ هن آيت ۾ تہ هيءَ ڳالہ آهي تہ جيڪڏهن حسنہ هر وقت اوهان سان لاڳو رهي تہ اها ڳالھہ ڪافرن کي تہ نہ وڻندي، اها ڳالھہ ڪافرن کي بري لڳندي، ڪافر تہ تڏهن خوش ٿيندا جڏهن اوهان کي برايون لاڳو ٿين، تہ هتي غور ڪيو وڃي تہ تقيو هن لاءِ ڪيو ويندو آهي تہ دشمن کي ڌاج ۾ رکجي، بي خبر رکجي ۽ سچ ڳالهائڻ سان يا حقيقت ظاهر ڪرڻ سان ان کي ناراض نہ ڪجي، بلڪ ان کي بي خبر رکي غافل رکي پنهنجو ڪم ڪڍجي، تہ هن آيت ۾ آهي تہ توهان کي جڏهن حسنات (يعني نيڪيون ۽ چڱايون ملن ٿيون) حاصل ٿين ٿيون تہ ڪافرن کي اها ڳالھہ بري لڳي ٿي، هيءَ آيت ثابت ڪري ٿي تہ حسنة جي معنيٰ تقيو ناهي، جيڪڏهن تقيو هجي ها تہ پوءِ ڪافر ڇو ان کي برو سمجهن ها! هن آيت، هيءَ ڳالھہ ثابت ڪري ڏيکاري تہ پيغمبر کي حسنات (ڀلايون) حاصل ٿيون آهن ۽ انهن جي ڪري ڪافرن کي اها ڳالھہ بري بہ لڳي آهي، وري اڳتي سورت اعراف جي آيت نمبر ١٨٨ پڙهي ڏسندا ان ۾ آهي تہ ولوكنت اعلم الغيب لاستكثرت من الخير وما مسني السوء، يعني جيڪڏهن آئون محمد غيب جو علم ڄاڻندو هجان ها تہ خير ۽ چڱاين جا پنهنجي لاءِ ڍير ڪري ڇڏيان ها، ۽ مون کي ڪابہ بري شيءِ ۽ تڪليف ويجهو ئي نہ اچي ها. هن آيت هي ثابت ڪري ڏيکاريو تہ پيغمبر سائين کي تڪليفون ۽ برايون بہ سامهون آيون آهن ۽ جڏهن تہ رسول الله کي حسنات بہ حاصل ٿيون آهن ۽ حسنہ جي معنيٰ ڪليني صاحب ۽ ان جي استاد راوين وٽ آهي تقيو ڪرڻ تہ پوءِ سورت اعراف جي آيت ٻڌائي ٿي تہ رسول الله کي سيئات ۽ تڪليفون بہ پهتيون آهن تہ پوءِ حسنات (تقيي) واري کي تڪليفون ڪيئن پهتيون، جڏهن تہ تقيو هوندو ئي تڪليفن ڪان بچڻ لاءِ آهي، تہ پوءِ اها صورتحال ثابت ڪري ٿي تہ حسنہ جي معنيٰ تقيو ڪرڻ ناهي، جيڪڏهن ڪنهن کي ضد آهي تہ هرويرو حسنہ جي معنيٰ تقيو آهي تہ پوءِ قرآن ٻڌائي پيو تہ رسول الله اسوة حسنہ جو مالڪ آهي ۽ قرآن ان



هوندي بہ اهو ٻڌائي ٿو تہ رسول کي برايون ۽ تڪليفون پهتيون آهن، تہ قرآن حڪيم جي هنر، تصريف آيات ۽ منطق جي صغريٰ ڪبريٰ مان حد اوسط ڪيرائڻ مان ثابت ٿيو تہ حسنہ جي معنيٰ اصول ڪافي واري پنهنجي حديث ۾ جيڪا تقيو ڪئي آهي اها غلط آهي.

هن ئي باب جي ٻئي نمبر حديث ۾ آهي تہ امام جعفر عليہ السلام فرمايو تہ تقيي ۾ (يعني ڪوڙ ڳالهائڻ ۾) دين جا نوي حصا آهن ۽ جيڪو بہ ماڻهو تقيو نٿو ڪري (ڪوڙ نٿو ڳالهائي) انهيءَ جو ڪوئي دين ڌرم ڪونهي، ۽ تقيو ڪرڻ (يعني ڪوڙ ڳالهائڻ) هر موقعي مهل ۽ هر شيءِ ۾ آهي، سواءِ نبيذ ۽ موزن مٿان مک ڪرڻ جي، نبيذ ڪجور مان ٺهندڙ شراب کي چئبو آهي، جيئن تہ ڪليني صاحب ۽ ان جي استاد راوين جي حديث مطاق نبيذ پيئڻ تي ۽ ٿلهن جورابن تي پيرن ڌوئڻ بدران آلي هٿ سان مک ڏيڻ تي بندش ڪانہ هئي، ان ڪري رڳو انهن ٻن ڳالهين بابت سچ ڳالهائي سگهجي ٿو باقي هر ڳالھہ ۾ تقيو ڪرڻ لازمي آهي.

سو انهن حديث ٺاهڻ وارن ڪليني صاحب ۽ ٻين ان جي همنوائن کي قرآن حڪيم وارننگ ڏئي ٿو تہ ڪلابل تكذبون بالدين ٩٠-٨٢ يعني خبرداراوهان دين کي تقيو قرار ڏيئي رهيا آهيو، اوهان دين جا نوي حصا ڪوڙ کي قرار ڏيئي رهيا آهيو، اوهان جي حديث چوي ٿي تہ ان تسعة اعشار الدين في تقيہ يعني دين جون نو ڏهائيون تقيي ۾ آهن! اوهان جي حديث چوي ٿي تہ لادين لمن لاتقية له ان ماڻهوءَ جو ڪوئي دين ڪونهي جيڪو ڪوڙ نٿو ڳالهائي، قرآن انهن کي چئلنج ڪري ٿو تہ ڪلابل تكذبون بالدين، خبردار! اوهان دين کي ڪوڙ ۽ ڪوڙ کي دين قرار ڏيو ٿا پر ان عليكم لحافظين. يعني اسان بہ اوهان جي مٿان پنهنجا چوڪيدار مقرر ڪري ڇڏيا آهن، جيڪي ڪراماڪاتبين آهن، يعلمون ما تفعلون، نهايت باخبر آهن اوهان جي ڪرتوتن ڪان، جن جي ئي رپورٽن تي نيڪوڪار تہ جنت ۾ ويندا پر ان الفجار لفي جحيم يعني فاسق ۽ بدڪار دوزخ ۾ وڌا ويندا، رب پاڪ تہ فرمائي ٿو وما جعل عليكم في الدين من حرج ٧٨-٢٢ يعني دين ۾ توهان جي مٿان ڪوبہ ڪوڙ ٺڳي ۽ تقيي جي قسم جو ڪوبہ حرج لاڳو ڪونہ ڪيو ويو آهي،

ان ڪري اهل ڪتاب وارن کي جيئن چيو ويو هو تہ توهان پنهنجي اڳين وانگر لاتغلوا في دينكم ٧٧-٥ يعني پنهنجي دين ۾ وڌاءُ ۽ ملاوٽ نہ ڪيو، تہ مسلمانن لاءِ ڇا اهو حڪم ناهي تہ اهي بہ پنهنجي دين ۾ غلو نہ ڪن، دين جي اندر تقيي کي شامل نہ ڪن! رب پاڪ سورت نور جي آيت نمبر ٥٥ ۾ فرمايو تہ وليمكنن لهم دينهم الذي ارتضى لهم يعني الله مسلمانن کي جيڪو پنهنجي پسند وارو دين ڏنو آهي ان کي اقتدار ۽ پاور بہ ڏياريندو، حڪومت بہ ڏيندو، پوءِ شايد فارس وارن حديثن ٺاهڻ وارن کي دين خداوندي جي اهائي خاصيت ڏکي لڳي تہ هن دين جي ڪري مسلمانن کي حڪومت ملي ٿي، ان ڪري ان ۾ سچائي ۽ حق جي جاءِ تي ڪوڙ ۽ تقيو ملائي ڇڏيونس تہ جيئن پوءِ انهي دين تي هلڻ وارا خدا جي واعدي ڏنل خلافت ماڻي نہ سگهن ۽ ڪوڙن جي ڪري سدائين خوار خراب رهن، قرآن هن تقيي جي فلاسافي گهڙڻ وارن جي چوڻ مطابق تہ مسلمان انهن مٿان سچ ڳالهائڻ جي ڪري سختيون ڪندا هئا ۽ پنهنجو اصلي دين مذهب ٻڌائڻ تي سزائون ڏيندا هئا، ان ڪري ڪوڙ ڳالهائي سر بچائڻ کي هنن ثواب ۽ سنت ڪري مشهور ڪيو، قرآن حڪيم هنن جي انهي ٽڪساز کي بہ رد ڪندي ڪوڙو تون ڪفر سين، وانگر فرمايو تہ لا اكراه في الدين قد تبين الرشد من الغي ٥٦-٢ يعني دين ۾ تہ ڪابہ زور زبردستي ڪانهي هدايت ۽ گمراهي پڌريون لڳيون پيون آهن ۽ ٻئي هنڌ قرآن سورت ڪهف جي آيت نمبر ٢٩ ۾ اعلان ڪري ڇڏيو آهي وقل الحق من ربكم فمن شاء فليؤمن ومن شاء فليكفر، يعني حق تہ توهان جي پالڻهار جي طرفان اچي چڪو آهي، هاڻي جنهن جي مرضي ايمان آڻي، جنهن جي مرضي ڪفر ڪري، سو قرآن حڪيم جي ايتري فراخدلي واري اعلان کان پوءِ بہ هنن فارس وارن جيڪو تقيو گهڙيو آهي، اهو ثبوت آهي هن ڳالهہ جو تہ هنن اسلامي سلطنت کي ڍاهي پنهنجي شاهہ ڪسريٰ واري حاڪميت کي موٽائڻ لاءِ جيڪا زير زمين انڊر گرائونڊ سياسي تنظيم قائم ڪئي هئي، ان جي ميمبرن لاءِ اهي هدايتون آهن تہ امام جعفر تو فرمائي تہ ڪوڙ ڳالهائڻ دين جو نوي سيڪڙو حصو آهي. جيڪو ڪوڙ نہ ڳالهائيندو تہ ان جو ڪوئي دين ڪونهي ڪو. پڙهندڙن کي اسان



جي هن گذارش جي وڌيڪ تصديق ۽ تسلي تڏهن ٿيندي جڏهن هو ڪتاب اصول ڪافي جي اندر رازن لڪائڻ ۽ باطني معنيٰ واريون حديثون پاڻ پڙهندا، سو دنيا وارا ٻڌي ڇڏين. دين آهي ئي حق سچ جو نالو، سو جو بہ سخص ومن يبتغ غير الاسلام دينافلن يقبل منه وهو في الآخرة من الخاسرين ٨٥-٣ يعني جو بہ شخص اسلام کان سواءِ ڪو ٻيو (غير حق ۽ تقيي وارو) دين پنهنجي لاءِ طلب ڪندو تہ اهو الله وٽ قبول ناهي ۽ اهو پڇاڙيءَ ۾ خساري وارن مان هوندو.

هن ئي باب ۾ ٽيون نمبر حديث ڪليني صاحب جيڪا لکي آهي، ان لاءِ پڙهندڙ پائرن کي اپيل آهي تہ حوصلو سنڀالي پوءِ پڙهو ۽ امامن جي حبداريءَ جي دعويٰ ڪرڻ وارن کي بہ عرض آهي تہ هو امامن جي محبت ۾ مڪمل نموني يقين رکي پوءِ هي حديث پڙهن ۽ ٻڌائين تہ ڇا امام جعفر، قرآن کان ايترو اڻ ڄاڻ ۽ ناواقف ٿي سگهي ٿو؟

قال ابو عبدالله عليه السلام التقية من دين الله قلت من دين الله؟ قال اي والله من دين الله، لقد قال يوسف عليه السلام ايتها العير انكم لسارقون والله ماكانوا سرقوا شيئا ولقدقال ابراهيم عليه السلام اني سقيم والله ماكان سقيما. يعني امام جعفر عليه السلام فرمايو تہ تقيو، الله جي دين مان آهي، راويءَ عرض ڪيو تہ ڇا تقيو، الله جي دين مان آهي!!؟ تہ امام صاحب قسم کڻي چيو تہ مون کي الله جو قسم آهي تہ اهو الله جي دين مان آهي، بيشڪ يوسف عليه السلام چيو هو تہ اي قافلي وارؤ! اوهان چور آهيو ۽ قسم آهي الله جو تہ انهن ڪابہ شيءِ چوري ڪانہ ڪئي هئي ۽ بيشڪ ابراهيم عليه السلام فرمايو هو تہ اني سقيم يعني آئون بيمار آهيان ۽ قسم آهي الله جو تہ ابراهيم بيمار ڪونہ هو. (حديث جو ترجمو ختم)

**تبصرو:** حديث جي منڍ ۾ امام جعفر کان راوي چوائين ٿا تہ التقية من دين الله يعني تقيو الله جي دين مان آهي اها ڳالهہ امام جعفر جي نہ ٿي سگهي، ايرانين حديثن جي نالي انهن ڏي منسوب ڪئي آهي ۽ ايرانين کي خبر آهي تہ جيڪا شيءِ دين مان ڪري پيش ڪئي ويندي ان لاءِ ضروري آهي تہ ان جو ثبوت قرآن مان ڏيڻو پوندو، چو تہ دين قرآن کان ٻاهر ٿي نٿو سگهي جيڪڏهن قرآن کان ٻاهرين ڪنهن شيءِ

ڪي دين ۾ اسلام قرار ڏنوويندو تہ قرآن جي تلوار اتبعوا ماانزل اليڪم ولاتتبعوا من دونہ اولياء ٣-٧ يعني غير قرآني شين جي پوئواري نہ ڪيو، جي زد ۾ اچي ڪڏهن نہ ڪڏهن تقيي جي اصلي حيثيت يعني ڪوڙ ڪي ڪوڙ ئي قرار ڏنو ويندو، تڏهن حديث ٺاهڻ وارن ڪي قرآن جو بہ احترام ۾ خيال نہ پيو، نہ ئي حضرت يوسف عليہ السلام جهڙي ڀائرن هٿان مظلوم پيغمبر جو ئي خيال ٿيو، حديث ۾ لکن ٿا تہ لقد قال يوسف ايتها العير انڪم لسارقون يعني يوسف چيو تہ اي قافلي وارو! توهان چور آهيو، پوءِ ڪافي جي حديث ۾ آهي تہ قسم سان اهي چور ڪونہ هئا. هاڻي سيڪو سورت يوسف پاڻ وجي پڙهي ڏسي ان ۾ لکيل آهي تہ سرڪاري ٿانوَ گم ٿي ويو تہ ثم اذن مؤذن ايتها العير انڪم لسارقون يعني سرڪاري ڪارندي ان تقسيم ڪرڻ واري پڙهو گهمايو تہ اي قافلي وارو، سرڪاري شيءِ چوري ٿي آهي، اوهان ئي چوري ڪئي آهي، قرآن ۾ تفسير لاءِ قرآن ڪان پڇڻ بدران ابن ڪثير صاحب قرآن جي بدران هٿ ٺوڪين حديثن ذريعي جيڪو تفسير جي رسم تي عمل ڪيو آهي ان ئي پنهنجي تفسير ۾ هن آيت ۾ لکيو آهي تہ اهو شاهي ماپو ۾ ڪٽورو حضرت يوسف پنهنجي ڀاءُ بن يامين جي ان واري ٻوري ۾ وجهرايو هو تہ جيئن اهو ان ڪي ان جي بدلي ۾ پاڻ وٽ رهائي ڇڏي، جڏهن تہ اها ڪريل قسم جي حرڪت هڪ نبي ۾ خدا جو رسول نٿو ڪري سگهي، ابن ڪثير آيت ۾ جعل السقاية في رحل اخيہ يعني سرڪاري ٿانوَ ڪي حضرت يوسف پنهنجي ڀاءُ جي ٻوري ۾ وجهرايو لکي آهي. جڏهن تہ حقيقت هي آهي تہ جعل السقاية ۾ جعل فعل جو فاعل ڀائرن مان ڪوئي ڀاءُ هو، اها انهن سازش ڪئي هئي تہ هو بن يامين ڪي خوار ڪن، چور ثابت ڪري، ڇو تہ اهو حضرت يعقوب جي ٻي زال مان هو يعني هن جو پيٽتو ڀاءُ هو ۾ اهو حضرت يوسف جو عيني يعني سڳو ڀاءُ هو، يوسف ۾ بن يامين جي ماءُ هڪڙي هئي ۾ ٻين ڀائرن جي ماءُ جدا هئي، ان ڪري ٻي ماءُ وارا سڀ ڀائر هنن ٻنهي سان ساڙ ڪندا هئا تہ بابو انهن سان وڏيڪ پيار ڇو ٿو ڪري. هنن جي انهيءَ بغض حسد ۾ ٻن ڀائر سان ساڙ جو ثبوت هي بہ آهي تہ جيئن اهو پيالو حضرت بن يامين جي ٻورن مان مليو تہ سيني ڀائرن رڙ ڪري چيو تہ ڏسو ڏسو



اهوئي چور آهي، هن جو اڳي هڪڙو ٻيو ڀاءُ هو ان بہ ننڍي هوندي چوري ڪئي هئي، هو حضرت يوسف عليہ السلام ڪي ان وقت جو انهن جي سامهون موجود بيٺو هو ان ڪي اهو ٻڌائي رهيا هئا. اهو يوسف جو حوصلو هو جو صرف دل ۾ چيائين تہ انتم شرمڪانا. يعني هن وقت تہ اوهان بڇڙا ثابت ٿيا، جو پنهنجي ڀاءُ ڪي خوار ڪرڻ لاءِ ان جي سامان ۾ پيالو لڪائي ان ڪي خوار ڪرايو اٿوَ، باقي جيتري قدر تہ مون ننڍپڻ ۾ چوري ڪئي آهي اهو بہ الله ئي وڏيڪ ڄاڻي ٿو تہ ان جو جواب بہ قرآن ٻڌائي ڇڏيو هڪ تہ فاسرها يوسف في نفسہ ولم يبدها لهم. اهو الزام حضرت يوسف دل ۾ سانڍي ڇڏيو ۾ انهن اڳيان ظاهر نہ ڪيو ۾ اهو چيائين تہ مون مٿان جيڪو اوهان چوريءَ جو بهتان هڻو ٿا والله اعلم بما تصفون يعني الله تہ وڏيڪ ڄاڻي ٿو اوهان جي الزام ڪي، حضرت يوسف جي انهن لفظن ۾ تمام ڀرپور ترديد آهي مٿس الزام جي، ايتري ۾ ايڏي وڏي ترديد جو هو الله ڪي بہ پنهنجي لاءِ شاهديءَ ۾ پيش ڪري ٿو تہ انهيءَ الزام ڪي اهو تہ ڄاڻي ٿو تہ اها حقيقت ڪيتري قدر آهي، يعني مون ننڍپڻ ۾ چوري ڪانہ ڪئي آهي، ٻيو ثبوت هن ڳالھ جو تہ بن يامين جي خرجين ۾ شاهي ڪٽورو لڪائي ان ڪي بدرائڻ ۾ خوار ڪرڻ جو ڪم حضرت يوسف عليہ السلام نہ ڪيو آهي، جيئن تورات ۾ يهودين تحريف ذريعي لکيو آهي يا ابن ڪثير پنهنجي تفسير ۾ يهودين جو اتباع ڪيو آهي، بلڪ اهو ڪم بن يامين جي ڀائرن ئي ڪيو آهي، ان جو دليل هي آهي تہ جڏهن هو پنهنجي پيءُ حضرت يعقوب عليہ السلام وٽ وڃي واقعي جي روئداد پيش ڪن ٿا تہ ان ابنڪ سرق تنهنجي پٽ چوري ڪئي آهي، جي پٽ نٿو ڪرين تہ واسئل القرية التي ڪنافيها والعيرالتي اقبلنا فيها وانالصادقون يعني جنهن ڳوٺ وارن سامهون اهو واقعو ٿيو آهي، انهن ڪان پڇي ڏس ۾ ان قافلي وارن ڪان بہ پڇي ڏس جن سان اسان گڏ هئاسون تہ اسان توسان سچ ڳالهائي رهيا آهيون يا نہ، تہ جواب ۾ حضرت يعقوب فرمائي ٿو بل سولت لڪم انفسڪم امرا، يعني آئون سڀ ڪجھ سمجهان ٿو تہ اهو توهان جو ئي پوتاميل آهي، يعني هاڻي بن يامين ڪي بہ يوسف وانگر توهان مون ڪان ڇني ڌار ڪيو آهي، منهنجو پٽ بن يامين چور نٿو ٿي

سگهي، بل سولت لڪم انفسڪم اهو سڄي ڪاريگري اوهان جي آهي.

حضرت يعقوب عليہ السلام جنهن وقت پٽن سان حضرت بن يامين جي صفائي پيش ڪري ٿو ۽ ان مٿان چوريءَ جو الزام قبول نٿو ڪري ۽ شاهي پيالي جي، ان جي سامان مان ملڻ ڪي بہ چوي ٿو تہ بل سولت لڪم انفسڪم اهو اوهان جو پوتاميل ۽ ٺڪساز آهي تہ يقين سان سمجهڻ گهرجي تہ حضرت يعقوب عليہ السلام جي بصيرت، اصول ڪافي جي حديثن وارن راوين ڪان وڌيڪ آهي، جيڪي چون ٿا تہ حضرت يوسف ڪوڙ ڪري ڀائرن کي چور بنايو، اهي چور ڪونہ هئا. تہ آيت ۾ جعل السقاية في رحل اخيہ ۾ جعل جو مرتڪب حضرت يوسف ناهي، بن يامين جي قافلي وارن ڀائرن مان ڪوئي آهي. ڪليني صاحب واري حديث ۾ حضرت يوسف مٿان، ڪوڙ ڳالهائڻ جو الزام ڪوڙو آهي، سو اها حديث بہ ان ڪري ڪوڙي چئبي، انهي حديث ۾ جيڪو حضرت ابراهيم عليہ السلام مٿان ڪوڙ ڳالهائڻ جو الزام هنيل آهي اهو بہ ڪوڙو آهي، ان متعلق پڙهندڙن جي خدمت ۾ وضاحت عرض ڪجي ٿي سورت الصافات ۾ آيت نمبر ٨٣ ڪان ٩٨ تائين حضرت ابراهيم عليہ السلام جو پنهنجي پيءُ ۽ قوم وارن سان سج چنڊ تارن ۽ ٻين بتن جي پوڄا پاٺ تي تمام عقلي دليلن سان بحث ڇاڙايل آهي، آيت اناسيءَ ۾ آهي تہ پنهنجي پيءُ ۽ قوم وارن جي طرفان نجوم يعني سج چنڊ تارن جي معبود ۽ الله هجڻ جي دليلن ۽ موقف تي غور ڪري، سوچ ويچار ڪري فنظر نظرة في النجوم وڌي اپياس ڪان پوءِ جواب ۾ حضرت ابراهيم عليہ السلام فرمايو تہ اني سقيم هاڻي اسان جا طبريءَ ۽ ابن ڪثير جهڙا مفسر ترجمو ڪن ٿا تہ اني سقيم معنيٰ آئون بيمار آهيان، هاڻي ويچار ڪيو تہ سوال آهي تہ نجوم جي عبادت ڪرڻ جائز ۽ درست آهي يا نہ جواب ملي ٿو تہ آئون بيمار آهيان!! انهيءَ ڪي سنڌيءَ ۾ چوندا آهن اٺي جو گهوڙيانو. جڏهن تہ ڪلام جو سياق سباق ٻڌائي ٿو تہ حضرت ابراهيم عليہ السلام بحث مباحثي ۽ دليلن جي ڏي وٺ پيو ڪري ۽ پنهنجي موقف جي سمجهائڻ لاءِ استنتاج ۽ استدلال سان پيو ڳالهائي ۽ فرمائي ٿو تہ اني سقيم يعني اي مخاطبو! آئون تہ توهان جي نظريي ۽ عقيدي ۾ سقم ڏسي رهيو آهيان، اوهان جا دليل



ڪمزور آهن، اني لا احب الآفلين، آئون زوال پذير شين کي الله ۽ معبود تسليم نٿو ڪيان، سج چنڊ ۽ تارا تہ غروب ٿي وڃن ٿا، هتي جڏهن اني سقيم جو ترجمو ڪبو تہ پهريائين حضرت ابراهيم ۽ سندس قوم سان بحث ۽ مناظري وارا سڀ سوال جواب گڏ ڪبا، پوءِ سڀن جو ابن جو قدر مشترڪ بہ سامهون اچي ويندو تہ اني لااحب الآفلين ٧٧-٦ سان گڏ انا براؤ منڪم و مماتعبدون من دون الله (سورت الممتحنہ آيت ۴) يعني اسان توهان ڪان ۽ توهان جي معبودن ڪان بيزار آهيون، ٻائيڪاٽ ٿا ڪيون، انا برآء واري جواب جو دليل آهي اني سقيم واري جواب ۾، جيڪو هي آهي تہ اوهان جي موقف ۽ نظريي ۾ ڪمزوريون ۽ جهول پيو ڏسان، سمجهڻ گهرجي تہ بيماريءَ جو هڪ لازمي خاصو ڪمزوري آهي تہ سقيم معنيٰ جڏهن بيمار آهي تہ مخالف جي غلط ۽ ڪچي دليل کي بيمار ۽ ڪمزوريءَ طرف منسوب ڪرڻ اهو ڪلام جي ادبي ادائن ۾ استعمال ٿيندڙ اسلوب آهي، قرآن اني سقيم سان حضرت ابراهيم عليہ السلام جي جواب ۾ مخالفن کي سندن نظريي جي ڪمزورين ۽ جهولن طرف ڌيان ڇڪايو آهي، انهن ايران وارن کي تہ محمد الرسول الله سان گڏ ان جي ڏاڏي ابراهيم عليہ السلام سان بہ ساڙ آهي نہ رڳو شيعن جي ڪليني صاحب حضرت ابراهيم عليہ السلام مٿان ڪوڙ ڳالهائڻ جو بهتان هنيو آهي پر سنين ۽ وهابين جي امام بخاري صاحب بہ ابراهيم عليہ السلام مٿان ٽي ڪوڙ ڳالهائڻ جي حديث گهڙي پنهنجي ڪتاب ۾ لکي آهي، اهو آهي هنن شيعن ۽ سنين جي نظرياتي ۽ فڪري رشتيداري ۽ وحدت جو ثبوت، تہ هنن جو سني ۽ شيعا نالي سان ٻن جدا جدا فرقن ۾ ورهائجڻ اهو بہ هڪ قسم جو تقيي واري ٿرمنالاجيءَ جو شاهڪار ڪوڙ آهي، يعني انهن جا گهڙيل سڀ فرقا قرآن ڪان مسئلا پڇڻ ۽ سمجهڻ بدران ميڊ ان بخارا ۽ قم، ڪلين، وارين حديثن کي فقهہ جو اٿارٽ قرار ڏين، سڀن جو ڪامن ڪاز ۽ قدر مشترڪ آهي انساني رهنمائيءَ لاءِ قرآن ڪان ٻائيڪاٽ، جيڪڏهن مسلمانن جي هنن فرقن جي پاڻ ۾ تقيي واري مصنوعي دشمني ڪنهن کي سمجهہ ۾ نہ اچي تہ ايران ۽ آمريڪا جي دشمنيءَ تي ڪوئي وڃي تحقيق ڪري، آمريڪا ۽ صدام جي دشمنيءَ تي ڪوئي وڃي ريسرچ ڪري، امام خميني ۽

اسرائيل جي دشمنيءَ تي ڪوئي وِڃي ريسرچ ڪري، قذافي جي ٻہ عقل
ڪل هجڻ تہ غور ڪبو تہ گهڻيون خبرون پونديون، آمريڪا ۽ اسامہ
جي دشمني ٻہ تقيي جي مفهوم سمجهڻ ۾ گهڻي مددگار ٿيندي، مطلب
تہ ففت ڪالمسٽن جي سموري لسٽ تقيي جي تشريح پئي ڪري، تہ
اصول ڪافي جي مٿين حديث تہ دين نوي سيڪڙو تقيو آهي، اهو اهو
دين نوي سيڪڙو تقيو آهي، جيڪو هنن ايرانين عباسي خلافت دوران
بيوروڪريسي جي رڳ رڳ ۾ قدس سره وارا فٽ ڪري ڇڏيا هئا، جن
جي ذريعي عباسين جي آخري خليفي مستعصم جي دور ۾ منگولن ڪان
حملو ڪرائي امت مسلمہ مان قرآني علمن جا جملي شهپارا چونڊي
چونڊي ساڙائي ۽ لوڙهائي ڇڏيائون، اهي سڀ ڪاپاري ڌڪ ڪيڏانهن
لڳا، ڪيئن لڳا، انهن کي اهو ماڻهو سمجهي سگهندو جيڪو فلسفہ
اضداد کي چڱي طرح سمجهندو هوندو، ان لاءِ ٻہ آئون مختصر وضاحت
عرض ڪيان تہ اهو هن طرح تہ اسلام ۽ مذهب جي نالي تي مذهب جي
تعبير ۽ تشريح جي نالي تي گهڻي ڪان گهڻا مختلف الخيال ۽ متضاد
مڪاتب فڪر ۽ نظرياتي اسڪول ۽ ادارا ۽ فرقا قائم ڪيائون جو
جيڪڏهن ڪوئي علمي رهنمائيءَ جي تلاش ۾ ڪنهن ڪائناتي منشور
۽ دستور جي تلاش ۾ نڪري تہ رستي ۾ ان کي ايترا تہ فڪري فرقا
وڪوڙي وڃن جو جيڪڏهن هو مرجين، قدرين، جبرين، زيدين، امامين،
معتزلن مان وچڙندو ۽ ڦٽڪندو، ڇڏائيندو وڃي، تڏهن ٻہ حنفيت،
حنبليت، مالڪيت شافعيت ۽ ظاهريت ۽ تقليد جي اهڙن تہ دام همرنگ
برقعن ۾ هن کي قابو ۾ جڪڙي ٿا ڇڏين جو هو قرآن کي پڙهڻ ۽
پروڙڻ بدران چار امامي، شش امامي، دوازده امامي، چهارده امامي
لوڙهن ۾ واڙيو پيو هجي، جو تہ مٿي قسمين قسمين مختصر ۽ نموني
خاطر جيڪي فرقا ڏسيا ويا آهن اهي متضاد ۽ ٽڪريل هجڻ باوجود
هڪڙي ڳالهہ تي هڙيئي پاڻ ۾ متفق آهن تہ حق هنن سين جي اندر آهي،
وچ ۾ آهي، ٻاهر ناهي، تلاش جو سفر انهن جي دائرن ۾ اندر رکٽو آهي
ٻاهر ناهي وڃٽو، ۽ هو ٻاهر وڃڻ جي معنيٰ هيءَ ٻہ ٻڌائين ٿا تہ قرآن کي
اهي امام بهتر نموني سمجهي ويا آهن، هاڻي اسان ۾ ايتري ذهني
پاڪائي ۽ بلندي ڪانهي جو امامن جي ذهني اپروچ جيترو پرواز ڪري



سگهون يعني هنن سين جو اهو گڏيل موقف آهي قرآن ڪان سڌو سنئون
دين ناهي سکٽو، ناهي پڇٽو، سواءِ معرفت ڪنهن ٻہ امام جي، يعني
قرآن حڪيم پنهنجي باري ۾ جيڪا دعويٰ ڪئي تہ ڪل صغير و ڪبير
مستطر، يعني هدايت لاءِ هر ننڍي وڏي ڳالهہ اسان قرآن ۾ لکي اوهان
ڏي موڪلي ڇڏي آهي، تڏهن ٻہ هي چون ٿا تہ امامن وٽ اجا واڌاري
هدايت آهي، الله پاڪ قرآن ۾ هي اعلان ٻہ ڪيو آهي تہ ولارطب
ولايابس الافي ڪتاب مبين يعني اوهان جي ضرورت واري ڪابہ سائي يا
سڪي اهڙي شيءِ رهائي ئي ڪانهي جيڪا اسان قرآن ۾ لکڻ ڪان
وساري هجي يعني هر شيءِ قرآن ۾ موجود آهي پر پوءِ ٻہ ماڻهو چون ٿا
تہ ڀلا نماز ۽ زنا جي سزا رجم يعني پٿر هڻي هڻي اقت ماري ڇڏڻ اهو
قرآن ۾ ڪاٿي آهي؟ اهي ڳالهيون تہ حديثن ۽ امامن جي فقهن ۾ آهن تہ
الله پاڪ فرمايو تہ جيڪا شيءِ قرآن ۾ ناهي ان لاءِ پڇو ٻہ نہ، جيڪي
شيون جڏهن مون اوهان تي لاڳو ئي نہ ڪيون آهن تہ انهن بابت سوال
ئي نہ پڇو، فرمايائين لاتسئلوا عن اشياء ان تبدلڪم تسؤڪم يعني
جيڪڏهن اوهان جي سوالن جي جواب ۾ اسان ڳالهہ کي جواب ۾ظاهر
ڪري لاڳو ڪنداسون تہ اوهان لاءِ ٻرو ٿيندو، اوهان ڦاسي پوندو،
اوهان انهن واڌارن ۾ پورا نہ پئجي سگهندو،خبردار جڏهن جو هي نزول
قرآن جو دور هلي رهيو آهي، رسول اوهان جي وچ ۾ آهي، وحي نازل
ٿيڻ جي موسم آهي، تہ اهڙي زماني ۾ چپ رهو، آڏا ابتا سوال نہ پڇو،
جيڪڏهن ڪا شيءِ اسان نہ موڪلي آهي تہ اهو ٻہ ڄاڻي ٻجهي نہ ڏني
آهي جو تہ حڪيم ڄاڻي ٿو ڊاڪٽر خبردار آهي تہ مريض کي ڇا ڏجي
ڇا نہ ڏجي، هن وحي واري موسم ۾ اهڙا سوال ڪري ماڻهن کي جنجال
۾ نہ وجهو قد سالها قوم من قبلڪم فاصبحوا بها ڪافرين ۵-۱۰۲
توهان ڪان اڳي ٻہ ڪنهن قوم وحي جي نزول جي زماني ۾ ائين پٽاڙون
ڪيون، اسان ٻہ انهن جي جواب ۾ ڳالهہ کي وڌايو ثم اصبحوا بها
ڪافرين پوءِ همراهہ پوري نہ پئجي سگهيا، ڳالهہ وڃي اتي پهتي جو
اهي پنهنجي وڌرايل ڳالهين ۾ پوري نہ اچڻ سبب ڪفر ۾ پئجي ويا، سو
اوهان دلجاءِ ڪيو مافرطنا في الڪتاب من شيءِ ۶-۳۸، يعني اسان
ڪابہ ڪم جي ڳالهہ قرآن ۾ آٽڻ ڪان رهائي ڪانهي، اولم يڪفهم انا

انزلنا اليڪ الڪتاب ٥١-٢٩ يعني اسان جي نازل ڪيل ڪتاب ڪي ڪافي ڇو ڪونہ ٿا تسليم ڪيو. اوهان ڪي تفصيل ۽ تفسير لاءِ بہ خود ڪفيل ڪري ڇڏيو آهي جو قرآن ڪي اسان تبيانا لڪل شي ٨٩-١٦ ڪري نازل ڪيو آهي جيڪو سڀن مونجهارن ڪي کولي کولي بيان ڪري ڇتو پڌرو ڪري ٿو ڇڏي، جيڪي ماڻهو چون ٿا تہ قرآن اجمالي قسم جو مبهم ۽ بند ڪتاب آهي ان ڪي کولڻ لاءِ محتاجي آهي تہ اماميات نالي تاهيل علم پڑهجن اهي قرآن ڪي وڏيڪ کولي ٻڌائيندا. تہ رب پاڪ فرمايو تہ واتبعوا نورالذي انزل معه ١٥٧-٧ يعني جيڪو ڪتاب رسول سان گڏ اوهان لاءِ نازل ڪيو ويو آهي، اهو نور آهي، روشن آهي، منور آهي، ان جي تابعداري ڪيو، نور ۽ روشن شيءِ پاڻ تہ ٿي روشن پر پنهنجي سوجهري سان ٻيون اڻ ڏٺل شيون بہ ڏيکاريندي آهي؛ سو جيڪي ماڻهو چون ٿا تہ قرآن اجمالي ڪتاب آهي، هن جي مسئلن ۾ ابهام آهي، مبهم آهي، هن جي سمجهڻ لاءِ ڪنهن نالي چڙهيي ۽ ڄاڻو ماڻهوءَ کان هلي قرآن جي اجمال جو تفصيل پڇجي تہ الله پاڪ رسول سائين کي آرڊر فرمايو تہ اهڙن ماڻهن کي چئي ڏي تہ افغير الله ابتغي حڪما؟ ڇا الله کي ڇڏي قرآن فهميءَ لاءِ آئون ڪنهن ٻئي کي، ثالث، حڪم، ۽ فيصلي ڪندڙ قبول ڪيان، اهو ٿي نٿو سگهي، وهوالذي انزل اليڪم الڪتاب مفصلا ١١٤-٦ رب پاڪ اها ذات آهي جنهن قرآن کي نهايت تفصيلا سان کولي کولي نازل ڪيو آهي، پوءِ اسان ڪنهن ٻئي کان ڇو هلي قرآن پڇون، قرآن جڏهن پاڻ مفصل ڪتاب آهي تہ پوءِ بہ جيڪي ماڻهو چون ٿا تہ قرآن اجمالي ڪتاب آهي، اهي جخ ٿا هڻن، اهي مٿين آيت جا منڪر ۽ انڪاري ٿا بنجن، اي دنيا جا انسانو! ٻڌي ڇڏيو الر، ڪتاب احڪمت آياته ثم فصلت من لدن حڪيم خبير ١-١١ يعني منهنجو ڪتاب قرآن اهڙو تہ آهي جنهن جون سڀ جو سڀ آيتون مضبوط، محڪم ۽ اٽل آهن ۽ انهن جو تفصيل بہ ڪنهن گادي نشين، سجاده نشين يا امامي لڏي جي ڪنهن دستاربند کان پڇڻ جي ضرورت ڪانهي، قرآني آيتن جو تفصيل بہ الله حڪمت واري پاڻ ڪري ڏنو آهي جيڪو الله نهايت خبروار آهي، باخبر آهي. هاڻي الله جي تفصيل ٻڌائڻ ۽ بيان ڪرڻ کان پوءِ ٻين جو تفصيل نامنظور، نامنظور، نامنظور.



## اصحاب ڪهف وارن بابت تقيي جي حديث

ڪتاب اصول ڪافي واري اٺون نمبر حديث مٿي ڄاڻايل باب ۾ اصحاب ڪهف وارن متعلق لکي آهي، پڙهندڙ مهربان پهريائين ڪليني صاحب جي حديث پڙهن، پوءِ قرآن حڪيم جو اصحاب ڪهف وارن لاءِ تعارف پڙهن پوءِ فيصلو ٻڌائين تہ هنن ايراني حديث سازن ۽ انهن جي حديثن کي ڇا سمجهجي، حديث آهي تہ قال ابو عبدالله عليہ السلام مابلغت تقية احد تقية اصحاب ڪهف ان ڪانوا ليشهدون الاعياد ويشدون الزنانير فاعطاهم الله اجرهم مرتين، يعني امام جعفر عليہ السلام فرمائي ٿو تہ توهان مان ڪنهن جو بہ تقيو اصحاب ڪهف جي تقيي کي پڄي نہ سگهيو آهي، اهي پنهنجي قوم جي عيدن جي ميڙاڪن ۾ شريڪ ٿيندا هئا تہ انهن جي مشابهت طور جٽيون پائي ويندا هئا، پوءِ الله انهن کي ڊبل اجر ڏنو ٻيڻو اجر ڏنو (هڪڙو سندن صحيح عقيدي جو ٻيو پنهنجي عقيدي کي لڪائي قوم وارن سان انهن جي نموني ظاهري طرح جٽيون پائي ساٿ ڏيڻ جو) حديث جو خلاصو ختم ڪجي ٿو، اڳتي اصحاب ڪهف جي ڪهاڻي مختصر نموني قرآن حڪيم جي روشنيءَ ۾ عرض رکجي ٿي.

قرآن فرمائي ٿو تہ أم حسبت ان اصحاب الڪهف والرقيم ڪانوا من آياتنا عجبا. ڪهف وارو جابلو غار جيڪو ٻٽرا علائقي ۾ آهي ۽ ان ۾ جن ماڻهن جي پناهہ وٺڻ جي قصي کي ماڻهن ڳالهہ مان ڳالهيڙو بنائي ڇڏيو آهي، اها عيسائي مذهب وارن جي گمراهي ۽ ڪرڻ واري دور جي ڳالهہ آهي، انهن جي معاشري مان نوجوانن جي هڪ ٽولي پنهنجي قوم وارن جي فرسوده ۽ بگڙيل عقيدن ۽ رسمن سان بغاوت ڪئي، انهن نوجوانن جي قوم وارن سان محاذ آرائي وڌي وڌي اتي وڃي پهتي جو قرآن فرمائي ٿو تہ اذ اوي الفتية الي الڪهف انهن جوانن ڪهف غار کي هٿ ڪري اچي پنهنجي پناهہ گاهہ قرار ڏنو ۽ پنهنجي ڳوٺ ۽ گهرن کي ڇڏي آيا ۽ مون الله کي التجا ڪيائون تہ ربنا آتنا من لدنڪ رحمة وهييءَ لنامن امرنا رشدا، يعني اي اسان جا پالڻهار تون پاڻ وٽان اسان لاءِ جياپي جي سامان جو بندوبست ڪر ۽ اسان غلاميءَ جي خلاف

جنهن توحيد ۽ سچائي واري منشور لاءِ بغاوت ڪئي آهي ان ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ اسان کي هدايت فرماءِ. قرآن حڪيم ٻڌائي ٿو تہ فضر بنا علىٰ آذانهم في الڪهف سنين عددا يعني اسان ڪجهہ عرصي لاءِ هنن جو قوم وارن کان رابطو ڪٽي ڇڏيوسين، پوءِ مقرر ميعاد کان پوءِ هنن کي بعثت لاءِ تيار ڪيوسون لنعلم اي الحزبين احصىٰ لمالبثوا امدا، يعني هن لاءِ بہ تہ هاڻي ٻاهر پنهنجي پارٽي وارن ۽ هم خيالن سان رابطو ڪن ۽ انهن کي بہ معلوم ٿئي تہ سندن قائد ٺيڪ، جلاوطنيءَ کان پوءِ بہ زنده ۽ سلامت آهي ۽ هن ليڊرشپ وارن باغين کي بہ معلوم ڪرڻ گهرجي تہ انقلاب ڪامياب ڪرڻ لاءِ گهربل تياري پنهنجي ڪماليت واري نقطي تي پهتي آهي يا نہ. قرآن حڪيم سورت ڪهف جي آيت ١٣-١٤-١٥ ۾ جلاوطن باغي ٽولي جو نظرياتي تعارف ٿو ڪرائي تہ نحن نقص عليڪ نباهم بالحق انهم فتية آمنوا بربهم وزدناهم هدىٰ، اي قرآن ٻڌندڙ اسان توکي اصحاب ڪهف جو سچو ۽ اصلي قصو ٻڌايون تہ انهم فتيه آمنوا بربهم وزدناهم هدىٰ جوانن جي انهيءَ ٽولي پنهنجي پالڻهار جي ربوبيت تي ايمان آندو ۽ اسان بہ انهن کي ڀرپور رهنمائي ڪئي ۽ وربطنا علىٰ قلوبهم اسان بہ انهن جي دلين کي، انقلابي عزم کي مضبوط بنايوسون، اذقاموا جڏهن انهن پنهنجي قوم وارن ۾ اعلان بغاوت ڪيو تہ سڏو سنئون چيو تہ ربنا رب السماوات والارض اسان جو پالڻ وارو اهو آهي جيڪو زمين ۽ آسمانن جي ٽوٽل مخلوق کي پالي ٿو، اسان کي اوهان جو خانقاهي نظام منظور ناهي، اسان پاپائيت کي هلڻ نہ ڏينداسون، اسان راهبن ۽ پوڄارين جي مانڊاڻ کي باطل ٿا سمجهون، لن ندعوامن دونه الاها، اسان کي حقيقي معبود رب العالمين کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي غلامي قبول ناهي، ٻئي ڪنهن جي ايڏ غلام بنائڻ واري نامنظور، جيڪڏهن اسان اوهان سان گڏ غيرن جي غلامي ۽ خانقاهي پوپن جي خدائيءَ کي قبول ڪرڻ ۾ ساٿ ڏنو تہ لقد قلنا اذا شططا، اسان جو اهڙو نظريو باطل هوندو ۽ حق کان گهٽو پري ۽ هٽيل هوندو (پڙهندڙپائرو! هنن ماٺهن لاءِ اصول ڪافي واري ڪليني صاحب جي حديث ۾ اوهان مٿي پڙهي آيا تہ هي سچ کي اندر ۾ لڪائي ميڙاڪن ۾ جٽيون پائي شريڪ ٿيندا هئا) قرآن ٻڌائي ٿو تہ انهن ڪهف وارن باغين



پنهنجي اعلان ۾ باغيانہ ليڪچرن ۾ پنهنجي قوم وارن کي چيو تہ هاؤ لاء قومنا اتخذوامن دونه آلهہ، انهن اسان جي قوم وارن وڪ وڪ تي خدائن جا ڏڻ ڏاري ڇڏيا آهن. لايا تون عليهم بسلطان بين، انهن وٽ پنهنجي انهي باطل ۽ غلط نظريي لاءِ ڪوبہ دليل ڪونهي فمن اظلم ممن افترىٰ علىٰ الله ڪذبا، پوءِ هنن کان وڌيڪ وڏو ظالم ٻيو ڪير ٿي سگهي ٿو، جو هنن الله مٿان ڪوڙ گهڙيا ۽ مڙهيا آهن.

آئون هت صرف اصحاب ڪهف وارن جو تعارف قرآن جي معرفت پڙهندڙن اڳيان ڪافي سمجهان ٿو، باقي اصل قصو اڃا وڌيڪ آهي جيڪو جڏهن الله جي توفيق سان لکڻ جو پروگرام ٺاهبو تڏهن مڪمل ڪبو. عرض آهي تہ غور فرمايو! هي ايراني، حديثون ٺاهڻ وارا، مسلمان امت کي تہ تقيي جو نظريو سمجهائي منافقانہ زندگي گذارڻ لاءِ ياڙي ۽ لغور بنائي رهيا آهن، پر اسلام کان اڳئين زماني جي واقعن کي قرآن حڪيم تاريخ جي پيرايي ۾ مسلمانن ۽ قيامت تائين ايندڙ انسانن کي انقلابن جي جيڪا تعليم ۽ تربيت ڏيڻ گهري ٿو، ان جي اڳيان بہ هي ايراني محدث ۽ امام، بند ٻڌيو بيٺا آهن، سو جيڪڏهن ڪوئي هنن تي اعتبار ڪري بنو اميہ ۽ بنو عباس وارن کي، اهل بيت وارن امامن کان خلافت کسڻ جو ڏوهي ۽ غاصب تسليم بہ ڪري، پر اصحاب ڪهف وارن انقلابين کي هي چو ٿا ٻارهن امامن وانگر تقيي جو برقعو پارائين، ڪهف جي غار وارا باغي تہ قرآن ٻڌائي ٿو تہ اهي ميداني مڙس هئا، اهي باطني امامت ۽ باطني خلافت جي خيالي اعزاز تي راضي ٿيڻ وارا ڪونہ هئا، سورت ڪهف جي آيت نمبر ٢١ ۾ رب پاڪ فرمائي ٿو تہ ڪذالڪ اعثرنا عليهم ليعلموا ان وعدالله حق وان الساعة لاريب فيها يعني اهڙي نموني اسان ڪهف واري غار ۾ پناهہ وٺندڙ باغي ٽولي وارن جي پارٽيءَ وارن کي بہ ڄاڻائي ڇڏيو تہ انقلاب جي ڪاميابيءَ جو الله وارو وعدو سچو آهي ۽ هاڻ اهو وقت اچي ويو آهي جو پنهنجي جلاوطن ليڊرن جي سلامتيءَ سان موٽڻ مهل اسان جي منشور وارو دور هلي، اهو ئي مطلب آهي وان الساعة لاريب فيها جو يعني بنا ڪنهن شڪ شبهي جي انقلاب واري گهڙي پهچي وئي آهي، اصل ڳالهہ هي آهي تہ ايراني دانشورن اهل سنت وارن لاءِ صحاح ستہ نالي حديثن

جو ڪورس ۽ اهل شيعت وارن لاءِ صحاح اربعہ نالي حديثن جا ڪورس
ٺاهيا ۽ ان ڪان علاوه فقهي ڪورس وري اجا بہ وڌيڪ اهي سڀ ٺاهڻ ۾
وڏا وڏا هنر ڪيڏيا آهن، جن ذريعي ڪوبہ اسلام ۾ اچي تہ قرآن ڏي نہ
وڃي، جي وڃي تہ صرف بنا سمجهڻ جي رٽڻ واري تلاوت ڪي سڀ
ڪجھ سمجهي ۽ اسلام ڪي سمجهڻ لاءِ رڳو هنن جي حديثن ۽ هنن جي
امامن وارا فقھ پڙهي، غور فرمايو ۽ ڏسو تہ مٿين حديث ذريعي ڪيئن
تہ ڪليني صاحب حديث جي آڙ ۾ اصحاب ڪهف وارن جي انقلابي
ڪردار ڪي بليڪ آئوٽ ڪري انهن ڪي جٽيون پائڻ وارو ڀائو ۽ پنڊت
بنائي ڇڏيو آهي، سو اصحاب ڪهف وارن بابت پڙهندڙن جي سامهون
قرآن وارو تعارف بہ پيشِ ڪيوسون ۽ ايراني حديثن وارو تعارف بہ
سامهون اچي چڪو، هاڻي هي جيڪو شيعا ۽ سني عالم يڪراءِ ٿي چون
ٿا تہ حديثون قرآن جو تفصيل ۽ تفسير آهن، ڇا تفسير انهيءَ ڪي چئبو
آهي جو قرآن فرمائي تہ ڪهف وارا انقلابي مؤمن، پنهنجي قومي
حڪمرانن ڪي چون تہ اتخذوامن دونه آلهہ يعني انهن حقيقي رب
العالمين ڪي ڇڏي ٻين ڪي الله ۽ معبود قرار ڏنو آهي، جڏهن تہ ربنا رب
السماوات والارض لن ندعوامن دونه الـها، يعني اسان جو رب ۽ اللهہ
اهو آهي جيڪو ساري جڳ جهان ڪي پالي ٿو، اسان پنهنجي قوم وارن
جي هٿ ٺوڪين خدائن ڪي مڃڻ لاءِ تيار ناهيون تہ اصول ڪافيءَ
پنهنجي حديث ۾ لکي ٿو تہ اصحاب ڪهف وارا بہ پنهنجي قوم وارن
وانگر ٻڇيءَ ۾ جٽيون پائي انهن سان سُر ۾ سُر ملائيندا هئا، پنهنجو
نظريو ظاهر ڪونہ ڪندا هئا، انهن جهڙو تقيو توهان مان ڪوئي نٿو
ڪري سگهي.

سوچيو ۽ غور فرمايو قرآن ڇا ٿو چوي تہ حديثن وارا ڇا ٿا قرآن
جو تفصيل بيان ڪن.

ايران جي سياح ۽ شاعر شيخ سعديءَ جا قصا ۽ لطيفا ڏاڍا مشهور
آهن، ان جي هڪ ڳالهہ ٻڌائي ويندي آهي تہ هڪ ڏينهن ان ڪي پنهنجي
سواريءَ واري گڏھ مستيءَ ۾ اچي ڪيرائي وڌو سعدي صاحب ڪي
ڏاڍو ڏک لڳو ۽ اٿڻ مهل گڏهہ ڏي ڪاوڙ مان ڏسندي چيائينس تہ
جيڪا توڪي آئون گار ڏيان سوتہ تون اڳيئي آهين، پوءِ ٻيو ڇا چوانءِ.



سو تقيي جون حديثون پڙهي انهن تي جيڪو تبصرو ڪجي ٿو تہ اهي
ڪوڙيون آهن سو ڪوڙ ۽ اندر ۾ هڪ ٻاهر ۾ ٻيءَ واري منافقي لاءِ هنن
پنهنجي حديثن ۾ انهي ڪي تہ وڏي عبادت ڪوٺيو آهي سو آئون جيڪو
هڪ هڪ حديث ڪي قرآن جي خلاف ثابت ڪري ڪوڙي پيو قرار
ڏيان، سو ڪوڙ ۽ منافقي ڪي تہ هي پنهنجو دين قرار ڏيو ويٺا آهن
وڌيڪ هاڻي آئون هنن ڪي ڇا چوان. ۽ تقيي واري باب جي ٻارهين نمبر
حديث ۾ لکيو اٿن تہ لا ايمان لمن لاتقيه له جنهن تقيو نہ ڪيو اهو بي
ايمان آهي ۽ انهيءَ حديث ۾ امام جعفر ڪان نعوذ بالله چوائين ٿا تہ
التقية من ديني ودين آبائي، يعني تقيو منهنجي دين مان آهي ۽ منهنجي
ابن ڏاڏن جي دين مان آهي. آئون عزيز الله ٻوهيو، اها حديث امام
جعفر جيڪو علي جي اولاد مان آهي، ان لاءِ قبول ڪرڻ لاءِ تيار ناهيان،
منهنجي نظر ۽ علم مطابق امام جعفر ۽ ان جا ابا ڏاڏا نهايت معتبر ۽
ڏاڍا مڙس هئا، اهي دل جي ڳالهہ ڪي لڪائڻ وارن مان ۽ اندر ۾ هڪڙي
ٻاهر ۾ ٻي ڪرڻ وارا ڪونہ هئا، انهن جي تربيت تمام اچي ۽ اچن
استادن ذريعي ٿيل هئي، جيڪڏهن هن حديث جو خالق امام باقر جي
فرزند امام جعفر ڪان سواءِ ڪو ايراني نزاد امام جعفر جو نالي ٻائي
هجي تہ اهو ائين چئي سگهي ٿو، ڇو تہ اهل فارس وارن جو تہ اهو
ٺيڪو ڪنيل آهي تہ قرآن واري فڪر ۽ نظريي مطابق انقلاب ۽
حڪمرانيءَ جي تصور ڪي هر قيمت تي ملياميٽ ڪرڻو آهي، قرآن جو
رستو روڪڻو آهي، انهيءَ مقصد لاءِ قرآن خلاف هنن ننهن چوٽيءَ جا
زور لاتا تہ ان ڪي روءِ زمين مان نيڪالي ڏئي ختم ڪيون، انهن جي
اهڙين ڪوششن جو ڪجھ تفصيل مون پنهنجي ڪتابن آيات بينات ۽
قرآن مهجور ۾ لکي ڇڏيو آهي، هرڪو اهو پڙهي سگهي ٿو، جڏهن
فارس وارا قرآن پاڪ جي ٽيڪسٽ ڪي گم ڪرڻ ۾ ناڪام ويا تہ پوءِ
هنن ان جي مفهوم ۽ معنائن ڪي بدلائڻ لاءِ هٿ جون حديثون ٺاهي وري
ان مان فقھ گهڙي، هنن سرمائيداري ۽ جاگيرداريءَ ڪي وري انسان ذات
مٿان مڙهيو آهي، انهيءَ مهم ۾ هنن سان يهودين ۽ عيسائين جو بہ
مڪمل ساٿ رهيو آهي، باقي تقيي جهڙي منافقيءَ ڪي علي عليہ السلام
جهڙو بهادر ۽ ان جا پٽ پوٽا پنهنجو دين قرار نہ ڏيندا، علي ۽ ان جي

اولاد هن معنيٰ ۾ دنيا جا وڏا مظلوم آهن جو انهن جي طرف فارس وارن ڪوڙيون حديثون ۽ هٿ ٺوڪيو ڪوڙو علم منسوب ڪري ڇڏيو آهي.

جيڪي ماڻهو، اسلام جا همدرد ۽ هڏ ڏوکي، قرآن حڪيم ڪي مبهم ۽ اجمالي ڪتاب تصور ڪن ٿا ۽ قرار ڏين ٿا، ان جو سڌو سنئون هڪ ئي سبب آهي، اهو هي ته هنن پهريائين غير قرآني علم پڙهيا آهن، انهن اسلام دشمن تحريڪن جي بانيڪارن ۽ قرآن حڪيم جي مخالفن جا فلسفا پڙهي پوءِ قرآن پڙهيو اٿن، ۽ انهن مخالفن جي زندگيءَ جو تعارف پهريائين ته اهڙي نموني بطور پروپئگنڊا جي مشهور ڪرايو ويو آهي جو انهن جي سيرتن جي ڪتابن ۾ لکن ٿا ته سائين فلاڻو امام صاحب چاليهه سال راتين جا عشاء نماز لاءِ ڪيل وضوءَ سان صبح واري نماز پڙهندو هو، يعني سڄي رات هو عبادت ۾ گذاريندو هو ۽ فلاڻو قبلو صاحب دام برڪاته رات جي نفلي نمازن ۾ قرآن حڪيم جا پورا ٽيهه سيپارا پورا ڪري ختم شريف هڪ رات ۾ روانو مڪمل ڪندو هو. ڄاڻڻ گهرجي ته هڪ رات۾ ٽيهه پارا ختم ڪرڻ لاءِ جيڪا رفتار تيز ڪرڻي پوندي ان ۾ ختم ته پورو ٿي ويندو پر اهو پڙهڻ، سمجهڻ کان سواءِ هوندو ۽ سمجهڻ کان سواءِ قرآن پڙهڻ گناهه آهي ان جو دليل پڙهي ڏسندا (١٧١-٢) (١٦-٤٧)

ماڻهو سادي قسم وارا يا گهٽ پڙهيل ايترين ڳالهين تي بس ويساهه ۾ اچي ٿا وڃن، ويساهه کان پوءِ اهڙن مت جي موڙهل ماڻهن کي عقيدت جي انڌ ۾ فنا ٿيل ماڻهن کي پوءِ جيڪو به ڪجهه چئبو ته هو ان تي ويساهه ڪندو، انڌي عقيدت ته هڪ لاعلاج مرض آهي، هاڻي جيئن امام بخاري جي حديثن واري ڪتاب لاءِ مشهور ڪيل پروپئگنڊا مان ڪن ماڻهن هيءَ ڳالهه به لکي آهي ته امام صاحب مراقبي ۾ نبي سائين سان روحاني ملاقات ٿيندي هئن پوءِ انهن کان پڇندا هئا ته مون کي فلاڻن فلاڻن کان اوهان جي هيءَ حديث ملي آهي، سائين جن ٻڌائين ته جيڪڏهن اها حديث سچي آهي ته آئون پنهنجي ڪتاب ۾ شامل ڪيان، پوءِ نبي سائين جن جيڪڏهن تصديق ڪندا هئا ته پوءِ اها پنهنجي ڪتاب ۾ شامل ڪندا هئا. امام بخاري صاحب لاءِ مشهور ڪيل ڳالهه آهي ته انهن ننڊ ۾ خواب ڏٺو ته هو نبي سائينءَ جن



کي پکو هڻن ٿا ته جيئن پاڻ سڳورن جي جسم مبارڪ تي مک نه ويهي، پوءِ اهڙي سيرت لکڻ وارا اتي جو اتي ان خواب جو تعبير به لکن ٿا ته امام صاحب پنهنجو حديثن وارو مجموعي جو ڪتاب اهڙو ته صاف سٿرو تسلي وارين روايتن وارو جوڙيندا جو جنهن ۾ ڪابه ڪوڙي حديث ڪانه هوندي خواب ۾ مکين تڙڻ مان مقصد ڪوڙيون حديثون نکيڙي پري ڪرڻ آهي، جڏهن ته ڪتاب بخاري پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ۽ ثابت ٿئي ٿو ته بخاري صاحب اهڙيون ته ڪوڙيون ۽ هٿ ٺوڪيون گهڙيل حديثون پنهنجي ڪتاب ۾ گڏ ڪيون آهن جو رسول سائين جو جسم مبارڪ ۽ اسلام جو پورو چهرو مکين سان ڀري ڇڏيو اٿس ۽ ان جا تمام ٿورا مثال به پنهنجي هانوَ تي پٿر رکي ۽ الله کان معافي وٺڻ کان پوءِ پڙهندڙن جي ڄاڻ لاءِ هتي عرض ڪيان ٿو، بخاري صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ هڪ حديث لکي آهي ته رسول الله وٽ هڪ انصاري عورت آئي ۽ پاڻ ان سان خلوت ڪيائون ۽ پوءِ ان کي فرمايائون ته مون کي انصارين جون مايون ڏاڍيون وڻنديون آهن. ڪتاب النڪاح باب ١٤٢ ۽ حديث نمبر ٢١٨.

ٻيءَ هڪ حديث بخاري صاحب واري لکي آهي ته هڪ جنگ ۾ دشمنن جون ڪافي تعداد ۾ عورتون قيد ڪيون ويون وري اهي اتي فوجين ۾ ورهائجي به ويون ۽ فوجين يعني اصحابين انهن عورتن سان جماع ڪرڻ جنگ واري سفر ۾ شروع ڪيو، پوءِ نبي سائين کان مسئلو پڇڻ آيا ته اسان چاهيون ٿا ته انهن ٻانهين کي ڪنواريون ڄاڻائي وڪرو ڪيون، سو اسان هنن سان جماع ڪرڻ مهل جيڪڏهن حمل کان بچڻ لاءِ انزال ٻاهر ڪيون ته جائز آهي يا ناجائز؟ باب غزوة بني المصطلق من الخزاعہ وهي غزوة المريسيع. بخاري صاحب پنهنجي ڪتاب جي ڪتاب التفسير ۾ سوره مائده جي آخري آيتن تي هڪ حديث لکي آهي ته قيامت ڏينهن ڪن ماڻهن کي ملائڪ دوزخ طرف وٺيو ويندا جيڪي منهنجا اصحابي هوندا، آئون جڏهن انهن لاءِ پڇا ڳاڇا ڪندس ته مون کي ٻڌايو ويندو ته، آهن ته تنهنجا اصحابي پر توکي خبر ناهي جيئن ئي تون انهن کان جدا ٿيو هئين ته لم يزالو مرتدين منذ فارقتهم اهي مرتد ٿي ويا هئا، هميشه لاءِ. اهڙين حديثن جو تفصيل يا ته

سيڪو وڃي بخاري ڪتاب پاڻ پڙهي يا مختصر ۽ ڪجهه وڌاري حوالن لاءِ منهنجو ڪتاب قرآن مهجور پڙهي ڏسي. منهنجي گذارش ۽ عرضداشت جو مطلب هي آهي ته قرآن جيڪو پنهنجي پڙهڻ ۽ سمجهڻ لاءِ پاڻ رهنمائي فرمائي آهي، اها ئي هدايت هر وقت ذهن ۾ سانڍڻ جهڙي آهي، فرمان آهي ته لايمسه الا المطهرون يعني قرآن کي ايتري تائين ويجها ئي نه اچو جيتري تائين اوهان جا دماغ ۽ ذهن غير قرآني علمن جي مخالفانه پروپئگنڊا کان خالي ۽ پاڪ صاف نه ٿيا آهن، پر عقيدتن ۽ پيري مريدي جي پوڄا پاٺ کي اهميت ڏيڻ وارن خانقاهيت جي خالقن مٿين آيت جي معنيٰ ئي مٽائي ڇڏي آهي ته لايمسه الاالمطهرون معنيٰ وضو ڪري پوءِ قرآن پڙهو، جڏهن ته قرآن حڪيم جو مقصد اهو آهي جيڪو مٿي مون عرض ڪيو ته پنهنجي ذهنن کي پاڪ صاف ڪري پوءِ قرآن پڙهندؤ ته سمجهه ۾ ايندو، پر جيڪڏهن توهان فارس وارن جون حديثون يا ايراني امامن جي فقهه مان هي هٿ ٺوڪيو مسئلو پڙهي ايندئو ته سال ۾ ضرورت کان واڌاري بچت رقم تي هڪ پيرو چاليهون حصو حاجتمندن کي ڏئي ڇڏبو ته انهي کي زڪوات چئبو آهي، پوءِ اها ڳالهه جنهن جي کوپڙيءَ ۾ ويٺل هوندي ته انهيءَ کي اقيموا الصلواة وآتوا الزکوة جي قرآني حڪم ۾، زڪوات جي معنيٰ جيڪا قرآن ڏسڻ چاهي ٿو، اها ڪيئن ايندي، ڇو ته ان مهل قرآن پڙهندڙ کي ته اهڙي موقعي تي امام ابو حنيفي ۽ امام شافعي يا حنبليءَ جو زڪوات لاءِ ٻڌايل مفهوم ذهن ۾ ويٺل هوندو، پوءِ ذهن ۾ جاءِ خالي هجي ته قرآن کي جڳهه ملي ۽ مال مان مقرر حصي جو تعين جيڪو قرآن ڪيو آهي، قرآن ان جو نالو رکيو آهي صدقو ۽ انفاق في سبيل الله ۽ ان جي حد به مقرر فرمائي اٿس ته يسئلونڪ ماذاينفقون قل العفو ٢١٩-٢ يعني هر وقت پنهنجي ضرورتن کان واڌاري بچت مال حاجتمندن کي ڏيئي ڇڏيو، ۽ ماڻهن يعني خاص ڪري مذهبي فتوائن جا صاحب ته هن قرآني حڪم جي ويجهو ئي ڪونه ويا آهن ۽ زڪوات جو موجوده تصور ته سؤتي اڍائي رپيا اهو قرآن جي لفظ زڪواة جي معنيٰ مفهوم سان ڪوئي واسطو نٿو رکي، جڏهن ته اتي ان جي معنيٰ آهي ته اقيموا الصلواة يعني قرآن واري نظام اجتماعيت ۽ حڪمراني کي پوئواري ڪندي سهڻي



نموني قائم ڪيو، جنهن سان آتوالزڪواة يعني ماڻهن جي پرگهور ۽ پرورش به بهتر ڪري سگهو، ته لفظ زڪوات جو، صدقي ۽ خيرات سان ترجمو ڪرڻ ۽ صدقي ۽ انفاق جي آيل لفظن تي ڪجهه به نه ڳالهائڻ، اها سڌي سنئين ڄاڻي ٻجهي قرآن ۾ خيانت ۽ حرڪت آهي، انهن حديثن ۽ فقهن پڙهڻ کان پوءِ ماڻهو جڏهن قرآن پڙهن ٿا ته پوءِ قرآن ذريعي پنهنجي معلومات ۽ خيالن کي درست ڪرڻ بدران ڪوشش ڪن ٿا ته خود قرآن جون معنائون بدلائي، حديثن ۽ فقه جي تابع ڪيون وڃن، انهيءَ ماجرا جو وڌيڪ تفصيل اوهان هن ڪتاب جي ٻئي حصي ۾ پڙهندا، هاڻي هت غور ڪرڻ لاءِ عرض آهي ته اهو فقهه ۽ حديث وارو نصاب جهڙي به دور ۾ لاڳو ڪيو ويو هجي ته سڏبو ته پوءِ به قرآن دشمن ۽ قرآن مخالف نه؟ آئون مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي هن توجيه کي غلط قرار ڏيان ٿو ته زڪوات جو چاليهين پتي وارو نظريو اهو ان دور جو ٽئڪس قرار ڏيڻ گهرجي ۽ بس. منهنجي نظر ۾ جيڪو حڪم قرآن جي سراسر ابتڙ هجي ته اهو قرآن جي وضاحت ۽ تفسير طور ڪهڙي نموني قبول ڪبو، پوءِ اهو حديث ۽ فقهه کي قرآن جو تفصيل سڏڻ وارا سڌو سنئون ائين ڇو ڪونه ٿا چون ته قرآن کي هاڻي منسوخ تصور ڪيو وڃي ۽ قرآن جي حيثيت خاتم الانبياء رسول الله جي ختم نبوت واري ڪانهي ۽ قرآن واري شريعت کان مختلف ٻي ليٽسٽ ايراني شريعت انهن جي گهڙيل حديثن واري وات، آخري شريعت آهي ۽ انهن ماڻهن بلڪل امت مسلمه کان قرآن کسڻ لاءِ اهوئي طريقو اختيار ڪيو آهي، جو انهن سڀن امپورٽيڊ امامن ڀهريائين پاڻ ۾ پئنچات ٺاهي، تقيي جي تنبوءَ اندر قرآن کي منسوخ بنائڻ لاءِ حديثون ٺاهيون آهن ۽ ڪير جي نسخ کي نه مڃي ته انهن لاءِ وري هيءَ اصطلاح ٺاهي اٿن ته قرآن اجمالي ۽ اختصار وارو ڪتاب آهي، حديثون ۽ فقهه ان کي کولڻ ۽ تفصيل بيان ڪرڻ لاءِ آهن، انهيءَ آڙ ۾ هنن انهيءَ ميڊ ان قم ۽ بخارا شريعت جا دفتر لکي پوءِ انهن کي سپريم لا جي اسٽيج ڏيارڻ لاءِ عيسائي مذهب جي منگول حڪمران هلاڪو کان عباسي گورنمنٽ تي حملو ڪرائي خلافت اسلاميه ختم ڪرائي ڇڏيائون، پوءِ وري هلاڪوءَ جي حڪومت ۽ اقتدار اعليٰ دوران هلاڪوءَ جي طرفان ڀهريون گورنر

۽ ايراني مسلمان بنيو، پوءِ تہ فقهہ بہ انهن جا، حديثون بہ انهن جون، تہ قرآن جا تفسير بہ انهن جا، تہ تاريخ جا ڪتاب بہ انهن جا

## ارمغان امامت

ڪتاب اصول ڪافي جي روايت ڪيل حديثن جي تحقيق جي سلسلي ۾ مناسب ٿيندو بلڪ ضروري آهي تہ مسلڪ اهل تشيعت جي منفرد ۽ نرالي اصطلاح امامت بابت بہ اکر لکجن. هونئن تہ شيعہ مسلڪ ۾ اصول ڪافي جي روايتن ۽ حديثن ۾ لفظ امامت کان سواءِ، محدث ولايت، وراثت، حجة، معصوميت، شاهد، وغيره قسم جون اصطلاحون بہ ڪيترائي ڀيرا آيون آهن، سو انهن سڀن جي لفظي، لغوي يا اصطلاحي ڇنڊڇاڻ اڳتي ايندڙ حديثن ۾ موقعي مطابق عرض ڪئي ويندي، لفظ امام غير مشتق ۽ جامد چيو وڃي ٿو، اها ڳالهہ چوڻ وارا دليل ڏين ٿا تہ ٻار جڏهن شروعات ۾ ڪو لفظ واتان اچاريندو آهي تہ ام امان قسم جو اهو اچار هوندو آهي، هونئن عربي ٻوليءَ ۾ امام لفظ جي معنيٰ آهي جاين ناهڻ وارن رازن ۽ مسترين کي اوساريءَ جي سڌائي ۽ ليول ڏسڻ وارو لوهي لاٽون، جنهن کي سنڌي ۾ شاهل چئبو آهي. اهڙين مناسبتن ڪري هر اصل شيءِ، منڍ واري شيءِ ۽ مرڪزيت رکڻ واري شيءِ کي ام ڪونيو وڃي ٿو، هونئن امامة معنيٰ منڍ ۾ هجڻ. پوءِ جو بہ شخص اڳيان هوندو آهي، اڳواڻ هوندو آهي. ان کي امام چئبو آهي. انهيءَ سان گڏ قرآن حڪيم ۾ واٽ ۽ رستي کي بہ امام سڏيو ويو آهي. جيئن فانتقمنا منهم وانهما لبامام مبين ٧٩-١٥ ۽ خود قرآن کي بہ امام سڏيو ويو آهي جيئن وڪل شي احصيناه في امام مبين ١٢-٣٦، بلڪل اهڙي نموني حضرت موسيٰ عليہ السلام تي نازل ٿيل ڪتاب کي بہ امام سڏيو ويو آهي جيئن ڪتاب موسيٰ اماما ورحمة ١٧-١١ ۽ لفظ امامة جا ڪيترائي اشتقاق بہ مشهور آهن، جيئن ام، يؤم، تؤم، نؤم وغيره پوءِ نحو وارا اهڙن صيغن کي قياسي، مشتق هجڻ جي صورت ۾ سڏيندا تہ سماعي جامد هجڻ مهل، مسلڪ اهل تشيعت جي عقيدي ۾ امامت جي اصطلاح هڪ منصب، مرتبي ۽ عهدي جي طور مشهور ۽ مسلم آهي، جهڙي نموني نبوت ۽ رسالت هڪ عهدو



۽ مرتبو آهي تہ امامت بہ انهن وٽ اهڙي نموني هڪ عهدو آهي. جيڪو الله تعاليٰ طرفان مخصوص نسل ۽ خاندان جي ماڻهن کي ڏنو ويو. اصول ڪافي ج ٢ جي مترجم ڪتاب شافي جي صفحي ٦٠ جي تيرهين چوڏهين سٽ ۾ لکيو آهي تہ ان الامامة اجل قدرا واعظم شانا واعلامڪانا وامنع جانبا وابعد غورا من ان يبلغها الناس بعقولهم اوينالواها بارائهم اويقيموا اماما باختيارهم. هن عبارت ۾ وابعد غورا کان اڳتي جو مفهوم هي آهي تہ امامت جو مفهوم تمام گهرو آهي، ايترو جو ماڻهن جا عقل انهيءَ تائين پهچي نٿا سگهن، ۽ نہ ئي اهي ماڻهو گڏجي پنهنجي مرضي ۽ اختيار سان پنهنجي پسند مطابق ڪنهن کي امام بنائي سگهندا، هاڻي امام بنجڻ لاءِ انهي تصور کي خيال ۾ رکي پوءِ نبي ۽ رسول بنجڻ لاءِ قرآن حڪيم جي ٻڌايل تصوير کي ڀيٽائي ڏسندا ۽ غور ڪندا تہ امامت، رسالت ۽ نبوت جي ملڻ کي ڪيترو نہ پاڻ ۾ هڪ جهڙو ڪري ڏسين ٿا، سورت شوري جي آيت نمبر ٥٢ ۾ آهي تہ ماڪنت تدري ماالڪتاب ولا الايمان ولاڪن جعلناه نورانهدي به من نشاء من عبادنا يعني اي نبي توکي تہ هن ڳالهہ جي بہ سوچ ۽ سمجهہ ڪانہ هئي تہ ڪتاب ڇا آهي ۽ نہ ڪي هن ڳالهہ جي ڪا خبر هئي تہ ايمان ڇا آهي، پر اسان ان ڪتاب ۽ ايمان جي نور هدايت لاءِ، جنهن کي بہ پنهنجي ٻانهن مان پنهنجي قانون مشيت ذريعي مناسب ڄاتوسين ان کي عطا ڪيوسين. يعني نبوت ۽ رسالت ملڻ ۾ نہ ڪسب ۽ هنر کي دخل آهي نہ ووٽ ۽ سفارش کي ۽ مٿي اوهان اصول ڪافي جي عبارت ۾ امامت ملڻ لاءِ بہ ان سان ملندڙ مفهوم واري عبارت پڙهي آيا ۽ سورت قصص جي آيت نمبر ٨٦ ۾ فرمان آهي تہ اي پيغمبر وماڪنت ترجوا ان يلقي اليڪ الڪتاب، يعني توکي تہ هيءَ بہ اميد ڪانہ هئي تہ ڪو توکي ڪتاب ڏئي رسول ۽ نبي بنايو ويندو.

## امامت جو درجو رسالت ۽ نبوت کان مٿاهون

اصول ڪافي جلد ٢ جي ٻئي باب جي حديث نمبر-٢ جيڪا حضرت امام جعفر کان روايت ڪيل آهي ان ۾ آهي تہ ان الله تبارڪ و تعاليٰ اتخذ ابراهيم عبدا قبل ان يتخذه نبياوان الله اتخذه نبيا قبل ان

يتخذه رسولا وان الله اتخذه رسولا قبل ان يتخذه خليلا وان الله اتخذه خليلا قبل ان يجعله اماما فلما جمع له الاشياء قال اني جاعلک للناس اماما قال فمن عظمها في عين ابراهيم قال ومن ذريتي قال لاينال عهدي الظالمين قال لا يكون السفيه امام التقي.

هن حديث کان پوءِ هن ئي باب جي چوٿين ۾ آخري حديث امام باقر عليہ السلام صاحب کان روايت ڪيل آهي جنهن جو مضمون بعينه بلڪل مٿين حديث وارو آهي، ان ڪري صرف مٿين حديث جو ترجمو هت لکجي ٿو جيڪو مفهوم پڙهندڙ صاحبان پنهي لاءِ ساڳيو تصور ڪرڻ فرمائيندا.

**ترجمو:** تحقيق الله تبارک و تعالي پاڻهو بڻايو حضرت ابراهيم عليه السلام کي نبي بڻائڻ کان اڳ ۾ ءِ الله عزوجل حضرت ابراهيم عليہ السلام کي نبي بڻايو، رسول بڻائڻ کان اڳ ۾ ءِ تحقيق الله سائينءَ رسول بڻايو ابراهيم عليہ السلام کي خليل بڻائڻ کان اڳ ۾ ءِ تحقيق الله سائينءَ ابراهيم عليہ السلام کي خليل بڻايو امام بڻائڻ کان اڳ ۾ پوءِ جڏهن سڀ شيون ابراهيم عليه السلام لاءِ گڏ ٿيون ته رب پاڪ فرمايس ته اي ابراهيم آئون توکي ماڻهن واسطي امام بڻايان ٿو، پوءِ حضرت ابراهيم پنهنجي نظر ۾ امامت جي وڏائي ڏسڻ سبب هي سوال ڪيو ته اها منهنجي اولاد کي به عطا ٿئي؟ جواب ۾ رب پاڪ فرمايس ته منهنجي عهدي کي ظالم ماڻهو حاصل ڪري نه سگهندا. (ان کان پوءِ حديث جا لفظ آهن ته) بيوقوف ماڻهو، پرهيزگار تي امام بڻجي نه سگهندو، هن کان پوءِ اصول ڪافي واري پنهنجي ڪتاب جي جلد پهرين جي صفحي ٦٠ تي هڪ ڊگهي حديث امام رضا عليہ السلام جي طرفان آندي آهي ته سمعت ابا عبدالله عليہ السلام يقول الائمة بمنزلة رسول الله صلي الله عليه وسلم الا انهم ليسوا بانبياء ولايحل لهم من النساء مايحل للنبي صلي الله عليه وسلم فاما ماخلا ذالک فهم فيه بمنزلة رسول الله صلي الله عليه وسلم.

**ترجمو:** راوي چوي ٿو ته مون امام جعفر کان ٻڌو ته امام، رسول الله جهڙا آهن پر اهي نبي ناهن (فرق انهن ۾ صرف هي آهي ته) امامن لاءِ ايترين زالون حلال ڪونه آهن جيترين نبين لاءِ آهن، باقي انهيءَ



کان سواءِ امامن کي اهي سڀ فضيلتون ۽ خصوصيتون حاصل آهن جيڪي رسول الله کي آهن امام ان سان انهن ۾ شريڪ آهن.

هن حديث تي آئون ڪهڙو تبصرو ڪيان؟ حضور سائين لاءِ زالن جو جيڪو انگ ۽ تعداد مشهور آهي اهو غير قرآني آهي نو، ڏهه، يارنهن اهي سڀ انگ حديثن جي معرفت مشهور ڪيا ويا آهن، سڀ انسان الله وٽ صرف وحي واري علم يعني قرآن مٿان ايمان آڻڻ جا جوابدار آهن، غير قرآني علمن جو حديثن سميت خدا وٽ ڪنهن کان به پڇاڻو ڪونه ٿيندو. قرآن حڪيم سورت احزاب جي آيت نمبر ٦ ۾ جيڪي فرمايو آهي ته النبي اولي بالمؤمنين من انفسهم يعني نبي مؤمنن جي جندجان کان هر مرتبي ۽ درجي ۾ فضيلت ۾ بلند بالا آهي مٿاهون آهي، اصول ڪافي واري جي هيءَ حديث هن آيت سان ضد ۾ هجڻ ڪري ٽڪر کائڻ ڪري ڪوڙي آهي. ان جي تائيد ۾ هر ماڻهو وڃي پڙهي ڏسي ڪتاب اصول ڪافي جلد پهريون ڪتاب العقل جو باب ٢٣ حديث نمبر پهريون جيڪا امام جعفر کان روايت ڪيل آهي ته قال رسول الله ﷺ ان علي کل حق حقيقة وعلي کل صواب نورافما وافق کتاب الله فخذ وه وماخالف کتاب الله فدعوه يعني هر حق ڳالهه حقيقت تي مبني آهي ۽ هر سڌي ۽ درست شيءِ ۾ نور آهي، پوءِ جيڪا شيءِ قرآن حڪيم سان موافق هجي ته ان کي وٺو ۽ جيڪا شيءِ الله جي ڪتاب جي خلاف هجي ته ان کي ڦٽو ڪيو. مٿين حديث مان ته چِٽ اهو ٿو ثابت ٿئي ته گهڻيون زالون رسول سائين وٽ هجڻ، صرف اهو ان کي امامن جي مرتبي کان جدا ٿو ڪري، نه ته باقي مرتبو، منزل ۽ درجو جهڙو رسول جو سو ساڳيو امام جو، نه ته هاڻي هن ڳالهه جو ثبوت ڪاٿي آهي ته گهڻيون زالون پرڻجڻ کو ديني مرتبي ۽ منزل وڏائڻ جي نشاني آهي، هي حديث گهڙيندڙن مڙئي ناهه ٺاهي رسالت جي مقابلي ۾ امامت کي پروموٽ ڪيو ۽ وڌايو آهي، گهڻين زالن جي ته صرف آڙ ورتي آهي ۽ انهيءَ جو ڪو ثبوت به قرآن حڪيم ۾ ڪونهي ته گهڻيون زالون پرڻجڻ ڪوئي ديني مرتبي وڌائڻ جو سبب بڻجي ٿو، بهرحال مٿين حديث قرآن حڪيم جي سورت احزاب جي مٿي ڄاڻايل آيت سان ٽڪر کائڻ ڪري ڪوڙي ۽ رد سمجهي ويندي.

## ٻارهن امامن لاءِ نص مان دليل

هن عنوان واري مضمون کان اڳ ۾ هڪ مختصر سمجهاڻي. لفظ نص جي معنيٰ ماخذ، مرڪز، جنهن هنڌان ڪا شيءِ ڪلي ۽ ظاهر ٿئي، پڌري ٿئي، چرپر ۾ اچي، وجود وٺي. پوءِ جنهن به شيءِ جو ثبوت ۽ دليل قرآن مجيد مان ورتل هوندو آهي ته قرآن حڪيم ان ثابت ٿيندڙ ڳالهه لاءِ نص چئبو. ۽ جيڪا ڳالهه قرآن کان سواءِ ڪن ٻين علمن مان ثابت ڪئي ويندي ته اهي ٻيا علم ان نتيجي واري ڳالهه لاءِ نص قرار ڏنا ويندا. جيئن ڪن وٽ حديث سان ڪا شيءِ ثابت ڪئي ويندي آهي، ڪن وٽ قياس سان، ڪي شيون سائنسي ۽ حڪمت جي علمن مان ثابت ٿينديون آهن. مطلب ته هر ماخذ وارو سورس ۽ علم، ثابت ٿيندڙ شيءِ لاءِ نص سڏيو ويندو آهي ۽ ڄاڻڻ گهرجي ته جيڪي شيون قرآن مان ثابت ٿينديون آهن ته انهن لاءِ صرف قرآن واري ماخذ ۽ سورس کي نص قطعي سڏيو ويندو آهي. باقي ٻيا سڀ سورس ۽ ذريعا نص غير قطعي سڏيا ويندا آهن. ۽ هن سمجهاڻي ۽ گذارش کان پوءِ به هڪ ڳالهه، حديثن ناهڻ وارن جي انداز مان جيڪا معلوم ٿئي ٿي اها ڳالهه به پڙهندڙن جي سمجهاڻ ۽ سهولت لاءِ عرض ڪرڻ مناسب لڳي ٿي. اها هيءَ ته سني سڏائڻ وارن وٽ حديث جي اصطلاح ۾ قول رسول فعل رسول ۽ اقوال ۽ افعال اصحاب ڪرام سڀ کي حديث سڏيو وڃي ٿو ۽ ڪن جي خيال ۾ تابعين جا قول فعل به. انهيءَ تشريح ۾ اهل حديث به سنين سان هم خيال آهن ۽ شيعه مسلڪ وارن وٽ ٻارهون امام غائب ته جڏهن اچي، باقي رسول سائينءَ کان وٺي يارهين امام تائين سين امامن جا اقوال افعال حديثن مان شمار ڪيا وڃن ٿا. باقي شيعن وٽ قرآن حڪيم اڪيلي سرنص قطعي آهي يا ته ۽ ٻيو ڪو علم حديثون يا فقه ۽ قياس وغيره کي ڇا چئبو اهو پتو ناهي ڇو ته شيعا خود قرآن کي به ڪتل، چوري ڪيل ۽ خيانت ڪيل ڪتاب سڏين ٿا. جيئن انهيءَ دعويٰ جا ثبوت اوهان اڳتي پڙهندا پوءِ جن ماڻهن وٽ قطعيت جو درجو ۽ منصب قرآن کي به نه هوندو ته ٻين علمن جي باري ۾ اسان انهن جو ڪهڙو نظريو ڪيئن سمجهون، هونئن بلڪل شيعن وانگر سنين جي



حديثن وارن امامن به قرآن کي ڪتل، چوري ڪيل ۽ غير محفوظ ڪتاب سڏيو آهي. ثبوت لاءِ بخاريءَ ۾ قرآن مٿان اهڙن بهتانن جا حوالا منهنجي ڪتاب قرآن مهجور مان ملي ويندا ۽ منهنجي ٻئي ڪتاب آيات بينات جي مضمون جمع القران ۾ به ڪجهه حوالا لکيل آهن. شيعن ۽ سنين جي وچ ۾ قرآن مٿان اهڙي بي اعتمادي، قدر مشترڪ طور ڇو آهي، اهو تفصيل توهان هن ڪي ڪتاب جي مهاڳ ۾ پڙهي آيا آهيو. پر سنين بخاريءَ کي قرآن کان ٻيو درجو ڏيڻ ۽ حديثن کي وحي خفي سڏڻ کان پوءِ به قرآن کي قطعي دليل جي طور قبول ڪيو آهي، پر جيڪڏهن انهن سان ڪوئي بخاري جي قرآن بابت ڪتل ۽ چوري ڪيل مسئلن بابت سوال جواب ڪندو ته پوءِ خبر ناهي ته انهن وٽ قرآن ۽ بخاريءَ مان ڪنهن کي ترجيح هوندي، هونئن منهنجي انهن انڪشافن تي قرآن حڪيم جي وڪالت ڪرڻ بدران، هن جي مولوين، ماڻهن کي احڪام جاري ڪيا آهن ته عزيز الله جا ڪتاب نه پڙهو، ان ڪري جو هن حديثن وارن امامن جي شان خلاف هتڪ عزت ڪئي آهي، منهنجي خلاف هنن جي ان فتويٰ مان ثابت ٿئي ٿو ته هي بخاري ۽ مسلم طرفان قرآن حڪيم خلاف هتڪ عزت وارين تهمتن وارين حديثن کي شربت روح افزا وانگر پي ويا آهن، امام بخاري قرآن خلاف بهتان هنيا آهن، اها ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي، باقي بچڙو صرف عزيز الله آهي. لفظ نص جي معنيٰ مفهوم جي سمجهاڻي ختم ڪجي ٿي.

اصول ڪافي جي ڪتاب الحجت ۾ هڪ سؤ چوويهون نمبر باب آهي جنهن جو عنوان آهي ماجاء في الاثنا عشر والنص عليهم، عليهم السلام. يعني ٻارهن امامن جي امامت تي نص، ۽ هن باب ۾ ڪل ويهه حديثون آهن، پهرين حديث جي روايت امام تقي کان آهي، فرمائي ٿو ته امير المؤمنين علي عليه السلام پنهنجي پٽ امام حسن سان گڏ سلمان جي هٿ تي ٽيڪ ڏيندي مسجد ۾ داخل ٿيا ۽ هڪ جاءِ تي ويٺا ته ايتري ۾ هڪ شخص سهڻي شڪل ۽ سهڻي لباس سان مسجد ۾ داخل ٿيو ۽ امير المؤمنين تي سلام ڪيائين ۽ انهن ان جو جواب ڏنو ان شخص ويهي چيو ته اي اميرالمؤمنين! آئون اوهان کان ٽن شين بابت سوال ڪيان ٿو اوهان اهي ٽيئي مسئلا صحيح نموني ٻڌائي ويا ته پوءِ

آئون سمجهندس ته اوهان کان اڳ ۾ جن ماڻهن خلافت جي دعويٰ ڪئي هئي اهي هن جا حقدار نه هئا ۽ انهن جي دنيا ۽ آخرت محفوظ ناهي ۽ جيڪڏهن اوهان سوالن جا جواب نه ڏيئي سگهيا ته آئون ائين سمجهندس ته انڪ وهم شرع سواءِ يعني اوهان جو ۽ انهن جو پنڌ ساڳيو آهي يعني هڙئي هڪ جهڙا آهيو. امير المؤمنين چيس ته تون سوال پڇ. پوءِ پڇيائين ته ماڻهو ننڊ ڪندو آهي ته ان جو روح ڪاڏي ويندو آهي ۽ ماڻهوءَ کي ياديون ويسر ڪيئن ٿي ٿئي ۽ ماڻهوءَ جي شڪل ۽ مهانڊو ڏاڏنگ ۽ نانگ سان ڪيئن ٿو ملي پوءِ حضرت علي سائين اتي ويٺل امام حسن کي چيو ته تون ان جا جواب ٻڌائينس پوءِ حضرت حسن ان کي جواب ٻڌايا ۽ پوءِ ان سوال پڇندڙ شخص اشهد ڪلما پڙهيا آهن. الله جي نالي، رسول جي نالي، حضرت علي جي نالي ۽ باقي امامن جي نالي امام حسن حسين کان وٺي ويندي ٻارهين امام غائب تائين سڀن جا نالا ڪٽي چوندو ويو آهي ته اهي سڀ. انهن جو هرهڪ امام به آهي، حجت به آهي، وصي به آهي ۽ قائم بامرالله به آهي. ان ماڻهوءَ جي سڀن لاءِ نالي سان شاهديءَ کان پوءِ اهو ماڻهو اٿي مسجد مان نڪري وڃي ٿو ۽ حضرت علي پنهنجي پٽ امام حسن کي چوي ٿو ته اٿي تون ان ماڻهوءَ جو پيڇو ڪر ۽ ڏسي اچ ته ڪاڏي ٿو وڃي. حضرت امام حسن ٻاهر نڪري پوءِ موٽي آيو ۽ ٻڌايائين ته ان ماڻهوءَ مسجد کان جڏهن پير ٻاهر رکيو ته پوءِ مون کي نظر نه آيو ته الله جي زمين جي ڪهڙي پاسي ويو ائين جو نظر ئي نه آيو. پوءِ حضرت علي سائين امام حسن کي چيو ته توکي خبر پئي ته اهو ڪير شخص هو. امام حسن جواب ۾ چيو ته الله ۽ ان جو رسول ۽ امير المؤمنين وڌيڪ ڄاڻن ٿا. ته جواب ۾ حضرت علي ٻڌايو ته اهو خضر عليه السلام هئو. حديث جو خلاصو اتي پورو ٿيو. هاڻي ڪتاب اصول ڪافي واري هن حديث ۾ حضرت خضر عليه السلام جي واتان ٻارهن امامن جي امامت، حجت ۽ وصي ۽ قائم بامرالله هجڻ جي ناليوار انهن جي ڄمڻ کان به اڳي شاهدي پيش ڪرائي آهي، هاڻي اها حديث امامن جي امامت لاءِ ڄڻ ته نص قرار ڏني وئي آهي، خلافت جي ميرٽ لاءِ خضر صاحب جا سوال پڙهڻ سان مون کي ياد آيو ته پاڪستان جي



فوجي صدر ضياءالحق جي دور ۾ انجنيئري ۽ ڊاڪٽري جي نوڪرين لاءِ ڪميشن جا ميمبر انٽرويو وٺڻ مهل اميدوارن کان دعا قنوت پڙهائيندا هئا، ڄاڻڻ گهرجي ته خضر نالي سان ڪنهن به شخص جو ذڪر غير قرآني آهي، هي جيڪو مشهور آهي ته قرآن ۾ جنهن عالم شخص سان حضرت موسيٰ عليه السلام کي ملڻ جو حڪم ٿيو ۽ ان، ان سان گڏ سفر ڪيو ۽ ڪي خدائي تڪويني معاملا سفر دوران سکيا ۽ معلوم ڪيا ته ماڻهن ته ان عالم جو نالو خضر مشهور ڪيو آهي پر اهو قرآن ۾ نالو ڄاڻايل ڪونهي، پر جي ڪٿي قبول ڪجي ته حضرت موسيٰ سان اهو علمي سفر وارو شخص خضر هو ته پوءِ حضرت موسيٰ جي زماني کان پوءِ حضرت علي جي خلافت واري دورتائين جو عرصو هڪ هزار سال جي لڳ ڀڳ هوندو پوءِ اهو خضر صاحب اڃا ايتري تائين ڪيئن جيئرو هوندو، ان جي ايتري ڊگهي حياتي لاءِ ڪهڙو ثبوت آهي ۽ ڪنهن وٽ اهو لکيل ثبوت آهي؟ هي علم جو زمانو آهي، هي ختم نبوت جو دور هلي رهيو آهي، هاڻ ديومالائي قصن جو زمانو ختم ٿي ويو، رب پاڪ پنهنجي رسول کان اعلان ڪرائي ڇڏيو آهي ته انما ادعوا علي بصيرة انا ومن اتبعني ١٢-١٠٨ يعني آئون ۽ منهنجا پوئلڳ ۽ تابعدار جنهن به پروگرام جي دعوت ڏيندا، اها دعوت بصيرت واري هوندي اهو پروگرام عقل فهم دانائي ۽ سائنسي بنيادن تي نج سچ ۽ حق هوندو، اهو زمانو گذري ويو جو ڪوڙن قصن ۽ آکاڻين ۾ ماڻهن کي بيوقوف بنائڻ لاءِ چيو ويندو هو ته ڪوئي وظيفو، ڪوئي اسم اعظم يا ڪائي ڪراماتي ٽوپي پائڻ سان ماڻهو، ماڻهن جي وچ ۾ هجڻ باوجود ڪنهن کي نظر ڪونه ايندو آهي، جيئن هن حديث ۾ حضرت حسن کان چورايو ويو آهي ته ان اجنبي شخص جڏهن مسجد کان پير ٻاهر رکيو ته گم ٿي ويو نظر ئي ڪونه آيو ته ڪاڏي ويو، جيڪڏهن اصول ڪافي وارن وٽ امامن جي امامت لاءِ شاهديون ۽ نص اهڙي قسم جا آهن ته پوءِ اهي امامتون به خضر صاحب وانگر تڏهن ته نظرن کان غائب آهن!! ٽيو نمبر حديث ۾ راوي ابوبصير، امام جعفر صادق کان روايت ڪري ٿو ته ان جي والد بزرگ جابر بن عبدالله انصاري کي چيو ته اوهان مون کي اڪيلائيءَ ۾ وقت ڏيو منهنجو اوهان ۾ ڪو ضروري

ڪم آهي ته ان جواب ۾ چيس ته اوهان لاءِ هر وقت، وقت آهي، پوءِ هڪ موقعي تي پڇيائينس ته اوهان منهنجي ڏاڏي حضرت بي بي فاطمه بنت رسول وٽ جيڪا لوح ڏٺي هئي مون کي ان جي باري ۾ ٻڌايو ته ان ۾ ڇا لکيل هو، جابر چيو ته آئون الله کي شاهد ڪري هيءَ ڳالهه ٿو ڪيان ته رسول سائينءَ جي حياتيءَ ۾ اوهان جي والده وٽ انهن جي خدمت ۾ حاضر ٿيس ته ڪين امام حسين جي ولادت جي مبارڪباد ڏيان، ته مون انهن جي هٿ ۾ سائي رنگ جو لوح ڏٺم منهنجي انداز ۾ اها لوح زمرد پٿر جي هئي ان تي سج وانگر اکر لکيل چمڪي رهيا هئا ته مون عرض ڪيو ته اي بنت رسول! هي لوح ڇا آهي ته فرمايائين ته اها الله پنهنجي رسول طرف موڪلي آهي، انهي ۾ منهنجي پيءُ جو نالو آهي، علي جو نالو آهي، منهنجي ٻنهن پٽن جو نالو آهي ۽ انهن وصين امامن جا نالا آهن جيڪي منهنجي پٽن جي نسل مان ٿيندا. حضور سائين جن اها لوح مون کي ڏني آهي ته آئون اها پڙهي ۽ ڏسي خوش ٿيان. جابر چيو ته اها لوح توهان جي ماءُ فاطمه مون کي ڏني، پوءِ مون ڏسي ۽ ان تي لکيل عبارت نقل ڪري ورتم، منهنجي والد، جابر کي چيو ته تون اها تحرير مون کي ڏيکاريندين ته ان هائوڪار ڪئي ۽ گهر وٺي وڃي ڏيکاريائين جو اهو صحيفو هڪ کل تي لکيل هو پوءِ حضرت جن فرمايس ته آئون پڙهندو ٿو وڃان تون پنهنجي لکيل سان ڀيٽ ڪندو وڃجانءِ ۽ منهنجي پيءُ پڙهيو ته هڪ به حرف بدليل ڪونه هو ۽ حضرت جابر چيو ته آئون شاهدي ڏيان ٿو ته مون ان لوح ۾ اهوئي لکيل ڏٺو هو، پوءِ اڳتي هن حديث ۾ لوح جي عبارت تمام ڊگهي آهي دلچسپي رکڻ وارا ماڻهو ڪتاب هٿ ڪري وڃي پاڻ پڙهن. مون کي هت هي عرض ڪرڻو آهي ته الله سائين حضور ﷺ جن کي اها لوح زمرد جي پٿر تي لکيل موڪلي جنهن ۾ بي بي فاطمه جي پٽن جي نسل مان پيدا ٿيندڙ وصين ۽ امامن جا نالا لکيل هئا، اتي هي عرض ڪرڻو آهي ته جناب ڪليني صاحب ۽ ان جي همنوائن جو جڏهن عقيدو هي آهي ته الله سائينءَ جملي انسانن لاءِ امامن کي حجت ڪري موڪليو آهي، جو ڪوئي ماڻهو الله سان شڪايت نه ڪري ته منهنجي رهنمائيءَ لاءِ توهان ڪوئي بندوبست نه ڪيو. سو شيعا صاحبن جو عقيدو آهي ته امام،



ڪائنات جي آخري ماڻهوءَ کان به پوءِ مرندو. انهيءَ لاءِ ته اهو آخري ماڻهو خدا سان شڪايت نه ڪري ته تو مون کي بغير امام جي ائين اڪيلو ڇو ڇڏيو.

هن جي اهڙي عقيدي لاءِ ثبوت عرض رکجي ٿو ته اصول ڪافي جي جلد ٻئي جي ڪتاب الحجة جي ڇهين باب جي حديث نمبر ٣ ۾ آهي، جيڪا امام جعفر کان روايت ڪيل آهي ته لوڪان الناس رجلين لڪان احد هما الامام وقال ان آخرمن يموت الامام لئلا يحتج احدعلي الله عزوجل انه ترڪه بغير حجة الله عليه. يعني جيڪڏهن دنيا ۾ ٻه ماڻهو وڃي باقي بچن ته هڪڙو انهن مان امام هوندو ۽ سڀن کان پڇاڙيءَ ۾ مرڻ وارو امام هوندو، هن ڪري ته ڪوئي ٻانهو الله سان شڪايت نه ڪري ته ان کي تو بغير حجت ۽ امام جي دنيا ۾ اڪيلو ڪري ڇڏيو، هن قسم جي حديث سان آخري امام جنهن کي امام مهدي ۽ قائم بامرالله چيو وڃي ٿو ۽ انهيءَ لاءِ اصول ڪافي جي حديثن ۾ لکيل آهي ته اهو الله جي پوري روءِ زمين کي عدل ۽ انصاف سان ائين ته ڀري ڇڏيندو جيئن ان کان اڳي ظلم سان زمين ڀريل هئي مٿين حديث ۾ ته پڙهي آيا ته اهو انسان ذات جي آخري ماڻهوءَ کان به آخري هوندو، يعني سڄي انساني آبادي مري کپي ويندي ته پوءِ امام مهدي مرندو ته ان وارو عدل انصاف ته آخر ماڻهن لاءِ هجڻ گهرجي، هڙني ماڻهن مرڻ کان پوءِ ان جي مرڻ سان ڪا ڳالهه ته نه جڙي ۽ نه بٺي. جو ته هڪ سئو چوويهين باب جي پهرين حديث جيڪا اصول ڪافي جي ترجمي واري شافي جي جلد ٣ صفحي ١٦٣ واري حديث آهي ان ۾ لکيل آهي ته خضر صاحب چيو ته واشهد علىٰ رجل من ولد الحسن لايڪني ولايسمي حتي يظهر امره فيملا هاعدلا ڪماملئت جورا. يعني خضر صاحب پنهنجي اشهد ڪلمي ۾ آخري امام لاءِ چوي ٿو ته ان لاءِ ڪنيت ۽ نالو نه مقرر ڪيو ويندو ايتري تائين جو هو زمين تي ظاهر ٿي پنهنجي پروگرام ذريعي ان کي عدل سان ڀري نه ڇڏي، اهڙي نموني جيئن هوءَ ظلم سان ڀريل هئي ته هاڻي غور ڪرڻ جي ڳالهه آهي ته امام مهدي لاءِ هن حديث مان چڙ هي تاثر ملي ٿو ته ان جي وفات کان پوءِ ماڻهو فيصلو ڪندا ته اهوئي مهدي هو جنهن هيترو عدل انصاف

قائم ڪري ڏيکاريو. هونئن اهو نظريو آئون پنهنجي طرفان تہ پيش ڪونہ ٿو ڪيان چو تہ آئون ختم نبوت مٿان عقيدو رکان ٿو. البت اها ڳالهہ جناب ابوالاعليٰ مودودي صاحب جن لکي ويا آهن تہ امام مهدي کي جيئري ماڻهو ڪونہ سڃاڻي سگهندا. ان جي وفات ڪان پوءِ چوندا تہ اهو هو مهدي موعود جنهن لاءِ حديثن ۾ اسان کي ٻڌايو ويو هو. هونئن مودودي صاحب خانداني طور باءِ برٿ شيعو هيو ۽ شايد تقيي طور ڪيڊر چينج ڪرايو ويو هجيس ۽ ان هيءَ خضر صاحب واري حديث پڙهي بہ هوندي. پر ڳالهہ هيءَ آهي تہ مٿي ڄاڻايل حديث جي لحاظ سان انساني آبادي جو مرڻ وارو آخري ماڻهو امام ۽ حجت هوندو تہ پوءِ پوئتي رهندو ڪير جو فيصلو ڪندو تہ اهو هو مهدي موعود جنهن لاءِ بشارتون مليون هيون. ۽ ڇا ان جو قائم ڪيل عدل انصاف اهو هوندو جو جملي انسانن جي مرڻ ڪان پوءِ هو مرندو؟؟؟

مٿي ابو بصير جي امام جعفر ڪان روايت ڪيل حديث ۾ آهي تہ واني فضلتڪ علي الانبياء و فضلت وصيڪ علي علي الاوصياء واڪرمتڪ بشبليڪ وسبطيڪ حسن وحسين يعني اي محمد! مون الله توکي نبين مٿان فضيلت ڏني ۽ علي کي وصين مٿان فضيلت ڏني آهي تنهنجي ڏاڏلن ڏوهٽن حسن حسين جي طفيلي يعني رسول کي مرتبو بہ ڏوهٽن جي محابي مليو ۽ رسول محتاج ٿيو پوءِ ڇمنڊ ڏوهٽن جو. پڙهندڙ صاحبو! غور فرمايو! هن قسم جون حديثون رسول ﷺ جي حيثيت ۽ شخصيت سان مذاق ناهي تڏهن ٻيو ڇا آهي. هن حديثن تي باقائدي غور ڪيو ۽ ڏسو تہ هن قرآن حڪيم جي ڏنل فلسفي ليس للانسان الاماسعيٰ يعني هر انسان کي اهوئي ڪجهہ ملندو جيترو ان پورهيو ڪيو هوندو. پر هن ايران وارن ڪلينين، همدانين ۽ قم وارن، امامت، وصي، ۽ حجت جا عهدا، هٿ ٺوڪين حديثن سان گهڙي قرآن جي ڏنل علم خلاف نسل پرستي واري طريقي، امامن جي ڄمڻ ۽ پيدا ٿيڻ واري سلسلي کي برهمڻ ازم، ذات پرستي ۽ شخصيت پرستي جا گهاڙيتا گهڙي. قرآن حڪيم جي عالمي ۽ آفاقي اصول. ڪل نفس بماڪسبت رهين يعني هر شخص پنهنجي ڪمائيءَ موافق ڦهہ پوندو کي ٽوڙڻ گهرن ٿا. غور ڪيو انهن حديثن جي معيار ۽ ڪوالٽي تي. جيڪي امامن جي امامت لاءِ ثبوت



لاءِ بطور نص جي پيش ڪن ٿا. هن ايران وارن. جن کي امام بنايو آهي. انهن کي بہ پنهنجي امامت ۽ هن طرفان مليل عهدن جي خبر ئي ڪانهي چو تہ اهي حديثون ئي انهن جي وفات ڪان پوءِ گهڙيل آهن ۽ حضرت علي سائين ان جا پٽ حسن حسين ۽انهن جي پوءِ واري اولاد. انهن جو قرآن حڪيم مٿان پڪو عقيدو ۽ ڪامل يقين هو. هن ايرانين جي امامت سازي وارين حديثن جو تہ قرآن سان ٽڪر آهي، جيڪي اوهان اڳتي ڪتاب ۾ جابجا پڙهندا ۽ هن اڪرن ٿائين بہ جيڪي حديثون اوهان پڙهي آيا آهيو انهن جو قرآن سان تضاد ۽ ٽڪر توهان جي سامهون آهي. هن علي سائين ۽ ان جي اولاد کي تقيي ڪرڻ وارو ۽ صبر جي لقب سان ڇڙ تہ بزدل ڪري پيش ڪيو آهي. جڏهن تہ علي سائين پنهنجي اولاد سميت، ديني غيرت ۽ بهادريءَ ۾ ڪنهن ڪان بہ گهٽ ڪونہ هئو. تاريخ جي هي مشهور ڳالهہ سڀڪو ڄاڻندو هوندو تہ حضرت علي سائين جي دور خلافت ۾ ڪن فتني بازن اچي مشهور ڪيو تہ علي پاڻ الله آهي، خود خدا آهي تہ حضرت علي سائينءَ اهڙا سڀ ماڻهو تلاش ڪرائي ڳولائي انهن کي ٻڌي آلن تون ۾ ويڙهي باهہ ۾ ساڙائي ڇڏيو. هن جي حديثن ناهڻ ۾. ڪمپوزيشن ۾ جيڪي معنوي حرڪتون رکيل آهن. اهي گهڻا ماڻهن کي منجهائي وجهندڙ آهن. جيڪڏهن هن جي اهڙين گهڻ پاسائتي قسم جي معنيٰ مفهوم وارين حديثون ڪولجن تہ هن جي ترمنالاجيءَ سان پڙهندڙن کي قرآن حڪيم جي توحيد واري فلسفي مٿان، وک وک تي حملا نظر ايندا ۽ ختم نبوت جي مفهوم کي ميساري هن تهس نهس ڪري ڇڏيو آهي. اميد تہ هن جون اهڙيون ڪجهہ حديثون پڙهندڙن جي خدمت ۾ نقل ڪري سگهنداسون. باقي سين حديثن جو نقل ڪرڻ وڏو ڏيگهہ وارو ڪم ٿيندو. چوندا آهن تہ مشت نمونہ خروار يعني ان جي وڏي خرارن واري ڍير جي جنس لپ ڪن ان ڏيکارڻ سان بہ ٿي ويندي آهي، سو ايتريون حديثون تہ پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪيون ٿا جن سان هن باطني علم جي شوشي مشهور ڪرڻ وارن جو باطن ظاهر ٿي سگهي. هن صاحبن امامت جي اصطلاح ۽ عهدي ذريعي ۽ فلسفي ذريعي، اسلامي ڪائناتي منشور جنهن سان دنيا مان والارض وضعها للانام يعني الله

ڌرتي کي ماڻھن لاءِ جوڙيو آھي جي اصول جي اعلان تہ زمين تي ڪنھن جي جاگيرداري نہ ھلندي ۽ ان الارض يرثھا عبادي الصالحون يعني زمين تي وارث انھن جي تسليم ڪبي جيڪي زمين مٿان اصلاح ۽ سڌاري لاءِ جاکوڙيندڙ ھوندا. اھڙن اصولن کي ٽوڙي وري پنھنجي فارس جي ختم ٿيل بادشاھي ڪسرويت ۽ جاگيرداري کي جيارڻ جا حيلا ھلايا آھن. پڙھندڙ صاحبان منھنجي گذارشن کي سمجھندا ھوندا تہ بادشاھي ۽ جاگيرداري کي حاصل ڪرڻ جو ھڪڙو ذريعو موروثي عطائن جو بہ آھي. تڏھن ھنن فارس جي حديثن ناھڻ وارن امامت کي نسلي ۽ موروثي بنايو تہ جيئن مسلمانن مان ميرٽ جو تصور ختم ٿئي جيئن مٿين آيت ۾ اوھان پڙھيو تہ خدا زمين جو ورثو انھن ٻانھن کي ڏيندو جيڪو سڌارڪ ھوندا، مصلح ھوندا. اصلاح لاءِ پاڻ پتوڙيندڙ ھوندا. ھنن حديثن ناھڻ وارن، انساني گھرجن ۽ ضرورتن کي برابري جي بنيادن تي حل ڪرڻ واري قرآني اصول سواءً للسائلين کي ٽوڙڻ لاءِ شخصي ۽ موروثي فضيلتن جون ڪوڙيون حديثون گھڙي علم جي ميدان ۾ قرآن جي مقابلي ۾ آڻي بيھاريون ۽ انھن کي اھلبيت ۽ آل رسول جو علم سڏڻ لڳا. سمپل ۽ نموني لاءِ شخصي فضيلتن بھاني توحيد کي ٽوڙي ماڻھن جي پوڄا جو ڪلچر قائم ڪرڻ واريون حديثون بہ ڏسندا ھلو. ھي حديث اصول ڪافي ۾ ڪتاب الحجت جي باب نمبر ١١٠ جي حديث نمبر ٣ آھي صفحو نمبر ٧ ۽ جلد نمبر ٣.

امام جعفر فرمائي ٿو تہ رب تعاليٰ فرمايو تہ اي محمد! مون توکي ۽ عليءَ کي ھڪ نور مان پيدا ڪيو، اھو روح ھو. بغير بدن جي ۽ اھو آسمان، زمين، عرش ۽ دريائن پيدا ڪرڻ کان اڳ ۾ مون توھان کي پيدا ڪيو پوءِ توھان منھنجي تسبيح ۽ تھليل ڪندا رھيا پوءِ مون توھان ٻنھي جي روحن کي گڏ ڪيو ۽ ھڪ بنائي ڇڏيم پوءِ توھان انھيءَ حال ۾ بہ منھنجي بزرگي ۽ پاڪائي جو ذڪر ڪندا رھيا. پوءِ مون توھان کي وري ھڪ مان ٻن ۾ ورھايو ۽ وري ٻن جا بہ بہ حصا ڪيا پوءِ چار ٿي پيئيو ھڪ محمد ھڪ علي ۽ بہ حسن حسين. امام جعفر فرمايو تہ الله فاطمہ کي پيدا ڪيو ان شروع واري نور مان جيڪو بغير بدن جي ھو پوءِ اسان کي پنھنجي قدرت سان پيدا ڪيائين پوءِ ان



جو نور اسان ۾ جاري ٿيو. حديث جو خلاصو ختم. ھن تي تبصرو پيش ڪيان ٿو.

پھرين آيت تخليق جي باري ۾ تہ ڪانھي پر اصل ڳالھہ سمجھڻ ۾ مدد ضرور ڏيندي سورت احقاف جي آيت نمبر ٩ آھي تہ ماڪنت بدعامن الرسل وماآ ادري مايفعل بي ولابکم ان اتبع الاما يوحيٰ الي وما انا الانذير مبين. يعني آئون (محمد) ٻين رسولن کان مختلف قسم جو ڪو رسول ناھيان، مون کي تہ اھا بہ خبر ڪانھي تہ مون سان ڪھڙو برتاءُ ڪيو ويندو ۽ اوھان سان ڪھڙو برتاءُ ڪيو ويندو. آئون تہ صرف پاڻ ڏي وحي ڪيل احڪامن جو تابعدار آھيان ۽ صرف ڊيڄارڻ وارو ۽ وحي جي پيغام کي کولي بيان ڪرڻ وارو آھيان. سورت نساء جي پھرين آيت آھي تہ اي انسانو! ڊڄو پنھنجي پالڻھار کان جنھن اوھان کي ھڪ نفس مان پيدا ڪيو آھي. سورت روم جي آيت نمبر ٣٠ ۾ آھي تہ الله جو قانون فطرت سڀني ماڻھن لاءِ ھڪ جھڙو آھي ۽ لاتبديل لخلق الله يعني الله جو قانون تخليق، سڀني ماڻھن لاءِ ساڳيو رھندو ڪنھن لاءِ بہ قانون ۾ ڪا تبديلي ڪانہ آندي ويندي. سورت انعام جي آيت ٩٩ ۾ آھي تہ وھوالذي انشاڪم من نفس واحده. يعني الله اھا ذات آھي جنھن اوھان کي ھڪ نفس مان پيدا ڪيو. سورت انعام جي آيت نمبر ٢ ۾ آھي تہ ھو الذي خلقڪم من طين. يعني رب اھا ذات آھي جنھن اوھان کي مٽيءَ مان پيدا ڪيو. سورت سجده جي آيت نمبر ٢٨ ۾ آھي تہ ماخلقڪم ولابعثڪم الاڪنفس واحده يعني اوھان جو پيدا ڪرڻ ۽ مرڻ کان پوءِ اٿڻ سڀني جو ھڪ جھڙو آھي، قرآن جون تخليق بابت وضاحتون تمام گھڻيون آھن. ايمان واري لاءِ تہ قرآن جو ھڪ حڪم بہ ڪوڙ آھي. ڀلا انھيءَ تخليق کان اڳي جي صورتحال بہ قرآن کان پڇندا وڃو تہ انسان پيدا ٿيڻ کان اڳ ۾ ڪيئن ھو، سورت مريم جي آيت ٦٧ ۾ آھي تہ اولايذڪر الانسان اناخلقناه من قبل ولم يڪ شيئا. يعني انسان ھيءَ ڳالھہ ڇو نٿو سمجھي تہ اسان ان کي پھريون پيرو اھڙي حال ۾ پيدا ڪري چڪا آھيون جو ان کان اڳ ۾ ھو ڪجھہ بہ نہ ھو. عدم ۾ ھو. معدوم ھو. ناپيد ھو. تہ پوءِ اصول ڪافي وارن جون حديثون ڪيئن ٿيون چون تہ فلان فلان جا. نور بغير بدن جي اڳ ۾

جوڙيا ويا هئا پوءِ ٻن کي ملائي هڪ ڪيوسون وري هڪ مان ٻه ۽ پوءِ ٻن مان چار ۽ پوءِ پهرئين ملايل نور مرڪب مان فاطمہ ٿاهي سون. هي سڀ ڪجهہ قرآن حڪيم جي خلاف ناهي. تڏهن ڀيو ڇاهي. هي خدا جي قانون تخليق ۾ هٽ جاڊڪوسلا ناهن تڏهن ڀيو ڇاهي. هي سڀ شوشا ان لاءِ آهن تہ اهڙين حديثن سان هي ايران وارا قرآن جي ذريعي پهچايل توحيد کي ڊاهي وري بت پرستي، فئملي پرستي، الائي ڇا ڇا پرستي، جو ٻج پيا پوکين. رسول سائينءَ پنهنجو سر تريءَ تي رکي جيڪي لات، عزيٰ منات ۽ حبل جهڙا بت ڊاهي حجاز جي پوڄارين کي موحد بڻايو، هي ايران وارا پنهنجي حديثن جي حرفت سان ڪعبة الله کي وري مندر بنائڻ جو فلسفو ڏئي رهيا آهن. اسلام ذاتين جي بنياد تي فضيلتن جي فلاسافي کي، ان اڪرمڪم عندالله اتقاڪم جي اعلان سان ٽوڙي ڀڃائي ڇڏيو تہ فضيلت ۽ ڪرامت جو بنياد هاشمي، قريشي، اموي، عباسي ۽ فاطمي هجڻ تي ناهي، جيڪو تقويٰ تي زياده ڪاربند هوندو اهوئي الله وٽ عزت لهڻندو. ذات نہ پڇي ذات جو وهي سو لهي.

ايراني مذهب جي وري ٻي حديث پڙهي ڏسندا، حوالو مٿين حديثن وارو صفحو ١١، حضرت امام باقر عليہ السلام فرمايو تہ رسول الله ۾ ٽي خصوصيتون هيون جيڪي ٻئي ڪنهن ۾ بہ نہ هيون. هڪ تہ نبي سائينءَ جو پاڇو نہ هوندو هو. ٻيو جنهن رستي تان گذرندا هئا ٽي ڏينهن ان واٽ تي سندن خوشبو موجود هوندي هئي، ٽين خاصيت سندن هيءَ هئي تہ جڏهن ڪنهن پٿر يا وڻ وٽان گذرندا هئا تہ اهي پٿر ۽ وڻ کين سجدو ڪندا هئا. هن حديث کي اهو ماڻهو قبول ڪري سگهندو جنهن جو پيڙهين کان وٺي ڪو عقل سان وير هجي جنهن بہ جسم ۾، مادي جي ڪثافت هوندي لازمي طور ان جسم جو اس ۾ هلڻ مهل يا ڪنهن ٻيءَ روشنيءَ سامهون بيهڻ مهل پاڇو ضرور ٿيندو. باقي ڪنهن واٽ ۽ رستي تان لنگهڻ ڪري اتي ٽي ڏينهن خوشبو جي اثر جي حديث سو اها ناهڻ ڪان اڳ ۾ حديث ناهڻ جي ڪارخاني وارن کي گهربو هو تہ اڳ ۾ خوشبوءَ جي رينج بہ لکن ها تہ نبي سائين جيڪڏهن ڪٿان گذر ڪندا هئا تہ سندن جسم مبارڪ کان ڪيتري فاصلي تائين اها خوشبو پهچندي هئي ۽ پوءِ هيءَ بہ حديث ٺاهن ها تہ



پاڻ ڪريمن تيرهن سال مڪي ۾ جيڪي نبوت جي عرصي وارا گذاريا انهن لاءِ توهان جون حديثون لکن ٿيون تہ لڪي ڇپي دين جي پرچار ڪندا هئا، اوبرن ماڻهن کي نوجوان علي بن ابيطالب انهن کان احوال معلوم ڪري پوءِ حضور سائين تائين پهچائي ملائي ايندو هو. پوءِ جيڪڏهن خوشبوءِ جي اهڙي ڳالهہ آهي تہ مڪي جي گهرن ۽ گهٽين ۽ محلن ۾ لڪڻ وقت تہ خوشبو جي خاصيت پڪڙائي وجهي ها، ۽ مڪي کان مديني واري هجرت واري رات ڪان پوءِ بہ مشرڪن تہ نبي سائينءَ جو تڙي ڪڙي پيڇو ڪيو هو. جيڪڏهن حديث واري ڳالهہ صحيح آهي تہ نبي سائين جنهن رستي تان لنگهندا هئا تہ ٽي ڏينهن اتاهون خوشبو ختم نہ ٿيندي هئي ۽ پوءِ ائين هجي ها تہ مشرڪ تہ خوشبو جي ڏس تي ئي پيڇي ڪرڻ مهل پڪڙي وجهن ها، يا غار ۾ لڪڻ مهل مٿان غار تي آيل ماڻهن کي ئي خوشبو اچي ها تہ اتي ئي هو پڪڙي وجهن ها، ٻيو تہ مشرڪ مخالف بہ نبي سائين جا ڳوٺائي ۽ گڏ اٿڻ ويهڻ وارا ماڻهو هئا، انهن کي تہ نبي سائين جي خوشبو جي قسم جي بہ خبر هوندي، پوءِ اهي تہ وڏيڪ سولائيءَ سان خوشبو جي قسم مان سڃاڻي پڪڙي وجن ها ۽ ٽي خاصيت پٿرن وڻن جي سجدي ڪرڻ واري جيڪا ڪليني صاحب حديث ۾ لکي آهي اها ڳالهہ الله جي مخلوق مٿان يعني وڻن ۽ پٿرن مٿان ڪوڙو الزام آهي تہ اهي غير الله کي سجدو ڪن ٿا، سورت رعد جي آيت نمبر ١٥ ۾ جيڪو فرمان آهي تہ ولله يسجد من في السماوات والارض طوعاوڪرها، اها صرف الله جي طاقتور ذات آهي جيڪا هر شيءِ کي جهڪايو ڇڏي، جنهن لاءِ سورت الرحمان ۾ بہ آهي تہ النجم والشجر يسجدان يعني تارا ۽ وڻ بہ الله کي سجدو ڪن ٿا. هن جاءِ تي هڪ ظاهري مغالطي کان بچڻ لاءِ عرض آهي تہ اصول ڪافي وارا ۽ انهن جا همنوا مسلمانن جي ذهنيت کي سطحي ۽ ٽرڙي قسم جي بنائڻ چاهين ٿا، سو هتي سجدي مان مطلب اهو ٻڌايو آهي جيئن ماڻهو جسماني طور نمازن ۾ سجدو ڪن ٿا ۽ قبرن ۽ خانقاهن تي سجدو ڪن ٿا، اهو غلط آهي. باقي قرآن پاڪ جن سجدن جي ڳالهہ ڪئي آهي. مٿي ٻڌايل آيتن ۾ يا انهن کان سواءِ بہ ٻين ڪيترن ئي جاين تي تہ اتي اتي سجدي جي معنيٰ آهي الله جي قانونن جي اطاعت ۽ فرمانبرداري

ڪرڻ، سو هنن ٽن خاصيتن واري حديث جيڪا ٺاهي آهي، اها ڪوڙي آهي، ان ۾ هنن سجدي جي جيڪا معنيٰ ڪئي آهي، ان لاءِ هنن وٽ ڪا به شاهدي يا ثبوت ڪونهي ته نبي سائين کي وڻ ۽ پٿر سجدو ڪن ٿا. هنن ايراني حديث سازن ۽ امام سازن، ماڻهن کي يا ته بيوقوف سمجهيو آهي، يا بيوقوف بنائڻ لاءِ حيلا ڪيا آهن اهڙن حيلن کي سمجهڻ لاءِ هي حديث پڙهي پوءِ فيصلو اوهان پاڻ ڪندا حديث جو حوالو، اصول ڪافي جي ڪتاب الحجت جو باب نمبر ١٢٢ باب جي حديث نمبر ٥ ڪتاب جو صفحو ١٣٠ ۽ جلد ٣، حديث آهي، راوي چوي ٿو ته مون امام حسن عسڪري عليہ السلام کي پنهنجي حاجت ۽ ضرورت پيش ڪئي، ته پاڻ پنهنجي لڪڻ سان زمين کي ڪرڙيائون ۽ ان جاءِ تي مٿان پنهنجو رومال ڍڪيائون ۽ رومال هيٺان هٿ وجهي مون کي پنج سئو دينار ڪڍي ڏنا ۽ فرمايائون ته اي ابو هاشم هي وٺ ۽ وڏيڪ لاءِ معافي ڏي. وري اهڙي ٻي به حديث خدمت ۾ عرض رکجي ٿي ان جو حوالو اصول ڪافي جلد ٣ صفحو ٩٦ راوي ابراهيم بن موسيٰ چوي ٿو ته مون امام رضا عليہ السلام مٿان ڏاڍو زور ڀريو ته سڃو ٿي ويو آهيان ڪجھ ڏيو ۽ پاڻ به وعدو ڪيائون ته توکي ڪجھ ڏيندس سو هڪ ڏينهن مديني جي حاڪم جي استقبال لاءِ نڪتو آئون به ان سان گڏ هئس، فلاڻي ماڙي جي سامهون ڪجھ وڻن جي ڇانوَ ۾ هلي ويهي رهيا ۽ اتي مون کان ۽ حضرت کان سواءِ ڪوئي ڪونه هو. سو مون عرض ڪيم ته سائين اڄ عيد جو ڏينهن آهي مون وٽ ڪجھ به ڪونهي، پوءِ امام صاحب پنهنجي لڪڻ سان زمين کي ڪوٽڻ لڳا ڪجھ زور لڳائڻ کان پوءِ هٿ وجهي اتاهون هڪ سون جي سر ڪڍي مون کي ڏنائون ۽ فرمايائون ته هن مان وڃي پورت ڪر ۽ هي رنگ جو تو ڏٺو، اها ڳالهه ڪنهن سان نه ڪجانءِ، هاڻي غور فرمايو وڃي ته مٿين حديث هئي امام حسن عسڪري جي امامت جي دليل ۽ ثبوت لاءِ ۽ هيءَ حديث آهي امام رضا جي امامت جي ثبوت لاءِ دليل ۽ قرآن حڪيم ۾ سورت يوسف جي آيت نمبر ١٠٨ ۾ رب پاڪ پنهنجي رسول کي حڪم ڏئي ٿو ته تون اعلان ڪر ته قل هذه سبيلي ادعوا الي الله علي بصيرة اناومن اتبعني. يعني تون ماڻهن کي ٻڌاءِ ته منهنجو هي دين



وارو رستو اهڙو آهي جو آئون الله جي طرف ماڻهن کي جيڪا دعوت ڏيان ٿو اها بصيرت، عقلمندي ۽ دانائي واري آهي، نه رڳو منهنجي دعوت بصيرت ۽ شعور واري هوندي پر منهنجا جيڪي پوئلڳ هوندا انهن جي دعوت به بصيرت ۽ سمجھ واري هوندي، هاڻي فيصلو پڙهندڙ پاڻ ڪن ته زمين کوٽي ان مان پنج سئو دينار يا سون جي سر ڪڍڻ اها ڪهڙي بصيرت جي ڳالهه آهي، جنهن مان امامت ثابت ٿي وڃي، اهڙيون ڳالهيون ته بنگالي جادوگرن جي ڪرتبن سان تعلق رکن ٿيون، جيڪي به اصل ۾ نظر جو دوکو آهن. مون کي ته يقين آهي ته هي حديثون امامن جي نالي تي انهن جي وفات کان پوءِ انهن ڏي گهڙي منسوب ڪيون ويون آهن، انهن کي جيئري جيڪڏهن ڪو ڪين ٻڌائي ها ته هيئن زمين مان کوٽي پنج سئو دينار يا سوني سر ڪڍي سگهجي ٿي ته شايد هو ڳالهه ڪرڻ واري کي ڪوڙ ڳالهائڻ جي سزا ڏين ها. اهو آئون ان ڪري چوان ٿو ته منهنجي معلومات ۾ اهي بصيرت وارا هئا، ڇو منتر وارا ڪونه هئا. يعني سورت يوسف جي مٿين آيت مطابق ته حضور سائين جن فرمايو ته منهنجا تابعدار ۽ پوئلڳ به عقلمندي ۽ بصيرت واري ڳالهه ڪندا.

ذڪرمولد ابوعبدالله جعفر بن محمد عليه السلام باب ١١٧ صفحو ٦٧ جلد ٣ حديث ۴ راوين چيو ته اسان امام جعفر جي خدمت ۾ حاضر هجون ته پاڻ فرمايائون ته عند ناخزائن الارض ومفاتيحها يعني اسان وٽ زمين جا خزانا ۽ انهن جون ڪنجيون آهن. جيڪڏهن آئون زمين کي لت هڻي چوان ته تنهنجي اندر جيڪو سون آهي ڪڍي ٻاهر ڪر ته اها ڪڍي ڏيندي. پوءِ پنهنجي پير سان زمين کي ليڪو ڏنائون ته اتاهون زمين چيرجي پئي پوءِ اتاهون گراٽ جيتري سون جي سر ڪنيائون ۽ فرمايائون ته توهان ماڻهو اچو ۽ ڏسو، پوءِ اسان ڏٺو ته ڪوڙ سارين سرون هڪ ٻئي تي رکيل چمڪي رهيون هيون. پوءِ اسان مان ڪنهن عرض ڪيو ته سائين اوهان کي ته گنج مليا پيا آهن توهان جا شيعا ته بڪ ٿا مرن (عربي عبارت) اعطيتم مااعتيطم وشيعتكم محتاجون. پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته الله اسان کي ۽ شيعن کي جلد ملائيندو انهن لاءِ دنيا ۽ آخرت آهي ۽ انهن کي جنت ملندي ۽ اسان جي

دشمن کي دوزخ ملندو. هن حديث تي آئون ڪوئي تبصرو ڪونہ ٿو ڪيان البت ان موضوع تي قرآن جي آيت پيش ڪرڻ مون مٿان واجب آهي. سورت انعام جي آيت ۵۰ ۾ آهي تہ قل لا اقول لکم عندي خزائن الله يعني اي رسول تون اعلان ڪر تہ آئون اهڙي ڪابہ ڳالهہ ڪونہ ٿو چوان تہ مون وٽ ڪي الله جا خزانا آهن ۽ سورت حجر جي آيت ۲۱ ۾ فرمائي ٿو تہ وان من شي الاعندنا خزائنه ومانزله الابقدر معلوم. يعني هر شيءِ جا خزانا اسان وٽ آهن انهن کي انداز مطابق، ضرورت موافق، حساب سان نازل ڪندا رهندا آهيون.

## امام غائب کي ڏسڻ وارن جي شاهدي

اصول ڪافي جلد ۲ صفحو ۲۸۴ حديث ۱۵ راوي چوي ٿو تہ آئون پنهنجي هڪ همراهہ سان حج ڪري رهيو هئس جڏهن عرفات تي اسان پهتاسين تہ مون هڪ نوجوان کي ويجهو ويٺل ڏٺو ان کي لنگ پاتل هو ۽ هڪ چادر ۽ پيلي رنگ جو جوتو پيرن ۾ پيل هئس، مون سندس لباس جي قيمت جي ڪٿ ڪئي تہ ڏيڍ سئو دينار جو ٿئي ها. ان تي سفر جي ٿڪاوٽ جو بہ ڪوئي اثر ڪونہ هو. ايتري ۾ هڪ سوالي فقير اسان وٽ اچي سوال ڪيو اسان ان کي موٽائي ڇڏيو ۽ اهو اڳتي وڌي ان جوان ڏي ويو ۽ ان کان سوال ڪيائين تہ ان زمين تان ڪا پٿر جهڙي شيءِ کڻي ان کي ڏني، پوءِ سواليءَ ان کي وڏيون دعائون ڏنيون ايتري ۾ هو جوان اتاهون اٿي غائب ٿي ويو، اسان ٻنهي ڄڻن سواليءَ کي ويجهو ٿي وڃي چيو تہ توکي ان جوان ڇا ڏنو، فقير اسان کي اهو ڪنڊن وارو پٿر نموني، سون جو ڍيلو جيڪو پاءَ سوا پاءَ ٿئي ها، ڏيکاريو. پوءِ مون پنهنجي ساٿيءَ کي چيو تہ اسان جو مولا تہ اسان جي ڀر ۾ ويٺو هو پر اسان نہ سڃاتو پوءِ سڄي عرفات ڳولي سين نہ مليو ۽ مڪي مديني وارن کي اتا پتا ڏئي پڇيو سون چيائون تہ اهو هڪ علوي جوان آهي جيڪو هر سال پيادو حج تي ايندو آهي. (تبصرو سڀ ڪو پاڻ ڪري) البت پٿر کي سون بنائڻ سان دليل بنائڻ تہ اهو امام ٿي ڪري سگهندو، اها ڳالهہ سورت يوسف جي آيت ۱۰۸ نما. ادعواعلي بصيرة اناومن اتبعني، يعني بصيرت عقلمنديءَ جي خلاف آهي.



## امامن لاءِ ايرانين جا پروموشن

اصول ڪافي جي ڪتاب الحجت جي باب نمبر ۵۴ ۾ ۳ نمبر حديث ڪتاب جو جلد ۲ صفحو ۱۷۸ حديث ۾ آهي تہ وروح القدس فيه حمل النبوة قاذا قبض النبي ﷺ انتقل روح القدس فصار الي الامام. يعني روح القدس جيڪو نبوت جو حامل آهي. جڏهن نبي سائين جي وفات ٿي تہ اهو روح ڦري امام وٽ پهتو، ڏکهي حديث مان صرف اهو ٽڪرو نقل ڪيو آهي، اڳتي ٻي حديث بہ پڙهي ڏسندا هي باب نمبر ۲۵ جي ٻيو نمبر حديث آهي، جلد ساڳيو صفحو نمبر ۱۷۹ راوي اسباط بن سالم چوي ٿو تہ منهنجي روبرو اهلبيت جي هڪ فرد امام جعفر صادق کان پڇيو وڪذالڪ اوحينا اليڪ روحامن امرنا، آيت تي روشني وجهندا تہ جواب ۾ امام صاحب جن فرمايو تہ منذاتزل الله عزوجل ذالڪ الروح علي النبي ﷺ ماصعد الي السماء وانه فينا. سوال هو تہ آيت ۾ جيڪو فرمان آهي تہ اهڙي نموني اسان تنهنجي طرف وحي ڪيوسون جيڪو روح اسان جي حڪم سان هو تہ امام صاحب جن ان تي روشني هيءَ وڌي تہ جڏهن کان اهو روح الله سائين نازل ڪيو هو نبي سائينءَ تي اهو وري آسمان طرف چڙهي ڪونہ ويو آهي ۽ اڄڪلهہ اهو اسان (امامن) ۾ آهي، سوچڻ جي ڳالهہ آهي تہ جيڪڏهن روح القدس کي وحي پهچائڻ جي ڊيوٽي ڏني وڃي ٿي تہ پوءِ ان کي ڊيوٽي کان پوءِ تہ پنهنجي مرڪز طرف موٽڻو آهي. هي ڏيڍ سئو سال کن پوءِ امام جعفر صاحب جن فرمائين ٿا تہ اهو اڃا اسان وٽ ترسيل آهي موٽي آسمان تي ڪونہ ويو آهي ۽ قرآن پاڪ جي سورت نحل جي آيت نمبر ۱۰۲ ۾ فرمان آهي تہ اي پيغمبر تون اعلان ڪر تہ قرآن کي تنهنجي پالڻهار طرفان نازل ڪرڻ وارو فرشتو روح القدس آهي. تہ پوءِ اصول ڪافي وارن حديثون ٺاهيندڙن ڪيئن اهڙي امپارٽنٽ ميسيجر فرشتي کي بہ روڪي ڇڏيو آهي، هنن حديثن مان ائين ٿو نظر اچي تہ هي قرآن مخالف حديث ساز ۽ امام ساز فارس وارا، ماڻهن کي اهو باور ڪرائڻ ٿا گهرن تہ هنن وارن امامن وٽ وحي آڻيندڙ فرشتو ترسيل آهي سو انهن جي هر ڳالهہ ۽ ليٽسٽ هدايتون تازيون خدا وٽان

ڊائريڪٽ ڊائلنگ نموني پيون اچن. جبرئيل کي تڏهن هتن پاڻ وٽ
رهائي ڇڏيو آهي ته ماڻهو ائين سمجهن ته هتن جي هر ڳالهه خدا جي
ڳالهه آهي.

## امامت جو روٽ

اصول ڪافي جلد ۲۰ جي صفحي ۱۹۹ تي لاڳيتو پنجن هڪ قسم
جي حديثن جو باب نمبر ٦٢ لکيو ويو آهي ته امامت ٻن ڀائرن ۾ واري
سان رڳو حسن حسين کي ملي آهي، باقي اڳتي لاءِ ڪنهن ڀاءُ يا چاچي
مامي کي ڪانه ملندي، اڳتي صرف امام جي پٽ کي امامت ملندي پوءِ
توڙي ڪٿي اهو نندو چو نه هجي. تڏهن پوءِ ميرٿ بدران جانشينيءَ لاءِ
نسلي موروثي بدعت ۽ برهمڻيت جو خالق ڪنهن کي قرار ڏجي؟

## حضرت علي جي ماروٽن جي ٻولي
## مرڻ کان پوءِ فارسي ٿي وئي

اصول ڪافي جي جلد ۳ جي صفحي ۳۷ تي امام جعفر جي هڪ
روايت آهي ته حضرت علي جا ڪجهه ماما بنو مخزوم وارن ۾ هئا. انهن
جو هڪ نوجوان حضرت علي سائين وٽ آيو ۽ چيائين ته منهنجو ڀاءُ
گذاري ويو آهي مون کي ان جو ڏاڍو صدمو آهي، ته علي سائين چيس
ته تون ان کي ڏسڻ گهرين ٿو؟ ته ان چيو هائو مون کي ان جي قبر
ڏيکاريو. پوءِ حضرت علي نبي سائين جي چادر ويڙهي قبر وٽ آيا ۽
چپن سان ڪجهه پڙهڻ جو انداز معلوم ٿيو ۽ قبر کي پير سان ٺڏو جو
هڻيائون ته قبر مان مردو ٻاهر نڪتو ۽ فارسي ٻوليءَ ۾ گفتگو شروع
ڪيائين. ته حضرت علي انهن کي چيو ته تون مرڻ مهل ته عرب هئين،
هي ڇا پيو ڳالهائين؟ ته قبر مان نڪرندڙ ٻڌايو ته آئون واقعي هئس ته
عرب، پر مرڻ مهل اسان فلاڻي فلاڻي جي مذهب تي هئاسون سو ٻولي
مٽجي وئي آهي. (هن حديث تي تبصرو سڀ ڪو پاڻ ڪري) البت هڪ
آيت قرآن جي بنا تبصري جي سورت فرقان آيت نمبر ۳ واتخذوا من
دونه الهة لايخلقون شيئا وهم يخلقون ولايملكون لانفسهم ضرا ولانفعا
ولايملكون موتا ولا حيوة ولانشورا. يعني الله کان سواءِ ٻين کي معبود



۽ خدا بنايو آهي. اهي اهڙا ته آهن جيڪي ڪنهن به شيءِ کي پيدا ته نٿا
ڪري سگهن بلڪ پاڻ ئي ٻئي ڪنهن جا پيدا ڪيل آهن. (ايترا ته بي
وس آهن جو) پنهنجو پاڻ کي نفعو نقصان ڏيڻ جي منجهن طاقت ناهي ۽
نه ئي مارڻ ۽ جيارڻ جي سگهه اٿن ۽ نه ئي قبرن مان اٿڻ تي قادر آهن.
آيت جو خلاصو ختم.

## امامن جو جوتشين وارو شغل

اصول ڪافي جلد ۲ باب ستر، حديث نمبر ۲ صفحو ۲۴۵ تي
امام موسيٰ ڪاظم جي حديث آهي ته ان ابني عليا اكبر ولدي وابرهم
عندي واحبهم الي وهوينظر معي في الجفر ولم ينظرفيه الانبي او وصي
نبي. يعني، امام موسيٰ ڪاظم فرمايو ته منهنجو پٽ علي، اولاد ۾ وڏو
آهي سڀن کان زياده نيڪوڪار آهي ۽ سڀن کان وڌيڪ مون کي پسند
آهي، هو اهڙو آهي جو مون سان علم جفر ۾ بحث مباحثو ڪندو آهي ۽
علم جفر ۾ بحث ڪرڻ وارا نبي يا نبي جا وصي هوندا آهن. حديث جو
خلاصو ختم. آئون پنهنجي طرفان وڌيڪ تبصري ڪرڻ بدران پڙهندڙن
جو ڌيان سورت بقره جي آيت ۱۰۲ طرف ڇڪائڻ ضروري سمجهان ٿو
فرمان آهي ته واتبعوا ماتتلوا الشياطين علي ملك سليمان وما كفر
سليمان ولاكن الشياطين كفروا. يعني انهن ماڻهن پوئواري ڪئي ان
شيطاني علم جي، سليمان عليه السلام جي حڪومت ۾ (۽ ماڻهن ۾
مشهور ڪيائون ته سليمان کي بادشاهي به هن علم معرفت ملي آهي
اهو به هي ابجد ۽ علم جفر جو ماهر آهي) قرآن ٿو سليمان عليه السلام
جي صفائيءَ ۾ فرمائي ته وماكفر سليمان يعني سليمان اهڙو ڪفر جو
ڪم نه ڪيو هو. يعني وحي واري تعليم بدران جوتشين جي ابجد واري
جادوگري اختيار نه ڪئي هئائين ولاكن الشياطين كفروا. پر اهي ڏنڊا
شيطان قسم جي ماڻهن جا هئا.

## امامت جو ڪلچر اصول ڪافي وارن جي آئيني ۾

هي حديث اصول ڪافي جلد ۲ باب ۱۲۳ حديث نمبر ۲۹ صفحي
نمبر ۱٦۱ تان نقل ڪجي ٿي، علي بن محمد کان روايت آهي ته امام

حسن عسڪري جي ڀاءُ جعفر. امام علي نقي عليہ السلام جون سڀ ٻانهيون وڪڻي ڇڏيون. جن ۾ اها ڇوڪري به شامل هئي جيڪا جعفر طيار جي اولاد مان هئي ۽ جنهن جي پرورش امام صاحب جن ڪئي هئي. پوءِ هڪ علويءَ کي خريدار ڏي موڪليائون ۽ اطلاع ڪيائونس ته هڪڙي فلاڻي انهن ۾ ٻانهي ناهي (اها واپس ڪر) خريدار چيو ته آئون واپس ڪرڻ تي راضي آهيان پر ان جي قيمت مان گهٽ نه ڪندس. ڀلي اوهان وٽي وڃو. علويءَ ناحيہ وارن کي اچي احوال ٻڌايو. انهن خريدار ڏي ٤١ دينار موڪلي ڇوڪري موٽائي. ان جي وارثن اولاد جعفر طيار مان ڪنهن جي حوالي ڪرڻ جو حڪم ڏنائون. هي ترجمو مون الشافي اردوءَ جي مدد سان استفادي طور ڪيو آهي جيڪو مولانا السيد ظفر حسن صاحب نقوي امروهوي جن جو لکيل آهي. هن حديث تي مڪمل جرح ڪرڻ سان تمام گهڻي ڊيگهه ٿي ويندي.

هونئن مون پنهنجي ڪتاب فقہ القرآن ۾ غلامي خلاف مضمون لکيو آهي ته اسلام ۾ غلام سازي تي بندش آهي ۽ اسلام کان اڳئين دور جي غلامن بابت جيڪي عرب معاشري جو حصو بنجي ويا هئا. انهن کي به آزاد ڪرڻ لاءِ قرآن حڪيم ڪيترن ئي هرجانن. جهڙو قسم ٽوڙڻ جي ڏنڊ ۾ غلام آزاد ڪجي. روزو ٽوڙڻ جي ڏنڊ ۾ غلام آزاد ڪيو. قتل ڀل ۾ ٿي وڃي ته ڏنڊ ۾ غلام آزاد ڪيو. صدقي طور غلام آزاد ڪيو. جن غلامن کي سندن مالڪ پئسن عيوض آزاد ڪرڻ گهرن ته اهڙن غلامن کي مدد طور پئسا ڏئي آزاد ڪرائڻ. مطلب ڪيترن سماجي فالتن عيوض قرآن جي حڪمن سان معاشري مان غلامي جي لعنت کي اسلام اچي ڪري ختم ڪرايو. مون پنهنجي ڪتاب قرآن مهجور ۾ اهلسنت جي حديثن وارن ڪتابن ۾ به جيڪي هن اهل شيعت جي حديثن لکڻ وارن کان سينيئر به آهن ۽ پردي ۾ هن جا ئي سلف ۽ اصل آهن. منهنجي اها دعويٰ منهنجي ڪتاب قرآن مهجور ۾ ۽ هن ڪتاب "سلف صالحين جي نالي سان علم ۾ خيانتون" واري مهاڳ پڙهڻ کان پوءِ پڙهندڙن کي ذهن نشين ٿيندي. مطلب ته حديثن ناهڻ وارا ڪير به هجن انهن خود نبي سائين تي ۽ ان جي زماني وارن تي. رسالت ۽ نبوت واري انقلاب سان قائم ڪيل معاشري مٿان ڪيترائي الزام مڙهيا آهن



ته انهن وٽ باقائدي غلاميءَ جو ڪلچر هو ۽ اهڙين حديثن جڻ ته هي الزام به هڻي ڇڏيو ته رسول الله قرآن جي حڪم ماڪان لنبي ان يڪون له اسري. انفال ٦٧ جي ڀڃڪڙي ڪئي آهي. جنهن جي معنيٰ آهي نبوت جي معرفت اڳتي غلامي بند. هاڻي رسول کي اختيار ناهي. اجازت ناهي ته هو ڪنهن کي غلام بنائي. پوءِ هاڻي هنن سنين ۽ شيعن جي حديثن مٿان جيڪڏهن اعتبار ڪبو ته رسول سائين پاڻ يا ان جي دور صحابہ وارن يا تابعين. قرآن واري حڪم خلاف ٻانهن بنائڻ جو عمل ڪيو آهي ته پوءِ قرآن حڪيم رسول سائين کي جيڪو انقلاب جي ڪاميابي تي تمغہ ڏنو آهي ته ان الله وملائڪتہ يصلون علي النبي. يا ايها الذين آمنوا صلوا عليہ وسلموا تسليما. يعني الله ۽ ان جا ملائڪ رسول الله کي قرآن واري انقلاب ڪامياب ڪرڻ تي سلام ڪن ٿا. اي رسول جا انقلابي ساٿيو! ۽ رسول سان مرڻ گهڙيءَ تائين ساٿ نڀائڻ جو عهد ڪرڻ وارا مؤمنو! اوهان پنهنجي اڳواڻ رسول کي سلوٽ ڪيو ۽ مدد ڪيو پوءِ حديثن کي درست قبول ڪرڻ سان قرآن جي اها تمغي واري آيت ڪوڙي ٿي پوندي. هي ايراني جيڪي حديثون ناهي امامن جي. هڪ طرف حبداريءَ جي دعويٰ ڪن ٿا ته ٻئي طرف انهن تي ٻانهين جا ولر ڏاري پوءِ انهن جو ٻڪرين وانگر واپار ڪرڻ جو الزام به هڻن ٿا. جنهن سان جڻ ته امامن تي به قرآن وارن حڪمن خلاف عمل ڪرڻ جو بهتان اچي وڃي ٿو. سني ۽ شيعا ۽ ڪي ٻيا به گڏجي اهڙين حديثن سان پيغمبر ۽ ان جي تيار ڪيل انقلابي ورڪرن مٿان قرآني حڪمن خلاف عمل ڪرڻ جا الزام هڻن ٿا. اهي پنهنجي عاقبت جو معاملو پاڻ جاڻن. اسان رسول سائين ۽ ان جي پارٽي ورڪرن کي باقائدي قرآن تي مڪمل طرح سان عمل ڪرڻ وارو قرار ڏيون ٿا.

## حديثن وارن وٽ امام موسيٰ ڪاظم جي ماءُ ام ولد ٻانهي هئي

حوالو: اصول ڪافي (الشافي) جلد ٣، باب ١١٨، حديث ١، صفحو ٧٣، عڪاش روايت ڪري ٿو ته آئون هڪ ڀيري امام محمد باقر جي خدمت ۾ آيس مجلس دوران ان جو پٽ ابو عبدالله امام جعفر ان

جي ويجهو ويٺو هو، مون امام باقر صاحب جن کي عرض ڪيو ته ابو عبدالله جوان ٿي ويو آهي هاڻي ته ان جي شادي ڪرايو. ان وقت امام صاحب جي سامهون دينارن جي هڪ ٿيلهي به پئي هئي امام صاحب جن فرمايو ته جلد ٿوري وقت ۾ هڪ بربر قبيلي جو غلامن جو واپاري اچڻ وارو آهي. اهو اچي ته ان کان ڪا ٻانهي خريد ڪري اهو ڪم ڪنداسون ۽ اهو واپاري هتي دارميمون ۾ رهندو، راويءَ چيو ته ڪجهه ڏينهن گذرڻ کان پوءِ آئون امام باقر صاحب وٽ ويس ته فرمايائون ته مون جنهن غلامن جي واپاريءَ جو توهان سان ذڪر ڪيو هو اهو اچي ويو آهي ۽ حڪم ڏنائون هي دينارن جي ٿيلهي کڻ وڃي هڪ ٻانهي خريد ڪري اچ، پوءِ آئون واپاريءَ وٽ ويس ۽ ٻانهيءَ خريد ڪرڻ جي ڳالهه ڪئي مانس ان چيو ٻيون ته سڀ ٻانهيون وڪامي ويون باقي ٻه ڇٽيون بيمار آهن جيڪي اڃا وڪامي نه سگهيون آهن هڪڙي انهن مان ٻئي کان موچاري به آهي، اسان چيس ته اسان کي ٻئي ڏيکار پوءِ ڏيکاريائين. انهن مان جيڪا موچاري هئي سا خريد ڪئي سون ستر دينار جي عيوض ۽ ٿيلهيءَ ۾ به ڪل ايترائي دينار هئا. پوءِ ٻانهيءَ کي وٺي امام صاحب وٽ حاضر ٿياسين ۽ حال احوال به ٻڌايوسونس پوءِ الله جا شڪرانا چئي ۽ ٻانهيءَ کان پڇيائين ته تنهنجو نالو ڇا آهي ان چيو ته حميده، امام صاحب چيس ته تون حميده دنيا ۾ آهين ۽ آخرت ۾ محموده، امام صاحب پڇيس ته پلا تون ڪنواري آهين يا استعمال ٿيل؟ ٻانهيءَ عرض ڪيو ته آئون ڪنواري آهيان، امام صاحب چيس ته اهو وري ڪيئن؟ هن غلامن جي واپارين هٿان اهڙي شيءِ ملڻ ته ڏکي آهي جو انهن هٿ ئي نه لاتو هجي، ته ڪنيز عرض ڪيو ته اهو واپاري مون ڏي آيو هو ۽ ائين ويٺو جيئن عورت سان جماع ڪرڻ لاءِ مرد ويهندو آهي، پوءِ الله هڪ اڇي مٿي ۽ اڇي ڏاڙهي واري بزرگ کي موڪليو جنهن هن کي چماٽ سان ايترو ته ماريو جو هي اٿي ويو ۽ هن واپاريءَ ڪيترائي ڀيرا ائين ڪيو ۽ هر ڀيري اهو بزرگ اچي رڪاوٽ بڻبو هو، پوءِ پاڻ فرمايائون اي جعفر خذها اليک فولدت خيراهل الارض موسي بن جعفر عليہ السلام. حديث جو خلاصو ختم ٿيو. مون حديث جا آخري الفاظ عربي عبارت وارا نقل هن لاءِ ڪيا ته پڙهندڙن کي



معلوم ٿئي ته امام باقر ٻانهي خريد ڪرڻ کان پوءِ ٻانهيءَ کي آزاد ڪرڻ جو ڪوبه لفظ ڪونه چيو آهي ۽ امام جعفر کي حوالي ڪرڻ وقت ڇڻ ان کي به زال ڪري نه ڏني آهي ۽ ان ٻانهي جي نموني بغير نڪاح جي مالڪيت جي بنياد تي ملڪيت ۽ ٻانهيءَ لاءِ جيئن مشهور آهي ته وهنوار روا آهي ۽ جائز آهي، سو امام جعفر صاحب کي ان مان امام موسيٰ ڪاظم پٽ ڄائو. هاڻي هن حديث مان به امام باقر ۽ امام جعفر جي دور ۾ اسلامي انقلاب جي ڇڻ ته پهرين صديءَ ۾ هي ايراني حديث ساز، قرآن خلاف اسلام جي بلڪ رسول الله جي گهراڻي ۾ اهڙو ڪلچر ڏيکارڻ گهرن ٿا. امام باقر حضرت حسين جو پوٽو آهي ۽ علي سائين جو پڙپوٽو آهي ۽ ان جي گهر واري امام جعفر جي ماءُ بي بي ام فروه حضرت ابوبڪر سائينءَ جي پوٽي آهي، ته انهي منهڙيي دور ۾ اهل فارس جا تاريخ لکندڙ انقلاب جي مک گهراڻن کي قرآن مخالف سڏي رهيا آهن جيڪو سراسر ڪوڙ آهي، انهن ڪوڙن جو ڪارڻ ۽ سازش جو پس منظر اوهان مهاڳ ۾ پڙهي چڪا هوندا. هي حديثون ٺاهيندڙ اسلام جا دشمن مسلمانن جي منهڙين اڳواڻن کي خوار ڪرڻ لاءِ ڪوڙن کي عقيدتمندي جو لباس پارائي جاهل ماڻهن جي حمايت وٺن ٿا. پوءِ اهڙين حديثن تي ڳائٽي قسم جا مولوي جن جي روزگار جو گذر سفر ۽ دارومدار اهڙي پڙهت ۽ وڄت تي آهي، پوءِ اهي اڻ پڙهي عوام کي اصول ڪافي ۽ ان جي همنوائن جون جاهليت جون ڪراماتي نموني واريون حديثون ٻڌائي پيا ٿا روزگار ڪمائين، مون کي ته اهڙيون ڳالهيون ڪندي ۽ لکندي به شرم اچي ٿو پر هنن ڇٽن جي مڪاريءَ جو پردو لاهڻ به ضروري آهي نمونو حاضر آهي فيصلو اوهان پاڻ ڪندا. ڪتاب اصول ڪافي جلد ۳ صفحو ۳۹ باب ۱۱۲ حديث نمبر ۲ جيڪا روايت ڪئي وئي آهي امام رضا کان، جنهن ۾ آهي ته ان فاطمہ عليها السلام صديقة شهيدة وان بنات الانبياء لايطمثن. يعني بيشڪ فاطمہ صديقہ هئي شهيده هئي ۽ نبين جي ڌيئرن کي حيض نه ايندو آهي. هن قسم جي حديث جيڪڏهن ميڊيڪل سائنس وارن کي ٻڌائي وڃي ته اهڙي غير فطري ڳالهه ٻڌي، چوڻ واري کي ته هو سزا ڏياريندا، چو ته عورت کي ماهواري نه اچڻ اها ڪا ڪرامت ناهي، اهو

تہ مرض ڇٽبو ۽ بيماري ڇٽبي. قدرت جي انهيءَ سسٽم سان تہ عورت جي پيٽ ۾ ٻار جي پرورش ٿيندي آهي: جنهن عورت ۾ اهو رت نہ هوندو تہ اها ٻار نہ ڄڻي سگهندي. جيڪڏهن اهڙي غير سائنسي ۽ غير قدرتي حديث کي درست قبول ڪبو تہ پوءِ بي بي فاطمہ سائڻ کي حسن حسين ۽ محسن، بي بي زينب بي بي ام ڪلثوم ڪيئن ڄاوا؟ اصل ڳالهہ هاڻي اهڙين حديثن کي سامهون رکندي عقلمند ماڻهن کي سمجهڻ سولي لڳندي تہ شخصيتن جي تقدس وارن هٽرادو پروموشن سان تہ اهي الله وارا آهن. انهن سان ملائڪ ڪچهري ڪندا آهن. اهي پهتل ٻانها هر وقت الله ۽ رسول سان الهامن ۽ ڪشف ذريعي هر ڪم پڇي پوءِ ٿا ڪن. بلڪ ڪن لاءِ تہ تعريفون ايتريون وڌائي لکيل آهن تہ خود الله پهريائين انهن ٻانهن جو رضامندو معلوم ڪري، انهن جي اجازت کان پوءِ ڪو ڪم ڪندو آهي، اهڙي گمراهہ ڪندڙ سوچ جا دليل ۽ مثال هت نقل ڪرڻ اسان جي وس کان مٿي آهي. ڪنهن کي جيڪڏهن ضد هجي تہ اصول ڪافي بحار الانوار ۽ تصوف جي نالي ڄڙهيل شخصيتن جي مريدن جا ڪتاب پنهنجي مرشدن جي سوانح عمري وارا پڙهي ڏسن. ڪنهن کي انهن جي ڪتابن ۾ اهڙي ڳالهہ نہ ملي تہ پوءِ اسان بہ پري ڪونہ آهيون. ۷۵-۱۹۷۴ع ۾ سکر شهر ۾ جيلاني روڊ تي منهنجي پريس هوندي هئي. پريس جي ناتي سان ۽ جيلاني سيدن جي ڪري خيرپور شهر جي نامور شخصيت سيد اميد علي شاهہ عرف ڏاڏا شاهہ سان منهنجي دعا سلام ٿي. شاهہ صاحب کي پنهنجي پٽ جي نالي سان هفت روزه اخبار "جاويد" جو ڊڪلريشن هو. ان اها اخبار مون کي پرنٽنگ ۽ ايڊيٽنگ لاءِ ڏيٽي ڪئي هئي. ان تي عمل تہ ڪونہ ٿي سگهيو. پر ڏاڏا شاهہ سان ويجهڙائي چڱي خاصي ٿي وئي هئي. هڪڙي ڏينهن مون کي شاهہ صاحب جي ڊرائيور چيو تہ ڏاڏا شاهہ جو ننڍو پٽ پرويز شاهہ (جيڪو وڏو ٿيڻ کان پوءِ وزير ۽ ميمبر بہ ٿيو هو) اهو ڪڏهن صرف پيشاب ڪندو آهي باقي پائخانو ان کي ايندو ئي ڪونهي، تہ مون ان نوڪر کي چيو تہ ڇا چاق ناهي، يا ان کي ڪو اهڙو عارضو آهي. تہ ان چيو تہ اهڙي ڪا بہ ڳالهہ ناهي چڱو ڀلو تندرست آهي پر اها ان جي شخصي خوبي آهي. بهرحال ان کان



تہ مون گهڻي آڌي ڇا ڪئي پر پوءِ جاهل سمجهي ڳالهہ کي اتي موجود دوستن کان اڳتي ڪونہ وڌايوسين، آئون ڪڏهن ڏاڏا شاهہ جي نوڪر جي ان ڳالهہ کي ياد ڪري ان جي بيوقوفي تي موقوف ڪري ڇڏيندو هئس، پر هاڻي جڏهن اصول ڪافي جي هن قسم جي حديثن کي پڙهيم تہ مون کان ڏاڏا شاهہ جو ڊرائيور تہ وسري ويو پر لارينس آف عربيہ، حسن بن صباح، اويس قرني ۽ اهڙا اکيچار ڀيا ڪردار نظرن اڳيان ڦرڻ لڳا. پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي تہ هنن ڪوڙن ۽ حديثن جي نالن تي انتهائي غير معقول غير فطري شيون پيش ڪرڻ وارا گهڙڻ وارا نہ ڇريا هئا نہ ئي اڻ پڙهيل، هنن جي اهڙن ڪوڙن پويان وڏيون فڪري سازشون لڪل آهن، انهن کي سمجهڻ لاءِ هر انهيءَ حديث کي چڱي طرح چيڪ ڪرڻو پوندو جيڪا ڪنهن قرآن حڪيم جي آيت ۽ حڪم سان ٽڪر ڪائيندي هوندي، پوءِ غور ڪرڻ سان معلوم ٿيندو تہ قرآن انساني سماج ۾ ڇا ڪجهہ سسٽم قائم ڪرڻ گهري پيو. ۽ هي حديثن وارا ان جو رستو روڪڻ لاءِ ان کي منسوخ ڄاڻائي ڪنهن حديث ۽ فقهہ جي ذريعي، فرسوده ۽ انسان دشمن جاگيرداريت ۽ پيرپرست، ذات پرستي سرمايہ داريت مڙهڻ گهرن ٿا. منهنجي ڪتاب قرآن مهجور ۽ هن ڪتاب جا خاص طور اهي حصا جيڪي امامن جي نالي فقهن جي شڪل ۾ قرآن کي روڪڻ لاءِ ميدان تي آندا ويا آهن آئون انهن جو تقابلي موازنو دنيا جي اهل علم جي خدمت ۾ پيش ڪري رهيو آهيان. فيصلو پڙهندڙ صاحب پاڻ ڪن تہ قرآن حڪيم جا خلق خدا لاءِ ٻيءَ ماءُ کان وڌيڪ ٻاجهارا قانون تہ وجعلنا لکم فيها معايش ومن لستم له برزاقين. ۱۵-۲۰ يعني اي انسانو! مون اوهان لاءِ ان زمين ۾ گذر سفر جا سڀ ذريعا سيٽ ڪري ڇڏيا آهن، اوهان مان ڪوئي بہ پاڻ کي روزي بخشڻ وارو نہ سمجهي مون الله، والارض وضعها للانام -۱۰-۵۵. يعني ڌرتيءَ کي ماڻهن لاءِ جوڙيو آهي. سو ان ڌرتيءَ جي پيداوار لاءِ قانون ورهاست ڪل نفس بساڪسبت رهين. يعني ڪئي ڪمائي ۽ ڪسب جي آڌار تي ٿيندي مفت خوري بند، جنهن ۾ بہ سواءِ للسائلين ۱۰-۴۱ يعني برابري جي بنياد تي وسيلا ورهايا ويندا ۽ وماڪان عطاء ربک محظورا. ۲۰-۱۷ ۽

اهڙي نظام ۾ پالڻهار جي عطا ڪيل نعمتن مٿان ڪنهن کي به پنهنجي مالڪي جا بند ٻڌڻ ۽ نپا هڻڻ جي اجازت نه هوندي جنهن سان هو جاگيرداريءَ جو رستو کولي سگهي. حديثن ٺاهڻ وارن، فارس وارن، قرآن جي اهڙي عادلانه نظام ۽ مساوات واري نظام تقسيم کي، ڪسروي سلطنت کي ٻيهر جيارڻ ۾ رڪاوٽ سمجهيو ان ڪري انهن آل رسول ۽ اهلبيت جون فرسوده ۽ مدي خارج اصطلاحون گهڙيون ۽ الله جي زبردست انقلابي ڪتاب قرآن خلاف پروپئگنڊائون شروع ڪيون ان جون ڪوڙيون معنائون ڪري مغالطا پئدا ڪيائون، جنهن جا ڪيترائي مثال اڳتي هن ڪتاب ۾ اوهان پڙهي ڏسندا. (ڪاٺ جو ٿرماس، آل رسول کائڻ لاءِ آهي ڪارائڻ لاءِ نه.) حوالو- اصول ڪافي جلد ٣، باب ١١٢، حديث نمبر ٧.

امام باقر عليه السلام کان روايت آهي ته حضرت رسول خدا جناب فاطمه کي چيو اٿي هو ڪاٺ وارو ٿانوَ کڻي اچ بيبي صاحبه اهو کڻي آئي ان ۾ گوشت جون ٻوٽيون هيون ۽ شوربي ۾ ماني ڀوري ڪٽي ڪيل هئي جيڪا باقائدي گرم هئي. پوءِ ان مان نبي سائين جن بيبي فاطمه ۽ حسن حسين گڏجي کاڌو. هڪڙي ڏينهن بي بي ام ايمن حضرت امام حسين کي اهو کاڌو کائيندي ڏٺو ۽ پڇيائينس ته هي کاڌو توهان وٽ ڪيڏانهن آيو؟ حسين چيس ته اهو ته اسان ڪافي ڏينهن کان کائيندا پيا اچون، اهو ٻڌي مائي بي بي فاطمه وٽ آئي ۽ چيائينس ته ام ايمن وٽ جيڪا شيءِ هجي ته فاطمه ۽ ان جا ٻار کائين ۽ ٻائيوار ٿين ۽ جڏهن ڪا شيءِ فاطمه وٽ اچي ته ام ايمن جو ان ۾ ڪوئي حصو نه هجي. اهو ڇو. جناب فاطمه صاحبه ان ڪاٺ جي ٿانوَ مان ڪجهه کاڌو ڪڍي مائي کي ڏنو اهو ان کاڌو، ان کان پوءِ ان ڪاٺ واري ٿانوَ مان کاڌو ختم ٿي ويو. ان تي رسول سائين جن فرماين ته جيڪڏهن توهان ان مائي کي نه کارايو ها ته انهي ڪاٺ واري ٿانوَ جو کاڌو توهان جي اولاد قيامت تائين کائيندي رهي ها. امام باقر چيو ته اهو ڪاٺ وارو ٿانوَ اسان وٽ موجود آهي، جڏهن امام مهدي امام قائم آل محمد ايندو ته پوءِ ظاهر ڪنداسين. حديث جو خلاصو ختم.

هوئڻ مون تبصرو ته مٿي سرخي ۾ ڪري ڇڏيو آهي ته هن



حديث مان ثابت ٿئي ٿو ته ٻين وٽان اهلبيت رسول جيڪڏهن کائن ته خير آهي، پر جي پنهنجي گهران ڪنهن ٻئي کي کارائين ته ڪرامت يا معجزي واري ٿانوَ جو اهو کاڌو ۽ طعام ختم ڪيو ٿو وڃي جيڪو قيامت تائين هلي ها. قرآن ته فرمائي ٿو ته اواطعام في يوم ذي مسغبه يعني انسان جو وڏو ڪارنامو الله وٽ اهو آهي جو يا ته ڪنهن غلام کي آزادي وٺي ڏئي، يا ڪنهن بکئي کي ويلو مانيءَ جو کارائي، پوءِ هن حديث مان ائين ٿو لڳي ڄڻ حديث ٺاهيندڙ اصول ڪافي وارن اها آيت غير سيدن لاءِ قرار ڏني آهي.

## هي حديث پڙهڻ لاءِ حوصلو سنڀالي پوءِ پڙهو!

بي بي فاطمه جي علي سائين سان شادي نو سال عمر ۾ ٿي آهي؟

حوالو مٿين حديث وارو ساڳيو حديث نمبر ٨ امام علي رضا عليه السلام فرمايو ته هڪ ڏينهن رسول الله جن ويٺا هئا ته هڪ ملائڪ آيو جنهن کي ٢۴ منهن هئا. حديثون ٺاهيندڙ ايرانين جي مجوسيت واري مٿالاجي شايد هندن سان ملي ٿي جو انهن جي راجا راوڻ کي ٧ منهن هئا. رسول الله فرمايس ته اي منهنجا دوست آئون توکي ان صورت ۾ اهو ڪيئن پيو ڏسان اڳي ته ڪڏهن ائين توکي ڪونه ڏٺم، فرشتي چيس ته آئون جبرئيل ناهيان، اي محمد، الله مون کي موڪليو آهي ته نور کي نور مان شادي ڪرايان، رسول پڇيس ته ڪنهن کي، ڪنهن سان؟ ملائڪ چيو ته علي جي فاطمه سان، پوءِ جڏهن پٺي ورائي ملائڪ موٽڻ لڳو ته ان جي ٻن ڪلهن جي وچ ۾ لکيل هو ته محمد، الله جو رسول آهي ۽ علي ان جو وصي آهي. رسول سائينءَ پڇيس ته ڪڏهن کان وٺي اهو تنهنجي ڪلهن وچ ۾ لکيل آهي، ته ان چيو آدم جي پيدائش کان ٻاويهه هزار سال اڳي.

تڙي ڪڙي هن حديث جي باري ۾ پهريون عرض ته حديث مطابق ته رسول، جبرئيل کي سڃاڻي نه سگهيو، انهيءَ ڳالهه جون ڪيئي معنائون نڪري سگهن ٿيون جن جو نتيجو وڃي هي به ٿي سگهندو ته ڪوئي شيطان جيڪڏهن جبرئيل سڏائي اچي رسول کي چوي ته هي هي ڳالهيون اڄ جي وحي ۾ الله توهان جي طرف موڪليون آهن. پوءِ اهڙي

ماجرا سبب قرآن بابت تہ شڪ پيدا ٿي پوندا تہ هن ۾ ڪهڙيون آيتون
اصلي جبرئيل جون آندل آهن تہ ڪهڙيون نقلي جبرئيل جون. حديث
بابت ٻي اصل ڳالهہ جيڪا چوٽي آهي سا هيءَ آهي تہ بي بي فاطمہ جي
ڄمڻ جي تاريخ اصول ڪافي واري هن ئي باب جي منڍ ۾ لکيو آهي تہ
نبوت ملڻ کان پوءِ پنج سال بعد آهي ۽ اصول ڪافي ذڪر مولد حسن
۽ حسين جي بابن ۾ حضرت حسن جو ولادت وارو سال ٢ هجري لکيو
آهي ۽ حضرت حسين جي ولادت جو سال ٣ هجري لکيو آهي. انهيءَ
حساب سان ٢۴ منهن واري ملائڪ ذريعي بي بي صاحبہ جي شاديءَ
جي عمر نو سال بيهي ٿي ۽ قرآن حڪيم جي لحاظ سان نڪاح لاءِ عمر
جي حد لاءِ بلوغت شرط آهي. قرآن حڪيم سورت نساء ۾ لفظ نڪاح
جي معنيٰ ئي بلوغت ڪئي آهي آيت نمبر ٦ ۾ فرمان آهي تہ وابتلوا
اليتاميٰ حتي اذبلغوا النڪاح يعني يتيمن کي سندن مال ملڪيت حوالي
ڪرڻ کان اڳ ۾ انهن جو امتحان لهو انهن کي آزمايو تہ هو بلوغت کي
پهتا آهن يا نہ. جڏهن مڪمل نموني پڪي طرح نڪاح جي عمر کي
پهچن، تہ پوءِ انهن کي سندن پراپرٽي حوالي ڪيو ۽ عورت ۽ مرد جي
شادي واري معاهدي کي قرآن حڪيم سورت نساء جي آيت ٢١ ۾
سخت قسم جو معاهدو سڏيو آهي جنهن جو مطلب آهي تہ هي عمر ۽
ڄمار کي نڀائڻ جي ايگريمنٽ آهي، ان لاءِ سوچ ويچار، اڳ پوءِ، نفع
نقصان کي سمجهڻ، زندگيءَ جي پيچيءَ کي پنهنجن معيارن تي پرکڻ،
علم نفسيات، سماجي ۽ عمراني معاملن جي لحاظ سان ڪسوٽين مطابق
پورو سمجهڻ کان پوءِ نڪاح جي نالي سان معاهدو ڪجي ٿو، جنهن
لاءِ قرآن حڪيم جا الفاظ آهن واخذن منڪم ميثاقا غليظا. تہ ميثاق
غليظ يعني سخت ۽ پڪو معاهدو تہ عهد. معاهدي ۽ ايگريمنٽ لاءِ
بلوغت ۽ عمر جي پختگي نهايت شرط آهي. جيڪا تڪڙي ۾ تڪڙي بہ
سورهن، سترهن سالن ۾ مشڪل سان ۽ معياري تربيت کان پوءِ ٿئي ٿي
۽ دور نبوت ۾ عربن جي ڪلچر جي تاريخ ۾ بہ شادين جي عمرين جو
ميعاد ارڙهن سالن کان مٿي جو آهي. بهرحال قرآن جي مٿين حوالن سان
هي حقيقت طئہ آهي تہ بلوغت کان اڳي وارو نڪاح حرام آهي. ناجائز
آهي، نڪاح اهو آهي جيڪو زال مڙس جي پنهنجي رضامندي سان



بلوغت واري عمر کان پوءِ هجي. گهوٽ ڪنوار جي وارثن ۽ پيءُ ماءُ
کي ڪوبہ حق ناهي تہ هو پنهنجي نابالغ صغير ٻارن کي پرڻائين ۽
گهوٽ ڪنوار کان پڇڻ کان سواءِ مٿن پنهنجا فيصلا مڙهين. اصول
ڪافي وارن طرفان شادي ڪرائڻ لاءِ شادي ڪرائڻ وارو، الله کي ۽ ان
جي چوويهن منهن واري قاصد ملائڪ کي قرار ڏيڻ، اهو شايد قرآن جي
شادي لاءِ بلوغت واري عمر جي قانون کي ٽوڙڻ جي ۽ ترميم جي شڪل
ناهڻ جو حيلو ٿو لڳي، پر اصول ڪافي وارا ٻڌي ڇڏين تہ الله جي
قانونن ۾ تبديلي ڪانہ ايندي آهي، شيعن ۽ سنين اهو هٺ جو ناٽڪ
ناهيو آهي تہ بدا جي نالي سان خدا جا فيصلا بدلائڻ جائز آهن. پر اهو
قرآن ۽ الله مٿان بهتان آهي تہ هو پنهنجي قانونن کي ڪن خاص
مجبورين ۽ ضرورتن سبب مٽائي ڇڏيندو آهي. اهو عقيدو بدا جي نالي.
شيعن وٽ اعلانيہ کليل ظاهر باهر آهي ۽ سنين وٽ نالي کڻڻ کان سواءِ
بدا تي عمل آهي، ان جا مثال جڏهن آئون هنن جي فقهن تي لکندس اتي
پيش ڪيا ويندا، في الحال جنرلي هڪ اڌ مثال ۽ دليل جي نموني
خدمت ۾ عرض ڪري ڇڏيان ٿو سورت ق جي آيت نمبر ٢٩ ۾ فرمان
آهي تہ مايبدل القول لدي وما انابظلام للعبيد. يعني مون الله جا سخن
سدائين ساڳيا رهندا آهن. آئون پنهنجي قانونن کي نہ بدلائيندو آهيان.
(جو تہ قانون بدلائڻ جو ڪلچر رشوت ۽ وڏن ماڻهن لاءِ جوڙيو ويندو
آهي. جنهن سان هيٺين ذر مٿان ظلم ٿي پوندو آهي ان ڪري)وما انا بظلام
للعبيد مان الله پنهنجي ٻانهن مٿان هرگز ظلم نہ ڪندس (خلاصو ختم)

**تبصرو:** جيڪڏهن منهنجي قانونن ۾ ذري جيتري بہ تبديلي ايندي
تہ فاطمہ وانگر ڪوڙ معصوم نياڻين جي ڪين ڏٺل نڪاح جي ايگريمنٽ
واري بلوغت کان پوءِ واري اختياري ڪسجي ويندي، ان طرح وڏي ظلم
جو دروازو کلي پوندو ۽ وما انا بظلام للعبيد. آئون الله، ظلم نہ ڪندو
آهيان، اهڙو بداء جي نالي قانون انهن پاڻ گهڙيو آهي. اهو الله تي بهتان
آهي، اڳتي آئون پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض ڪيان ۽ ياد ڏيارڻ
گهران ٿو تہ سني فرقي وارن جي حديثن جي ڪتابن ۾ حضرت بي بي
عائشہ صديقہ جي نبي سائين سان شادي جي عمر نو سال مشهور ڪرڻ
جو فسلفو ۽ پس منظر، اهو اصول ڪافي جي بيبي فاطمہ جي ننڍپڻ

يعني نون سالن جي شاديءَ کي جائز ڪرڻ جو حيلو آهي، جيڪو سنين
جي حديثن ذريعي لڪايو ويو آهي، يعني جڏهن ڪوئي اعتراض ڪري
ته بي بي فاطمه جي شادي نون سالن جي عمر ۾ ڪيئن ٿي؟ ته جواب
۾ چيو وڃي ته جڏهن عائشه جي شادي نبي سائينءَ سان نون سالن ۾
ٿي سگهي ته فاطمه جي شادي عليءَ سان نون سالن ۾ ٿي ته ڇا ٿي
پيو، ۽ هن ڪوڙ يعني فاطمه جي شادي نون سالن جي عمر ۾ ڪي
لڪائڻ لاءِ، هنن ايرانين پنهنجي سني ڊپارٽمنٽ جي اٿارٽ مان بي بي
عائشه جي ننڍي عمر ۾ شاديءَ جو ڪوڙ گهڙي فاطمه جي شاديءَ جو
ننڍپڻ ۾ اهو ڪوڙ، ليپا پوتي ڪري لڪائڻ گهريو آهي، ٻي ڳالهه ته بي
بي عائشه کي ته اولاد ڪونه ٿيو ۽ بي بي فاطمه کي ٿي پٽ ۽ ٻن نياٽين
يا ڪن جي نظريي مطابق اڃا ٻه وڌيڪ اولاد آهي ۽ بي بي صاحبه جي
عمر ڪل ارڙهن سال ۽ اڍائي مهينا ٻڌائي وئي آهي. ارڙهن سال نبي
سائين جي حياتي سان گڏ، باقي انهن جي وفات کان پوءِ ڪل اڍائي
مهينا بي بي فاطمه زنده رهي آهي هنن جي تاريخ مطابق ۽ پوءِ وفات ٿا
ڄاڻائن، سو اهڙين تاريخن جي ڪابه ثابتي ڪانهي، ڪابه گارنٽي
ڪانهي، مٿين قسم جي تاريخ لکڻ وارن جي ڪوڙن جو پس منظر هي
آهي ته اها شادي ننڍپڻ جي، بلوغت کان اڳي (خلاف قرآن) ڄاڻائي پوءِ
ٽڪرا ٻار ڄڻائي، پوءِ هڪ طرف هي حديثون ناهيون اٿن ته حسن
حسين کي رسول جي صحابي هجڻ جو درجو مليل آهي، انهيءَ جي
ضرورت ان ڪري به آهي ته قرآن حڪيم طرفان صحابه کي وڏا تمغا ۽
سرٽيفڪيٽ مليل آهن. هڪ ته اهي ڏيارجن، ٻيو هي حديثون جيڪي
ناهيون اٿن ته نبي سڳوري پنهنجي ڏوهٽن کي ڪلهن تي کڻي گهمايو
آهي ۽ انهن حديثن مان هو نبوت مٿان امامت کي سوار ڪري امامت جو
رسالت کان مرتبو وڌائي. ذاڪر صاحبان مجلسن جي واعظن ۾ انهيءَ
فضيلت تي حيدري نعرا هڻائيندا آهن. هونئن ته امامت جو عهدو نبوت
کان گهٽو گهٽ آهي ۽ ان جو به حضرت علي ۽ ان جي اولاد لاءِ قرآن ۾
ڪٿي به ذڪر ڪونهي. ته اهو غير قرآني ۽ هٿرادو ڇٽيو. جيڪو
حديثن جي پيداوار آهي اهل بيت جي اصطلاح ۽ ان جو تقدس به غير
قرآني ۽ هٿرادو آهي حديثن جي پئداوار آهي، سو هنن ڪي، امامت کي



نبوت تي سوار ڪرڻ لاءِ بي بي فاطمه جي شادي بلوغت کان اڳي
ڪرائي ان جي ٻارن جي ڄمڻ جي تاريخ دور نبوت ۾ ناهڻ جي مجبوري
هئي ۽ ضرورت هئي بي بي صاحبه جي ٻارن کي ٽڪرو دور نبوت ۾
ڄٽيل ڏيکارڻ، اها اهل فارس جي حديثن ناهڻ وارن جي ضرورت هئي.
منهنجي ان دعوي جو دليل هي آهي ته اصول ڪافي واري پنهنجي ڪتاب
۾ مولد حسين بن علي واري باب ١١۴ ج ٣ ۾ امام جعفر جي حديث
لکي آهي ته حضرت حسين پنهنجي ماءُ کي حمل جي ڇهين مهيني ڄائو
هو جيڪو ڇهين مهيني ڄمڻ بعد بچيو به آهي.

بهرحال سترڻيا اٺرڻيا ٻار ٻڌا آهن، ڇهڙيو اڃا ڪونه ٻڌو آهي،
تاريخ جي سبجيڪٽ جي باري ۾ عرض آهي ته جڏهن حديثن جي علم
کي ميراٿڻ ۽ ماڻهن کان قبول ڪرائڻ لاءِ ڪوڙ هنيا اٿن ته اهو علم به
قرآن وانگر وحي جو علم آهي خدا جو موڪليل آهي فرق صرف اهو آهي
جو قرآن ظاهر ۽ ڪليل وحي آهي ۽ حديث خفي ۽ ڳجهو وحي آهي ۽ پوءِ
حديثن جي ڪوڙن کي ته ڏسو پيا جو انهن هنن حديثن ناهڻ وارن
عالمن ۽ امام سڏائيندڙن کي رسول الله ۽ علي جهڙن ماڻهن جو به لحاظ
۽ خيال نه ٿيو آهي، جو انهن مٿان هي بهتان مڙهيو اٿن ته انهن قرآن
واري بلوغت جي قانون کي ٽوڙي ننڍڙين صغير نابالغ ٻارڙين سان شادي
ڪئي آهي، ڄاڻ گهرجي ته اسلامي تاريخ جو وڏو دارومدار جو ڇنجي
ته نوانوي سيڪڙو کان به وڌيڪ انهن مختلف فرقن جي حديثن تي
مبني آهي پوءِ جڏهن حديثن جو اهو حال آهي جن ۾ رسول ۽ عليءَ کي
به قرآن جي مخالفت ڪندڙ لکن ٿا ته هنن جي تاريخ جا پيا واقعا ۽ ٻين
ماڻهن نالي قصا وري ڪيڏانهن درست ۽ قبول ڪرڻ لائق هوندا، هونئن
شيعي سني مذهبن جا حديثن لکڻ وارا بنيادي طور تي ته هڪڙي
اسڪول جا آهن، پر تڏهن به هنن جا پاڻ ۾ سنڌا، فرق مڙيئي
نوراڪشي آهي جنهن سان ماڻهن کي مشغول رکي اصل قرآن طرف وڃڻ
کان روڪڻ مقصود آهي، تڏهن به اهل سنت وارن جي حديثن جي
مشهور ڪتابن جي ڪوالتي ۽ قرآن دشمني جا مثال آئون پنهنجي
ڪتاب قرآن مهجور ۾ لکي آيو آهيان ۽ وري جڏهن شيعن صاحبن فرمايو
ته اسان جي مذهب جون حديثون ته تاني پيٽي پٽ آهن، جو آهن ئي

صرف اهل بيت کان ورتل. سو انهن جو ٻہ نمونو اوهان پڑهندڙ ڏسي
رهيا آهيو. ماڻهو الله رسول تي ٻہ ڪوڙ هڻڻ کان ڪونہ ٿا مڙن. اهل
بيت کو الله رسول کان مٿان تہ ڪونہ لهي آيا آهن. مون تہ صرف
شيعن جي حديثن وارن ڇهن ڪتابن مان هي هڪڙي ڪتاب مان جيڪو
ڇهني مان سڀن کان وڌيڪ معتبر آهي ان جون حديثون لکيون آهن تہ
سمجهي سگهجي ٿو تہ باقي ٽن ڪتابن واريون حديثون ٻہ پنهنجو مثال
پاڻ ئي هونديون. حديثن جي معقوليت ۽ نامعقوليت جو اندازو پڙرو
آهي، ذرا توجہ فرمائيندا. هي حديث اصول ڪافي جي جلد ۳ جي آهي
باب آهي ۱۱۰ صفحو نمبر ۲۲ حديث نمبر ۲۷ حديث بيان ڪئي آهي
امام جعفر صادق صاحب تہ حضور ﷺ جن جي ولادت ٿي تہ سندن
والده سڳوري کي ٿج بين ۾ ڪانہ هئي. پوءِ ابو طالب سندس چاچي نبي
سائين کي پنهنجي ڇاتيءِ سان ملائي پنهنجا ٻيا ڏنا تہ الله سائين انهن ۾
کير آندو. جيڪو نبي سائين دائي حليمہ کي حوالي ڪرڻ وارن ڏينهن
تائين پيئندا رهيا. هاڻي هن حديث تي الله سائين کان کير پڇي تہ تو بي
بي آمنہ. رسول جي ماءُ جي ڇاتي ۾ کير لاهڻ بدران ابو طالب جي بين
۾ کير آڻي لاتبديل لخلق الله پنهنجي قانون تخليق ۾ تبديلي ڇو آندي ۽
فطرت الله التي فطرالناس عليها واري پنهنجي قانون فطرت جي خلاف.
تو بي بي آمنہ ماءُ جي بين ۾ کير ڏيڻ بدران ابو طالب مرد جي بين ۾
کير ۽ ٿج پيدا ڪري غير فطري غير قدرتي ۽ غير قرآني ڪم ڪيئن
ڪيو. پر سوال ئي نہ ٿو پيدا ٿئي جو رب پاڪ اهڙا غير فطري ڪم
ڪري. اها سچي ڪوڙي ۽ هٿرادو رپورٽ. ڪوڙي ڪارگذاري. ڪوڙي
حديث. ايران وارن جي آهي. الله اهڙي مذاق کان پاڪ آهي بلند آهي.

مون تہ مٿي قرآن مان تخليق ۽ فطرت ۾ تبديلي نہ ڪرڻ لاءِ حوالا
عرض ڪيا پر قرآن حڪيم تہ اڃا ان کان ٻہ اڳيرو ۽ وڌيڪ وڏي ڳالهہ
ڪري ٿو تہ ولن تجد لسنة الله تحويلا ۴۳-۳۵ يعني رب پاڪ پنهنجي
سسٽم کي ٻہ نہ مٽائيندو آهي. جو عورت وانگر بين جو کير مردن جي
بين ۾ اچي وڃي. يا اهڙين کي پيون نوعي خاصيتون جيڪي هڪ جي
بدران ٻئي ۾ پيدا ٿي پون. (خاصة الشيءِ مايو جد فيه ولايوجد في
غيره) يعني ڪنهن ٻہ نوع جي خاصيت اها هوندي آهي جا ٻئي نوع ۾



نہ ليي، جي لڏي تہ اها خاصيت نہ ڇٽبي. پڙهندڙ مانوارا! غور فرمايو
حديثن جي عقلي ڪوالٽي تي.

## ولي عهدي گادي نشيني، سجاده نشيني، اسلام ۾

ڪائنات عالم لاءِ، ذات انسان جي اصلاح ۽ فلاح لاءِ رب العالمين
قرآن حڪيم جهڙو ڪتاب ازلي ابدي دائمي منشور طور، پنهنجي رسول
خاتم الانبياء کي ڏئي ڪري موڪليو ۽ ان رسول لاءِ قرآن حڪيم ۾
اعلان ڪيائين تہ ماڪان محمد اباحدمن رجالڪم ولاڪن الرسول الله
وخاتم النبيين وڪان الله بڪل شيءِ عليما ۴۰-۳۳ هن آيت سان رب
پاڪ جانشيني ۽ گادي نشيني لاءِ ولي عهد سو ٻہ اولاد مان، انهيءَ
رسم ۽ نظريي جي پاڙ پٽي ڇڏي، لاهہ ٻہ ڪيڏي ڇڏيو، انهي سوچ کي
ئي غلط قرار ڏئي ڇڏيو. آيت ۾ اعلان ڪيو ويو تہ محمد اوهان مان
ڪنهن ٻہ نر جو ابو ڪونهي. هن جي لاءِ هي ڪجهہ سمجهي ڇڏيو تہ
هي رسول آهي ۽ نبوت هن تي ختم ڪئي وئي آهي. هن اعلان جو مقصد
تہ اڳتي لاءِ هاڻي رهنمائي واسطي ضرورتون هن جي معرفت پهچايل
ڪتاب قرآن مان حل ڪيون وڃن، مون الله. محمد کي ڄاڻي واڻي پٽيلي
اولاد جو پيءُ نہ ڪيو. هن کي ڪوبہ نرينو اولاد ڪونہ ڏنو. ان جو
ڪري آئون الله ڄاڻان پيو تہ اڳتي توهان ڇا ڇا ڪرڻ وارا آهيو ۽ اهو
انهيءَ باوجود اوهان آل رسول ۽ اهلبيت نالي جيڪي ڪجهہ اڳتي هلي
غير قرآني ڪرتب ڪيا آهن، اهي تہ رسول کي پٽيلي اولاد نہ ڏيڻ
باوجود ڪيا آهن. جي اڃا ان کي ڪو پٽ ڏيان ٻہ ها تہ پوءِ اڃا ٻہ ڇا
ڇا ڪيو ها. انهيءَ طرف آيت ۾ رب پاڪ اشارو ڏنو آهي تہ وڪان الله
بڪل شيءِ عليما. يعني رب سائين اڳي ئي ڄاڻي پيو تہ اوهان آل رسول،
اولاد رسول، اهل بيت جي نالن تي ڇا ڪجهہ ڪندئو! ان ڪري مون
الله. محمد کي پٽيلو اولاد نہ ڏئي، سوچڻ وارن لاءِ، غور فڪر ڪرڻ
وارن لاءِ، سمجهڻ جو سامان مهيا ڪري ڏنو، تہ نظريي، تحريڪ ۽
رسالت واري انقلابي مشن کي هلائڻ لاءِ دستور ۽ منشور طور قرآن
ڪافي آهي، نسلي جانشيني ڪنهن ڪم جي شيءِ هجڻ. اها لازمي
ناهي، پر جي اولاد مان ڪو اهل هجي ٻہ صحيح، تڏهن ٻہ پيشوا ۽

مقتدا، پوءِ به اهو هدايت وارو منشور قرآن چئبو. انهيءَ حقيقت کي
سمجهائڻ لاءِ رب پاڪ ڀيرائين ڀيرائين ته پنهنجي آخري رسول محمد
کي پٽيلو اولاد نه ڏنائين ته جيئن ماڻهن کي تحريڪ ختم نبوت جي
جانشيني واري فلاسافي سمجهه ۾ اچي. ان کان پوءِ تاريخ ۾ اهڙا ڪيا به
ڪوڙ مثال آهن، جيڪو وچي ڳولي ان کي ضرور ڪافي مواد ملندو. اسان
صرف سنڌ جي ننڍڙي پرڳڻي ۾ جاچ ڪنداسون ته ڪافي مثال ملندا.
شاهه عبداللطيف ڀٽائي کي اولاد ڪونه هو ته به اتي گادي نشين ويٺا
آهن. چون ٿا ته قلندر شهباز جو شير خان پاڙان ڪپيل هو، تڏهن به
اتي گادي نشين ويٺا آهن. سيد تاج محمود امروٽي کي به پٽيلو اولاد
ڪونه هو، تڏهن به اتي سجاده نشين ويٺا آهن. ان بزرگ تي ته مون
سن ۸۲ ۾ رسالي الصادق جو خصوصي نمبر شايع ڪيو. ان جي باري ۾
معلومات لاءِ آئون سائين جي. ايم. سيد وٽ ويس ته بزرگ امروٽي
بابت ٻين هنڌن تي ته رڳو غير مستند ۽ غير سياسي ۽ ڪرامتي قسم
جا احوال ملن ٿا. ڪو ڀڪو اکين ڏٺو مواد ڏيو. ته مون کي سائين جي.
ايم. سيد ٻڌايو ته منهنجو بزرگ امروٽيءَ سان زندگيءَ ۾ ڪوبه روبرو
ملڻ جو اتفاق نه ٿيو هو، جو ڪو مون وٽ توهان لاءِ ڪا ڳالهه هجي،
باقي ان جي وفات کان پوءِ مون ۽ پير علي محمد راشديءَ پاڻ ۾
ويچاريو ته هيڏو نالي وارو سيد بنا اولاد جي گذاري ويو آهي، سو
ڪجهه ڪرڻ گهرجي جو اها گادي آباد ٿئي. پوءِ اسان ٻئي ڄڻا امروٽ
وياسين، سو اتي ان جو پري جي مائٽ سادڙو ماڻهو صفا اڻ ڄاڻ
ٻڪريون چاريندڙ نظام الدين شاهه کي جهنگ مان ڇڪي آڻي ان کي
گادي جي پڳ ٻڌي ويهاري آياسين. ڪاڏي انگريزن سان سنڌ ۽ هند
جي آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ تاج محمود امروٽي جنهن جي دعوت تي مهاتما
گانڌي سنڌ جي دورن تي اچي ۽ ٻئي ڄڻا ٻگي جي سواريءَ تي گڏجي
پروگرامن تي وڃن، جنهن امروٽي انگريز حاڪمن جون ننڊون ڦٽائي
ڇڏيون، جنهن امروٽي کي عبيدالله سنڌي ڪابل ۾ ناهيل جلاوطن آزاد
هند گورنمنٽ ۾ ڪرنل جو عهدو ڏنو، جيڪو امروٽي تحريڪ ريشمي
رومال جي رازدان باني مان هو، ان جي گاديءَ تي ڪورو، اڻ ڄاڻ ۽
تحريڪ آزاديءَ کان مڪمل بي خبر ماڻهو نظام دين شاهه سجاده



نشين ٻڌايو ويو، حضرت حافظ محمد صديق ڀرچونڊي رحمة الله عليه
کي به پٽ ڪونه هو پر اتي به گادي نشين ويٺا آهن. ۽ ڪيترين گادين
جا گادي نشين ته چور دروازن کان آندا ويا. مون عزيز الله ٻوهيي ۾
همٿ ڪانهي جو صرف محمد عثمان ڏيپلائيءَ جا ٻڌايل حويلين بابت
راز ٻڌائي يا لکي سگهان ته فلاڻي کي اولاد ڪونه ٿيندو هو پوءِ فلاڻو
پٽ ڪيس ڪيئن ڄائو. فلاڻي پڳدار جو اصل شجره نسب ڪيئن آهي.
سانگهڙ جي الفقراء اخبار جي باني فقير محمد رحيم مهر هڪ ڏينهن
ڪچهريءَ ۾ ٻڌايو ته فقير عليم درس کي سنڌ جي سڀن وڏين گادين
جي گادي ڌڻين صديقين، قريشين، هاشمين جون اصل هتي واريون لوڪل
ذاتيون سڀ ياد هيون ۽ نالي وار ٻڌائيندو هو.

## امامن مان به ڪن جي نسل تي حديثن ۾ شڪ جون ڳالهيون

هتي آئون اصول ڪافي جلد ۲ باب ۷۱ جي حديث نمبر ۱۴
صفحو ۲۶۶ جو خلاصو لکان ٿو راوي چوي ٿو ته مون علي بن جعفر
کان ٻڌو ان روايت ڪئي حسن بن حسين بن علي بن حسين کان ان چيو
ته خدا مدد ڪئي امام رضا عليه السلام جي. خدا جو قسم آهي ته
آئون ان جو چاچو آهيان پر اسان به ان تي زيادتي ڪئي، حسن چيس
ته قربان وڃان توهان تي. اوهان ماڻهن ڇا ڪيو. آئون ته موجود ٿي
ڪونه هئس. چيائين ته امام رضا جي ڀائرن ۽ اسان چيو ته امام رضا
جو پٽ امام تقي رنگ جو ڪارو آهي. اسان مان ته ڪوئي امام به
رنگ جو ڪارو ڪونهي، هي ڪيئن ٿيو. امام رضا چيو ته نبي سائين
جن زيد بن حارث جي باري ۾ (اهو ڪوڙ ترديد جي بهاني حديثن وارن
جو گهڙيل آهي ته زيد، حارث جو پٽ ناهي. يعني اهو الزام نبي سائين
تي ترديد جي آڙ ۾ حديثن وارن مڙهيو ته انهيءَ جو پٽ آهي) قيافي
شناسن جي ذريعي انهن جي شاهدي سان (پنهنجي بچاءَ ۾) زيد بابت
حارث جي پٽ هجڻ جو فيصلو ڪيو هو. پوءِ اچو ته توهان جي الزام
جي جواب ۾ امام تقي لاءِ قيافي شناس کان ٿا فيصلو ڪرايون. پوءِ
قيافي جي ڄاڻ رکڻ وارن کي گهرايو ويو ۽ اسان کي باغ ۾ ويهاريائون

امام رضا جو چاچو، ڀائر، ڀينر سڀ اتي گڏ ٿيا ۽ امام رضا کي اوني جبو پارايائون ۽ اوني ٽوپي پارائي ڪلهي تي بيلچو رکيائون (جيئن ڪو هاري يا باغ جو مالهي معلوم ٿئي) ۽ امام رضا کي چيائون ته تون باغ ۾ ائين داخل ٿج جيئن ڪو مالهي ايندو آهي، پوءِ قيافي شناس کان پڇيو ويو ته امام تقي لاءِ ٻڌايو ته اسان مان هن جو پيءُ ڪهڙو آهي، جواب ۾ انهن چيو ته توهان مان ته هن جو ڪوئي پيءُ ڪونهي، هي ان جي پيءُ جو چاچو آهي، ۽ هي ان جو چاچو آهي ۽ هي به ان جو چاچو آهي ۽ هيءُ ان جي ڦڦي آهي ۽ هن جو پيءُ ته اهو باغ وارو آهي جو انهن ٻنهي جا پير هڪ جهڙا آهن، علي بن جعفر چيو ته مون اٿي امام محمد تقي جي وات جي لعاب کي چوسيو، ۽ چيو ته آئون شاهدي ٿو ڏيان ته تون خدا جي طرفان منهنجو امام آهين.

امام رضا عليه السلام روئي چيو ته اي چاچا توهان منهنجي پيءُ کي هي چوندي ڪونه ٻڌو هو ته رسول الله ﷺ فرمايو آهي ته بهترين ٻانهيءَ جو پٽ ايندو ۽ اهو ان حبشڻ (شيدياڻي) جو پٽ هوندو جنهن جي وات مان خوشبو ايندي هوندي ۽ طيب الرحم هوندي ۽ ان تي الهام ڪيو ويندو، خدا جي لعنت هجي عباسين ۽ انهن جي اولاد تي اهي فتني باز، اهي قتل ڪندا اسان جي اولاد کي سالن، مهينن ۽ ڏهاڙن تائين ۽ انهن کي طرحين طرحين جا عذاب چکائيندا، ۽ انهن کي ابن ڏاڏن کان چني ڌار ڪندا، ۽ امام غائب لاءِ چوندا ته اهو مري ويو، هلاڪ ٿي ويو ۽ گمنام وادين ۾ گم ٿي ويو، اي چاچا! اهي سڀ منهنجي اولاد مان هوندا، مون چيومانس، صدقي وڃانءِ تون سچ ٿو چوين. (حديث جو خلاصو ختم) هن حديث ۾ جيڪو حضور ﷺ جن تي الزام هنيو ويو آهي ته انهن زيد بابت قيافي شناسن جي شاهدي تي حارث جي پٽ هجڻ کي بطور ثبوت پيش ڪيو هو، اهو حديثن ناهڻ وارن جو پنهنجو گهڙيل ڪوڙ آهي، نعوذ بالله جيڪڏهن حضور سائين جن تي سندن زندگيءَ ۾ اهو الزام لڳي ها ته زيد پنهنجي ماءُ کي نبي سائين مان ڄائو آهي ته پوءِ ۽ قيافي شناسن کان وڌيڪ تڪڙ ۾ رب پاڪ پاڻ قرآن ذريعي اهڙو اعلان ڪري ها ته منهنجي محمد تي تهمتون نه هڻو، زيد کي سندس پيءُ حارث جو پٽ سڏيو وڃي پر اهو ڪوڙ به حديثن وارن،



ماڻهن جا نبي سائين ڏانهن ذهن خراب ڪرڻ ۽ انهن کي اهڙا وسوسا وجهڻ لاءِ گهڙيو آهي، ان جو تفصيل ۽ ترديد منهنجي ڪتاب قرآن مهجور ۾ پڙهندا، هونئن قيافي شناسن ۽ پوپن کان اهڙيون شاهديون وٺڻ کان قرآن حڪيم جي هي ثابتي ڪا گهٽ آهي ته ماڪان محمد ابا احد من رجالڪم يعني محمد توهان مان ڪنهن به مرد جو پيءُ ڪونهي. هن آيت ته نبي سائين مٿان اهڙين ڪوڙين روايتن گهڙڻ وارن جي منهن تي دانگي گهمائي ڇڏي. باقي اصول ڪافي واري، امام رضا جي مائٽن جي حوالي سان پنهنجي حديث ۾ امام تقي لاءِ اهڙي ڳالهه ڪئي آهي ته اهو امام رضا مان ڄاول ناهي. ان جو پٽ ڪونهي. اهو رنگ جو ڪارو آهي. ڪوئي امام رنگ جو ڪارو ڪونهي. پوءِ هي ڪيئن ٿيو. اهي ڳالهيون ڪرڻ وارا، امام رضا جا گهر ڀاتي. چاچا، ڀائر، ڀينر آهن. هن حديث ۾ هڪ وڏو جهول هي به آهي ته جيڪڏهن امام رضا وٽ رسول جي پيشنگوئي مطابق ڪاري رنگ واري خريد ڪيل ٻانهي هجي ها ته امام تقي جي ان مان ڄمڻ تي ته چاچا ڦڦيون گهر ڀاتي اعتراض ئي ڪونه ڪن ها. ڇوته اهي ته ڄاڻن پيا ته نينگر جي ماءُ ڪاري رنگ جي آهي. سو ڇوڪرو ماءُ تي ويو هوندو. پوءِ ٽوڪون ۽ طنزون ڇو! جيڪڏهن اهڙن ويجهن مائٽن کي به امام صاحب جي پٽ جي شاهدي پامست قسم جا رولو قيافي شناس پوپا ٻڌائين ۽ ثابتي ڏين. سا به هن قسم جي ته امام تقيءَ ۽ امام رضا. ٻنهي جا پير هڪجهڙا سان ملن ٿا. ان ڪري اهي پيءُ پٽ آهن. هونئن پامسٽري جي علم جي مشابهت جو مک ۽ مرڪزي نڪتو شروع ئي چهري کان ٿيندو آهي. پر هن حديث ۾ ته صرف پيرن جي هڪجهڙائيءَ کي دليل بنايو ويو آهي ۽ بس. يعني ٻنهي جي پوري جسم مان ڪنهن به حصي جي هڪجهڙائيءَ جو ذڪر ڪونهي هي ته امام تقي جي نسل ۾ شڪ جو موقعو ماڻهن کي حديثن وارا هٿ سان ٿا ڏين. جهڙو انهن ستين وارن حديث جي ڪتاب ۾ رسول سائين کان بيان ڪرايو آهي ته زيد حارث جو پٽ آهي جو قيافي واري ٻڌايو ته انهن ٻنهي جا پير هڪ جهڙا آهن.

آئون هتي هڪ ڳالهه کي ڪيترائي ڀيرا اڳ ۾ لکي اچڻ باوجود، پڙهندڙن کي وري به عرض ڪندس ته ڀلو ٿيندو ته هي حديثن جا

ڪتاب اوهان پاڻ پڙهو. آئون ته انهن جون ڳالهيون هت لکان ٿو پر
جيڪو براهه راست پاڻ پڙهندو اهو ڪوئي شڪ ته ڪونه ڪندو. سو
ان حوالي سان جيڪا ڳالهه آئون پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض ڪرڻ
گهران ٿو اها هيءَ ته اصول ڪافي جي حديثن مطابق ته امام جعفر کان
پوءِ جيڪي به امام ٿيا آهن اهي ڪنهن به نڪاح ٻڌي آزاد عورت مان
ڄاول ڪونه آهن. امام موسيٰ ڪاظم، امام رضا، محمد تقي، علي
تقي، حسن عسڪري هڙيئي، غلامن جي واپار ڪندڙ ٻانهين کي بلڪ
انسانيت کي پڙين ۽ منڊين تي واڪ ذريعي نيلام ڪرڻ وارن کان
ڪنيزون خريد ڪري حديثن ٺاهڻ وارن. امامن جي مائرن کي ام ولد ۽
بنا نڪاح وارين ٻانهين کي زالن وانگر استعمال ڪندڙ ڪري ڄاڻايو
آهي. منهنجي پنهنجي تحقيق اها آهي ته امامن جي انهيءَ سڄي دور مٿان
حديثن ٺاهڻ وارن ۽ تاريخ لکڻ وارن جو الزام آهي ۽ بهتان آهي ته انهن
جي دور ۾ غلامي بابت قرآن حڪيم جي وڌل بندش کي ٽوڙي وري
جاهليت ۽ قبل اسلام واري بربريت ۽ انسانن کي غلام بنائڻ جي ريت
کي وري پيهر روا رکيو ويو آهي ۽ ان کي ڪلچر جو حصو بنايو ويو
آهي. منهنجي ان تحقيق کي وڌيڪ تفصيل سان مهاڳ ۾ فقهن تي لکيل
مضمون ۾ غور سان پڙهندا ۽ ڌيان ڇڪائڻ جي خاص ڳالهه هي به آهي
ته ٻانهين کي، عورت کي، انسانيت کي بازار جو سودو قرار ڏيئي خريد
ڪري بغير نڪاح جي بستري جي ضرورت وارو ڪم وٺڻ. اهو به
رسول الله ﷺ جي نسل ۽ علي عليه السلام جي اولاد طرف نسبت. اها
قرآن سان بغاوت واري ڳالهه. حديثن ذريعي ٿا لکن. هونئن ته آئون.
پنهنجي اڳئين ڪتاب قرآن مهجور ۾ حديثن وارن جا اهڙا بهتان خود
رسول الله ۽ حضرت علي مٿان جيڪي انهن هنيا آهن اهي به لکي آيو
آهيان. مطلب ته هنن حديثن جي لحاظ سان چئڻ ته رسول الله به قرآن تي
عمل ڪونه ڪيو آهي. باقي ٻين جي ڳالهه ته ٿي پري جي ڳالهه. هن
قسم جون ڳالهيون ته فلاڻي کي ڏاڏي پوٽي مان اولاد ڪونهي. سو پڳ
ٻين اڏارن کي ڪانه ڏبي. اهي به مسئلا سماج ۾ مشهور آهن. خاندان
کان ٻاهران شادي ڪرڻ کن ماڻهن ۾ عيب آهي. شيعن جي هڪڙي
گروهه امام جعفر جي پٽ ڪاظم جي امامت جو انڪار ڪري، ان جي



ٻئي پٽ اسماعيل کي امام تسليم ڪيو ۽ ٻين شيعن يعني اثنا عشرين
جن وٽ امام غائب جو عقيدو آهي ان بدران هنن اسماعيلين وٽ وري
امام حاضر آهي. وري شيعن ۾ هڪ ٻيو فرقو آهي واقفيه نالي جيڪو
چوي ٿو ته امام غائب ۽ امام مهدي حضرت امام حسن عسڪري پاڻ
آهي. ڪليني صاحب جي حديثن مطابق عباسي حڪمرانن کي به امام
غائب جيڪو قائم آل محمد ۽ امام حسن عسڪري جو پٽ ڪري
مشهور ڪيو ويو آهي. ان جي ڄمڻ ۽ وجود ۾ اچڻ جا ثبوت نه ملي
سگهيا. پوءِ انهن امام عسڪري جو ورثو ٻين ۾ ورهائي ڇڏيو. انهيءَ
موضوع تي تمام گهڻي قسم جون ڳالهيون حديثن ۾ لکيل آهن. مون
کي ته صرف هڪ مرڪزي ڳالهه پڙهندڙن کي ذهن نشين ڪرائڻي آهي
ته قرآن کان سواءِ ٻيا سڀ علم تضادن کان ڀريل آهن. اهڙن علمن
سبب ماڻهن ۾ ايڪو ۽ اتحاد قائم ٿيڻ بدران فرقا ۽ ٽولا جنم وٺن ٿا.
انسانن ۾ انهيءَ علم جي ضرورت آهي، جنهن ۾ خود فڪري وحدت
هجي، اصول پرستي جي تعليم هجي، تضاد نه هجن. مون جيڪو اصول
ڪافي جي حديثن بابت لکيو آهي اهو گهڻو گهٽ آهي ٿورو آهي.
جيڪڏهن دلچسپي رکڻ وارا ان موضوع کي وڌيڪ پڙهڻ چاهين ته
اصول ڪافي جلد ٣ ۾ امامن جي مولد وارا باب ڏيڍ سئو کن صفحا
گهٽ ۾ گهٽ ضرور پڙهن. ۽ هونئن منهنجو هي موضوع ناهي ته آئون
سنين ۽ شيعن جا داخلي گروهه ۽ فرقا ويهي ڳڻايان ۽ هر هڪ تي جدا
جدا تنقيد ڪيان. آئون صرف ۽ صرف قرآن مخالف سوچن کي انهن
جي طريقن ۽ چالاڪين کي واڪو ڪرڻ چاهيان ٿو. ۽ هي حقيقت ثابت
ڪري ڏيکارڻ گهران ٿو ته هي حديثن نالي دين اسلام جو تعارف
ڪرائڻ وارا ڪوڙ ٿا هڻن ته حديثون قرآن جو شرح ۽ تفسير آهن ۽
حديثن کان سواءِ قرآن سمجهه ۾ ڪونه ايندو. بلڪ منهنجي دعوٰي
آهي ته دين اسلام ۾ جيڪي مونجهارا آهن. فرقا آهن. اهي سڀ علم
حديث جي پيداوار آهن ۽ حديثن قرآن جي شرح ۽ تفسير بدران ماڻهن
جي ذهن ۾ قرآن بابت شڪ شبها وڌا آهن. مونجهارا وڌايا آهن. هنن
حديثن ذريعي قرآن جو تفسير ڪرڻ بدران قرآن جون گلائون ڪيون
آهن. اها حقيقت سمجهڻ لاءِ ڪتاب قرآن مهجور پڙهي ڏسندا، ۽ صرف

اهو منهنجو ڪتاب به چوي. پري نه وڃو خود اصول ڪافي ڪتاب جي
پنجين جلد مان باب فضل القرآن پڙهي ڏسو. جنهن ۾ اندازاً پوڻا به سئو
صفحا هوندا اهي پڙهو ۽ غور ڪيو ته هتي قرآن جون ڪهڙيون فضيلتون
بيان ڪيون آهن. انهيءَ باب پڙهڻ سان ماڻهو پريشان ٿي وڃي ٿو ته
هي ڪتاب انسان ذات جي مونجهارن کي حل ڪري، انهي کي زندگيءَ
جا قانون سيکارڻ وارو ڪتاب آهي يا عمليات جو ڪتاب آهي جنهن کي
تعويذن لکڻ وارا ملا ۽ پيٽ گذر ڪرڻ وارا پوپا وظيفن طور ڪم ۾
آڻڻ وارو ڪري پيش ڪن ٿا. جنهن ۾ قانون ۽ اصلاح واري سکيا
بدران ورد وظيفن نموني ان کي پڙهڻ جو ڏس پند آهي پيو ڪل خير.

## علم ۽ نبوت ملڻ، ورثي جي بنياد تي ناهي

اصول ڪافي واري صاحب، جلد پهرين جي صفحي ۹۸ تي هڪ باب
ٻڌو آهي ته ان الائمة عليهم السلام ورثة العلم. يرث بعضهم بعضا العلم
يعني امام هڪ ٻئي کان پنهنجيان علم جا وارث آهن. هن باب ۾ انهيءَ
دعويٰ جي ثبوت لاءِ اٺ حديثون آنديون اٿس هوندي ڪليني صاحب هن
باب کان سواءِ به انهيءَ موضوع تي ٻين بابن ۾ به علم جي منتقل ٿيڻ
جون ورثي نموني نبين کان وصين ۽ امامن طرف ۽ امام کان مرڻ مهل
ٻئي وارث امام ڏي، ڪافي تعداد ۾ حديثون لکيون آهن ۽ هن ئي جلد
جي صفحي نمبر ۱۹۹ باب ۶۲ ۾ هي عنوان آندو اٿس ته ثبات الامامة
في الاعقاب وانها لاتعود في اخ ولاعم ولاغيرهمامن القرابات. يعني امامة
ملڻ جو ثبات پونئيرن ۾، ۽ اها امامة پائرن ۽ چاچن ۾ منتقل نه ٿيندي،
نه ئي ٻين مائٽن ۾. هن باب ۾ ڪليني صاحب پنج حديثون آنديون
آهن.

**تبصرو:** چاڻڻ گهرجي ته علم اهڙي شيءِ آهي جو ڪنهن کي پاڻيءَ
وانگر پياري ڪونه چڙهيو آهي ۽ نه ئي چو منتر نموني ٻچا جهمورا آجا.
آگيا، يه سب ڪجهه ڪاجا، کها گيا. بلڪ هي ڪسبي شيءِ آهي، محنت
۽ پورهيي سان حاصل ٿيندي آهي، استادن وٽ ڪتابن تي نور نچوڻ
سان پلئه پوندو آهي، نبوت ۽ رسالت جو علم به وحي جي صورت ۾
سبق، سبق، نجما، نجما، مليو آهي. خود رسول الله کي به رب پاڪ



حڪم فرمائي ٿو ته ولاتعجل بالقرآن من قبل ان يقضي اليک وحيه.
۱۱۴-۲۰ يعني اي محمد جيتري تائين ڪنهن به معاملي ۾ فيصلي متعلق
توکي وحي واري پوري تعليم ۽ سکيا نه ملي. ايتري تائين فيصلي ڏيڻ ۾
تڪڙ نه ڪندو ڪر. بلڪ جڏهن ڪنهن به مسئلي جي سمجهاڻي
مڪمل ٿي وڃي، پوءِ تون پنهنجو قرآن وارو فيصلو ٻڌائيندو ڪر ۽
انهيءَ لاءِ هميشه دعاگو رهندو ڪر ته رب زدني علما يعني اي منهنجا
پالڻهار منهنجي علم ۾ چاڻ ۾ واڌارو ڪر. ۳۱ باب جي انن حديثن مان
ڇهن حديثن ۾ ڪليني صاحب لکيو آهي ته علم ورثي طور منتقل ٿئي
ٿو ۽ ٻن حديثن مان هڪ ۾ آهي ته وان رسول الله صير ذالک کله عند
امير المؤمنين يعني رسول الله، آدم کان وٺي پاڻ تائين سڀن نبين وارو
علم، ڦيرائي علي کي ڏئي ڇڏيو. خبر ناهي ته هنن حديثن ناهڻ وارن
علم کي، درهم دينار يا ٻڪرين جي ڌڻ وانگر سمجهيو آهي الائي ڇا،
جو مرڻ مهل هڪڙو امام پاڻ کان پوءِ ٿيندڙ امام کي جدائيءَ مهل،
مرڻ کان اڳ خاص ۽ مخصوص گهڙيءَ ۾ تو علم حوالي ڪري. چاڻڻ
گهرجي ته جنهن وقت يهودين نصارن ڏاڍ هنئي ته اسان ابراهيم. اسحاق
۽ يعقوب جي اولاد آهيون ته قرآن حڪيم انهن کي ورندي ڏني ته گهٽي
جخ نه هڻو! تلک امة قدخلت لهاماڪسبت ولکم ماڪسبتم (بقره آيت
۱۳۱) يعني ابراهيم ۽ ان جي اولاد مان ٿيندڙ پيغمبر، ان گروهه کي
سندن ڪيو ڪم ايندو، انهن جي ڪمائي اوهان جي اڪائونٽ ۾ ڪانه
پوندي ۽ اوهان جي ڪاتي ۾ اهوئي ڪجهه شمار ڪيو ويندو جيڪو
اوهان پاڻ ڪمايو هوندو، سو اوهان نسل ابراهيم تي ڏاڍ نه هڻو پر
ايران جي مجوسين تقيي طور اسلام جي دعويٰ ڪري مسلمانن کي
يهودين نصرانين وارن ٻرڪارن پويان هلائڻ لاءِ، آل رسول، اهلبيت، آل
علي، هاشمي جي نالي نسلي ۽ خانداني بنيادن تي فضيلتن جون ڪوڙيون
حديثون گهڙي، قرآن حڪيم واري ميرٽ ۽ صلاحيت جي بنياد تي
عهدي ملڻ کي ڏاهي، مسلمانن ۾ به برهمڻ ازم ۽ اڇوت جو اوچ نيچ
وارو فرسوده، ناڪاره، انسان دشمن نظريو ڦهلائڻ جي سازش ڪئي
آهي، اهو هن لاءِ ته قرآن جهڙو ترقي پسند تعليم وارو ڪتاب، ماڻهو نه
پڙهن ۽ اسلام جو ترجمان علم هنن جي گهڙيل حديثن کي تصور ڪن.

ڪليني صاحب هن ئي جلد جي صفحي ١٩٩ تي باب امامت اعقاب ۾ لکيو آهي تہ امام جعفر جي روايت آهي تہ لاتعود الامامة في اخوين بعد الحسن والحسين ابدا يعني امامت ٻن ڀائرن ۾ هڪٻئي کان پوءِ صرف حسن ۽ حسين کي ملي آهي انهيءَ کان پوءِ ائين نہ ٿيندو، اڳتي لاءِ الاعقاب واعقاب الاعقاب يعني صرف پوئين پيڙهي ڏي امامت منتقل ٿيندي، مطلب تہ هھڙين حديثن سان هنن فارس وارن اسلام کي بہ نسلي، گروهي ڌرم بنائي قرآن حڪيم جي عالمي ۽ ڪائناتي رينج کي بند ڪري ڇڏي، مسلمانن کي حديثن ۽ وظيفن ۾ قابو رکڻ جي سازش ڪئي آهي. قرآن ميرٽ ذريعي عالمگيريت کي ٽارگيٽ بنائڻ جي تعليم ڏني ۽ هنن حديثن پاڻ ۾ نسلي ۽ موروثي بنيادن تي هڪ ٻئي جي ڏاڙهي پٽڻ جي تعليم ڏني آهي.

سورت اعراف جي آيت نمبر ١٥٨ ۾ فرمان آهي تہ قل يا ايها الناس اني رسول الله اليکم جميعا. يعني اي پيغمبر! تون اعلان ڪر تہ اي انسانو! آئون توهان سڀن ڏي رسول بنائي ڪري موڪليو ويو آهيان، جڏهن تہ اصول ڪافي واري جناب ڪليني صاحب پنهنجي ڪتاب جي جلد ٢ جي صفحي ١ ۽ باب نمبر ٣٢ جي پهرين حديث ۾ امام رضا جو خط جيڪو ان عبدالله بن جندب ڏي موڪليو هو اهو بطور حديث جي آندو آهي، ان ۾ فرمائي ٿو تہ حضرت رسول الله، مخلوق تي خدا جو امين هو، جڏهن ان جو روح قبض ڪيو ويو تہ اسان اهل بيت ان جا وارث ٿياسين، پوءِ الله جي زمين تي ان جا امين اسان آهيون، اسان وٽ علم آهي مصيبتن جي تفصيل جو ۽ موت جو ۽ عرب قبيلن جي نسب نامن (شجرن) جو ۽ اسلام جي پيدا ٿيڻ جو ماڳ اسان آهيون، اسان ماڻهن کي ڏسڻ سان سڃاڻي ويندا آهيون تہ مؤمن آهي يا منافق، ۽ اسان وٽ اسان جي شيعن جي نالن جي ولديت سميت لسٽ لکيل آهي، الله سائينءَ اسان کان ۽ انهن کان وعدو وٺي ڇڏيو آهي، هڪ مرڪز تي گڏ ٿيڻ جو، ۽ اهي اسان جا شيعا يدخلون مدخلنا. اسان جي داخل ٿيڻ واري جاءِ ۾ داخل ٿيندا. ليس علي الاسلام غيرنا وغيرهم يعني اسان کان ۽ شيعن کان سواءِ اسلام تي ٻيو ڪوئي ڪونهي (مطلب ٿيو تہ ٻيا سڀ ڪافر آهن) (اڳتي آهي تہ اسان نسل جي لحاظ سان) نجيب الطرفين



آهيون، ان جي معنيٰ عام شيعا تہ هي ڪندا آهن تہ ڏاڏنگ ۽ نانگ ٻنهن طرفان سد هاشمي ۽ آل علي آهيون، پر جڏهن تہ ڪليني صاحب پنهنجي ڪتاب جي ٽئين جلد ۾ جيڪي امامن جا مولد ڄاڻايا اٿس انهن ۾ هن حديث جي خالق امام رضا سميت گهٽ ۾ گهٽ ڇهن امامن جون مائرون ٻانهيون لکيون آهن جن کي رولو واپاري شهر شهر گهمائي منڊين ۽ پڙين تي وڪڻن ٿا ۽ اتاهون اهي خريد ڪري امامن پنهنجي گهرن ۾ بہ آزاد ڪرڻ کان سواءِ ٻانهيون ڪري رکيون آهن، انهن سان نڪاح ڪري انهن کي آزاد زال وانگر بہ نہ رکيو اٿن ۽ انهن مان غلامي جي حالت ۾ نجيب الطرفين يعني اعليٰ نسل ٻنهي پاسن کان ڄاڻائن ٿا، منهنجو هن ڏيگهہ ڪرڻ مان مقصد هي آهي تہ هنن حديثن ٺاهڻ وارن جو اهو مقصد ڪونهي جيڪو عام عقيدتمند چوندا آهن تہ ڏاڏنگ ۽ نانگ طرفان سيد هجڻ نجيب الطرفين جي معنيٰ آهي، ڪليني صاحب پنهنجي ڪتاب جي جلد ٣ ۾ مولد امام زين العابدين ۾ پهرين حديث امام باقر جي آندي آهي، روايت جي آخر ۾ امام زين العابدين علي بن حسين جي تعريف ۾ ابو الاسود الدئلي جو هي شعر لکيو اٿس تہ وان غلاما بين ڪسريٰ و هاشم، لاڪرم من نبطت عليہ التمائم هن شعر جي ترجمي کان اڳ ۾ ڄاڻڻ گهرجي تہ هيءَ روايت مشهور آهي تہ ايران جي فتح کان پوءِ قيد ٿي ايندڙ غلامن ۽ ٻانهين ۾ ايراني بادشاهہ يزدجر جي ڌيءَ شهربانو بہ قيد ٿي آئي هئي، جيڪا ورهاست ۾ حسين بن علي کي ڏني وئي هئي ۽ امام علي بن حسين (زين العابدين) انهيءَ مان ڄاول آهي، (آئون ان تاريخي روايت کي تاريخي ڪوڙ تصور ڪيان ٿو هڪ دليل هي بہ تہ ان وقت حسين ابن علي جي عمر مشڪل سان يارهن سال آهي سو ان کي پرڻائڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي ۽ منهنجي تحقيق جو ٻيو نمبر دليل آيت ماڪان لنبي ان يڪون له اسريٰ بہ آهي) شعر جو ترجمو هي آهي تہ بيشڪ ڇوڪرو (زين العابدين) ڪسريٰ (ايراني نانگ) ۽ هاشمي (ڏاڏنگ) جي وچ ۾ آهي، ان ڪري اهو وڌيڪ ڪرامت ۽ تعظيم جوڳو آهي انهن ٻارن کان، جن جي ڳچين ۾ تعويذ لڙڪايا ويندا آهن، پڙهندڙ مانوارن جي خدمت ۾ عرض آهي تہ هنن حديثن ٺاهيندڙن ايرانين، اولاد علي مان جن کي امامت جا عهدا،

پنهنجي منهن، تقيي واري تحريڪ ۽ قدس سره جي رازدارانه علمي ڪورس جوڙڻ دوران، قرآن مخالف حديثون گهرڻ مهل ڏنا آهن، هنن اهي ڳالهيون هن لاءِ لکيون آهن ته جيئن صديون پوءِ ايندڙ ماڻهو اسان جي لکيل سيرت ۽ تاريخ پڙهندا ته گهٽ ۾ گهٽ انهن کي اسان ويساهه ڏيڻ ۾ ڪامياب ويندا سون ته ٻارهن امامن مان حضرت حسين کان وٺي ڇهن سٺن امامن جي گهرن ۾ ايراني عورتون بطور ٻانهين جي موجود هيون، جن مان اهي امام ڄاوا هئا ۽ سچو اسلام اهو آهي جيڪو انهن امامن جي حديثن وارو اصول ڪافي ۾ لکيل آهي ۽ اهي امام، اصول ڪافي لکڻ واري ڪليني صاحب ۽ قم وارن جي قوم جا ڏوهٺا آهن، پوءِ نسلي بنياد تي ايران وارن جو به اسلامي علم ۾ غير قرآني علم جو حصو ملايو وڃي، جنهن کي هو جفر جو علم ڪوٺين ٿا. مٿي مون جيڪو لکيو ته منهنجي تحقيق مطابق جنگ قادسيه دوران ايران جي ڪنهن به مرد يا عورت کي غلام ۽ ٻانهي نه بڻايو ويو آهي، ان لاءِ مون مٿي سورت انفال جي آيت به لکي ته رب سائين حضور سائينءَ مٿان بندش وڌي آهي ته اڳتي لاءِ ڪنهن کي به قيد ڪرڻ بند، غلام بڻائڻ بند، ته ڇا جنگ قادسيه جيڪا حضرت ابوبڪر عليہ السلام کان شروع ٿي آهي ۽ حضرت عمر عليہ السلام جي دور ۾ مڪمل ٿي آهي، ته جيڪڏهن ان دور ۾ به اسلام تي عمل نه ٿيو ۽ قرآن جي حڪم جي انحرافي ٿي ته پوءِ ڪهڙي دور ۾ قرآن تي عمل ٿيو آهي، جڏهن ته هنن حديثن ٺاهڻ وارن ته خود رسول ﷺ جن مٿان به تهمتون هنيون آهن ته انهن به جنگين ۾ قرآني حڪم خلاف مردن عورتن کي قيد ڪيو غلام ۽ ٻانهيون بڻايو. تفصيل لاءِ اهلسنت ۽ اهل حديث جي مشهور ڪتابن ۾ وڃي پڙهي ڏسو ۽ حوالي لاءِ منهنجو ڪتاب قرآن مهجور ۾ اهڙيون حديثون نشان زد ڪيون ويون آهن ۽ هنن حديثن جي ڪوڙي هجڻ جو ثبوت هيءُ به آهي ته خود هيءَ حديث جنهن بابت هي تبصرو لکي رهيا آهيون ۽ اها امام رضا صاحب کان بيان ڪئي وئي آهي ته اهي فرمائين ٿا ته اسان نجيب الطرفين آهيون، جڏهن ته هاڻ ويجهو اوهان پڙهي آيا ته عڪاشه راويءَ چيو ته جلد غلامن جو واپاري اچڻ وارو آهي جيڪو بربر قبيلي جو هوندو اهو اچي ته ان کان



هڪڙي ٻانهي وٺي امام جعفر جي حوالي ڪنداسين پوءِ اهو آيو ۽ ان کان حميده نالي ٻانهي خريد ڪري امام جعفر کي ڏني وئي جنهن مان ان کي پٽ امام موسيٰ ڪاظم ڄائو ۽ وري پوءِ اڳتي هلي ڪليني صاحب مولد امام رضا جي باب ۱۱۹ ۾ لکي ٿو ته راوي امام موسيٰ ڪاظم وٽ ويو ان چيس ته اولهه کان ڪوئي غلامن جو واپاري آيو آهي مون سان گڏ تون به هل ته ان وٽ هلون، پوءِ اهو امام صاحب سان گڏ ويو ۽ واپاريءَ سان مليا جنهن ست ٻانهيون ڏيکاريون امام صاحب چيس ته اسان کي انهن مان هڪ به نه کپي، ٻي ڪا ڏيکار، ان چيو ته ٻي آهي پر اها بيمار آهي، اها ڪونه ڏيکاريندس، پوءِ امام صاحب واپس آيا ۽ ٻئي ڏينهن مون اڪيلي کي موڪليائون ۽ اها بيمار ٻانهي خريد ڪري اچي امام موسيٰ ڪاظم جي حوالي ڪيم، جنهن جي پيٽ مان اڳتي هلي ڪيس امام رضا عليہ السلام پيدا ٿيو. هاڻي پڙهندڙ مانوارو! غور فرمايو، جنهن حديث تي اسان تبصرو ڪري رهيا آهيون ان ۾ امام رضا صاحب فرمائي ٿو ته اسان نجيب الطرفين آهيون، معنيٰ ته حسني، حسيني سيد آهيون، اها روايت آهي اصول ڪافي جي جلد ٻئي جي ۽ جلد ٽئي جون مٿيون حديثون اوهان پڙهيون ته امام موسيٰ ڪاظم پڙيءَ تان وڃي هڪ بيمار ٻانهي خريد ڪري پاڻ وٽ رکي، جنهن مان امام رضا صاحب پئدا ٿيو ته هاڻي اسان ٻئي جلد واري حديث کي درست تسليم ڪيون يا ٽئي جلد واري حديث کي؟ ۽ نجيب الطرفين جي معنيٰ ڏاڏنگ ناننگ عربي ڪيون يا ڏاڏنگ عربي ته نانگ ايراني ڪيون، جنهن کي وٺي جهڙي معنيٰ ڪري اسين ڪنهن ڪنهن سان ڪيترو بحث ڪنداسون، اسان جي تحقيق ۾ انهيءَ دور ۾ مسلمانن اندر قرآن حڪيم تي عمل جو اهو دور آهي، باقي موجوده ڪتابن واريون هي حديثون ۽ فقہ اهو سمورو انهن ماڻهن باطني طور رازدارانه نموني لکيو آهي ۽ پاڻ کي انهن حديثن ٺاهڻ وارو امام ۽ فقهه ٺاهڻ وارو امام صرف ڪاغذن ۾ ته ضرور لکيو آهي، پر ظاهري زندگي انهن تقيي واري نموني گذاري آهي، جيئن ته هنن جو قرآن مخالف اندر وارو چور پڪڙجي نه پوي ۽ قرآن حڪيم سان بغاوت جي ڏوهه ۾ انهن کي ٽنگيو نه وڃي، وري بلڪل اهڙي نظريي واري يعني نسل پرستي

واري هڪ حديث امام باقر جي نالي سان اصول ڪافي واري، باب ٦٤ ۾ جنهن ۾ امامت اميرالمؤمنين تي نص جو اشارو آهي صفحي نمبر ٢١٢ جلد نمبر ٢ ۽ حديث نمبر ٢ آندي آهي. جيڪا ابوحمزه شمالي، امام باقر کان روايت ڪري ٿو ته جڏهن رسول خدا جي نبوت جو وقت ختم ٿيو ته الله سائين وحي ذريعي چيس ته اي محمد! تو پنهنجي نبوت جو دور پورو ڪيو ۽ پنهنجو زمانو ختم ڪيو. پوءِ جيڪو علم ۽ ايمان ۽ اسم اڪبر ۽ علمي ميراث ۽ آثار نبوت تو وٽ آهن اهي پنهنجي اهلبيت مان، علي ابن ابي طالب جي حوالي ڪر. آئون علم، ايمان، اسم اڪبر ۽ ميراث ۽ آثار نبوت کي تنهنجي اولاد مان ختم نه ڪندس، منقطع نه ڪندس، جيئن مون نه قطع ڪيو انهن شين کي ذريات انبياء مان، يعني اولاد انبياء مان. پڙهندڙ صاحبان غور فرمائن ته هي حديثون ٺاهيندڙ، ڪيئن ته الله جي وحي واري علم جي غلط تعبير ڪري رهيا آهن. اسم اڪبر اها تعويذي عمليات وارن پوپن جي ڪاروباري اصطلاح آهي. علم ۽ آثار نبوت کي ميراث قرار ڏيڻ، اهو سڌو سنئون علم ۾ خيانت آهي، ڌاڙو آهي. علم ڪڏهن به نبين جي اولاد ۾ ورثي طور منتقل ڪونه ٿيو آهي. پيغمبر وٽ جيڪو به ڪو علمي خزانو هو ته اهو ڪل جو ڪل قرآن آهي. جنهن تي ڪنهن جي به هڪ هٽي نه ٿي ٿي سگهي. البت قرآن ضرور ورثو آهي، پر اهو رڳو اهل بيت لاءِ ناهي قرآن هدي للمتقين ڪتاب آهي. ٢-٢ ۽ هدي للناس يعني انسانن واسطي هدايت آهي ١٨٥-٢ ۽ قرآن بابت رب تعالي فرمائي ٿو ته هذابيان للناس وهدي وموعظة للمتقين ١٣٨-٣ يعني هي قرآن ماڻهن لاءِ بيان آهي ۽ متقين لاءِ هدايت ۽ نصيحت آهي. غور فرمايو ته هن ڪتاب ۾ ته ڪنهن به فيملي، خانداني، نسلي پراپرٽي ۽ ميراث جو ڪوبه ذڪر ڪونهي، پر اصول ڪافي وارو صاحب ته جلد پهرين جي باب ٢٠ ۾ ڪل ٻه حديثون آنديون آهن. جن ۾ امام باقر صاحب کان چورائي ٿو ته والذين لايعلمون عدونا و شيعتنا اولوا الالباب. يعني اڻ ڄاڻ آهن اهي اسان جا دشمن آهن ۽ اسان جا شيعا عقل شعور جا مالڪ آهن. يعني دنيا جا جيڪي سائنسدان فلاسفر شيعا ناهن، اهي بي عقل ۽ امامن جا دشمن ٿيا. ڪليني صاحب جلد ٣ جي صفحي ٦٧ تي هڪ حديث آندي



آهي ته امام باقر صاحب هڪ ڏينهن رات ۾، پنهنجي گنهگار شيعن لاءِ هڪ هزار پيرا دعائون گهرندو آهي. آئون هتي ڊيگهه کان ڊڄي قرآن حڪيم ۾ مؤمنن جون سڀ دعائون نقل نٿو ڪيان، صرف هي دعوي ڪيان ٿو ته مؤمنن جون جملي دعائون قرآن حڪيم، اجتماعي دعائون ڏسيون آهن. هڪ به دعا گروهي ۽ انفرادي ڪانهي. پر ايرانين، امامن کي مؤمنن واري اجتماعي سوچ کان به هيٺ لاهي گروهي ڪري ڇڏيو آهي. دعا ۾ به ڪنجوسي ۽ فرقيواريت!

## ڪليني صاحب ۽ ان جي استاد راوين جو قرآن مٿان ڪوڙ

عن زراره قال سالت اباجعفر عليه السلام عن قول الله عزوجل وكان رسولا نبيا، ماالرسول وما النبي؟ قال النبي الذي يري في منامه ويسمع الصوت ولايعاين الملك والرسول الذي يسمع الصوت ويري في المنام ويعاين الملك. قلت الامام مامنزلته؟ قال يسمع الصوت ولايري ولايعاين الملك ثم تلاهذه الآية وما ارسلنامن قبلك من رسول ولانبي ولامحدث.
(اصول ڪافي صفحو ٢٢ جلد ٢ باب ٣ حديث پهرين ڪتاب الحجت)

**ترجمو:** زراره کان روايت آهي ته مون امام محمد باقر عليه السلام کان آيت ڪان رسولا نبيا جي باري ۾ سوال ڪيو ۽ پڇيو ته نبي ۽ رسول ۾ ڇا فرق آهي؟ فرمايائين ته نبي اهو آهي جيڪو فرشتي کي خواب ۾ ڏسي ۽ ان جو آواز ٻڌي ۽ ظاهر حالت ۾ ملائڪ کي نه ڏسي سگهي ۽ رسول اهو آهي جيڪو آواز ٻڌي سگهي خواب ۾ به ڏسي سگهي ته ظاهر ۾ به ڏسي سگهي، پوءِ مون سوال ڪيومانس ته امام جو رتبو ڇا آهي؟ جواب ۾ فرمايائين ته اهو ملائڪ جو آواز ته ٻڌي سگهي پر ڏسي نه سگهي، پوءِ هي آية پڙهيائين وما ارسلنا من قبلڪ من رسول ولانبي ولامحدث.

**تبصرو:** پهرين ڳالهه ته حديث ۾ نبي ۽ رسول جي وچ ۾ جيڪو فرق سمجهايو ويو آهي اهو غلط آهي، ڪوڙو آهي، غير قرآني آهي، قرآن حڪيم جي سمجهاڻيءَ جي لحاظ سان جو شخص نبي آهي اهوئي رسول آهي سيئي نبي ۽ رسول صاحب ڪتاب ۽ صاحب شريعت آهن آئون

صرف مثال لاءِ هت عرض ڪيان ته جيئن ماڻهن ۾ هيءَ ڳالهه مشهور
آهي ته نبي، رسول جي تابع هوندو آهي رسول کي ڪتاب ۽ شريعت
ملندي آهي پوءِ ٻيا جيڪي نبي هوندا آهن اهي ان جي ماتحت ۽ تابع
هوندا ۽ انهيءَ لاءِ مثال ڏيندا آهن ته حضرت موسيٰ عليه السلام صاحب
ڪتاب رسول هو ۽ ان جو ڀاءُ حضرت هارون ان جو تابع ۽ نبي هو،
جڏهن ته سورت الصافات ۾ ڪلئي نموني فرمايو ويو آهي ته ولقد مننا
علي موسيٰ و هارون. ونجينا هما وقومهما من الڪرب العظيم.
ونصرناهم فکانوا هم الغالبين. وآتينا هما الکتاب المستبين. آيت ١١٤
کان ١١٧ هاڻي غور فرمايو وڃي ته هت آخري آيت ۾ چٽي نموني
سمجهايو ويو ته اسان ٻنهي ڀائرن موسيٰ ۽ هارون کي پڌرو کولي بيان
ڪندڙ ڪتاب ڏنو. قرآن حڪيم ۾ جابجا جتي جتي رسول ۽ نبي جو
ذڪر اچي ٿو اتي اتي غور سان سوچيو وڃي، پڙهيو وڃي، ته جيڪا
تعريف رسول جي آهي، اها ئي نبي جي آهي، ۽ سورت عنڪبوت جي آيت
نمبر ٢٧ ۾ آهي ته وجعلنا في ذريته النبوة والکتاب يعني اسان ابراهيم
جي اولاد مان صاحب ڪتاب نبي پيدا ڪيا ۽ سورت آل عمران جي آيت
نمبر ٨١ ۾ آهي ته واذ اخذ الله ميثاق النبيين لما آتيتکم من ڪتاب
وحڪمه يعني جڏهن الله سڀني نبين کان وعدو ورتو ته جڏهن آئون
توهان کي ڪتاب ۽ حڪمة ڏيان (هاڻ چئبو ته ڏئي به ڇڏيائين) ته
عرض ڪرڻ جو مقصد هي آهي ته قرآن حڪيم ڪلئي نموني نبين کي به
صاحب ڪتاب سڏي رهيو آهي سو اصول ڪافي ڪتاب ناهڻ واري
جناب الشيخ بن محمد يعقوب ڪليني صاحب امام محمد باقر جي
طرف نبي ۽ رسول ۾ تفريق واري جيڪا حديث منسوب ڪئي آهي اها
قرآني تعليم جي خلاف آهي، ان ڪري ڪوڙي آهي، اهلبيت ڪرام ڏي
اهڙيون ڪوڙيون حديثون منسوب ڪرڻ سان مسلڪ شيعت جي
خدمت بدران خواري ٿيندي، وڏيڪ اهو قدس سره وارو لڏو پاڻ ڄاڻي،
هونئن به انهن جي گهران ته ڪجهه ڪونه ٿو وڃي، جن کي هي اهلبيت
آل رسول ۽ لئي پٽي ڪڏهن ڪڏهن قسمت سان آل علي به ڪوٺين ٿا.
انهن جي نالن طرف منسوب ڪيل حديثون ڪوڙيون ۽ خلاف قرآن
ثابت ٿي به ويون ته خواري پوءِ به عربن ۽ اسلام جي ٿيندي، ايران



وارن کي کهڙي ڪس، هاڻي آئون پڙهندڙن جو ڌيان اصل خيانت
طرف آڻڻ گهران ٿو، اهو هي آهي ته شيعا مسلڪ ۾ "امامت" جي
منصب مرتبي ۽ عهدي جا ٻيا نالا به آهن، جيئن محدث، وصي، ولايت
امر، حجة، شاهد، معصوم وغيره ته امام لاءِ هنن وٽ جيڪو ٻيو نالو ۽
لقب محدث دال جي زبر سان مقرر ڪيل آهي ان جي معنيٰ آهي ته جنهن
سان فرشتو ملائڪ هم ڪلام ٿيندو هجي، اهو چڻ الله جي طرفان
امامت لاءِ مقرر ۽ پاس ڪيل هوندو آهي چو ته ملائڪ الله جي حڪم
کان سواءِ ته ڪنهن ڏي ڪونه ويندو، سو ڪتاب اصول ڪافي جي
مصنف جناب ڪليني صاحب مٿين حديث ۾ لکيو آهي ته روايت ڪندڙ
زراره صاحب چوي ٿو ته مون جڏهن امام محمد باقر کان پڇيو ته امام
جي منزلت (تشريح تعبير) ڇا آهي ته جواب ۾ امام صاحب هيءَ آيت
تلاوت ڪئي وما ارسلنا من قبلک من رسول ولانبي ولا محدث. يعني اي
نبي اسان توکان اڳي ڪوئي رسول ڪوئي نبي ڪوئي محدث ڪونه
موڪليو آهي. غور فرمايو وڃي ڪليني صاحب هن آيت جو حوالو ته
ڪونه لکيو آهي، خبر ناهي ته ڇا جي ڪري! هونئن پڙهندڙن جي
خدمت ۾ اطلاع لاءِ عرض آهي ته هن آيت ۾ محدث جو لفظ حديث
گهڙيندڙ جي ملاوت آهي، هٿ جي صفائي آهي، قرآن حڪيم ۾ اهو لفظ
ڪونهي ڪو، لڳي ٿو حديث ٺاهيندڙ قدس سره واري لڏي امامت کي
قرآن مان ثابت ڪري ڏيکارڻ لاءِ اهو ڪرتب ڪيو آهي، بهرحال حوالو
اسان ٿا لکون، سيڪو ماڻهو پنهنجي پاڻ وٽ موجود قرآن حڪيم
کولي پڙهي ڏسي ته ڇا ان آيت ۾ محدث جو لفظ آهي؟ جيڪڏهن هجي
ته آئون سزا لاءِ حاضر آهيان، ۽ جيڪڏهن نه هجي ۽ ملاوت ثابت ٿي
وڃي ته صرف ننڍڙو عرض آهي ته ڪافي ڪليني صاحب جن جي ايراني
ملاوتي مسلڪ کي ڪوڙو سمجهي خالص قرآن مطابق پنهنجا نظريا
جوڙيو، آيت جو حوالو آهي سورت حج آيت ٥٢ ۽ هونئن اهو گوءِ اهو
ميدان ڪير سچي قرآن ۾ ڪاٿي به اهڙي آيت محدث لفظ سان ثابت
ڪري ڏيکاري پوءِ آئون پابند ۽ حوالو ڏيکارڻ وارو آزاد. مٿين آيت لاءِ
منهنجي دل ٿي چوي ته پڙهندڙن جي خدمت ۾ محدث لفظ بدران قرآن
حڪيم جيڪي ڪجهه ٻيو جملو لکيو آهي اهو عرض ڪيان. اهو آهي ته

اي نبي هي ڪا پهريون ڀيرو ڳالهه ڪانه ٿي آهي، توکان اڳ ۾ جيڪي به رسول ۽ نبي موڪلياسين، انهن جي دنيا مان وفات کان پوءِ شيطان ماڻهن، انهن نبين جي وحي واري ڪلام ۾ پنهنجي طرفان ملاوٽ ڪري ڇڏي، پوءِ هر ڀيري پوءِ ايندڙ رسول جي ڪتاب ذريعي اهي ملاوٽون، اسان صاف ڪري محڪم ۽ مضبوط قانون ٻڌائيندا پيا اچون، سو سورت حج جي هن مٿين آيت ۾ لفظ محدث جو واڌارو به قرآن واري انڪشاف جو مظهر آهي، پر جيڪڏهن ڪوئي مناظري باز مولوي صاحب چوي ته محدث جو لفظ ائين لکجي ويو آهي اهو قرآن جو داخلي لفظ قرار ڏيڻ ڪليني صاحب جو ۽ زراره راوي جو مقصد ناهي ته پوءِ اسان کي به ڪنهن جي مٿان الزام ۽ تهمت هڻڻ جو شوق ڪونهي، بلڪ پنهنجي دلي تمنا اها آهي ته الله شل هر هڪ ماڻهوءَ کي قرآن جي تابعداري نصيب ڪري، پر جناب ڪليني صاحب پنهنجي ڪتاب اصول ڪافي جي هن ئي ٽئين نمبر باب جي حديث نمبر چار ۾ مٿين حديث وارو ساڳيو مفهوم ۽ مضمون بريد نالي راوي کان نه صرف اڪيلي امام باقر کان پر ان سان گڏ امام جعفر کان به يعني ٻنهي کان روايت ڪندي جيڪا حديث آندي آهي ان ۾ ته واضح نموني هي الفاظ آهن ته في قوله عزوجل وما ارسلنا من قبلک من رسول ولانبي ولا محدث. قلت جُعِلتُ فداک ليست هذه قرائتنا. يعني بريد راوي ٻنهي امامن کان پڇي ٿو ته هي آيت جنهن ۾ لفظ ولامحدث جو واڌارو ۽ ملاوٽ آهي اها اسان (شيعن) جي قرآئت (پڙهڻي) ناهي؟ پوءِ امام صاحبان جو جواب اهوئي آهي جيڪو مٿين حديث ۾ پڙهي آيا ته منهنجي گذارش جو جوابي خلاصو هي آهي ته جيڪڏهن وڌايل لفظ ولامحدث جو اهو اتفاقي غلطي ۽ واڌارو هجي ها ته پوءِ ٿورو اڳتي حديث نمبر چار ۾ ته ان جي وڌيڪ ٻڌرائي ڪئي وئي آهي ته اها آيت ان اضافي سان، اسان جي مخصوص يعني شيعن جي نرالي قسم جي قرآئت آهي، يعني ان آيت کي ٻيو ڀيرو ولامحدث جي ملاوت ڪيل جملي سان ڪليني صاحب تڪرار ڪري نه آڻي ها، غلطي هڪ ڀيرو ٿيندي آهي پر هن ته ٻئي ڀيري وري هي به پڪ ڪري ڏني ته اها واڌاري واري قرائت قدس سره وارن جي پنهنجي آهي، ۽ خاص شيعن جي مخصوص قرائت آهي.



# الشيخ بن محمد يعقوب ڪليني صاحب جو قرآن مجيد ۾ تحريف جو الزام

عن جابر عن ابي جعفر عليہ السلام قال قلت له لم سمي اميرالمؤمنين قال الله سماه وهڪذا انزل في ڪتابه واذاخد ربک من بني آدم من ظهور هم ذريتهم واشهدهم علي انفسهم الست بربڪم وان محمد ا رسولي وان عليا اميرالمؤمنين. (باب نمبر ١٠٦ ڪتاب اصول ڪافي جلد ٢ صفحو ٤٣٧ حديث نمبر ۴)

**ترجمو:** جابر، امام جعفر عليہ السلام کان پڇيو ته حضرت علي جو نالو امير المؤمنين ڪيئن پيو؟ فرمايائين ته الله جي قرآن ۾ ائين آهي پوءِ هي آيت پڙهيائون.

پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي ته اها آيت سورت اعراف جي آهي ٧٢ نمبر، اوهان حديث مٿي پڙهي ته ان ۾ الست بربڪم کان پوءِ وان محمدا رسولي وان عليا اميرالمؤمنين جا الفاظ آهن، جڏهن ته قرآن حڪيم ۾ الست بربڪم کان پوءِ قالوابلي شهدنا جا الفاظ آهن ۽ هت حديث وارا الفاظ وان محمد ا رسولي وان عليا اميرالمؤمنين جا الفاظ ڪونه آهن ته اهڙي نموني ڪتاب اصول ڪافي وارو جناب ڪليني صاحب قرآن بابت حديث ذريعي وڏو ٻٽي قسم جو الزام هڻي ويو ته الله جي طرفان اهي الفاظ نازل ٿيا آهن، اهو ٿيو هڪڙو الزام ۽ ٻيو الزام ازخود هي به لاڳو ٿي ويو ته موجوده قرآن مان ڪنهن ماڻهوءَ اهو گم ڪري ڇڏيو هوندو جيئن هن ڪتاب ڪافي جي ترجمي واري ڪتاب شافي ۾ مترجم مولانا سيد ظفر حسن صاحب پنهنجي وضاحتي نوٽ ۾ لکيو آهي ته اهي الفاظ يا ته قرآن کي جمع ڪرڻ واري هيٺ مٿي ڪري ڇڏيا آهن، يا ته هيءَ حديث قدسي آهي، هاڻي اسان ڪليني صاحب لاءِ ته عرض ڪيو ۽ ان جي ڪتاب مان پڙهندڙن جي خدمت ۾ حوالو پيش ڪيو ته ان قرآن جي موجود نسخن مٿان تحريف جو الزام هڻي ڇڏيو، پر پوءِ به ترجمي ڪرڻ واري سيد ظفر حسن صاحب جي خدمت ۾ به سندس وضاحت بابت گذارش ڪري ڇڏيون، مٿان ان جو قرض اسان ڏي رهجي وڃي، سو سيد صاحب جن جي حضور ۾ عرض آهي ته سورت

قيامت جي آيت نمبر ١٧ ۾ رب تعاليٰ پنهنجي رسول ڪريم کي ٻڌائي
ٿو ته ان علينا جمعه و قرآنه يعني قرآن کي جمع ڪرڻ جي ذميداري به
اسان جي آهي ته ان جي پڙهائڻ جا به اسان ضامن آهيون. ته ڇا سيد
ظفر حسن صاحب جيڪو پنهنجي وضاحتي نوٽ ۾ ڪليني صاحب جي
قرآن دشمني کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، انهيءَ سان ته خود
پاڻ سيد صاحب به جامع قرآن، يعني الله تي ئي الزام پيو مڙهي ته ان
آيت جو اهو ٽڪرو گم ڪري ڇڏيو هوندو، پر جي سيد صاحب يا ان
جا ڪي ٻيا همنوا امام بخاري ۽ امام مسلم جهڙا، جيڪي تقيي جي
نموني قرآن مخالف، حديثن وارن جي ٻي ڪئمپ ائٽ اهلسنت ۾ فٽ
ڪيل آهن، اهي جامع قرآن الله کي تسليم ڪرڻ بدران، ابوبکر عمر
عثمان عليهم السلام کي ٿا سڏين ته آئون انهن همنوائن کي به سيد
ظفر حسن صاحب سان ملائي ڪري عرض ڪيان ٿو ته سورت قيامت
۾ ته رب پاڪ پنهنجي رسول کي دلداري پيو ڏئي ته پيو ته تهيو پر اي
رسول توکي اهڙي ڪا تڪليف ڪانه ڏني ويندي، جمع قرآن، بيان
القرآن، اهي سڀ ڪم اسان جي ذمي آهن، تون وڏي سڪون ۽ اعتماد
سان فاذا قرئناه فاتبع قرآنه يعني اسان جي پڙهڻ‌ءَ جي تابعداري ڪندو
هل، ثم ان علينا بيانه يعني ايترو ته ڇا پر ان پڙهيل شيءِ جو تعبير
تفسير ۽ تبيان به اسان جي ذمي آهي. سو قرآن حڪيم، حديثن ناهڻ
وارن جي هن پروپئگنڊا کي ٻنجو ڏئي ڇڏيو ته رسول پنهنجي ڇمار ۾
نڪرن، پٿرن ڪاٺين ۽ کجين جي پن تي منتشر نموني قرآن ڇڏي وفات
ڪري ويو هو، سو مدني دور ته ڇا پر مڪي دور ۾ يعني اسلام جي
اوائلي ۽ شروعاتي وقت ۾ به قرآن جي جمع ۽ ترتيب جو ذمو الله پاڻ تي
کڻي ڇڏيو هو. (سورت قيامت مڪي آهي)

جناب محترم سيد ظفر حسن جيڪو ڪتاب اصول ڪافي جو
مترجم آهي ان پنهنجي وضاحتي نوٽ ۾ ڪليني جي قرآن دشمني کي
لڪائڻ لاءِ هي به احتمال ڏيکاريو آهي ته حديث وارا وذايل الفاظ وان
محمدا رسولي وان عليا اميرالمؤمنين. اهي الفاظ موجوده قرآن ۾ ڪونه
آهن پوءِ منان هيءَ حديث قدسي هجي، پڙهندڙن کي ياد ڏيارڻ لاءِ
عرض ٿو ڪجي ته حديثن وارن جي اصطلاح ۾ قدسي حديث ان کي



چئبو آهي جنهن ۾ رسول پاڪ، الله جو ڪلام ۽ الفاظ نقل ڪري
ٻڌائي، هونئن قرآن جي حڪم ۽ فرمان مطابق ته الله جو سمورو وحي ۽
ڪلام قرآن ۾ موجود آهي، پر هي حديثن وارا حديثن کي به وحي
سڏيون وينا آهن، سو اسان به هنن سان هنن جي ٻولي ۾ ڳالهايون ٿا ته
توهان اهو به ڪوڙ ٿا ڳالهايو ته اها حديث ڪا قدسي قسم جي آهي،
قدسي معنيٰ الله جو ڪلام ته پوءِ حديث وارو الله جو ڪلام ۽ قرآن
وارو الله جو ڪلام ته هتي ٻئي ٽڪرجي ٿا پون. اهو ٽڪراءُ هن طرح
آهي ته حديث ۾ امام جعفر صاحب جن فرمائين ٿا ته وهاڪذا انزل في
ڪتابه يعني حضرت علي سائين لاءِ اميرالمؤمنين جو لقب بلڪ اسم ۽
نالو اهو الله سائين پاڻ رکي پوءِ قرآن ۾ به ان کي نازل ڪري ڏنو اٿس،
پوءِ حديث ۾ به ٻڌايو ٿو وڃي ته قرآن ۾ اها ڳالهه نازل ڪيل آهي ۽
سيد ظفر حسن صاحب جن فرمائين ٿا ته اها عبارت يا ته قدسي حديث
هوندي، پوءِ انهيءَ صورت ۾ ته امام جعفر ۽ سيد ظفر حسن جي
الفاظن ۾ سڌو سنئون تضاد ۽ ٽڪر ٿي پيو، هڪ ته حديث جي
برخلاف قرآن ۾ اها ڳالهه ڪانه نازل ٿي، ٻيو ٽڪراءُ امام جعفر ۽ سيد
ظفر حسن جو، جو هڪڙو انهن کي قرآن جا لفاظ پيو قرار ڏئي، ته ٻيو
وري قرآن بدران قدسي حديث پيو قرار ڏئي، منهنجو خيال هي آهي ته
حضرت امام جعفر عليه السلام، الله ۽ قرآن مٿان ڪوڙ ڪونه هڻندو،
باقي ڪليني صاحب واري، پنهنجي ڪتاب ۾ اها حديث ڪيئن آندي
ڪٿان آندي سو ته ظاهر آهي هن پاڻ ناهي امام جعفر جي ڪاتي ۾
وجهي ڇڏي آهي، جهڙي نموني ولامحدث جو لفظ قرآن ۾ وڌائي
اندراست ڪيو آهي شامل ڪري ڇڏيو آهي ۽ ان کي پنهنجي مخصوص
قرائت سان به تعبير ڪيو آهي، جيئن اوهان مٿي پڙهي آيا ۽ اهو ته ڇڻ
هن جي ڪاٻي هٿ جو ڪيل آهي ۽ جي اعتبار نه اچي ته هي ماڻهو قرآن
سان ڪا اهڙي هٿ چراند ڪندا ته ڀلا وري هيٺيون مضمون پڙهي ڏسندا.

## اصول ڪافي ۾ ڪليني صاحب جي طرفان
## قرآن ۾ خيانت جو مثال

اصول ڪافي جي ڪتاب الحجت جلد ٢ جي صفحي ٢١٠ ۽ باب

نمبر ٦۴ جي پهرين حديث ۾ جيڪا زيد بن جهم هلالي جي امام جعفر کان روايت ڪيل آندي آهي، ڄاڻائن ٿا ته سورت نحل جي آيت نمبر ٩٢ ۾ جيڪي الفاظ تتخذون ايمانکم دخلا بينکم ان تکون امة هي اربيٰ من امة لکيل آهن، اهي بدلايل آهن، اصل الفاظ هن طرح آهن ته ائمة هي ازکي من ائمتکم، حديث جي عبارت ۾ آهي ته روايت ڪرڻ وارو زيد بن جهم هلالي، امام جعفر صاحب کي عرض ڪري ٿو ته سائين صدقي ٿيان توهان ائمة پڙهي ويا اسان ته امة هي اربيٰ من امة پڙهندا آهيون (يعني قرآن ۾ به ائين ئي لکيل آهي) ته جواب ۾ امام صاحب چيو ته قسم آهي الله جو ته امة هي اربي من امة، ناهي ائمة هي ازکي من ائمه آهي ۽ اربي ناهي. امام جعفر صاحب جن هٿ کي اڇل ڏئي فرمايو ته انمايبلو کم الله به يعني هتي علي جي خلافت جو مسئلو آهي ان باري ۾ الله توهان کي آزمائي پيو ۽ توهان جي اختلافن جو پدرنامو قيامت ڏينهن نبيريو ويندو.

هاڻي پڙهندڙ صاحبان ٻڌائين ته ڇا اهي ڳالهيون هن قرآن مٿان سڌو سنئون تحريف ڪيل، غير محفوظ ۽ اڻپوري هجڻ جا بهتان ناهن تڏهن ٻيو ڇاهي، پوءِ رب پاڪ جو هي اعلان ۽ وعدو ڪاڏي ويو ته انانحن نزلنا الذکروانا له لحافظون يعني اسان هن قرآن کي نازل ڪرڻ وارا ۽ حفاظت ڪرڻ وارا آهيون.

آئون وري هت پنهنجي ڳالهه پنهنجي تحقيق کي وڌي دعويٰ سان دهرايان ٿو ته ڪليني صاحب ۽ ان جي همنوائن، امامن کي آڏ بنايو آهي، انهن تي قرآن ۾ ڦيرگهير جو هي ڪوڙو بهتان هڻي رهيا آهن، قرآن حڪيم لاءِ علي جي اولاد جو اهوئي عقيدو آهي، جيڪو قرآن پاڪ پنهنجي لاءِ پاڻ سورت حم سجده جي آيت نمبر ۴٢ ۾ بيان ڪري ڇڏيو آهي ته لاياتيه الباطل من بين يديه ولامن خلفه يعني قرآن حڪيم کي باطل ويجهو ئي نٿو اچي سگهي. باطل کي اهڙي مجال ئي ناهي جو الله جي پهريداريءَ دوران کي آيتون ته ڇا الفاظ ته ڇا زيرون زبرون ته ڇا پر ٽپڪا به بدلائي سگهي، ڇا ڪلين، بخارا ۽ نيشاپور وارن فارسين، الله جي پهريداريءَ کي مذاق سمجهيو آهي؟ منهنجي خيال ۾ هن فارس وارن، مسلمانن يا پوري دنيا جي ماڻهن کي قرآن جي باري ۾ وسوسا



وجهڻ، شڪ شبها وجهڻ ۽ ان جي اهميت گهٽائڻ لاءِ تمام گهڻا ناهه ناهيا آهن ۽ گهاڙيتا گهڙيا آهن، ايترن ته اڪيچار قسمن جا، جو ڪوئي جيڪڏهن هڪ پاسي ڍانهن نه ڦاسي ته ٻئي ڍانهن، ٻئي ڍانهن نه ڦاسي ته ٽئي ڍانهن، جي هرويرو علم جي هيرڦير ۽ وڪڙن ۾ نه اچي ته پوءِ نيٺ اهو متعيٰ واري ڪوڙڪيءَ ۾ ته ڦاسي ئي ڦاسي، بهرحال هت آئون صرف هڪ جون علمي هيراڦيريون پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض رکندس.

## باب 39 ذکر صحيفي، جفر، جامعه ۽ مصحف فاطمه عليها السلام جو

(اصول ڪافي جلد ٢ صفحو ١٢١)

**ترجمو:** ابو بصير کان روايت آهي ته امام جعفر صادق عليه السلام جي خدمت ۾ حاضر ٿيس ۽ عرض ڪيم ته صدقي وڃان، مون کي اوهان کان ڪو سوال پڇڻو آهي، ڪوئي هتي ٻيو ٻڌڻ وارو ته ڪونهي ابو بصير چيو ته امام صاحب پوئين ڪمري ڏي پردو ڪڍي نظر ڪئي ۽ دلجاءِ ڪري پوءِ مون کي چيائين ته اي ابو محمد هاڻ پنهنجو سوال پڇ، مون عرض ڪيو ته صدقي وڃان توهان جا شيعا ڳالهيون ڪندا آهن ته تحقيق رسول الله ﷺ علي عليه السلام کي علم جو هڪ اهڙو باب سيکاري ويا جنهن مان ان لاءِ علم جا ٻيا هزار دروازا کلن پيا؟ راويءَ چيو ته امام صاحب فرمايو ته اي ابو محمد! سيکاريو رسول ﷺ علي عليه السلام کي علم جو هڪ هزار باب، جن مان هڪ هڪ باب مان هڪ هڪ هزار باب وڌيڪ کلي پيا مون چيو ته الله جو شان آهي! علم ته انهيءَ کي چئجي، راويءَ چيو ته امام صاحب (سوچيندي گهڙي ڪن) زمين پئي کوٽي پوءِ فرمايائون ته اهو علم ته ڇا آهي اي ابومحمد اسان وٽ ته اڃا جامعه به آهي، جنهن جي ماڻهن کي ڪا ڄاڻ به ڪانهي، ته جامعه ڇا آهي، پوءِ مون عرض ڪيو ته صدقي وڃان جامعه ڇا آهي؟ فرمايائون ته جامعه اهو صحيفو آهي جنهن جي ڊيگهه نبي سائين وارن هٿن جي ماپ واري حساب سان ستر هٿ آهي، اهو ڪتاب نبي سائين پنهنجي وات سان چوندا ويندا هئا ۽ حضرت علي

سائين پنهنجي سچي هٿ سان لکندو هو. ان جامعه ڪتاب ۾ توڙي
حرام حلال شيون لکرايل آهن ۽ سڀ اهي شيون ان ۾ آهن جن طرف
ماڻهو محتاج هوندا، ايتري تائين جو تمام هلڪي رهڙ جو به ڏنڊ ڏوهه
ان ۾ لکيل آهي. پوءِ پنهنجو هٿ مون کي هڻندي فرمايائون ته اي ابو
محمد هاڻي موڪل ڏين ٿو؟ مون عرض ڪيو ته آئون سائين جن تان
صدقي وڃان آئون ته اوهان جو خادم آهيان ملڪ آهيان جيڪي اوهان
کي وڻي سو ڪيو. پوءِ پنهنجي هٿ سان مهتو ڏيندي چئڻ ته ڪاوڙ مان
فرمايائون ته حتيٰ ارش هذا يعني هن فتني جي هر جاني ۽ ديت جو به ان
۾ لکيل آهي. مون عرض ڪيو ته قسم آهي الله جو علم ته انهيءَ کي
چئجي. ته جواب ۾ امام صاحب فرمايو ته اهو به ڪو علم آهي چا؟
وليس بذاڪ اهو ته اجا ڪابه شيءِ ناهي. ائين چئي ڪجهه دير چپ ٿي
ويا پوءِ فرمايائون ته اسان وٽ ته اجا جفر جو به علم آهي. جنهن جي
ته ماڻهن کي ڪا خبر ئي ڪانهي ته جفر ٿيندو چا آهي. مون عرض
ڪيو ته سائين پلا مون کي ته ٻڌايو ته جفر چا آهي. فرمايائون اهو
هڪ اهڙو ٽانوَ آهي جنهن ۾ آدم کان وٺي سڀن نبين ۽ وصين جو علم
آهي ۽ بني اسرائيل جي گذاري ويل عالمن جو به علم آهي. مون عرض
ڪيو ته ان هذاهو العلم يعني بيشڪ علم آهي ته بس اهوئي آهي.
جواب ۾ فرمايائون ته انه لعلم وليس بذاڪ يعني اهو علم ته آهي (پر
ڳالهه اجا به وڏي آهي جو) ليس بذاڪ يعني ٻيو اهو به علم آهي جنهن
جي پيٽ ۾ اهو به ڪجهه ناهي. ائين فرمائي پوءِ ڪجهه گهڙي چپ ٿي
ويا ۽ پوءِ فرمايائون ته اسان وٽ مصحف فاطمه به آهي ۽ ماڻهن کي ته
ان جي خبر ئي ناهي ته اها ڪهڙي شيءِ آهي. راوي چوي ٿو ته مون
عرض ڪيو ته سائين مصحف فاطمه چا آهي. جواب ۾ فرمايائون ته فيه
مثل قرآنڪم ثلاث مرات والله مافيه من قرآنڪم حرف واحد يعني
مصحف فاطمه اوهان جي قرآن کان ٽيڻ تي وڏو آهي ۽ ان ۾ توهان جي
قرآن مان هڪ حرف به ڪونهي. راوي چوي ٿو ته مون عرض ڪيو ته
قسم آهي الله جو. جي علم آهي ته بس اهوئي آهي. ته امام صاحب
فرمايو ته اهو علم ته آهي. پر اهو به ڪهڙي ڳالهه آهي! ائين چئي ڪا
گهڙي چپ ٿي ويا. پوءِ فرمايائون ته تحقيق اسان وٽ علم آهي ماڪان



ومايڪون جو. يعني جيڪي ڪجهه گذريل زمانن ۾ گذري چڪو آهي ۽
اڳتي جي ايامن ۾ جيڪو ڪجهه ٿيندو، اهو سڀ علم اسان وٽ آهي،
ايتري تائين جو قيامت وجي قائم ٿئي. ته راويءَ عرض ڪيو سائين
توهان تان سر صدقي هذا والله هوالعلم قسم خدا جو جي علم آهي ته
بس اهوئي آهي. ته جواب ۾ امام صاحب فرمايو انه لعلم وليس بذاڪ
يعني علم ته آهي پر اجا به اهو ڪجهه ناهي. راويءَ عرض ڪيو ته
جعلت فداڪ اوهان تان صدقي ٿيان فاي شيءِ العلم پلا پوءِ علم ڪهڙي
شيءِ آهي. فرمايائون ته جيڪي حادثا راتين ۽ ڏينهن جو ٿين ٿا ۽
جيڪي امور هڪ ٻئي کان پوءِ ٿيندا رهن ٿا ۽ معاملا معاملن پٺيان
قيامت تائين ٿيندا رهندا، اهي سڀ اسان کي معلوم آهن. ترجمو خير
سان پورو ته ڪيم پر سڀ ماڻهو سمجهي سگهن ٿا. آئون تبصرو
ڪهڙو لکان ترجمو ڪرڻ دوران خيال پئي آيو ته ته ٽيليويزن جا ڊراما
لکندڙ عبدالقادر جوڻيجي کان وجي پڇان ته هو معلوم ڪري ڏئي ته
ڊرامن ۾ درگاهي پيرن ۽ خليفن جا ڊائلاگ لکڻ وارن، هتان حديثن مان
علم جي چوري ته ڪانه ڪئي آهي. هن ڪتاب اصول ڪافي جي مصنف
هن حديث ۾ جامعه نالي ڪتاب کي علي عليه السلام کان وٺي سڀن
امامن جي گهر ۾ اهلبيت جو مخصوص موروثي علم مڃائڻ لاءِ ڪتاب
جي ڊيگهه ستر هٿ ٻڌائي آهي ان لاءِ به اهي چون ٿا ته اهي هٿ به نبي
سائينءَ وارا، منهنجي خيال ۾ نبي سائين جي هٿن جي ڊيگهه عام انساني
هٿن کان وڌيڪ ڄاڻائڻ اها ڳالهه سونهن ۽ حسن جي خلاف چئبي، جو
ته ان انڪشاف مٿان ڪيئي سوال ٿا پيدا ٿين ته چا رڳو هٿ ڊگها هئا ۽
باقي جسم مبارڪ ۽ ٻيا عضوا ڪيترا هئا. ته انهن جا جواب ايراني
علمن ۾ هجن ته ٻڌايا وجن. عام انساني هٿن جي ماپ ڏيڍ فوٽ کان
ٿورو لڳ ڀڳ ٿئي ٿي جيئن ته هتي ڪتاب جي ماپ حديث جي عبارت
مان ماپ وڏي ٻڌائڻ مقصود آهي ان ڪري لازما حديث ناهڻ وارن جي
نيت ۾ نبي سائين جا هٿ عام ماپ کان وڏا ثابت ڪرڻ نظر پيا اچن،
ته عام ماپ ئي ستر هٿن جي. سئو فوٽ کان وڌيڪ ٿي بيهي ٿي. پوءِ
نعوذ بالله نبي سائين جي وڏن هٿن واري حساب سان ڪتاب جي ڊيگهه
ڪيتري ٿيندي ۽ جنهن ڪمري ۾ اهو ڪتاب رکيو ويو هوندو ان جي

ماپ ڪيتري هوندي، اصول ڪافي واري، پنهنجي ڪتاب ۾ ڪيترائي
ڀيرا لکيو آهي تہ امامن سڳورن سدائين بنو اميہ ۽ بنو عباس جي
حڪمرانن جي خوف کان لڪي ڪري روپوشيءَ ۾ گذاريو آهي جنهن
تنهن ملڻ واري کي خوف وچان اهو بہ ڪونہ ٻڌائيندا هئا تہ هلندڙ دور
جي امامت الله ڪيس عطا ڪئي آهي پڪ ۽ دلجا ڪري تعارف ئي پوءِ
ڪرائيندا هئا. اهڙيون حديثون شايد آئون هت سڀ جو سڀ تہ ڪونہ
نقل ڪري سگهندس منهنجي گذارش آهي تہ هر ماڻهو هي حديثن وارو
ڪتاب پاڻ پڙهي ڏسن جي مهانگائي رڪاوٽ بڻجي تہ مون وانگر
لائبررين جو سهارو وٺن، جيڪڏهن ڪوئي سئو فوٽ کان ڊگهي ڪتاب
لاءِ ٻڌائي تہ ان کي فولڊ ڪري چوٿو انوٿو ڪري گهر ۾ رکيو ويو
هوندو تہ اهو جواب اسان ان وقت قبول ڪنداسين جڏهن ڪتاب جو
حُجُمُ ۽ عمق ۽ ويڪر ٻڌائي ويندي ۽ ظاهر آهي تہ هر ماپ ۾ هڪ
مناسبت ٿيندي آهي بهرحال اهو بحث. بقايا معلومات گهٽ ۾ گهٽ
اصول ڪافي جهڙي ڪتاب جي حوالي سان ملندي تہ پوءِ نبيرو ڪبو.
نہ تہ ڳالهہ تہ صاف ظاهر لڳي پئي آهي تہ اهو ڪوڙ ميڊ اِن فارس آهي،
عام ماڻهو تہ ويچارا سڌا سادا آهن هر شيءِ تي ويساهہ ٿا ڪن، نہ تہ
علي جي اولاد کي پنهنجي گهر جي خبر ڪيئن نہ هوندي تہ اسان جي
گهر ۾ ڇا آهي، ڇا ناهي ۽ اهي ڪيئن قرآن حڪيم جي خلاف چوندا تہ
مصحف فاطمہ اهڙو ڪتاب آهي جنهن ۾ قرآن جو هڪ بہ حرف ڪونهي
ڪو، منهنجي عرض ڪرڻ جو مطلب آهي تہ مصحف فاطمہ نالي ڪتاب
جو ڪوئي وجود ڪونهي ۽ نہ ئي انهي علمي ميراث جو ڪو وجود
آهي، جيڪو حديث جي منڍ ۾ ڪليني صاحب ابو بصير راويءَ کان
امام جعفر کي چورائي ٿو پوءِ وري امام صاحب کان وري ان کان ڏهوڻ
بلڪ هزاروڻ وڌيڪ علم جا باب ٻڌرائين ٿا. جيڪي لکن کي وڃي
پهچن ٿا، اهي سڀ اهل بيت وارن ڪٿي لڪائي گم ڪري ڇڏيائون، علم
خدا جي نعمت آهي، خدا جو فرمان آهي تہ واما بنعمة ربڪ فحدث يعني
الله جي نعمتن کي، ماڻهن اڳيان کولي کولي ٻڌايو، بيان ڪيو، پهچايو،
هت تہ ڪليني صاحب وارو راوي امام جعفر کي چوي ٿو تہ گهر ۾
ڏسو تہ اسان جي ڳالهہ کو ٻڌڻ وارو تہ ڪونهي، مون کي ڪو خاص



راز عرض ڪرڻو آهي، عجب آهي جو امام صاحب جي گهر ۾ پردي
پويان ڪوئي ڪونہ هو، جو هنن جو آواز ٻڌي، ڇا ڇئجي گهر ڀاتي
الائي ڪاڏي ويا هئا، اهڙين حديثن بابت، پوءِ جن وٽ علم جا
ڪروڙين باب هئا، اهي انهن ڪاڏي ڪري ڇڏيا، انهن الله جي ايڏي
وڏي نعمت انسان ذات کان ڇو لڪائي ڇڏي، اڄ جن کي اسان ڪافر
ٿا سڏيون اهي ماڻهو جيڪڏهن مٺي جي سور لاهڻ لاءِ اسپرو گوريءَ
جهڙو فارمولو ايجاد ڪن ٿا تہ اقوام متحده طرفان ۽ ورلڊ هيلٿ
آرگنائيزيشن وارا انهن کي ايوارڊ ڏين ٿا، اهي ڪافر اسان مسلمانن
جي ٻارن کي پوليو بيماريءَ کان بچڻ لاءِ مفت ۾ ڦڙن واري دوا موڪلي
ٿا ڏين تہ اها پنهنجي ٻارن کي پياريو تہ جيئن اهي اپاهج ٿيڻ کان بچن،
پر حضرت علي ۽ ان جي اولاد مان ٻارهن يا ٻارهن امامن، ڪين مليل
خدائي علم جا انبار لڪائي گم ڪري ڇڏيا ۽ حبدار اهلبيت سڏائيندڙن
اهڙيون تہ حديثون امامن جي ڪاتي ۾ ٺاهي امت ۾ ورهائي ڇڏيون آهن
جو هو انهن روايتن ۾ امامن کان چورائن پيا تہ اسان جا راز ڪوئي
شخص ظاهر ڪندو تہ الله انهن کي ٻيڙو ڪري دوزخ ۾ وجهندو ۽ جن
اسان جي رازن کي راز ۾ رکيو پردو ڍڪيو تہ اهو بهشت ۾ ويندو
(حوالا اڳتي پنهنجي پنهنجي موقعي تي ايندا) توهان کي ياد هوندو نہ تہ
حديث کي وري پڙهي ڏسو ان ۾ آهي تہ اسان وٽ پيل نبي سائين جي
لکرايل ڪتاب جامعہ ۾ سڀ اهي شيون آهن جن جي طرف سڀ ماڻهو
محتاج آهن ضرورتمند آهن، سو صديوَن گذري ويون، انساني
ضرورتون هر روز پيون وڌن پر هنن پاڻ وٽ موجود لڪل علم اڄ تائين
ظاهر نہ ڪيو نہ ڪيو. بهرحال اهي حديث واريون ڳالهيون جيڪي
اوهان مٿي پڙهيون سڀ ايران وارن هن لاءِ لکيون آهن تہ ماڻهن جي نظر
۾ قرآن جي اهميت گهٽجي، ماڻهو قرآن واري تعليم انسان دوستيءَ کي
وساري، سيد پرست بنجن، اهلبيت جي نالي تي تنگ نظر بنجن، هنن
اهل فارس جي حديثن لکڻ وارن، آل رسول جي نالي سان ڪوڙو ۽
هٿرادو فلسفو ٺاهي مسلمانن کان آخري رسول خاتم الانبياء جي انقلابي
ساٿين کي اهلبيت ۽ آل رسول جو مخالف سڏي اڄ تائين پيا انهن کي
گاريون ڏيارين ۽ تبرائون ڪن ۽ حقيقت ۾ انهن کي بہ اهلبيت سان

ڪائي عقيدت ڪانهي، اهي سڀ انهن اڙون ٺاهيون آهن ۽ بهانا گهڙيا
آهن، جيڪڏهن انهن کي حضرت عليءَ سان محبت هجي ها ته پوءِ ان
کي جيڪا اولاد بي بي فاطمہ ڪان سواءِ ٻين زالن مان آهي، انهن کي
سيد لڏي مان چو ڪڏي رڳو علوي ٻيا سڏن، ۽ انهن کي جيڪڏهن
خود سندن هٿن سان ٺهيل امامن مان حضرت حسن جهڙي تاريخ جي
وڏي شخصيت مٿان ٻين ايراني شيعن ته ٺهيو پر غزالي جهڙي ماڻهوءَ به
سون جي تعداد ۾ عورتن سان شادي ڪرڻ جو نسورو ڪوڙ لکيو آهي،
اها انهن کي اهلبيت سان ڪهڙي محبت چئبي، هنن کي صرف ۽ صرف
محمد الرسول الله جي تيار ڪيل انقلابي پارٽي ورڪرن، اصحاب ڪرام
۽ منشور قرآن ڪان دنيا وارن کي نفرت ڏيارڻ ۽ پري ڪرڻ مقصود آهي
۽ بس، وري حديث ۾ اصول ڪافي واري ڪليني صاحب جفر جو ايراني
علم به اهلبيت ۽ امامن جي ڪاتي ۾ وجهي ڇڏيو آهي، آئون انهن ماڻهن
جن ابجد جي گورک دنڌي ذريعي ڳجهه جون خبرون ڏيڻ، ڪالهه ڇا
ٿيو، ڪنهن سان ڪيئن ٿيو، سڀاڻ ڇا ٿيندو، جي معاملن ۾ پير پائڻ
ڪان پوءِ، انهن جفار ماڻهن سان ڇا ٿيو. جو تفصيل لکان ته مون تي
ڪيترائي ازالہ حيثيت عرفي جا ڪيس نهي وجن، جفر وارن گهٽين
صدين ڪان پوءِ ڪيف امر الرضاع المامون يعني امام رضا کي خليفہ
مامون تحفي ۾ هڪ سينگاريل سهڻي ٻانهي ڏني ان ڪان ڪيس زهر
ڏياري مارائي ڇڏيو، جو مولانا ابوالڪلام آزاد جهڙو ماڻهو به زنليات
تي ويساهه ڪري ٻيو مامون رشيد مٿان تبرا ڪري ۽ اهڙي طرح امام
حسن کي به هنن ان جي وفات ڪان پوءِ ڪوڙين روايتن ذريعي
سينصروني اهل الڪوفہ (يعني ڪوفي وارا چاڻ ته جلدي اسان جي مدد
ڪندا) هن جملي تي ان ڪان علم جفر جي ابجد وارن انگن اکرن مان
مستحصلہ نهرائي رزلت ونن تا ته ڪوفين مان چگائيءَ جي اميد نه
ڪجي اهي ڪنهن سان وفا نه ڪندا آهن، پر هي سڀ ڪرتب ان ڳجهي
تنظيم تي پردي وجهڻ لاءِ آهن جيڪا مجوسين ۽ يهودين گڏجي ٺاهي
هئي ته قرآن واري انقلاب کي ڪيئن سبوتاج ڪجي، پوءِ انهن هڪ
طرف وحي واري تعليم جي مقابلي ۾ خلاف قرآن حديثن جو علم ميدان
تي آندو ته ٻئي طرف اڪابرين اسلامي انقلاب کي قتل ڪرڻ جون



وارداتون ڪيائون، انهيءَ ماجرا جو مختصر تفصيل منهنجي ڪتاب قرآن
مهجور جي مهاڳ ۾ پڙهندا. حضرت امام حسن سائين کي به هنن فارس
وارن ان ڳجهي تنظيم جي ميمبر، ان سهڻي عورت ڪان زهر پيارائي
شهيد ڪرايو هو، جيڪا ڪوفي وارن امام صاحب کي پرڻائي ڏني
هئي، عبدالله بن سبا يهودي ۽ هرمزان مجوسي ايراني گورنر جي،
اسلامي تحريڪ خلاف پاڻ ۾ ڳٺ جوڙ جا صديون ۽ ملينيم گذرڻ ڪان
پوءِ به پيچ پڪا پيا نظر اچن، چو ته هاڻي هاڻي امام خميني ۽ صدام
جي جنگ وارن ڏينهن گذرڻ ڪان پوءِ هڪ آمريڪي صدر انڪشاف
ڪيو ته جنگ لاءِ ايران کي ڳجهي نموني اسرائيل ڪان جيڪي هٿيار
ويندا هئا، اهي اسان جا آمريڪي جهاز انهن کي پهچائيندا هئا. (واهہ
امام خميني صاحب! تنهنجي آمريڪا ۽ اسرائيل سان دشمني) بهرحال
عالمي سامراج جون ڳجهيون تنظيمون اهڙا وڏا هاجا پاڻ ڪرائي پوءِ
هٽندا آهن غير سياسي قسم جي اسڪينڊلن تي جيڪي به هنن جا
پنهنجا پري پلاننگ طور جوڙيل هوندا آهن، جيئن آمريڪي صدر
ڪينيڊي جي قتل واري فلم جن ڏٺي هوندي اهي ڄاڻندا هوندا ته قاتل
کي سندس محبوبہ چوي پئي ته ڪجهه ترس ته هيٺ روڊ تان صدر
ڪينيڊي جو جلوس گذري رهيو آهي اهو ڏسي وٺان ته پوءِ ٿا قرب
وندڻون، ان تي عاشق کي ڪاوڙ اچي وئي ان رائفل ڪڻي ان ڪمري جي
دريءَ مان هيٺ گذرندڙ جلوس ۽ گاڏين جي قافلي ۾ صدر صاحب جو
نشانو وٺي فائر ڪيو ته مڙس ڍيري ٿي ويو. پر وري هاڻي تازو
آمريڪي صدر بل ڪلنٽن صدر ٿيڻ ڪان به اڳي ڪنهن ڇوڪريءَ سان
وهٽ ويڙهايا هئا، ان دوران ان ڇوڪريءَ ثابتي محفوظ رکڻ لاءِ مني
لڳل پينٽ يا انڊرويئر محفوظ ڪري رکي ڇڏي هئي، ايامن ڪان پوءِ بل
ڪلنٽن آمريڪا جو صدر ٿيو، ان انهي عرصي ۾ يهودي سرمائيدارن
جي مفاد خلاف کي پاليسيون شروع ڪيون، خبر تڏهن پئي جو اها
پراڻي عرصي ۾ ڇوڪريءَ سان ٿيل واردات واري اها سٽڻ ڪٽي
ڇوڪريءَ ڪورٽ ۾ دعوي داخل ڪئي ته صدر صاحب ساٿس ريپ
ڪيو هو، ايڏو عرصو پوءِ پينٽ ليبارٽري ذريعي ٽيسٽ ڪرائي وئي،
رپورٽ آئي ته پينٽ کي لڳل مني بل ڪلنٽن جي ئي آهي، بهرحال

همراهہ سوگھو ٿي ويو ۽ شايد اڳتي سڌري هلڻ جي وعدي تي معافي
مليس. هنن مثالن پيش ڪرڻ مان مقصد هي آهي تہ دنيا جي مڪار
سرمائيدارن ۽ سامراجين، انقلابين خلاف جيڪي سازشون ڪيون آهن،
انهن ڏوهن کان لڪڻ لاءِ هنن سدائين علم نجوم، رمل ۽ جفر جي آڙ
وٺي اصل استوريون لڪايون آهن. آئون هن حديث تي تبصري جي آخر
۾ هي گذارش ڪيان ٿو تہ جن کي اهل بيت سڏي هي اصول ڪافي وارا
انهن جي وفات کان پوءِ انهن تي قبضو ڪري پنهنجو سڏي، ڪين علم
جفر ۽ غير قرآني، ڪراماتي ۽ ڪرشماتي رازن وارن علمن جو علمبردار
سڏي، حضور اڪرم ﷺ جي امت کان جدا ڪري، وري انهن سان
وڙهندڙ ڪري ڏيکارن ٿا، اهي انهن جا ڪوڙ آهن. اصل ۾ اولاد علي
سڀ هاشمي قريشي پاڻ ۾ ڀائر هئا، ڪير ڪنڊ هئا. اسان سموري امت
وارن جا اڳواڻ، مهندار هڪ جهڙا ساٿي ۽ پيشوا هئا. اصول ڪافي وارن
جو انهن سان ڪوبہ رشتو ڪونهي. آئون مٿي عرض ڪري آيو آهيان تہ
هنن اهل فارس وارن جو اصل مقصد اسان جي نظرياتي ۽ فڪري رهنما
ڪتاب قرآن سان جهيڙو آهي، ان کي ڪاٽڻ لاءِ ۽ اسان کان يعني
مسلمانن کان قرآن کسڻ لاءِ هنن آل رسول ۽ اهلبيت رسول جو فلسفو
گهڙي وري انهن جي رسول جي امت هٿان قتل ٿيڻ جا ڪوڙا افسانا
گهڙي، اصلي مجوسي قاتلن ۽ تقيي ذريعي هلايل زير زمين اسڪيمن
هٿان پردي وجهڻ لاءِ تبرا ۽ ماتم کي عبادت جي طور پيا عمل ۾ آڻين.
منهنجي هي دعويٰ آهي تہ هي اسان کان قرآن کسڻ گهرن ٿا. قرآن کان
نفرت ڏيارڻ گهرن ٿا ان جو ثبوت حديث ۾ اوهان پڙهيو تہ اصول
ڪافي وارو ڪليني صاحب امام جعفر جي واتان چورائي ٿو تہ اسان وٽ
مصحف فاطمہ. اهڙو ڪتاب آهي جو توهان جي قرآن کان ٽيڻ تي وڏو
آهي ۽ مصحف فاطمہ ۾ توهان جي قرآن جو هڪ بہ حرف ڪونهي،
پڙهندڙ صاحبان غور فرمائين تہ هي توهان جو قرآن، توهان جو قرآن،
انهيءَ جو ڇا مطلب آهي. ڇا ڪليني صاحب محبت اهلبيت جي آڙ ۾
قرآن ۽اهل بيت کي جدا ڪري، اهل بيت کي فرضي ڪتاب مصحف
فاطمہ ڏئي ۽ قرآن کسي، پوءِ حبدارن کي موجوده قرآن کان پري ڪرڻ
نٿو گهري؟ اهو تہ اڃا شايد اسان کان قرآن کسڻ جو ايترو مذڪور



عرض ڪري نہ سگهيا آهيون جيترو اصول ڪافي ۾ ڪليني صاحب
لکيو آهي پر وري بہ پڙهندڙن جي خدمت ۾ ڪجهہ حوالا پيش ڪرڻ
ضروري ڄاڻون ٿا، اصول ڪافي جي پهرين جلد جي صفحي ٢١٨ ۽ ٢١٩
تي حديث نمبر ٥ کان ٩ تائين پنج حديثون آهن جيڪو هر ماڻهو
ڪتاب هٿ ڪري پڙهي سگهي ٿو. آئون مختصر طور ڪجهہ عرض
ڪيان ٿو پنجين حديث ۾ آهي علم رسول الله ﷺ عليا عليہ السلام الف
حرف ڪل حرف يفتح الف حرف. امام محمد باقر کان روايت اهي تہ
رسول سائينءَ حضرت علي سائينءَ کي هڪ هزار حرف سيکاريا ۽ هر
هڪ حرف مان ظاهر ٿين ۽ ڪلن پيا هڪ هزار حرف ۽ حديث نمبر ٦ ۾
بيان آهي امام جعفر صادق جي روايت سان تہ رسول سائينءَ جي تلوار
جي مٺي ۾ هڪ ننڍڙو صحيفو هو. ابو عبدالله راويءَ عرض ڪيو تہ
سائين! انهيءَ صحيفي ۾ ڇا لکيل هو؟ فرمايائون تہ اهي حرف هئا جن
مان هڪ مان هزار پيا حرف پيا ظاهر ٿين ۽ انهن حرفن (واري علم) مان
اڃا پورا بہ حرف بہ ظاهر ڪونہ ٿيا آهن. پڙهندڙ مانوارا غور فرمائين!
تہ رسول الله جي علم ۽ هٿيارن جا وارث، وصي ۽ امين جيڪي امام ۽
اهلبيت آهن انهن جي نالي اهڙين حديثن گڏ ڪرڻ وارن ڪهڙا تہ ناهہ
ناهيا آهن. اهي انهن حديثن ذريعي ڇا تہ چئي رهيا آهن. شايد پڙهندڙن
جو ذهن ان طرف نہ ويو هجي، حديث جي معنيٰ هيءَ ٿي تہ جملي نبين
۽ رسولن جا جملي ڪتاب ۽ صحيفا ۽ پيو علم اهو سمورو جو سمورو
تلوار واري صحيفي ۾ پيل حرفن مان ٻن حرفن برابر بہ ڪونهي ڪو.
هي تہ ٿيا صحيفي وارا حرف، اڃا اسم اعظم وارا حرف اصول ڪافي
ڪتاب جي پهرين جلد جي صفحي نمبر ١١٠ ۽ ١١١ تي باب نمبر ٣٥
پڙهي ڏسو ان ۾ امام محمد باقر صاحب جن کان روايت آهي تہ الله جي
اسم اعظم جا ڪل ٧٣ حرف آهن انهن مان حضرت سليمان عليہ
السلام جي وزير (مواصلات) آصف برخيا وٽ صرف هڪ حرف هو
جنهن حضرت سليمان جي محل ۽ بي بي بلقيس جي محل جي وچ واري
زمين کي هيٺ ڪري محل کي محل سان ملائي بلقيس جي تخت کي
سيري حضرت سليمان جي محل ۾ رڪرائي وري هيٺ ڪيل زمين مٿي
ڪري پاڻ ۾ ملائي ڇڏيائين، اهو سڀ اک ڇنڀ ۾ ڪري ڏيکاريائين ۽

اسان اهلبيت جي امامن وٽ ان اسم اعظم جي ٧٣ حرفن مان ٧٢ حرف آهن باقي الله سائين وٽ اسان کان هڪ حرف وڌيڪ آهي جيڪو اسان جي ۽ الله جي وچ ۾ امتياز آهي (حديث جو خلاصو ختم)

عجيب قسم جا امام آهن، عجيب قسم جا اهل بيت وارا آهن، يا عجيب قسم جو اهو امام غائب غارن ۾ لڪي ويٺل آهي، جنهن ايترا علم اڄ تائين ظاهر نہ ڪيا آهن. شاباس آهي انهن عيسائين، يهودين ۽ دهرين ۽ ڪافرن کي جن هوائي جهاز ايجاد ڪيا ۽ ريلون ۽ ڪارون ايجاد ڪيون، جن ٽيليفون ايجاد ڪئي، شاباس آهي وائرليس ايجاد ڪرڻ واري کي، شاباس آهي ٽيليويزن ايجاد ڪرڻ واري کي، شاباس آهي ڪمپيوٽر ايجاد ڪرڻ واري کي، جو انهن ماڻهن جي ضرورتن وارن علمن کي ماڻهن اڳيان لڪائڻ بدران کولي رکيو، شاباس آهي مليريا جي دوا ڳولي لهڻ واري کي، شاباس آهي بلڊپريشر کي ڪنٽرول ۾ رکڻ واري دوا کي ڳولڻ وارن کي، شاباس آهي انساني جانيون بچائڻ واريون دوائون ايجاد ڪرڻ وارن کي، جن انساني ضرورت وارن علمن کي راز ۾ نہ رکيو، اهي علم جن طرف انسان محتاج هجن ۽ جن علمن سان انساني حاجتون ۽ ضرورتون پوريون ٿينديون هجن، انهن کي لڪائڻ وارو اهو ماڻهو ٿي سگهي ٿو. جنهن جي سوچ ۽ ذهنيت قارون ۽ فرعون واري هجي، يعني سرمائيداريت ۽ جاگيرداريت واري هجي، ياهامان وانگر خانقاهي سجاده نشين واري، مطلب تہ انسانن جي پورهين جو استحصال ڪري ڪين علم ۽ روزگار جي وسيلن کان محروم ڪري انهن کي پنهنجو غلام بنائي رکڻ واري انسان دشمن سوچ، امامن ۽ اهلبيت وارن جي اهڙي قسم جي تعريف واريون حديثون ڦٽو لڳي تہ ڪو امامن جي حبدارن ۽ سچڻ ناهيون هونديون، امامن جو اهڙو تعارف تہ انهن جا بدخواهہ ۽ دشمن ئي ڪرائڻ وارا ٿي سگهن ٿا، وري انهن تي ويساهہ رکڻ ۽ انهن کي سچو قبول ڪرڻ کان پوءِ ڪير ٻڌائي سگهندو تہ جڏهن ائمہ اهل بيت وٽ ٧٣ حرفن مان ٧٢ ۽ دنيا ۾ رائج ٽيل ٧٣ حرفن مان، مشڪل سان جڏهن ٻن حرفن جيترو علم آهي تہ پوءِ ڪيئن نہ ماڻهو ٧٢ علمن جي وارثن کان علم حاصل ڪرڻ لاءِ پيا نياز ڪندا ۽ ڪين گهرن ۾ وٺي ويهاريندا ۽ انهن جي وڏن جي نالن



تي عزاداريءَ جون مجلسون پيا قائم ڪرائيندا، ڇو تہ قرآن جو علم، بائيبل جو علم ۽ دنيا جو ٻيو سمورو علم، اهو تہ ٽوٽل ٻہ حرف بہ ناهي، تہ پوءِ قرآن ۾ انهن لاءِ ڪهڙي ڪشش هوندي، پوءِ تہ اهڙي عقيدي رکڻ واري کي تہ ٧٢ حرفن واري علم جي مرڪزن طرف ڊڪ ڊوڙ رکڻي پوندي، غور ڪرڻ جهڙي ڳالهہ آهي جو هنن حربن سان ۽ وڏي هنرمندي ۽ فنڪاريءَ سان قرآن جي اهميت کي گهٽايو پيو وڃي ۽ ماڻهن کي هيولئ قسم جي ڪتابن "مصحف فاطمہ" نبي جي تلوار جي منيي ۾ پيل صحيفي وارو ڪتاب، ۽ الله جي اسم اعظم جي حرفن وارو علم، اهي سڀ ڳالهيون هر ماڻهوءَ کي ذهن تي قرآن حڪيم جي علمن بابت تہ هلڪڙائيءَ ۽ ٿورڙائي وارو تاثر قائم ڪنديون ۽ ماڻهو قرآن کي ڇڏي لازمي طور بلڪ فطري طور رازن واري لڪل علم جي تلاش ۾ رهندا ۽ انهن جي نظر ۾ قرآن جي اهميت گهٽجي ويندي ۽ اهوئي مقصد آهي اصول ڪافي جي هن قسم جي حديثن ناهڻ وارن جو، اسان جي هن دعوي لاءِ وڌيڪ دليل بہ حاضر خدمت آهي پڙهي ڏسندا اصول ڪافي جلد ٻہ صفحو ٢١٨ ۽ ٢١٩ حديث نمبر ٧ ۽ ٨ ٻنهي حديثن ۾ هي حڪم آهي روايت امام جعفر صادق جي آهي تہ حضور سائينءَ حضرت علي سائينءَ کي فرمايو تہ جڏهن آئون مري وڃان تہ تون مون کي غسل ڏئي ۽ ڪفن پارائي پوءِ مون کي ڪفن ۾ ويڙهيل حالت ۾ ويهارج، پوءِ جيڪو بہ سوال تون چاهين اهو مون کان پڇندو وڃجانءِ ۽ آئون تنهجي هر سوال جو جواب ڏيندو ويندس ۽ تون اهو سڀ لکجانءِ. (حديثن جو خلاصو ختم ڪجي ٿو.)

هاڻي پڙهندڙ صاحبو! غور فرمايو! هنن ٻنهي حديثن مان ثابت ٿيو تہ پيغمبر سائين قرآن کان سواءِ بہ ڪافي سارو ٻيو علم پاڻ وٽ لڪائي پوءِ وفات ڪن ٿا ۽ اهو علم امت کي ڪونہ پهچايو اٿن، پوءِ سورت مائده جي آيت نمبر ٦٧ ۾ جيڪو فرمايو آهي تہ يا ايها الرسول بلغ ماانزل اليڪ من ربڪ وان لم تفعل فما بلغت رسالته يعني اي رسول پهچاءِ تون اهو سڀ ڪجهہ جيڪو تنهنجي طرف نازل ڪيو ويو آهي جيڪڏهن تون ائين نہ ڪندين تہ ڄڻ تو الله جي رسالت کي پهچايو ئي ڪونہ. آئون پريشان آهيان تہ شيعا حضرات جي هيڏي وڏي حديثن

واري ڪتاب مان مٿين قسم جون ڪيتريون حديثون هن ڪتاب ۾ نقل ڪري هي ثبوت پيش ڪيان ٿو پڙهندڙن کي ويساهه اچي ته اهل فارس وارن جو سڄو جهيڙو قرآن سان آهي، اهل بيت سان عقيدت ۽ انهن جي محرومين جو ڪيس ۽ مظلوميت جا فرضي داستان گهڙي ۽ باطني امامت جي اصطلاح سان ختم نبوت جي مفهوم ۽ مقصود کي هڻي ٽوڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪري باطني علمن جي نالي سان، سو به انهن کي علوم اهل بيت جا نالا ڏئي، پنهنجي مجوسيت ۽ مسخ ڪيل زردشتيت ۽ مزدڪيت جا قم ۾ وينا درس پڙهائين. هتي هن ميدِ اِن قم جي حديثن جا، قرآن حڪيم خلاف شڪ شبها وجهڻ جا مثال ڪوئي سمجهڻ گهري ته سڌو سنئون پاڻ به اهي ڪتاب پڙهي ڏسن. انهيءَ هوندي به اصل حقيقت کي سمجهڻ لاءِ آئون تمام ٿوري مقدار ۾ ڪجهه روايتون پڙهندڙن جي خدمت ۾ نقل ڪيان ٿو. ڪتاب اصول ڪافي جو جلد پنجون صفحو ٣١٠ ۽ حديث نمبر ٢٣ ۽ ڪتاب فضل القرآن يعني قرآن جي فضيلت واري ڪتاب ۾ راوي چوي ٿو ته هڪ ماڻهوءَ امام جعفر صادق جي سامهون قرآن ويٺي پڙهيو ۽ آئون اهو توجه سان ٻڌي رهيو هئس ۽ ان جي پڙهڻي ٻين عام ماڻهن جي حرفن کان مٽيل ۽ مختلف هئي ته امام صاحب ان کي چيو ته تون به ٻين عام ماڻهن وانگر قرآن جي قرائت پڙهه ايتري تائين جو جڏهن وڃي ظهور قائم آل محمد ٿئي. (يعني امام مهدي اچي) پوءِ اهو اچي صحيح طريقي تي قرائت قرآن پڙهندو، ۽ حضرت علي سائين وارو مصحف به اهو اچي ظاهر ڪندو جيڪو ان پنهنجي هٿ سان لکيو هو ۽ امام جعفر فرمايو ته حضرت علي سائينءَ (رسول سائين جي وفات کان پوءِ) جڏهن جمع قرآن ۽ ڪتابت قرآن مڪمل ڪري فارغ ٿي پنهنجي مصحف کي ماڻهن اڳيان پيش ڪيو ۽ انهن کي چيو ته هي آهي الله جو ڪتاب جيئن جو انهيءَ نازل فرمايو هو. محمد تي مون ان کي پنهنجي يادداشت ۽ لکيل لوح تان نقل ڪري تيار ڪيو آهي. پوءِ ماڻهن جواب ۾ چيس هوذ أعندنا مصحف جامع فيه القرآن لاحاجة لنافيه يعني اسان وٽ اهو مصحف موجود آهي ان ۾ قرآن جامع آهي، اسان کي تو واري نسخي جي ضرورت ڪانهي پوءِ حضرت علي سائينءَ جواب ۾ چين ته اماوالله ماترونه بعد يومڪم هذا ابدا. يعني فرمايو حضرت علي سائين جن ته جي اها ڳالهه آهي ته ٻڌي ڇڏيو! اڄ کان پوءِ اوهان هن مصحف کي ڪڏهن به ڪونه ڏسي



سگهندؤ. مون پنهنجو فرض سمجهي توهان لاءِ قرآن کي جمع ڪري توهان اڳيان پيش ڪيو ۽ منهنجو اهو فرض، پورو ٿيو. (خلاصو ختم)

پڙهندڙ صاحب هن حديث تي تبصري لاءِ به اڪر لکڻ کان اڳ ۾ هڪ حديث ٻي به پڙهندا، سا به ڪتاب فضل القرآن، اصول ڪافي جلد پنجون صفحو ٣١٢ حديث نمبر ٢٨ آهي، عن ابي عبدالله عليه السلام قال ان القرآن الذي جاء به جبرئيل عليه السلام الي محمد ﷺ سبعة عشرالف آية يعني امام جعفر جن فرمايو ته جيڪو قرآن جبرئيل رسول الله طرف آندو، اهو سترهن هزار آيتون هو (جڏهن ته موجوده مصحف ۾ ڇهه هزار ۽ ڪجهه سئو ۽ ڪجهه مٿي آيتون آهن) ۽ هونئن ڪجهه صفحا اڳ ۾ اوهان پڙهي آيا ته امام جعفر صاحب راوي ابو بصير کي چوي ٿو ته اسان وٽ مصحف فاطمه به آهي جيڪو مثل قرآنڪم ثلاث مرات والله مافيه من قرآنڪم حرف واحد يعني اسان امامن وٽ مصحف فاطمه به آهي جنهن ۾ توهان واري قرآن کان ٽيڻ تي مواد آهي، اهو به اهڙو جو جنهن ۾ توهان واري قرآن مان ان ۾ هڪ حرف به ڪونهي، يعني مصحف فاطمه ۾ لکيل علم غير قرآني به ٿيو ته ٽيڻ تي وڌيڪ به.

پوءِ ڇا انهن سين ڳالهين کي سامهون رکي اهڙين حديثن ناهڻ وارن ۽ انهن تي ايمان آڻڻ وارن کي ڇا چئون ته انهن جو موجوده قرآن مٿان ڪهڙي قسم جو ايمان آهي ۽ انهن حديثن جي تفصيل ۽ تشريح سان ته هن قرآن جي نفي ٿي ٿي وڃي، اصول ڪافي جي مٿي بيان ڪيل قرآن بابت حديثن تي ايمان ۽ ويساهه ڪان پوءِ هي دعويٰ ڪرڻ ته اسان جو موجوده قرآن تي ايمان آهي، اهو سچ ٿئو ٿي سگهي. اهڙي ايمان واري دعويٰ کي ته تقيي واري چال مڃجي ته البت ائين هوندو ۽ تقيو به خود صرف شيعن جو مخصوص طريقه ڪار آهي، سو اهي ماڻهو، قرآن مٿان ايمان رکڻ جي ڳالهه تقيي جي طور مڃڻ ڪان پوءِ يقين سان منڪر قرآن چئبا، چو ته ايمان لاءِ به شيون ضروري قرار ڏنيون ويون آهن هڪ اقرار زبان سان ٻيو تصديق ڪرڻ دل سان، سو تقيي ۾ دل واري تصديق جيڪڏهن ڪوئي ماڻهو قرآن جي ڪندو ته ان کي اصول ڪافي جي ڪليني صاحب ۽ انهن جي همنوائن جون حديثون، ڪوڙيون مڃيون پونديون، جن حديثن امامت، وصيت ۽ حجت جهڙن فلسفن سان ختم نبوت جي غرض ۽ مقصد کي نيست نابود ڪري ڇڏيو آهي. مون مٿي عرض ڪيو هو ته اصول ڪافي جي هن حديث ته

حضرت علي ترتيب نزولي وارو قرآن لکي ۽ جمع ڪري ماڻهن اڳيان پيش ڪيو ۽ ماڻهن ان کي ٺڪرائي ڇڏيو ان تي تبصرو ڪندس سو حاضر خدمت آهي. ماڻهن ۾ هي ڳالهه سنين ۽ شيعن جي حديثن واري علم ذريعي متفقه طور مشهور ڪئي وئي آهي ته نبي سائين جي وفات کان پوءِ قرآن جيڪو مختلف هنڌن، ماڻهن وٽ ٽڙيل پکڙيل حالت ۾ ڪاٺي ڪجي جي پنن تي، ڪاٺي ڪاٺين ۽ ڪاٺي پٿرن تي لکيل ڇڏي ويا هئا، پوءِ وفات رسول پڄاڻان پوءِ وارن ماڻهن ان کي گڏ ڪيو ان لاءِ سني فرقي سڏائڻ وارن جامع قرآن حضرت عثمان کي قرار ڏنو ته شيعه فرقي وارن حضرت علي کي جامع قرآن سڏيو، جڏهن ته حقيقت هي آهي ته اها دعوي ڪرڻ وارا ٻئي فرقا ڪوڙ ٿا ڳالهائين، ڇو ته رب پاڪ قرآن حڪيم ۾ رسول سائين کي بلڪ سموري ڪائنات کي ٻڌائي ڇڏيو ته ان علينا جمعه وقرآنه ۷۵/۱۸ يعني قرآن جي جمع ڪرڻ گڏ ڪرڻ جي ذميواري اسان جي آهي، نه رڳو ايترو پر ثم ان علينا بيانه يعني ان جو بيان، تبيين ۽ تفسير به اسان جي ذمي آهي پر ڪيترا پاڻ کي دانشور ۽ اسڪالر سڏائيندڙ چون ٿا ته موجوده جمع ڪيل قرآن واري مجموعي جي ترتيب لاءِ ڪهڙو ثبوت آهي ته اها ترتيب به الله جي ڏياريل آهي ۽ نه ته سورتن ۽ آيتن جي نازل ٿيڻ واري ترتيب هجڻ گهرجي ها، جواب ۾ عرض آهي. قرآن حڪيم جي موجوده ترتيب برابر نزول قرآن واري ڪانهي، پر اها ترتيب خود رب پاڪ پاڻ ڏيئي، جمع قرآن ڪرايو آهي، جيئن ته عدالتي معاملن لاءِ ٻن شاهدن جو انگ ضروري قرار ڏنل آهي، ان ڪري آئون به پنهنجي دعوي جي ثبوت لاءِ ٻه شاهديون قرآن مان پيش ڪيان ٿو، پهرين شاهدي لاءِ پهريون مثال آهي سورت بقره جي آيت نمبر ۲۳ ۾، فرمان آهي ته وان ڪنتم في ريب ممانزلنا علیٰ عبد نافاتوبسورة من مثله، يعني اي قرآن ٻڌندڙؤ! جيڪڏهن اوهان کي اسان جي ٻانهي مٿان نازل ڪيل ڪتاب تي شڪ آهي ته اوهان کي چئلينج آهي ته هڪڙي ته اهڙي سورت توهان آڻي ڏيکاريو، ناهي ڏيکاريو، اتي پڙهندڙ صاحبان غور فرمائيندا سورت بقره، قرآن ۾ ٻئي نمبر تي آندي وئي آهي، ان کان اڳ ۾ صرف هڪ سورت فاتحه آهي، ان ڪري قرآن حڪيم پنهنجي چئلينج ۾ فرمايو ته ڪير هڪڙي سورت ته ناهي ڏيکاري، وري سورت هود ۾ فرمايو، جنهن جو نمبر يارهون آهي ته قل فاتوا بعشر سور مثله مفتريات، يعني



اي پيغمبر جيڪي ماڻهو توکي چون ٿا ته اهو قرآن تو هٿ جو گهڙي ناهي پيش ڪيو آهي ته تون انهن کي چئو ته جيڪڏهن هھڙو ڪلام ڪو ماڻهو ناهي به سگهي ٿو ته توهان (مٿي جيتريون) ڏهه سورتون ته ناهي ڏيکاريو، سوچڻ جهڙي ڳالهه آهي ته رب پاڪ قرآن حڪيم پڙهندڙن ۽ ٻڌندڙن کي کهڙي ته ترتيب سان سمجهاڻيون ڏيئي جمع قرآن جي معاملي ۾ به پنهنجي لاءِ پاڻ اعلان فرمايائين ته مٿان ڪوئي حديثن ٺاهڻ وارن جي مغالطي سبب ڀلجي پوي ۽ جامع قرآن عثمان يا علي کي سمجهي يا وري ابوبڪر ۽ عمر کي سمجهي (رضوان الله عليهم) ان علينا جمعه و قرآنه يعني قرآن جو جامع به آئون الله آهيان ته ان جي قرائت کي درست رکڻ وارو به آئون الله آهيان، ته هاڻي وري ترتيب جي معاملي ۾ به ٻي سورت ۽ ٻارهين سيپاري جي سورت هود نمبر يارهين ۾ به اڳين سورتن جو تعداد ۽ ڳاڻيٽو ڏسي ثابت ڪري ڏيکاريائين ته آئون الله ئي هن ڪتاب جون سورتون ترتيب سان رکي ۽ ڳڻائي رهيو آهيان، عالمن سڳورن موجوده ترتيب جي ربط ۽ ڳانڍاپي جون اڪيچار حڪمتون بيان ڪيون آهن، جو انهن کي پڙهڻ سان بيحد لطف ٿو اچي ۽ قرآن حڪيم جو جلال ۽ جمال وڌيڪ نکري سامهون اچي ٿو، هت اهو تفصيل لکڻ منهنجو موضوع ناهي جو ڪجهه ڪٿي لکان ها. مختصر طور گذارش ڪري ڇڏيان ته امام عبيدالله سنڌي جي سنڌي تفسير ۾ ان موضوع جون جهلڪيون پڙهي ڏسندا. مٿي بيان ڪيل ۽ لکيل حديث جي منڍ ۾ اوهان هي به پڙهيو ته ابو بصير راوي چيو ته جيڪو ماڻهو امام جعفر صادق اڳيان قرآن ڪريم جي قرائت ٻين ماڻهن جي پڙهڻي کان مٿيل حرفن واري پڙهي رهيو هو ته ان کي امام صاحب چيو ته في الحال توهان ماڻهو، عام ماڻهن وانگر قرآن پڙهو، ايتري تائين جڏهن جو قائم آل محمد (امام مهدي) ظاهر ٿئي ۽ حضرت علي وارو مصحف به ظاهر ڪري جيڪو ان جو هٿ لکيل آهي، هاڻي حديث جي هيءَ سمجهاڻي به ٻڌائي ٿي ته في الحال تقيي ڪرڻ جي نموني اوهان عام ماڻهن وانگر قرآن پڙهو، پوءِ امام مهدي جڏهن علي سائين وارو هٿ لکيل قرآن آڻيندو ته پوءِ پنهنجي پڙهڻي پڙهنداسين. غور فرمايو وجي ته هن قرآن بابت اصول ڪافي جي مصنف ۽ ان جي همنوائن جي حديثن مان ڪهڙو ته تاثر ۽ نظريو ثابت ٿئي ٿو ۽ اصول ڪافي وارو جلد ۳ جي صفحي ۸۴ جي هڪ ڊگهي حديث ۾ لکي ٿو ته ذالڪ

قائمنا ينزله الله عليه فيفسره وينزل عليه مالم ينزل علي الصديقين والرسل والمهتدين يعني امام قائم آل محمد تي الله اهو ڪلام نازل ڪندو جنهن جو اهو تفسير بيان ڪندو، متس نازل ٿيل ڪلام اهڙو هوندو جو اهو اڳ ۾ نه صديقن تي نه رسولن تي نه ئي هدايت وارن تي ڪڏهن نازل ٿيو هوندو، معنيٰ نڪتي ته هن قرآن کان به مختلف هوندو.

جمع قرآن بابت هي خيال ته حضور سائين جي زندگيءَ ۾ نه ٿيو آهي بلڪ انهن جي وفات کان پوءِ ٿيو آهي ايتري ڳالهه ۾ شيعا، سني، بريلوي، ديوبندي ۽ اهل حديث (وهابي) اهي سڀ متفق آهن. باقي اختلاف هن ڳالهه ۾ اٿن ته شيعا چون ٿا ته جامع قرآن علي آهي ۽ باقي فرقا چون ٿا ته عثمان آهي، هيءَ جدا ڳالهه آهي جو ٻنهي دعويدارن جو علم وارو ذريعو، سورس آف ايجوڪيشن هڪ ئي آهي يعني علم حديث، ۽ سيني فرقن ۽ ٽولن جون حديثون قرآن حڪيم جي سورت قيامت جي آيت نمبر ١٧ ان علينا جمعه وقرآنه جي خلاف هجڻ ڪري ڪوڙيون آهن، انهيءَ آيت ۾ رب سائين پنهنجي لاءِ اعلان فرمائي ٿو ته جمع قرآن جي ذميواري مون الله جي آهي، اي پيغمبر انهيءَ معاملي ۾ توکي ڪنهن به حڪم لاءِ عجلت ۽ تڪڙ ڪرڻ نه گهرجي، هن حقيقت مان ثابت ٿي وڃي ٿو ته حضور سائين جن کي به پنهنجي زندگيءَ ۾ قرآن حڪيم جي جملي ضروري انتظامن جو نيڪ ٺاڪ الڪو هو ۽ انهن لاءِ جاکوڙي رهيا هئا ته تنهن کي سامهون رکندي رب تعاليٰ کيس فرمايو ته توکي تڪڙ ڪرڻ جي ڪابه ضرورت ناهي، قرآن حڪيم لاءِ گهربل هر قسم جو انتظام اسان جي ذميداري آهي، ويندي حفاظت تائين به. فاذا قرئناه فاتبع قرآنه. ثم ان علينا بيانه ۽ سورت حجر جي آيت نمبر ٩ انانحن نزلنا الذڪروانا له لحافظون. پر چوندا آهن سئو ڳالهين جي مقابلي ۾ هڪ ڳالهه اها آهي سورت حم سجده جي آيت نمبر ٤٢ لاياتيه الباطل من بين يديه ولامن خلفه يعني باطل جي مجال ئي ناهي جو قرآن جي سامهون يا پرپٺ حملو ڪري سگهي. قرآن حڪيم دشمنن کي للڪاري چوي ٿو ته جيڪو به قرآن تي ڪوئي وار ڪندو ته بل نقذف بالحق علي الباطل فيد مغه فاذا هوزاهق. يعني اسان ان وار ڪرڻ واري کي به حق ۽ سچ واري اها ته موت ڏيندا سون جو ان جو ميڃالو نڪري پوندو ۽ نيست نابود ٿي ويندو.



## امامن کي نبين سان برابر ڪرڻ جي سازش

فارس جي حديثون ٺاهڻ وارن جي اها چالاڪي، جنهن سان امامن کي نبين سان برابر ڪري پيش ڪن ٿا ۽ حديثن ذريعي ايران وارن جو اعلان ته قرآن اڪيلي سر حجت ناهي.

الشافي ٨ ڪتاب الحجت

بسم الله الرحمن الرحيم

## پہلا باب

### اضطرار الی الحجۃ

## كتاب الحجة

### (باب الاضطرار الى الحجة)

[قال أبو جعفر محمد بن يعقوب الكليني مصنف هذا الكتاب رحمه الله: حدثنا]

١ ـ علي بن إبراهيم، عن أبيه، عن العباس بن عمر الفقيمي، عن هشام بن الحكم؛ عن أبي عبدالله عليه السلام أنه قال للزنديق الذي سأله من أين أثبت الأنبياء والرسل؟ قال: إنا لما أثبتنا أن لنا خالقا صانعا متعاليا عنا وعن جميع ما خلق وكان ذلك الصانع حكيما متعاليا لم يجز أن يشاهده خلقه ولا يلامسوه فيباشرهم ويباشروه ويحاجهم ويحاجوه، ثبت أن له سفراء في خلقه؛ يعبرون عنه إلى خلقه وعباده ويدلونهم على مصالحهم ومنافعهم وما به بقاؤهم وفي تركه فناؤهم؛ فثبت الآمرون والناهون عن الحكيم العليم في خلقه والمعبرون عنه جل وعز وهم الأنبياء عليهم السلام وصفوته من خلقه، حكماء مؤدبين بالحكمة، مبعوثين بها، غير مشاركين للناس على مشاركتهم لهم في الخلق والتركيب في شيء من أحوالهم مؤيدين من عند الحكيم العليم بالحكمة؛ ثم ثبت ذلك في كل دهر وزمان مما أتت به الرسل والأنبياء من الدلائل والبراهين، لكيلا تخلو أرض الله من حجة يكون معه علم يدل على صدق مقالته وجواز عدالته.

١. ہشام بن الحکم سے مروی ہے کہ حضرت امام جعفر صادق علیہ السلام سے ایک زندیق (دہریہ) نے کہا۔ انبیاء و مرسلین کے آنے کا ثبوت کیا ہے فرمایا جب ہم پر یہ ثابت ہو گیا ہے کہ ہمارا ایک خالق ہے جو صانع عالم ہے اور ہم سے اور تمام مخلوق سے بلند و برتر ہے اور یہ صانع حکیم سب پر غالب ہے اور یہ بھی جان لیا کہ مخلوق میں سے کوئی اس کو دیکھ نہیں سکتا

اور نہ اس کو چھو سکتا ہے اور نہ وہ مخلوق سے ملتا ہے اور نہ مخلوق اس سے ملتی جلتی ہے تو ثابت ہو گیا کہ اس کے کچھ پیغامبر اس کے بندوں کی طرف آئے تاکہ وہ اس کی باتیں بتائیں اور اس کے مصالح اور منافع کو سمجھائیں اور ان چیزوں کو بتائیں جن کے بجالانے میں ان کی بقاء اور ترک میں ان کی موت ہو پس وہ ثابت ہوئے خدا کی مخلوق کو امر و نہی کرنے والے اور اس کے احکام کو بتانے والے وہی لوگ انبیا علیہم السلام ہیں جو اس کے برگزیدہ بندے صاحب حکمت اور ادب آموز ہیں اور راست گفتار اور درست کردار ہیں ان کی اس خصوصیت میں کوئی ان کا شریک نہیں باوجودیکہ وہ بلحاظ خلقت وہ لوگوں کے شریک ہیں اور وہ خدائے حکیم و علیم کی طرف سے مؤید بالحکمہ ہیں۔

یہ بھی ثابت ہے کہ زمانہ کے ہر حصہ میں انبیاء و مرسلین دلائل و براہین کے ساتھ آتے رہے تاکہ زمین کسی وقت حجت خدا سے خالی نہ رہے اور ہر حجت کے ساتھ علم ہوتا ہے جو دلیل ہوتا ہے ان کے راستی گفتار اور صاحب عدل و انصاف ہونے کی۔

٢- علي بن إسماعيل؛ عن الفضل بن شاذان، عن صفوان بن يحيى؛ عن منصور بن حازم قال: قلت لأبي عبدالله عليه السلام: إن الله أجل و أكرم من أن يعرف بخلقه، بل الخلق يعرفون بالله؛ قال: صدقت، قلت: إن من عرف أن له رباً، فقد ينبغي له أن يعرف أن لذلك الرب رضاً و سخطاً و أنه لا يعرف رضاه و سخطه إلا بوحي أو رسول، فمن لم يأته الوحي فقد ينبغي له أن يطلب الرسل فإذا لقيهم عرف أنهم الحجة و أن لهم الطاعة المفترضة وقلت للناس: تعلمون أن رسول الله صلى الله عليه وآله كان هو الحجة من الله على خلقه؟ قالوا: بلى قلت فحين مضى رسول الله صلى الله عليه وآله من كان الحجة على خلقه؟ فقالوا: القرآن فنظرت في القرآن فإذا هو يخاصم به المرجي و القدري و الزنديق الذي لا يؤمن به حتى يغلب الرجال بخصومته فعرفت أن القرآن لا يكون حجة إلا بقيم، فما قال فيه من شيء كان حقاً، فقلت لهم: من قيم القرآن[1] فقالوا ابن مسعود قد كان يعلم و عمر يعلم و حذيفة يعلم، قلت: كله؟ قالوا: لا، فلم أجد أحداً يقال: إنه يعرف ذلك كله إلا علياً عليه السلام وإذا كان الشيء بين القوم فقال هذا: لا أدري و قال هذا: لا أدري و قال هذا: أنا أدري، فأشهد أن علياً عليه السلام كان قيم القرآن وكانت طاعته مفترضة وكان الحجة على الناس بعد رسول الله صلى الله عليه وآله وأن ما قال في القرآن فهو حق؛ فقال: رحمك الله.

٢- منصور ابن حازم راوی ہیں کہ میں نے امام جعفر صادق علیہ السلام سے کہا اللہ تعالیٰ اجل و اکرم ہے اس سے کہ مخلوق کو اپنی معرفت کرائے بلکہ مخلوق کو چاہیئے کہ اللہ کی معرفت حاصل کرے فرمایا ٹھیک ہے میں نے کہا جو کوئی اتنی بات سمجھے کہ اس کا کوئی رب ہے تو اس کو چاہیئے کہ یہ بھی جانے کہ اس کے لئے رضا اور غصہ بھی ہے پس اس کی رضامندی اور ناراضی کو نہیں جانا جا سکتا





مگر وحی سے یا رسول اللہ سے۔ لہٰذا جس کے پاس وحی نہیں آتی اسے چاہیئے کہ رسولوں کو تلاش کرے اور جب مل جائے تو یہ جان لے کہ یہ لوگ حجت خدا ہیں ان کی اطاعت فرض ہے لوگوں نے کہا کہ حجت خدا تو قرآن ہے میں نے کہا قرآن سے تو مرجیہ، قدریہ اور وہ زندیق جو قرآن پر ایمان نہیں رکھتے اپنے مقصد و عقیدہ کے مطابق دلیل لاتے ہیں یہاں تک کہ اپنے مقابل کو مغلوب کر لیتے ہیں لہٰذا معلوم ہوا کہ قرآن حجت نہیں ہے مگر اپنے ایک حافظ کے ساتھ تاکہ اس کے بارے میں جو کچھ بیان کرے وہ حق ہو میں نے ان لوگوں سے پوچھا۔ تمہارے نزدیک محافظ قرآن کون ہے انھوں نے کہا کہ ابن مسعود کہ وہ عالم ہے عمر کہ وہ عالم ہیں حذیفہ کہ وہ بھی عالم ہیں میں نے کہا کہ کیا یہ سب قرآن کے عالم ہیں انھوں نے کہا نہیں۔ میں نے کہا پھر میں کسی کو یہ کہتے کیوں نہیں پاتا کہ پورے قرآن کا علم رکھنے والا اور کوئی نہیں، میں تو ان کے سوا ایک کو بھی ایسا نہیں پاتا۔ اگر تم میں عالم قرآن ہوتا تو ایسا کیوں ہوتا۔

ایک کہے میں یہ نہیں جانتا، دوسرا کہے میں یہ نہیں جانتا اور علیؑ کہیں میں جانتا ہوں پس میں گواہی دیتا ہوں کہ علیؑ عالم و محافظ قرآن اور لوگوں پر حجت ہیں۔ رسولؐ کے بعد اور جو کچھ انھوں نے قرآن کے مطابق بتایا ہے وہ حق ہے یہ سن کر امام علیہ السلام نے فرمایا اللہ تم پر رحم کرے۔

٣- علي بن إبراهيم؛ عن أبيه؛ عن الحسن بن إبراهيم، عن يونس بن يعقوب قال: كان عند أبي عبدالله عليه السلام جماعة من أصحابه منهم حمران بن أعين و محمد بن النعمان و هشام بن سالم و الطيار و جماعة فيهم هشام بن الحكم وهو شاب فقال أبو عبدالله عليه السلام: يا هشام؛ ألا تخبرني كيف صنعت بعمرو بن عبيد؟ وكيف سألته؟ فقال هشام: يا ابن رسول الله إني أجلك و أستحييك ولا يعمل لساني بين يديك، فقال أبو عبدالله إذا أمرتكم بشيء فافعلوا قال هشام: بلغني ما كان فيه عمرو بن عبيد و جلوسه في مسجد البصرة فعظم ذلك علي فخرجت إليه و دخلت البصرة يوم الجمعة فأتيت مسجد البصرة فإذا أنا بحلقة كبيرة فيها عمرو بن عبيد و عليه شملة سوداء متزراً بها من صوف، و شملة مرتدياً بها و الناس يسألونه، فاستفرجت الناس فأفرجوا لي؛ ثم قعدت في آخر القوم على ركبتي، ثم قلت: أيها العالم؛ إني رجل غريب تأذن لي في مسألة؛ فقال لي: نعم؛ فقلت له: ألك عين؟ فقال: يا بني أي شيء هذا من السؤال وشيء تراه كيف تسأل عنه؟ فقلت هكذا مسألتي، فقال: يا بني سل و إن كانت مسألتك حمقاء[2] قلت: أجبني فيها؛ قال لي: سل، قلت: ألك عين؟ قال: نعم، قلت: فما تصنع بها؟ قال: أرى بها الألوان و الأشخاص قلت: فلك أنف؟ قال: نعم، قلت: فما تصنع به؟ قال: أشم به الرائحة، قلت: ألك فم؟ قال: نعم، قلت فما تصنع به؟ قال: أذوق به الطعم، قلت: فلك

هي ٻئي حديثون اصول ڪافي جلد ٢ تان فوٽو اسٽيٽ طور نقل پيش ڪيون ٿا پهرين حديث ۾ هڪ منافق بي دين ڪي سوال ڪندي ڏيکارن ٿا ته نبين ۽رسولن جي تصديق لاءِ، انهن کي تسليم ڪرڻ لاءِ، ثبوت ڪهڙو آهي، دليل ڪهڙو آهي، جوابي حديث امام جعفر صادق ڏي منسوب آهي، جواب ۾ هي فلاسافي بيان ڪئي وئي آهي ته جڏهن ته اسان مٿان هي حقيقت ثابت ٿي وئي آهي ته اسان جو هڪ خالق آهي، جوڙيندڙ آهي، عالم آهي، جيڪو اسان کان سموري مخلوق کان مٿاهون آهي، غالب آهي، ۽ هي ٻه ثابت ٿيو ته مخلوق مان ڪوئي ان کي ڏسي نٿو سگهي، نه ئي ڇهي سگهي، ۽ نه ئي هو پاڻ مخلوق سان ملي ٿو نه ئي مخلوق مان ڪوئي انِ سان ملي سگهي ٿو، ته انهيءَ مان هي ثابت ٿي ويو ته ان له سفراء في خلقه ان جا نبي ان جي مخلوق ۾ آهن، ان جي طرفان حڪمن جون تعبيرون ان جي مخلوق ۽ ٻانهن کي ٻڌائين ۽ انهن جي مصلحتن ۽ فائدن واريون ڳالهيون جن ۾ انهن جي بقا آهي ۽ ڇڏي ڏيڻ ۾ تباهي آهي، انهن نيڪي جي حڪم ڪندڙن ۽ برائين کان روڪيندڙن مان ثابت ٿي ويو ته هم الانبياء عليهم السلام وصفوته من خلقه حكماء مؤدبين بالحكمة، يعني اهي ئي نبي آهن، ٻلارا آهن مخلوق کان ۽ حڪيم آهن، پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي ته مون اصول ڪافي مان حديث جي متن جو فوٽو اسٽيٽ ڇاپيو آهي اوهان خدا واسطي غور ڪيو ۽ اکيون کولي پڙهو، هنن حديثن ناهڻ وارن نبي ۽ رسول جي تعريف، تعارف ۽ ثبوت، بيان ڪرڻ دوران ڏاڍا ور وڪڙ ڪري ثبوت ڏنا آهن، جن ۾ وحي ذريعي الله کان نبي ڏي ڪتاب جي اچڻ ۽ ڪنهن صحيفي جي ملڻ جو ڪوبه ذڪر ڪونهي، اها ڳالهه يعني وحي ۽ ڪتاب جيڪا هر نبي ۽ رسول جي لازمي خصوصيت آهي، امتيازي صفت آهي ۽ واجب قسم جي خصوصيت آهي، اها اهڙي اهم ثابتي حديث گهڙڻ وارن ڄاڻي واڻي نه آندي آهي، اهي ڪي ڇريا يا اڻ ڄاڻ ناهن جو انهن کي خبر نه هجي پر انهن جو اصل مقصد اهو آهي ته هي نبين کي بغير ڪتاب جي ثابت ڪري پوءِ امامن کي پروموٽ ڪري انهن سان ملائين، منهنجي هن دعويٰ ۽ الزام جو ثبوت ٻري نه وڃبو، خود هن حديث ۾ موجود آهي، جيڪو آخر ۾ حديث گهڙيندڙ پنهنجي اندر جي



ڳالهه ٻڌائڻ لاءِ، سوال ۾ نبين ۽ رسولن جي ثبوت بيان ڪرڻ جي ڳالهه ڪئي آهي ۽ ٻاب جي عنوان ۽ هيڊنگ جوڙڻ ۾ ٻه اندر جي تصور کي ظاهر ڪيو اٿس ته امامت لازمي شئي آهي ۽ پڇاڙي اچي هن تي ڪيائين ته ثم ثبت ذالک في كل دهرو زمان مما اتت به الرسل والانبياء من الدلائل والبراهين لكيلا تخلوا ارض الله من حجة يكون معه علم يدل علي صدق مقالته وجوار عدالته يعني حديث ذريعي نبوت ۽ رسالت جي تعارف مان هي ثابت ٿيو ته اها ضرورت ته حجت هر دور ۽ هرزماني ۾ هجڻ گهرجي، جيڪا نبي ۽ رسول دليلن ۽ برهانن سان آڻي چڪا آهن، انهيءَ لاءِ ته الله جي زمين ان جي حجت کانَ خالي نه رهي، جنهن ۾ پيش ڪندڙ جي علم گفتگو ۽ سچائيءَ جو ڏس هجي ۽ ان جي عدالت جو ثبوت هجي، منهنجي مدعا ۽ درخواست هي آهي ته حديث ناهڻ واري پنهنجي متن ۽ عبارت ۾ انما انا بشر مثلكم جي ترجماني نائين نمبر سٽ ۾ مشاركتهم لهم في الخلق ۾ ڪئي آهي، پر پيغمبر جي امتيازي شان يوحيٰ الي کي ذڪر نه ڪيو اٿس ۽ اهو ائين ڄاڻي ٻجهي ڪيو اٿس، ان ڪري جو اصول ڪافي وارو ڪليني صاحب ۽ ان جا همنوا قرآن کي ڪتاب الله کي حجت مڃڻ کان انڪاري آهن، (اهو تفصيل اڳلي حديث ۾ ڏسندا پهريائين آئون پنهنجي هن دعويٰ جو ثبوت ڏئي ونان) ته قرآن جي زبان رسولن ۽ نبين جو ثبوت ڪهڙو ٿي پيش ڪري، اهو پڙهي پوءِ ڀيٽا ڪندا، ان کي ڪليني صاحب جي مٿين حديث سان، پوءِ فيصلو ڪندا ته قرآن وارو ثبوت ڪيئن آهي ۽ ڪليني صاحب وارو ثبوت ڪيئن آهي، سورت بقره جي آيت نمبر ٢١٣ ۾ آهي ته ڪان الناس امة واحدة فبعث الله النبيين مبشرين ومنذرين وانزل معهم الكتاب بالحق ليحكم بين الناس فيما اختلفوا فيه، يعني اڳ ۾ ته ماڻهو هڪ امة هئا (پر پوءِ پاڻ ۾ فرقا فرقا ٿي ويا) پوءِ موڪليو الله نبين کي خوشخبري ڏيندڙ ڪري (فرمانبردارن لاءِ) ۽ ڊيڄاريندڙ بنائي (نافرمانن لاءِ) ۽ انهن سان گڏ ڪتابن کي به نازل ڪيائين حق سچ ثابت ڪرڻ لاءِ، ته انهن ڪتابن ذريعي ماڻهن جي اختلافي معاملن جا فيصلا ڪري، پڙهندڙ گرامي قدر! اوهان جي اطلاع لاءِ عرض آهي ته هنن حديثن ناهڻ وارن حديثن ذريعي هي عقيدو ماڻهن ۾ ڦهلايو آهي ته نبي، رسول جي

تابع هوندو آهي، رسول، ڪتاب ۽ مستقل شريعت وارو هوندو آهي، ۽ نبي انهيءَ جي تابع ۽ ماتحت هوندو آهي جنهن کي جدا شريعت ۽ ڪتاب مليل نہ هوندو آهي، سو اوهان هن آيت ۾ چڱي طرح ڏسي ڇڏيو تہ قرآن ڇا ٿو چوي، پر جيئن تہ ڪليني صاحب مٿين حديث ۾ نبي ۽ رسول ٻنهن جي ثابتي ۽ تعارف ۾ وحي جو ذڪر نہ ڪيو آهي ۽ الله ڪان ڪين مليل ڪتابن جو ذڪر بہ نہ ڪيو آهي، سو نبين کي ڪتابن ملڻ جي ثابتي ڪان پوءِ مناسب بلڪ ضروري آهي تہ رسولن مٿان ڪتاب نازل ٿيڻ وارو قرآني ثبوت بہ ڏئي ڇڏجي، ان لاءِ پڙهي ڏسندا سورت الحديد آيت نمبر ٢٥ لقد ارسلنا رسلنا بالبينات وانزلنا معهم الڪتاب. يعني بيشڪ اسان پنهنجي رسولن کي دليلن ۽ ثابتين سان موڪليوسين ۽ انهن سان گڏ ڪتابن کي بہ نازل ڪيوسين، ڪليني صاحب جي سخاوت جو ڪهڙو بيان ڪجي ان پنهنجي حديث ۾ نبي تہ ٺهيو پر رسولن لاءِ بہ وحي واري ڪتاب جي ثابتي بہ پيش نہ ڪئي آهي، آخر ۾ ضروري گذارش تہ هن حديث کي جنهن باب ۾ ڪليني صاحب پهرئين نمبر تي لکيو آهي، ان باب جو عنوان لکيو اٿس تہ باب الاضطرارالي الحجة يعني امامت طرف مجبور ٿي ان جو قائل ٿيڻ، رسول ڪان پوءِ ان جو وصي ۽ خليفو ۽ قائم مقام ۽ حجت طور امام کي ڄاڻڻ، باب ۾ هن سرخي لکڻ ڪان پوءِ ڪنهن ڪافر منافق ۽ دهريي ڪان سوال ڪرايو ويو آهي تہ نبين ۽ رسولن جي سچي هجڻ لاءِ ثبوت ڪهڙا آهن، پوءِ حديث ۾ جيڪي ثبوت جواب طور ڏنا ويا آهن انهن ۾ نبين ۽ رسولن جي امتيازي شان وحي جو ذڪر ڪونهي ۽ وحي وارن ڪتابن ۽ صحيفن جو ذڪر ڪونهي، انهن کي صرف الله جو سفير سڏي ۽ آمرون ۽ ناهون عن الحڪيم چئي ۽ ڪجھ وڌيڪ تعريفي جملا چئي ڊنگ وجي اتي ٿو ڪري تہ لڪيلا تخلو ارض الله من حجة يعني هر زماني ۾ نبي رسول دليل برهان هجڻ گهرجن، هن لاءِ تہ الله جي زمين حجت ڪان خالي نہ ٿئي، يعني هن حديث ۾ قرآن جو ذڪر بہ سوچي سمجهي ڇڏيو ويو آهي، نہ ڪيو ويو آهي، هن لاءِ تہ اهو هنن وٽ حجة ڪونهي ۽ هي پڙهندڙن کي حجة جي بهاني امام حسن عسڪري جي وفات واري سال ٢٦٠ هجري ڪان وٺي، وري غارن ۾ لڪل آخري امام



جي اچڻ تائين انتظار ۾ ويهارڻ گهرن ٿا، تہ اهو جڏهن ظاهر ٿيندو ۽ سترهن هزار آيتن وارو ڪتاب ۽ مصحف فاطمہ ۽ علم جفر جا حرف آڻيندو، پوءِ اهي ئي شيون حجت هونديون، موجوده قرآن هنن وٽ حجت ناهي، سو هن ئي باب جي حديث نمبر ٢ پيش خدمت آهي جنهن ۾ هي ڪليني صاحب وارا قرآن کي حجت مڃڻ ڪان انڪار ڪن ٿا ۽ اهو امام غائب بہ اهڙي دور ۾ ايندو جو پوءِ جڏهن سڀ انسان مري ويندا ۽ هڪ بہ ماڻهو نہ بچندو تہ امام صاحب سڀ ڪان آخر ۾ پوءِ مرندو.

## قرآن قيم ڪان سواءِ حجت ناهي

مٿين حديث بہ ساڳئي باب جو تسلسل آهي جلد نمبر ٻہ آهي، انهيءَ جي روايت بہ امام جعفر صادق ڏي منسوب ڪئي اٿن، جنهن ۾ منڍ منڍ ۾ ئي غلط ۽ ڪوڙي ڳالهہ لکي اٿن تہ ان الله اجل واڪرم من ان يعرف بخلقه يعني الله جي ذات هن ڳالهہ ڪان بلند ۽ برتر آهي تہ ان کي سڃاتو وڃي، ان جي مخلوق جي حوالي سان، اها هن طرح سان ڪوڙي آهي تہ خالق جو تعارف ئي ان جي تخليقن سان ٿيندو، جيڪڏهن ڪو دعويٰ ڪري تہ آئون خالق آهيان ۽ ناهي مڇر بہ نہ سگهي تہ پوءِ اهو ڇا جو خالق ٿيو قرآن مجيد، الله جي تعارف ڪرائڻ لاءِ اڪيچار تخليقن ۽ سندس نظم نسق جا مثال ڏيئي سندس مخلوق جي ئي حوالن سان الله جو تعارف ڪرايو آهي، ايترو جو سڄي قرآن مان سڀ جو سڀ تفصيل سان اهڙا مثال نقل ڪرڻ سان ئي اصول ڪافي ڪان بہ وڏو ڪتاب جڙي ويندو، اسان کي ڏک رڳو هن ڳالهہ جو ٿئي ٿو تہ ايران وارن پنهنجي گهڙيل ڪوڙن جي نسبت حديثن جي حوالي سان خاندان علي جي وڏن وڏن عالمن طرف ڪري ڇڏي آهي، بهرحال پوءِ بہ قرآن حڪيم مان مخلوق جي حوالن سان الله جي تعارف جا ڪجھ مثال لکڻ مناسب ٿيندو، هونئن هيءَ حقيقت پوءِ بہ ذهن ۾ رکڻ لازمي آهي تہ اهو تعارف، رب سائين جي ذات جو مڪمل احاطو نہ ڪري سگهندو، ان جي شان جو تعارف تہ قرآن حڪيم جي ڏس مطابق تہ سڀ درياءَ ۽ سمنڊ مس بڻجن ۽ سڀ وڻ ٽڻ قلم بڻجي وڃن ۽ اڃا بہ سٽون تہ اهي سمنڊ خشڪ ٿي ويندا، قلم گسي ويندا پر ڪلمات الله

يعني الله جي تعريف پوري نہ ٿي سگهندي. پر جيتري بہ تعريف قرآن حڪيم مخلوق جي حوالي سان ٻڌائي آهي، ۽ ضروري سمجهي آهي ان طرف صرف مختصر ترين اشارا هتي آئون لکان ٿو. جنهن سان صرف ايراني قرآن دشمن مؤقف وائکو ٿي سگهي. هونئن پوري قرآن ۾ ٻڌايل مخلوق جي حوالي سان الله جو تعارف تہ تمام وڏو ضخيم ڪتاب ان سان جڙي ويندو. قرآن جي حوالن عرض ڪرڻ کان اڳ ۾ هي بہ گذارش ڏيان تي رهي تہ ڪتاب اصول ڪافي جو ترجمو ڪندڙ بزرگ جنهن جو تعارف ٽائيٽل تي هن طرح آهي، مفسر قرآن عاليجناب اديب اعظم مولانا السيد ظفر حسن صاحب قبلہ مدظلہ العالي نقوي الامروهوي باني و منتظم جامعہ اماميہ ڪراچي، مصنف دوصد ڪتب سو علامہ موصوف الشافي جي نالي سان جيڪو ترجمو ڪيو آهي ان بہ ان الله اجل و اكرم من ان يعرف بخلقه بل الخلق يعرفون بالله جو ترجمو نحوي ادبي قائدن جي سراسر خلاف ۽ غلط لکيو آهي، اها غلطي هي آهي تہ مجهول صيغي جي معنيٰ معلوم صيغي سان ڪئي اٿس ۽ ٻئي جملي ۾ بہ اهڙي طرح مجهول جي معنيٰ معلوم سان ڪئي اٿس، هونئن خود ڪليني صاحب جي حديث جي ان جملي ۾ ٻئي حصي جي جيڪڏهن مجهول واري معنيٰ ڪئي ويندي تہ اها بہ مجهول ڪري لکيل مطابق تہ ان سان ڪنهن ٻئي خالق جو بہ احتمال پيدا ٿيندو جيڪو شرڪ چئبو، سو شايد الشافي ترجمي واري ان جملي جي معنيٰ ڦيرائي مجهول مان معلوم واري ان ڪري ڪئي هجي تہ ڪليني صاحب جي غلطي تي ڪک رکيا وڃن. پر انهي ترجمي سان بہ وري اهڙي ڳالهہ ٿي پوندي جنهن لاءِ يعني الله پنهنجي معرفت لاءِ انسانن کي پابند نہ ڪيو آهي. تہ هو معرفت خداوندي جو بار کڻن. جو تہ اهو انساني کوپڙيءَ ۾ ماپڻ کان ڳالهہ وڏي آهي. اهو لايكلف الله نفسا جي خلاف ٿئي ها پر الشافي وارو ترجمي ۾ فرمائي ٿو تہ مخلوق کي گهرجي تہ الله جي معرفت حاصل ڪري، مون هي پتاڙ هن ڪري لکي آهي تہ الشافي جي انهيءَ ترجمي سان تصوف وارن جي يعني معرفت خداوندي ۽ عرفان رب جي اصطلاح کي هٿي ملندي، جيڪا انهن جي اها دعويٰ ۽ اصطلاح غلط آهي ۽ ان تي وڌيڪ تفصيل آئون تصوف واري عنوان هيٺ لکندس



جيڪو هن ئي ڪتاب جو ٻيو حصو ڪري لکندس ۽ جدا ڇپرائيندس. ان حصي ۾ مک موضوع ٻہ هوندا. هک تصوف ٻيو فقہ. الله جو تعارف سندس مخلوق جي حوالي سان انهيءَ حقيقت جا قرآن مان ثبوت نموني طور ڪجهہ حاضر خدمت پيش ڪجن ٿا. هوالذي خلق لكم مافي الارض جميعا.. سورت البقره آيت ٢٩ يعني الله اها هستي آهي جنهن پيدا فرمايو اوهان جي فائدي لاءِ زمين جي مڙني شين کي. ولايحل لهن ان يكتمن ماخلق الله في ارحامهن. بقره ٢٢٨ يعني عورتن لاءِ هي حلال ناهي تہ هو ان شيءِ کي لڪائين جيڪا الله انهن جي رحم ۾ پيدا فرمائي آهي. وخلق منها زوجهاوبث منهمارجا لاكثيرا ونساء. سورت نساء آيت ١ يعني پيدا فرمايائين ان مان ان جي جوڙ کي ۽ پکيڙيائين زال مڙس مان گهڻا سارا مرد ۽ عورتون. الحمدلله الذي خلق السماوات والارض وجعل الظلمات والنور سورت انعام آيت ١ يعني سڀ واکاڻ آهي ان الله لاءِ جنهن خلقيو آسمانن ۽ زمين کي ۽ ڪيائين سوجهرو ۽ اونداهي. ماخلق الله ذالک الابالحق يفصل الآيات لقوم يعلمون. اهي سڀ شيون. الله جي ذات. کي اجايون پيدا نہ ڪيون آهن. بلک انهن جو پيدا ڪرڻ سڀ حق آهي، اهو الله پنهنجون آيتون هن ڪتاب ذريعي اهڙي قوم لاءِ تفصيل سان کولي بيان فرمائي ٿو جنهن کي ڪا ڄاڻ ۽ سوجهہ ٻوجهہ هجي. خلق الانسان من نطفة فاذا هوخصيم مبين. سورت نحل آيت ۴ يعني رب پاک انسان کي پيدا تہ فرمايو منيءَ جي ڦڙي مان پر جيئن ئي ڪجهہ قد ڪاٺ ڪيائين تہ کليل دشمن ٿي پيو. وهوالذي خلق الليل والنهاروالشمس والقمر. سورت انبياء آيت ٣٣ يعني الله اها ذات آهي جنهن پيدا فرمايو رات کي، ڏينهن کي، سج کي چنڊ کي. والله خلق كل دابة من من ماء سورة نور آيت ۴۵ يعني الله هر ساهہ واري چرندڙ پرندڙ شيءِ کي پاڻيءَ مان پيدا فرمايو. خلق السماوات بغير عمد ترونها، سورت لقمان آيت ١٠ يعني پيدا فرمايائين آسمانن کي بغير ٿوڻين. جي جو اوهان ڏسو پسو پيا. قال اناخير منه خلقتني من نار وخلقته من طين سورت ص آيت ٧٦ يعني شيطان چيو تہ آئون انهيءَ کان وڌيڪ ڀلو آهيان مون کي تو باهہ مان پيدا ڪيو ۽ انسان کي مٽيءَ مان. آئون هت صرف ڏهاڪو کن آيتن سان الله جو تعارف سندس

تخليقن ذريعي قرآن مان پيش ڪرڻ تي اڪتفا ڪيان ٿو. هونئن قرآن ۾ اهڙيون آيتون پنجن سون ڪان به وڌيڪ ملي وينديون. پڙهندڙ مانوارن جي خدمت ۾ عرض آهي ته جيئن ته ڪتاب جي مصنف ۽ مرتب جناب ڪليني صاحب هن باب جو عنوان ۽ هيڊنگ ئي هيءَ جوڙي آهي ته اضطرالي الحجة يعني لاچاري ۽ مجبوري اهڙي جنهن سان امام ڪان سواءِ ٻيو چاروئي نه هجي. ان ڪري هن ٻي حديث جو متن به مون فوٽو اسٽيٽ ڪري مٿي علامہ السيد ظفر حسن صاحب جن جي اردو ترجمي سميت شامل ڪيو آهي حديث ۾ راوي صاحب ٿو فرمائي ته مون امام جعفر صاحب جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته جنهن چاڻي ورتو ته ان جو ته ڪوئي پالڻهار آهي پوءِ ان کي جڳائي ته ان پالڻهار جي معرفت ۽ سڃاڻ حاصل ڪري، رضامندو ۽ ناراضپو به معلوم ڪري ۽ حقيقت هيءَ آهي ته رضامندو ۽ ان جي ڪاوڙ نه سڃاڻي سگهبي سواءِ وحي ۽ رسول جي، پوءِ جيڪو پاڻ وحي وارو ناهي ان تي لازم آهي ته اهو رسولن جي ڳولا ڦولها ڪري، جڏهن اهي توهان کي ملي وڃن سڃاڻي ڇڏيو ته اهي ئي حجة آهن خدا جي طرفان، آئون هت وچ حديث دوران پڙهندڙن کي هڪ خاص ڳالهه طرف ڌيان ڇڪائڻ ضروري سمجهان اوهان مٿي پڙهي آيا ته هيءَ حديث امام جعفر جي طرف منسوب آهي امام جعفر صادق جي وفات سال ١٤٨ هجري ۾ ٦٥ سال جي عمر ۾ ٿي آهي، اهو دور ختم نبوت جو دور آهي يعني حضور ﷺ جن کان پوءِ ڪوبه نبي ۽ رسول ناهي اچڻو ۽ قرآن حڪيم به خاتم الڪتب آهي ته حديث ۾ جيڪي الفاظ استعمال ڪيا ويا آهن انهن ۾ حديث گهڙيندڙن الفاظ آندا آهن ته من لم ياته الوحي فقد ينبغي له ان يطلب الرسل يعني جيڪو ماڻهو پاڻ صاحب الوحي يعني نبي ۽ رسول ناهي ته ان کي جڳائي ته هو رسولن جي تلاش ڪري، محترم پڙهندڙ پيارو! انصاف ڪيو، سوچيو، ڏسو ته نبي ﷺ جي وفات کان پوءِ به قريبا ڏيڍ سئو سال پوءِ، هي ايراني حديثون گهڙيندڙ فرمائين ٿا ته من لم ياته الوحي جنهن کي پاڻ ڏي وحي نه آيو هجي ته ان کي جڳائي ته يطلب الرسل رسولن جي تلاش ڪري ڳولا ڦولها ڪري، هت هڪ هڪ جملي ۾ بدبودار سازش ڪر ڪٽي پيئي ذهنن کي ختم نبوت خلاف برين واش



ڪري، مون ڪان ڪن دوستن کي شڪايت آهي جيڪي مون کي چون ٿا ته تنهنجي لکڻيءَ ۾ تلخي آهي، آئون انهن مهربانن کي نهايت عاجزيءَ سان نيازمنديءَ سان هٿ ٻڌي عرض ٿو ڪيان ته حضور ﷺ جي وفات کان پوءِ هڪ سئو ٽيهه چاليهه سال بعد هي ايراني، حديثن ذريعي ماڻهن کي اولاد علي جي نسبت سان ٿا چون ته اوهان مان جيڪڏهن ڪنهن ڏي به وحي نه آيو آهي، يعني اوهان نبي ۽ رسول نه بڻجي سگهيا آهيو ته اهڙن کي جڳائي ته رسولن جي وڃي تلاش ڪن، ۽ صرف ايترو نه پر اڃان مٿان هي به لکن ٿا ته فاذا لقيهم عرف انهم الحجة يعني اهو رسولن جي تلاش ڪرڻ وارو ماڻهو جڏهن انهن رسولن سان ملاقاتي ٿي وڃي ته سمجهي ڇڏي ته اهي ئي حجت آهن، هاڻي ڪير ٻڌائي ته سوا سئو سال، ڏيڍ سئو سال نبي سائين جي وفات کان پوءِ به ايراني لکن ٿا ته انهيءَ عرصي ۾ به ڪو رسول ملي وڃي ته چاڻي ڇڏيو ته اهو الله جي طرفان حجت آهي، هن قسم جي حديث کان پوءِ ماکان محمد ابا احد من رجالڪم ولاڪن رسول الله و خاتم النبين واري آيت سان ختم نبوت جي نظريي جو ڪهڙو حشر ٿيو، ڪهڙو مان شان بچيو، هنن ايرانين جي حديثن ۾ شيريني آهي ۽ عزيز الله جي لکڻي ۾ تلخي آهي؟ جيئن ته هي حديث امام جعفر صاحب جي نالي طرف منسوب ڪيل آهي، آئون هونئن نسل پرستي ۽ خاندان پرستي جي خلاف آهيان پر منهنجو خيال آهي ته جيئن ته امام جعفر صاحب حضرت زين العابدين علي بن حسين جو پوٽو آهي، سندس والده بي بي فروه سيدنا ابو بڪر جي پوٽي آهي، ته اهڙو ماڻهو ڪنهن کي پرمنٽ ڏئي ته توهان نبي ۽ رسول نه بڻجي سگهيا آهيو ته وڃي رسول ۽ نبي تلاش ڪيو، اهو ته جڻ پنهنجي پير تي ڪهاڙي هڻڻ جهڙي ڳالهه ٿي، هن قسم جون حديثون گهڙيندڙ ايراني جيڪي تقيي واري اصول تي مسلمان سڏائيندڙ آهن، اهي ختم نبوت کي ڍاهڻ لاءِ به رسول الله، ابوبڪر ۽ علي جي پونيرن جي نالي تي ٿا اهڙيون حديثون گهڙين. هنن ايراني حديث سازن اهلبيت جي اصطلاح مان خدائي قانون، ميرث ۽ صلاحيت جي جيڪا ٻيڙي ٻوڙي آهي سا ته سڀ ڪو ڄاڻي ٿو پر ختم نبوت کي ڍاهڻ لاءِ هي ماڻهو ڪنهن غير هاشمي ڏي اهڙي حديث منسوب ڪن ها. امام جعفر

صاحب نبين ۽ رسولن جي ڳولا ڪرائي پنهنجي چپر تي ٽاندو ڪيئن
رڪندو، بهرحال هنن جي حرفتن مان ثابت ٿئي ٿو تہ هي هن نظريي تي
ڪم ڪن پيا تہ گهر ڏاهڻ لاءِ گهر ڏٿين جو نالو استعمال ڪجي.
حديث ۾ اڳتي راوي صاحب راويت ڪري ٿو تہ وقلت للناس تعلمون ان
رسول الله ﷺ ڪان هو الحجت من الله علي خلقه يعني توهان ڄاڻو ٿا تہ
يشڪ رسول الله، الله جي پاران مخلوق تي حجت هو تہ جواب ۾ ماڻهن
چيو تہ هائو برابر حجت هو، پوءِ مون سوال ڪيو تہ ان جي وفات کان
پوءِ مخلوق جي ڪهڙي حجت آهي، تہ ماڻهن چيو تہ قرآن حجت آهي،
فنظرت في القرآن فاذا هو يخاصم به المرجي والقدري والزنديق الذي
لايؤمن ه حتي يغلب الرجال بخصومته فعرفت ان القرآن لايكون حجة
الابقيم. يعني ماڻهن جي جواب تي مون ڏٺو تہ قرآن تہ اهڙو ڪتاب آهي
جو مرجيہ فرقي وارا قدريہ فرقي وارا ۽ منافق ماڻهو جيڪي قرآن تي
ايمان بہ ڪونہ ٿا رکن، اهي ئي پنهنجي اختلافي موقف کي قرآن وارن
دليلن جي مقابلي ۾ ماڻهن کي مڃائي ٿا وڃن، پوءِ مون ڄاتو تہ تحقيق
قرآن اڪيلي سر حجت نٿو ٿي سگهي سواءِ امام جي ۽ سواءِ قيم جي
(جناب مولانا سيد ابو الاعليٰ مودودي صاحب جڏهن جماعت اسلامي
نالي سان پارٽي ناهي هئي تہ شروع ۾ هر ليول تي انهن جي عهدن ۾
هڪ عهدو قيم جي نالي سان هوندو هو، پوءِ مون ڪنهن سندن پارٽي
واري کان پڇيو تہ قيم جو مطلب ڇا آهي تہ ان ٻڌايو تہ قيم صاحب
پارٽي جي سموري ڪم جو سنڀاليندڙ، انتظام ڪندڙ، احتساب ڪندڙ
۽ مدار المهام هوندو آهي، شايد انهيءَ معنيٰ سان ٻين پارٽين ۾ اهو عهدو
جنرل سيڪريٽري، ناظم اعليٰ وغيره هجي) ڪليني صاحب جي همنوائن
جي اطلاع لاءِ عرض آهي تہ اهو ڪوڙ آهي جو مرجيہ قدريہ، جبريہ ۽
زنديق قسم جا فرقن وارا، قرآن منجهان پنهنجا پنهنجا باطل عقيدا
ڪڍائي، مڃائي صحيح ثابت ڪري سگهندا. هونئن تہ اهي سڀن فرقن
وارا جيئن تہ نسلي ۽ نسب نامي جي لحاظ سان هڙيئي ايراني آهن. ان
ڪري ڪليني صاحب يا ان جو استاد روايت ڪندڙ، انهن جي وطني
هجڻ ڪري پر ڪٽي ٿو، تہ اهي فرقن وارا پنهنجيون متضاد ڳالهيون قرآن
مان ثابت ڪيون وڃن ٿا. يا مخالف کي لاجواب ڪري پنهنجو موقف



مڃايون ٿا وڃن. آئون انهن سڀن فقهي فرقن تي اصلي ۽ بنيادي طور
تفصيل سان ڳالهيون هن ڪتاب جي ٻئي حصي ۾ لکندس جنهن ۾ فقهہ
جي سڀن امامن ۽ انهن جي تخريجن تي اطمينان بخش تحقيق پڙهندڙن
جي خدمت ۾ اچي ويندي. انهيءَ هوندي بہ مختصر طور ڪليني صاحب
۽ ان جي پرستارن جي خدمت ۾ عرض آهي تہ اوهان جيڪو هن حديث
۾ لکيو آهي تہ قرآن اڪيلي سر حجت ناهي سواءِ قيم جي، تہ اها ڳالهہ
خود الله عزوجل اڳيئي فيصل ڪري ڏني آهي ۽ حل ڪري ڇڏيو آهي
سورت ڪهف جي منڍ منڍ ۾ فرمائي ٿو تہ الحمدلله الذي انزل علي عبده
الڪتاب ولم يجعل له عوجا. قيما لينذر باسا شديد امن لدنه ويبشر
المؤمنين الذين يعملون الصالحات ان لهم اجرا حسنا. يعني سڀ واکاڻ
آهي انهي ذات لاءِ جنهن پنهنجي ٻانهي مٿان اهڙو تہ ڪتاب نازل ڪيو
جنهن ۾ ڪوبہ هيرڦير ناهي ۽ اهو ڪتاب قيم آهي، جيڪو ڏيڄاري ٿو
سخت هيبت سان الله جي پاران ۽ سڌريل عمل وارن مؤمنن کي
خوشخبري ڏئي ٿو سهڻي اجوري جي، هاڻي هنن حديثن ناهڻ وارن کان
ڪير وڃي پڇي تہ جنهن ڪتاب کي الله سائين پاڻ قيم بنائي نازل
فرمايو آهي پوءِ ان ڪان سواءِ جن کي اوهان پنهنجي حديثن سان قيم
بنايو ٿا، اهو بہ رسول الله جي ختم نبوت کي توڙي پوءِ. تہ وڌيڪ ڀلو
قيم تہ اهو ٿيو جنهن کي الله قيم ڪوٺيو، يا اهو قيم وڌيڪ ڀلو آهي
جنهن کي اوهان جي حديثن ختم نبوت کي توڙي ڪري قيم بنايو آهي،
جيئن هن حديث ۾ ڪليني صاحب لکيو آهي تہ جيڪو اوهان مان نبي
يا رسول ناهي تہ اهو وڃي رسولن جي تلاش ڪري ۽ جڏهن ان کي (نبي
سائين جي وفات ڪان سئو سوا سئو سال پوءِ بہ) رسول ملي وڃي تہ پوءِ
اهوئي حجت اٿس، پر مناسب ٿيندو، بلڪ ضروري آهي تہ حجت بابت
بہ قرآن حڪيم ڪان معلوم ڪجي تہ اهو ڪنهن کي ٿو حجت ڪوٺي.
سورت نساء ۾ ٽئين رڪوع جي منڍ ڪان قرآن پاڪ رسولن جا نالا
ڳڻندي فرمائي ٿو تہ اي محمد اسان تنهنجي طرف وحي ڪيو، جيئن
نوح ڏي وحي ڪيوسون ۽ ٻين نبين ڏي بہ. ان ڪان پوءِ ابراهيم
اسماعيل اسحاق، يعقوب ۽ انهن جي اولاد مان عيسيٰ ۽ ايوب، يونس،
هارون، سليمان، دائود موسيٰ ۽ ڪيترن جا نالا ٻڌايا آهن تہ ڪيترن جا

نالا توکي نه ٻڌايا آهن. پر ڳالهه هي آهي ته اهي سڀ رسول وحي جي رهنمائيءَ سان هن ڪريءَ موڪليا آهن ته لئلا يکون للناس علي الله حجة بعد الرسل. ١٦٥-۴ يعني هن لاءِ ته انهن پڇاڙان ماڻهن جي الله طرف ڪا حجت نه رهي، هتي هي ثابت ٿي ويو ته محمد الرسول الله تائين رسولن ڪان وٺي حجت پوري ٿي، هاڻي اڳتي الله ڏي ڪنهن جو به قرض نه رهيو، محمد تائين سڀ حجتون ختم ٿيون. لئلايکون للناس علي الله حجة بعد الرسل يعني متي نالن سان ۽ جن جا نالا نه به ڪنيا ويا آهن محمد الرسول الله تائين سين رسولن موڪلڻ ڪان پوءِ حجت ختم ۽ الله تعاليٰ وحي جي علم ۽ تعليم کي به حجت سان تعبير ڪندي فرمايو ته قل فلله الحجة البالغ فلوشاء لهداکم اجمعين ١٥٠-٦. يعني حجت البالغ (وحي) خاص الله وٽان ملي ٿو، ان جو قانون مشيت چاهي ها ته اوهان مڙيئي هدايت وارا ٿي وڃو ها. مطلب ته هن آيت ۾ وحي واري تعليم يعني قرآن کي به حجت البالغ سڏيو ويو آهي. هاڻي انهن سين قرآني حقيقتن کي سامهون رکندي ڪليني صاحب جي آندل حديث تي غور ڪيو ته اهي راوي صاحبان ڪيڏي نه اک جي ڇڪائيءَ سان ختم نبوت جي دور ۾ رسول پيا ڳولائين ۽ انهن کي حجت ۽ قيم جا لقب ڏيئي قرآن سان شرڪ پيا ڪن ۽ رسول الله جي ختم نبوت واري تاج کي توڙي مروڙي پور پور پيا ڪن. ان ڪان پوءِ حديث ۾ راوي صاحب چوي ٿو ته مون ماڻهن ڪان پڇيو ته من قيم القرآن. يعني قرآن جو قيم ڪير آهي ته چيائون ابن مسعود قدکان يعلم وعمر يعلم وحذيفة يعلم قلت کله قالوا لا. فلم اجد احدا يقال انه يعرف ذالک کله الاعليا عليه السلام يعني ماڻهن جواب ۾ چيو ته ابن مسعود به قرآن ڄاڻي ٿو، عمر ڄاڻي ٿو، حذيفه ڄاڻي ٿو ته مون انهن کي چيو ته اهي سمورو قرآن ڄاڻن ٿا؟ ته جواب ۾ چيائون نه اهي سمورو قرآن ڪونه ٿا ڄاڻن ۽ سموري قرآن جي ڄاڻڻ لاءِ ڪنهن بابت ڪونه ٻڌم ته ڪو اهو سڄو قرآن ڄاڻي ٿو سواءِ علي عليه السلام جي. پوءِ آئون شاهدي ڏيان ٿو ته بيشڪ علي قيم آهي قرآن جو. ۽ حجت آهي ماڻهن مٿان رسول الله ڪان پوءِ. هاڻي اهوئي جيڪو به قرآن بابت چوندو اهو حق آهي. راويءَ کي امام جعفر جواب ۾ چيو ته الله جي تو مٿان رحمت هجي.



آئون هن حديث جي پڇاڙي مهل راوي صاحب جي طرفان اصحاب رسول بابت انهيءَ هٿ گهڙيءَ ريمارڪ تي ته ابن مسعود، عمر، حذيفه يا علي سائين کان سواءِ ٻيا صحابه مڪمل قرآن ڪونه پيا ڄاڻن. ڪجهه ڄاڻن پيا ته ڪجهه نه پيا ڄاڻن. يعني انهن جي ڄاڻ اڌوري ۽ ناقص هئي، آئون ڪليني صاحب جي استاد راوين کي جن اها حديث گهڙي آهي ۽ انهن جي سين همنوائن جي خدمت ۾ عرض ڪيان ٿو ته اهڙين حديثن تي ويساهه رکڻ وارئو! الله تعاليٰ قرآن حڪيم ۾ سورت انعام جي ڏهين رڪوع جي منڍ کان دنيا ۽ ڪائنات جي ماڻهن کي ٻڌائيندي فرمائي ٿو ته اسان پنهنجي حجت يعني هدايت لاءِ وحي واري تعليم ابراهيم کي سندس قوم لاءِ ڏني ۽ ان مشن کي هلائڻ لاءِ عطبي ۽ گفٽ طور کيس اسحاق ۽ يعقوب جيڪي هدايت ورا هئا. ڏناسون ۽ ان کان اڳي نوح به هدايت وارو هئو ۽ ابراهيم جي اولاد مان دائود، سليمان، ايوب، يوسف، موسيٰ، هارون زکريا، يحيٰ، عيسيٰ، الياس، انهن مڙني ڀلارن سان گڏ اسماعيل، يسع، يونس لوط اهي سڀ جهانن تي فضيلت ڀريا هئا ۽ انهن جي ابن ڏاڏن، اولاد، ۽ ڀائرن مان پنهنجي هدايت ۽ صراط مستقيم لاءِ هدايت وارا چونڊياسين. پر جيڪڏهن ڪنهن به اسان جي پروگرام جي مخالفت ڪئي ته لحبط عنهم ماڪنوا يعملون يعني انقلاب جي مخالفن اهل ڪتاب وارن جا سڀ دفتر ڏوئي ڇڏيندا سون، انهن جا سڀ ڪرتوت رائگان ڪري ڇڏينداسون. متي جن برگزيده شخصيتن جو ذڪر ٿيو انهن کي اسان وحي جي تعليم وارا ڪتاب، حڪومتون ۽ نبوتون عطا ڪيون. پوءِ جيڪي انهن جي وارث هجڻ جا دعويدار آهن ۽ اهل ڪتاب هجڻ جو دم ٿا ڀرين، انهن جيڪڏهن محمد کي ڏنل اڳين سين نبين واري وحي جي تعليم جو ليٽسٽ ايڊيشن قرآن، نه مڃو. فان يکفربها هؤ لاءِ. انهن اهل ڪتاب وارن جيڪڏهن قرآن سان ڪفر ڪيو، قرآن جو انڪار ڪيو، ته فقدو ڪلنا بها قوما ليسوا بها بڪافرين، يعني اسان انهي قرآن جو وڪيل به اهڙي قوم کي بنايو آهي جيڪي ليسوابها بڪافرين. انهيءَ قرآن سان، انهن اهل ڪتاب وارن وانگر ڪفر نه ڪندا. هن آيت ۾ ته رب پاڪ چٽو پڌرو کولي کولي اعلان ڪيو ته مون الله، محمد جي سائين کي

جيڪا اهڙي قوم آهي جن کي قرآن جو ڪيس حوالي ڪري. دنيا وارن سامهون مون انهن کي قرآن جو وڪيل بنايو آهي ۽ مون الله جو انهن وڪيلن تي وڏو ڀروسو آهي، اعتماد آهي، يقين آهي، تہ اهي ليسوابها بڪافرين. يعني قرآن سان ڪڏهن بہ ڪفر نہ ڪندا. ويساهہ گهاتي نہ ڪندا. هي وڏا معتبر وڪيل آهن، مٿين حديث ٺاهڻ وارا سمجهي ڇڏين. ڀڏي ڇڏين! تہ جو بہ رسول جو ساٿي قرآن جو وڪيل، جيڪڏهن، قرآن مان ڪجهہ ڄاڻندو هوندو ۽ سمورو قرآن نہ ڄاڻندو هوندو. جيئن هي ايراني پنهنجي حديث ۾ لکن ٿا تہ پوءِ اهڙا وڪيل ڪيس ڪيئن لڙندا. دنيا وارن سان اڻ ڄاڻائي ۾ مقابلو ڪيئن ڪندا. جيڪڏهن اهي الله جا چونڊيل وڪيل بہ ڪيس هارائي وهن تہ پوءِ الله جي چونڊ مٿان طعنا لڳي ويندا تہ اها ڪهڙي قسم جي چونڊ آهي؟ هتي باب اضطرارالي الحجت جي شروع وارين ٻن حديثن تي تبصرو ختم ڪجي ٿو فيصلو پڙهندڙ پاڻ ڪن.

## اصول ڪافي واري صاحب جون قرآني آيتن جي معنائن ۾ هيراڦيريون

هي حديث اصول ڪافي جي جلد ٣ باب ١١۴ صفحي نمبر ٥٢ جي آهي، هن ۾ قرآن مجيد جي سورت الصافات جي آيت نمبر ٨٨ جي جملي فنظر نظرة في النجوم فقال اني سقيم. جي معني ڪليني صاحب امام جعفر صاحب جي حوالي سان هيءَ لکي آهي تہ حسب فرآي مايحل بالحسين فقال اني سقيم لما يحل بالحسين عليہ السلام يعني حضرت ابراهيم عليہ السلام تارن جي رفتار مان حساب لڳايو انهن مصيبتن جو جيڪي حضرت حسين جي مٿان اچڻ واريون هيون ۽ فرمايائين تہ آئون حسين جي مصيبتن سبب بيمار ٿي رهيو آهيان، پڙهندڙ صاحبان هن حديث جي مٿان غور فرمائين. ڪليني صاحب ان ۾ هڪ ڳالهہ هيءَ ڪئي آهي تہ حضرت ابراهيم نجوم جي علم سان پنهنجا معاملا ۽ مسئلا معلوم ڪندو هو. ان بابت منهنجو اعتراض هي آهي تہ هڪ صاحب الوحي اوالوالعزم رسول جي علمي سورس ۽ ذريعي ڪي وحي بدران تارن جي رفتار بيهڪ، ايرڻ لهڻ، مطلب تہ نجوم جي علم کي



اهميت ڏيارڻ، اها ڳالهہ وحي واري علم جي گهٽتائي آهي، توهين آهي، انهيءَ حرڪت سان هي ايراني حديثون ٺاهيندڙ، قران جي مقابلي ۾، وحي جي مقابلي ۾ نجوم جي علم جي اهميت مڃرائڻ گهرن ٿا ۽ پوءِ ان ذريعي سان رسالت جي علم کي ناڪام ڪرڻ گهرن ٿا، ۽ ان ۾ شڪ شبها وجهڻ لاءِ اهڙيون حديثون امامن ڏي منسوب ڪري قرآن جي يقيني ۽ قطعي علميت کي ڪاٽڻ گهرن ٿا. جيڪڏهن منهنجو اهو الزام غلط آهي تہ پوءِ ڪير ٻڌائي تہ جيڪو شخص رسول آهي، نبي آهي ۽ رسولن جي سنڀال ۽ نگراني انڪ باعيننا يعني اهي سڌو سنئون الله جي ڀهري ۽ سنڀال هيٺ هوندا آهن، پوءِ اهڙيون شخصيتون ڀوپن ۽ جوتشين وارا ڪرتوت ڪيئن ڪري سگهنديون ۽ اهو بہ نجومين وانگر حساب ڪري جيئن تہ مٿي حديث ۾ اهو بہ نجومين وانگر حساب ڪري جيئن تہ مٿي حديث ۾ اوهان پڙهي آيا تہ حسب فرآي مايحل بالحسين يعني حضرت ابراهيم تارن جي حساب مان ڪربلا جون ڳالهيون ٻہ هزار سال اڳي معلوم ڪري ورتيون، ايراني حديثون ٺاهيندڙ هن حديث مان علم نجوم جي سچائي ۽ تصديق ثابت ڪرڻ گهرن ٿا جڏهن تہ رب پاڪ تارن کي دنيا واري آسمان لاءِ زينت ۽ سينگار سان تعبير ڪندي فرمايو آهي تہ وحفظنا ها من ڪل شيطان الرجيم ١٥/۴ يعني شيطاني قسم جي ڪوڙن ڦهلائڻ وارن جي شيطانيءَ کان اسان آسمان ۽ نجوم کي حفاظت ۾ رکيو آهي ۽ اهي تارا جيڪي پنهنجي وجود ۾ وڏي قسم جا ڪرا آهن، رب پاڪ فرمائي ٿو تہ انهن کي هر قسم جي شيطاني منصوبن ٺاهيندڙن کان اسان پنهنجي حفاظت ۾ رکيو آهي، بهرحال مون کي هتي حديث ٺاهڻ واري جي طرفان آيت جي جملي اني سقيم جي معنيٰ سان بہ اختلاف آهي، حديث ۾ معنيٰ لغت واري ڪئي وئي آهي جنهن کي هوئن لفظ جي اصلي معنيٰ هجڻ سان بہ مون کي اختلاف ناهي پر قرآن حڪيم پنهنجي الفاظن جملن ۽ آيتن جي معنيٰ جيڪا پنهنجي خصوصي هنر ۽ طريقي ولقد صرفنا في هذا القرآن ليذڪروا، ١٧-۴١ يعني اسان هن قرآن ۾ الفاظن کي ورائي ڦيرائي مختلف معنائون ۽ توجيهون سمجهائڻ گهرندا آهيون پر ان طريقي کان انهن قرآن جي مخالفن کي نفرت ٿي اچي ۽ هن ئي سورت بني اسرائيل

۾ آيت نمبر ۸۷ ۾ رب پاڪ فرمايو تہ ولقدصرفنا للناس في هذا القرآن
من ڪل مثل يعني اسان هن قرآن ۾ ماڻهن جي سمجهائڻ لاءِ قرآني
الفاظن ڪي ورائي ڦيرائي هر قسم جي مثالن سان تڪرار سان آڻيون ٿا
فابيٰ اڪثر الناس الاڪفورا، پر ماڻهن جي گهڻائي اهڙي تہ بدمغز آهي
جو جڻ تہ انهن ڪي ضد آهي تہ هو زوريءَ ڪفر واري راهہ وٺندا، وري
اڳلي سورت ڪهف جي آيت نمبر ۵۴ ۾ رب پاڪ فرمايو تہ ولقد
صرفنا في هذا القرآن للناس من ڪل مثل يعني اسان هن قرآن ۾ ماڻهن
جي سمجهائڻ لاءِ قرآني الفاظن ڪي ورائي ڦيرائي هر قسم جي مثالن
سان تڪرار سان آڻيون ٿا فابيٰ اڪثر الناس الاڪفورا، پر ماڻهن جي
گهڻائي اهڙي تہ بدمغز آهي جو جڻ تہ انهن ڪي ضد آهي تہ هو زوريءَ
ڪفر واري راهہ وٺندا، وري اڳلي سورت ڪهف جي آيت نمبر ۵۴ ۾
رب پاڪ فرمايو تہ ولقد صرفنا في هذا القرآن للناس من ڪل مثل
وڪان الانسان اڪثر شيءِ جدلا يعني اسان هن قرآن ۾ (الفاظ) ورائي
ڦيرائي بيان ڪيون ٿا هر قسم جي مثالن سان تہ جيئن ماڻهن ڪي
سمجهہ پوي پر ماڻهن جي گهڻائي وڏي جهڳڙالو آهي، هنن آيتن جي دليل
طور عرض ڪرڻ مان منهنجو مقصد هي آهي تہ حديث ۾ آندل آيت
فنظر نظره في النجوم فقال اني سقيم جي قرآن واري معنيٰ هيءَ آهي
حضرت ابراهيم عليہ السلام پنهنجي قوم جيڪا بتن سان گڏ ستارن
جي بہ پوڄاري هئي انهن سان بحث مهل انهن جي طرفان تارن جي
معبود هجڻ جي موقف تي غور ڪري فنظر نظرة يعني سوچ ويچار ڪري
جواب ۾ فرمايو تہ اني سقيم يعني آئون اوهان جي نظريي ڪي مڃڻ لاءِ
تيار ناهيان، آئون اوهان جي هن عقيدي ڪان بيزار آهيان معذرت ڪيان
ٿو، هاڻي مون جيڪا هي معنيٰ ڪئي آهي اها تصريف آيات واري
سيڪاريل قرآني فن ۽ هنر مان ثابت آهي، ان معنيٰ جي تائيد لاءِ پڙهي
ڏسندا سورت ممتحنہ جي آيت نمبر ۴ قدڪانت لڪم اسوة حسنة في
ابراهيم والذين معه اذقالوا لقومهم انابرآءوا منڪم ومما تعبدون من دون
الله، يعني اوهان لاءِ ابراهيم جي طريقي ۾ تمام سهڻو رستو آهي ۽ ان
جي سائين ۾ بہ جڏهن جو انهن پنهنجي قوم ڪي چيو تہ اسان بيزار
آهيون توهان ڪان ۽ توهان جي معبودن ڪان جن ڪي الله ڪان سواءِ اوهان



پوڇيو ٿا، تہ هن آيت مان هي معنيٰ ثابت ٿي تہ حضرت ابراهيم پنهنجي
قوم جي معبودن ڪان بہ بيزاري ڏيکاري ٿو تہ سورت صافات جي جملي
اني سقيم جي معنيٰ قرآن پاڪ سورت ممتحنہ جي جملي انابرآء و آسان
ڪري ڇڏي تہ هاڻي اتي سمجهڻ گهرجي تہ قرآن جي لفظن، جملن جي
معنيٰ وڏيڪ درست ۽ صحيح اها آهي جيڪا، قرآن پاڪ پاڻ ڪري
ڏيکاري يعني الله پاڪ پنهنجي ترجماني پاڻ تو ڪري، پوءِ انهيءَ معنيٰ
لاءِ تہ سقيم معنيٰ بيزاري ۽ لاتعلقي، انهيءَ جو ٻيو دليل ۽ ثبوت بہ
حاضر خدمت آهي ملاحظہ فرمائيندا سورت انعام آيت نمبر ۷۷ فلما
جن عليہ الليل راي ڪوڪبا قال هذا ربي فلما افل قال لااحب الآفلين،
يعني رات انڌيري مهل حضرت ابراهيم تاري ڪي ڏسي (پنهنجي قوم
وارن ڪي) چيو تہ هي منهنجو رب آهي؟ هن جي عبادت ڪرڻ گهرجي؟
پوءِ جڏهن تارو غروب ٿي وڃي پيو تہ ابراهيم عليہ السلام پنهنجي
قوم وارن ڪي چوي پيو تہ جيڪو گم ٿي وڃي، اهو خدا ڪيئن ٿي
سگهندو، اني لا احب لآفلين آئون اهڙين شين ڪي پسند نٿو ڪيان آئون
انهن ڪان بيزار آهيان، تہ هن آيت جي معنيٰ ڪي سورت صافات ۾ فرمايل
جملي اني سقيم تي منطبق ۽ فٽ ڪبو ۽ اتي بہ اها معنيٰ ڪبي تہ حضرت
ابراهيم تارن جي معبود ۽ خدا بنائڻ واري نظريي تي غور فرمائي پنهنجي
قوم وارن ڪي چيو تہ اني سقيم آئون اوهان جو مؤقف قبول نٿو ڪيان،
آئون انهيءَ ڪان بيزار آهيان، لاتعلق آهيان، مون ڪي اهو عقيدو قبول
ڪرڻ ڪان معذور سمجهو، اني لا احب الآفلين، آئون زوال پذير، فاني، ۽
بي بقا شين ڪي معبود تسليم ڪرڻ واري عقيدي ڪي پسند نٿو ڪيان، انهي
نظريي ۾ سقم آهي اهو ڪمزور آهي اهو نظريو منهنجي نظر ۾ سقيم آهي.

## اصول ڪافي ۽ ان جي همنوائن وٽ مال غنيمت، فيءَ انفال، تي لاڳو خمس جو غلط تفسير

اصول ڪافي ڪتاب جي جلد ۳ ۾ ۱۲۸ نمبر باب آهي تہ مال فيءَ
۽انفال ۽ خمس جو تفسير ۽ ان جون حدون ۽ ڪهڙي قسم جي مال تي
خمس لاڳو ٿيندو، هي باب صفحي ۱۸۴ ڪان شروع ٿئي ٿو هن ۾
اناويهہ حديثون آنديون ويون آهن، آئون هن باب جي جملي حديثن ڪي

هت نقل ڪرڻ ضروري نٿو سمجهان. آئون صرف شيعي مذهب وارن
طرفان قرآن حڪيم اندر حڪومت جي آمدني ۽ محصولات مٿان خمس
واري ٽئڪس جي تشريح خدمت ۾ عرض رکڻ چاهيان ٿو ۽ ان جي
جواب ۾ خمس يعني پنجين پتي ۽ ان جي خرچ ڪرڻ جا قرآن حڪيم
وارا ٻڌايل ۽ بيان ڪيل مصرف. يعني اها آمدني ڪنهن ڪنهن جي مٿان
خرچ ڪئي وڃي. ان جو تفصيل قرآن حڪيم جي رهنمائيءَ ۾ پيش
خدمت ڪرڻ گهران ٿو. جنهن مان پڙهندڙن جي خدمت ۾ هي حقيقت
پڌري ڪرڻي آهي ته اهي انهي تقابل مان اندازو لڳائين ته قرآن خمس
بابت ڪهڙي طرف ٿو رهنمائي ڪري ۽ اماميه مذهب وارا. انهن آيتن
جي ڪهڙي معنيٰ ڪري ڪهڙي طرف ماڻهن کي پهچائڻ چاهين ٿا.
پهريائين عرض ته قرآن حڪيم خمس بابت ڪهڙي هدايت ڏئي ٿو.
سورت انفال جي آيت نمبر ۴۱ ۾ رب سائين فرمائي ٿو ته واعلموا انما
غنمتم من شيء فان لله خمسه وللرسول ولذي القربي واليتامي والمساڪين
وابن السبيل. يعني ڄاڻي ڏيو ته جو به مال غنيمت اوهان وٽ اچي ته ان
مان الله ۽ رسول لاءِ، ذوي القربيٰ لاءِ، يتيمن لاءِ، مسڪينن لاءِ، مسافرن
لاءِ آهي. قرآن مجيد ۾ خمس جو ذڪر صرف هن آيت ۾ آيو آهي
۽خمس جي معنيٰ ته واضح آهي پنجين پتي ۽ پنجون حصو. انهيءَ پنجين
حصي ۽ خمس لاءِ آيت ڪريمه ۾ حڪم آيو ته اهو الله ۽ رسول لاءِ
آهي. الله رسول مان مراد قرآن حڪيم جي نقطهٔ نظر سان آهي سلطنت
۽ رياست جي مرڪزي اٿارٽي جيڪا پنهنجي اسٽيٽ جي ايڪسپينڊيچر
۽ ٻين ضروري مدن مٿان خرچ ڪري. پر مذهب شيعه وارا رياست ۽
حڪومت جي تصور کان ئي وڙن ٿا وڃن. اهي الله ۽ رسول جو حصو
(خمس) به امامن ۽ انهن جي اهلبيت لاءِ خاص قرار ڏين ٿا ته آيت ۾
اڳتي جيڪي ٻيا مصرف ڏسيل آهن ته انهن مان ذي القربي (ويجهڙائي
وارا) مان مراد به نسلي بنيادن تي بنو هاشم جيڪي فاطمه جي اولاد
مان هجن انهن کي ڏيارڻ گهرن ٿا يعني به عدد ڪوتائون اهلبيت لاءِ.
هڪ الله رسول جي نالي واري ٻي ذي القربيٰ واري. هاڻي هتي غور فرمايو
ته اهو معنيٰ جو فرق ڇو ٿيو آهي. انهيءَ فرق جو اصل سبب ۽ پس
منظر هي آهي ته شيعا صاحبان اسلامي فلاسافي جي لحاظ سان.



حڪمراني، گورنمنٽ، رياست، رياست سازي جي خلاف آهن. هو ٻي
ٻي فاطمه جي پيٽ مان چاول نمبر وار صرف ذهن ماڻهن ۽ ڳجهي
خلافت ۽ امامت جو اڳواڻي لاءِ ۽ امت مسلمه لاءِ روحاني پيشوا ۽
باطني نموني امام سڏين ٿا. يارهون پڇاڙيءَ ۾ ايندو. امامت اهي
ڪيئن هلائي چڪا آهن. انهن جو ڪوبه انتظامي ڍانچو يا ادارا. تاريخ
ٻڌائڻ کان قاصر آهي ۽ امامت جي به ڪائي چونڊ يا اليڪشن نه ٿيندي
هئي پر هنن جي حديثن جي ڏس مطابق ته انهن جو تقرر الله سائين پاڻ
ڪندو هو پوءِ انهن جي تعداد ۽ ڳاڻاٽي ۾ به جدا جدا فرقا ۽ اوترا
نظريا آهن. زيدي فرقي وارا، زيد بن علي بن حسين کان اڳتي امامت کي
ڪونه ٿا وڌائين. اسماعيلي فرقي وارن جا امام اڄ تائين چمندا پيا اچن.
واقفي فرقي وارن امام حسن عسڪري کي ئي يارهون امام غائب قائم
الزمان بامرالله قرار ڏيئي اڳتي وڌڻ کان دنگ ڪيو آهي. بهرحال قرآن
حڪيم ۾ ڳجهي خلافت ۽ باطني امامت سان رياست هلائڻ جو ڪٿي به
ذڪر ڪونهي. قرآن حڪيم ته کليو ڪلايو علي الاعلان فرمائي ٿو ته
وهوالذي جعلڪم خلائف الارض. ٦٦/٦١ يعني الله اها هستي آهي جنهن
اوهان کي ڌرتي تي خلافت حوالي ڪري ڇڏي آهي ۽ خلافت هلائڻ لاءِ
به ٻڌي ڇڏيو ته ومن لم يحڪم بما انزل الله يعني جيڪو الله جي نازل
ڪيل قانون مطابق حڪومت نه هلائيندو ته اهو فاسق آهي، ظالم آهي،
ڪافر آهي پڙهي ڏسو ۴۷-۵، ۴۵-۵، ۴۴-۵ ۽ اڳتي سورت نور جي
آيت نمبر ۵۵ ۽ ۵۶ ۾ رب پاڪ تمام چٽي نموني رياستي ميني فيسٽو
جو تفصيل ٻڌائيندي فرمايو ته اوهان مان رفارمر ۽ سڌارڪ ماڻهن سان
منهنجو واعدو آهي ته جيڪڏهن اوهان قرآن ۾ ٻڌايل هن منشور تي
عمل ڪيو ته ليستخلفنهم في الارض ڪما استخلف الذين من قبلهم
يعني توهان کي ضرور خلافت ۽ حڪومت ڏيندس جيئن اوهان کان اڳين
کي ڏني هئم ۽ وليمڪنن لهم دينهم ۽ توهان جي دين لاءِ توهان کي
پاور اقتدار ۽ ڪنٽرول ڏياريندس ۽ وليبدلنهم من بعد خوفهم امنا اهڙو
اقتدار جو اڳي جيئن اوهان پاڙي اوڙي جي ظالم بادشاهتن کان ڊڄندا
هئا. هاڻي اوهان جي حڪومت ۽خلافت قائم ٿيڻ کان پوءِ خوف ختم
ظالم بادشاهتون ختم، امن ئي امن رهندو. يعبدونني لايشرڪون بي

شيئا، اتي رڳو مون الله جي قانون تي حڪومت هلائيندا ۽ ٻئي ڪنهن
ڪي بہ بگ پاور تسليم نہ ڪندا.

مٿي آيت ٨/٤١ ۾ جيڪو خمس بابت حڪم آهي تہ اهو الله ۽
رسول لاءِ آهي تہ انهيءَ مان مراد حڪومت جي مرڪزي اٿارٽي آهي ۽
هيءَ حقيقت هميشہ لاءِ سمجهڻ گهرجي تہ الله، رسول، قرآن، ڪعبة
الله، اهي ڪنهن بہ فرقي، گروهہ، نسل ۽ خاندان لاءِ مخصوص ناهن،
اهي سڀ هستيون جملي انسان ذات لاءِ هڪ جهڙيون مشترڪ آهن،
هتي هن باب جي پهرين حديث ۾ جيڪا اصول ڪافي واري ڪليني
صاحب سليم بن قيس جي روايت سان آندي آهي تہ انهيءَ حضرت علي
عليہ السلام ڪان ٻڌو تہ فرمايائون تہ نحن والله الذين عني الله بذي
القربيٰ الذين قرنهم الله بنفسه ونبيه يعني قسم خدا جو اسان ئي اهي
آهيون جن کي الله ذي القربي مان مراد قرار ڏنو آهي ۽ اسان اهي آهيون
جن کي ڳنڍيو آهي الله پاڻ سان ۽ پنهنجي نبي سان، هن حديث جي
لفظن تي غور ڪيو تہ رب العالمين يعني جهانن جي پالڻهار جيڪو رب
الناس آهي ملڪ الناس آهي ۽ الہ الناس، ۽ رسول سائين جنهن لاءِ قرآن
فرمائي ٿو تہ اي رسول تون اعلان ڪر تہ يا ايها الناس اني رسول الله
اليڪم جميعا يعني اي جملي ماڻهو ۽ انسانو! آئون اوهان سڀن ڏي
رسول ڪري موڪليو ويو آهيان، هاڻي ڪير ٻڌائي تہ ايرانين جي
حديثن ۾ ذي القربيٰ مان اتي رسول جي مائٽن مٽن جو حصو پتي ۽ ونڊ
پهريائين جدا ڪيو، اهي مائٽ نہ رڳو رسول جو حصو ڪائڻ لاءِ آهن پر
الله تي بہ انهن جو ميجر شيئر آهي، مٿي حديث ۾ اوهان پڙهيو تہ هو
حضرت علي جي زبان ڪان چورائن ٿا تہ قرنهم الله بنفسه انهن اهل بيت
وارن کي الله پاڻ سان ڳنڍيو آهي، غور فرمايو وجي تہ قرآن جي
رهنمائيءَ ۾ رسول الله اڇي ماڻهن کي الله سان ڳنڍيو ۽ ملايو ۽ عام
انسانن کي هي حوصلو ڏياريو تہ اوهان جو بہ الله آهي، پوءِ اهي غلام
بنايل، قريل ۽ ستايل ماڻهو اٿي پيا تہ جيڪڏهن الله مٿان خانقاهي
سجاده نشينن ۽ جاگيردارن جي هڪ هٽي ناهي تہ پوءِ پنهنجي حامي،
ناصر ۽ دوست الله جي سهاري جهانن جي بي وسيلہ ماڻهن جي پالنا لاءِ
گڏجي وڙهون ۽ پوءِ اهي صدين جا ستايل ۽ غلام بنايل ماڻهو اٿي پيا ۽



انهن قيصر ۽ ڪسريٰ جون بادشاهتون ڊاهي پٽ ڪيون ۽ جبل جهڙن
ٽرائيبل سماج جي پڳدارن جون پڳون ليڙون ليڙون ڪيون ويون ۽ پڳن
واريون منڊيون ڪنڌ ڪان ڪپي ڌار ڪيون ويون ۽ سدائين لاءِ قرآن
اعلان ڪري ڇڏيو تہ مون الله وٽ سرسي ڪٽندڙ ۽ چوٽي ماڻڻ جي
دعويٰ اهو ماڻهو ڪري سگهي ٿو جيڪو فڪ رقبة اواطعام في يوم ذي
مسبغہ يتيماذا مقربہ اومسڪينا ذامتربہ يعني جيڪو ڪنهن غلام
بنايل ماڻهوءَ کي آزادي وٺي ڏئي يا ڪنهن ڏينهن ڪنهن بکيي کي
مانيءَ جو ڏؤ ڪرائي، پاڙي واري بي سهاري ۽ مٽيءَ ۾ ليٽڙيل مسڪين
جو سهارو بڻجي، تہ اهو ماڻهو ڪنهن چوٽيءَ رسڻ لائق مڃيو ويندو،
(سورت بلب آيت ڏهہ ١٠ ڪان ١٦) پوءِ ايران وارن کي فارس جي
شڪست ڪاڏل نام نهاد اشرافيہ مراعات يافتہ طبقي وارن قرآن ۽ رسول
الله جي نظريي ۽ تيار ڪيل انقلابي تنظيم جي مهندارن کي دنيا وارن
اڳيان انهن جي تاريخ کي ۽ فلسفي کي بدلائي، ميٽي خوار خراب ڪرڻ
جو منصوبو ٺاهيو، انهيءَ لاءِ انهن حديث جو علم رسول سائينءَ طرف
منسوب ڪري ان ذريعي پيغمبر جي انقلابي ساٿين کي ڪافر بنايو ۽
اهي حديثون بخاري ۾ لکيل اهلسنت ۽ اهل حديث نالي سان سڏجندڙ
مذهبي فرقا بہ اکين تي رکيون ويٺا آهن ۽ پنهنجي مدرسن ۾ مسلمانن
جي اولاد کي پڙهائيندا اچن پيا، الله رب العزت سورت بلد جي مٿي
ڄاڻايل آيتن ۾ فرمايو تہ آئون ڪنهن بہ ڊاڙ هڻندڙ هام هڻندڙ جي هيءَ
دعويٰ قبول ڪرڻ لاءِ تيار ناهيان جيڪو چوي ٿو تہ اهلڪت مالا لبدا
يعني آئون دنيا جا ڍير لٽائڻ جي سگهہ رکان ان ڪري ان لن يقد رعليہ
احد، يعني ان ڪان ڪوئي ڏاڍو ڪونہ ٿي سگهندو، پر رب پاڪ فرمايو
تہ مون الله کي تہ بي سهارا غلام بنايل ڏڌڙ ۾ ليٽاڙيل ماڻهن جو الڪو
آهي ڪوئي جيڪڏهن پاڻ کي ڏاڍو مڙس ۽ ڦني خان سڏي ٿو تہ اهو
ڪجهہ پنهنجي ڪنڌ کي هيٺ ڪري ۽ انهن مٽيءَ ۾ پيوت بي واهن کي
اوسر ڏياري، فارس جي دانشورن ڏٺو تہ هي ڪتاب تہ بکين ۽ ڇتي ٿيل
ماڻهن کي اٿاري هميشہ هميشہ لاءِ بادشاهتن قائم ڪرڻ جو دروازو ئي
بند ڪري ڇڏيندو، ان ڪري چو نہ رسول ۽ اهلبيت رسول جي نالي تي
قرآن جي انهيءَ فلاسافيءَ کي ٽوڙيون ۽ فضيلتن ۽ تقدس جا سڀ

ڊپارٽمنٽ ڳجهي نموني امام بنجندڙ جن جي امامت جي سند ختم نبوت کي ٽوڙي ايران جي طرفان اولاد علي ۽ فاطمہ جي اڪائونٽ ۾ لکي ڇڏيائون، هتي خمس جي حصي ۽ مال غنيمت جي ورهاڱي واري باب جي پهرين حديث طرف آئون پڙهندڙن جو ڌيان وري ڇڪايان تہ حديث ۾ حضرت علي ڏي هي الفاظ منسوب ڪيا اٿن تہ، اسان اهي ماڻهو آهيون جن کي الله پاڻ سان ۽ رسول سان ڳنڍيو آهي، ۽ هن حديث جي پيٽ ۾ اوهان سورت بلد جي آيتن کي بہ پڙهي آيا تہ دنيا جي مالدارن ۽ سرمايہ خرچ ڪرڻ وارن کي الله سائين ڪنهن جي مٿان خرچ ڪرڻ جي ڳالهہ ڪئي آهي؟ ڪليني صاحب جي حديث ۽ قرآن جي هنن آيتن جي پيٽا مان هر ماڻهو پاڻ اندازو لڳائي تہ الله ڪي ڪنهن جي بيڪسي ۽ بدحالي جو زياده اونو آهي؟ ۽ مٿي مون عرض ڪيو تہ الله، قرآن، رسول ۽ ڪعبة الله، قرآن واري تعليم مطابق ڪنهن خاندان، قبيلي، نسل جي پراپرٽي ناهن اهي ڪائناتي هستيون آهن، منهنجي هن دعوىٰ جو ڪجهہ تفصيل منهنجي ڪتاب آيات بينات جي مضمون قرآن وارو حج ۾ پڙهي ڏسندا، سو هي اهل فارس ايترا ڪم عقل ۽ اڻ ڄاڻ ڪونہ آهن، جهڙيون هنن حديثون گهڙيون آهن، هي ايران وارا علم ۽ ڄاڻ ۾ تمام بلائون آهن، هنن ڄاڻي واڻي حديثن ۾ ڪچيون ۽ غلط ڳالهيون لکيون آهن تہ جيئن قرآن جو انقلابي تصور اڀري نہ سگهي، قرآن جي ڪائناتي ۽ آفاقيت واري نظريي کي هنن اهلبيت جي غير عقلي ۽ بي بصيرت فڪر ۽ مخصوص نسل جي پوڄا ڪرائڻ سان ماڻهن جي ذهنن تان ميسارڻ جو هڪ حيلو ڪيو آهي، نسلي برتري ۽ برهمڻ ازم جو ٻيو ثبوت توهان هن ئي حديث ۾ ڏسو ڪليني صاحب لکيو آهي تہ ولم يجعل لنا سهما في الصدقہ اکرم الله نبيه واکرمنا ان يطعمنا اوساخ مافي ايدي الناس، يعني الله پاڪ اهلبيت وارن سادات لاءِ صدقي ۽ خيرات جي مال ۾ ڪوئي حصو نہ رکيو آهي، الله اهڙي مال کان پنهنجي نبي ۽ اسان (اولاد علي) اهلبيت وارن کي ڪرامت ۽ عزت بخشيندي ماڻهن جي هٿ جي ميراڻ کان اسان کي پري رکيو آهي، يعني ڪوئي پورهيت پنهنجي هٿ جي ڪمائي حلال جي محنت واري ڪمايل موڙيءَ مان ڪنهن غريب ۽ مسڪين سيد کي غريب سمجهي صدقي ۽



خيرات سان ان جي مدد ڪندو تہ ايراني فقهہ ۾ يا ايراني حديثن مطابق اهو سيدن جي شان جي خلاف آهي، جو ڪنهن کان خيرات قبول ڪن، اهڙي خيرات کي مٿين حديث ۾ ماڻهن جي هٿن جي مر ۽ ميراڻ سڏيو ويو آهي، حديث جا اهي لفظ بہ هي ثابت ڪن ٿا تہ هي ايراني غير سادات ۽ غير هاشمين کي اڇوت، شودر ۽ نيچ قرار ڏين ٿا، ڇو تہ اڳتي هنن هن باب جي حديث نمبر چار ۾ اهو لکيو آهي تہ سيد، ڪي خيرات ۾ صدقو ڏئي سگهي ٿو الفاظ آهن ولاباس بصدقات بعضهم علي بعض غريب سيد کي امير سيد جي خيرات قبول ڪرڻي آهي، باقي غير سيدن جا ڪمايل پئسا انهن جي هٿن جي اها ميراڻ لکن ٿا، تہ انهيءَ مان ثابت ٿيو تہ ايران وارن اهڙين حديثن سان پنهنجي ۽ هندن جي اهڙي ڪريل ميٽالاجي مسلمانن جي کاتي ۾ شامل ڪري ڇڏي، شڪر آهي جو ميراڻ جي اصلي مفهوم کي غير ايراني ۽ اصلي سنڌي سيد شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ کولي ڪري سمجهايو آهي تہ اها ڪهڙي ميراڻ آهي جنهن کان حذر ڪرڻ گهرجي، هو پنهنجي رسالي جي سر مارئيءَ ۾ فرمائي ٿو تہ سونهن وڃايم سومرا ميرو منهن ٿيوم، وڃڻ تت پيوم جت هلڻ ناهي حسن ريءَ. يعني جنهن ميراڻ ۽ مر کان بچڻ گهرجي، اها برن عملن جي مر آهي، اها بدڪرداريءَ جي ميراڻ آهي، اصل شيءِ عملن جي سونهن ۽ صفائي آهي، هي ايراني سمجهن ٿا تہ غريبن جي پورهيي مان ڪمايل خيرات ٿوري هوندي سو هي سرڪاري بجيٽ تي ڏاڙو هڻڻ ٿا گهرن، مون عرض ڪيو تہ هن باب ۾ ڪل اٺاويهہ حديثون آنديون ويون آهن آئون هت هڪ ٻي اصطلاح جي تشريح ڪندس جيڪا قرآن حڪيم ۾ ذي القربىٰ ۽ ذوي القربىٰ جي طور تي صدقن مال غنيمت ۽ فيءَ جي ورهاڱي جي احڪامن ۾ ڪتب آندي وئي آهي، ذي القربي جي اصلي ۽ لغوي معنىٰ آهي ويجهو ۽ ويجهڙائي وارو، هاڻي اها ويجهڙائي ۽ قرابت هر قسم جي ڳالهہ ۾ ٿي سگهي ٿي، مائٽي مٽي رشتيداريءَ ۾، دوستيءَ ۾، اها اصطلاح ڪاروبار ۾ شراڪت ۽ ڀائيواريءَ ۾ بہ استعمال ڪري سگهجي ٿي، هڪ منشور تي هڪ پارٽي ناهي هڪ ٻئي سان سات نڀائڻ جو عهد ڪري زندگي جو سفر ڪرڻ ان ۾ بہ هر ويجهي ۽ حلف ۾ شريڪ ساٿي کي پنهنجو

ويجهو سڏي سگهجي ٿو. بلڪ نسل جدا هجڻ باوجود، دنيا جي
ڪيترن ئي معاملن ۾ ڪي ماڻهو هڪ ڪمپني ناهي هلندا آهن ته اهي
پنهنجي ٻي قوم، ٻي ٻولي، ٻي ملڪ تائين به ماڻهوءَ لاءِ جيڪو ان سان
ڪنهن به ايگريمنٽ جي حوالي سان شريڪ هوندو ته ان لاءِ اهو چوڻ
درست آهي ته ڪنهن کي به ٻڌائي سگهجي ته ادا هي ساٿي مون کي
تمام ويجهو آهي، ادا هي ۽ آئون پاڻ ۾ گڏ آهيون. ويجها آهيون ۽ انهن
مثالن کان سواءِ ويجهڙائي فاصلي جي به ڪنهن ڪنهن جاءِ تي مقصود
هوندي آهي. جيئن مٿين سورت بلد جي آيت نمبر ۱۵ جو مثال ڏنو ته
يتيما ذامقربہ ان جي معنيٰ آهي ته فاصلي جي لحاظ ڪنهن ويجهي ۽
پاڙي واري ٻي سهارا ماڻهو کي سهارو ڏيو. هاڻي هن آيت جي معنيٰ ۾
ڪوئي مائٽ ۽ رشتي وارو به جيڪڏهن پاڙي ۾ ويجهو آهي ته اهو به
شامل ٿي سگهي ٿو. ان جو انڪار ناهي ۾ هتي قرآن جو مقصد آهي
حاجتمند ماڻهوءَ جي مدد ڪرڻ. سو ان ۾ هر قسم جو ماڻهو حاجتمند
ٿي سگهي ٿو. سو لفظ ويجهڙائي ۽ قرابت کي صرف ۽ صرف نسلي
رشتيدارن ۾ بند ڪرڻ، مقيد ڪرڻ، اها انتهائي غير علمي ۽ غير عقلي
ڏاڍ مڙسي آهي: هن گذارش کان پوءِ عرض آهي ته قرآن حڪيم فيءَ
جي مد مان گڏ ٿيندڙ مال ۽ مال غنيمت جي مد ۽ هيد مان ملندڙ مال
لاءِ جيڪي خرچ ڪرڻ جا مصرف ڏسيا آهن. هنڌ ۽ ماڳ ڏسيا آهن.
انهن ۾ ٻين مصرفن سان گڏ ذوالقربيٰ به هڪڙو مصرف يعني مستحق ۽
خرچ ڪرڻ ۽ امداد ڏيڻ جي هنڌ طور ٻڌايو ويو آهي. اهي آيتون ۽
احڪام جيئن ته حڪومت هلائڻ وارن سرڪاري عملدارن لاءِ آهن ته
انهن کي گورنمنٽ جي آمدني جي فلان فلان مدن مان فلان فلان جاين
تي خرچ ڪرڻو آهي. آئون بحث جي اڌ ۾ هڪڙي ڳالهه عرض ڪيان ته
وڏي مصيبت ۽ الميو هي آهي ته صدين کان وٺي مسلمانن جو هي ذهن
ناهيو ويو آهي ته قرآن، حڪومت جي هلائڻ لاءِ قانون جو ڪتاب ناهي.
آئون هيءَ ڳالهه دعويٰ سان ڪيان ٿو ته پاڪستان ۾ سڀ مذهبي
پارٽيون به قرآن کي قانون طور قبول ڪرڻ کان عملي لحاظ سان
انڪاري آهن. انهن سڀن مذهبي پارٽين جا منشور قرآن جي خلاف آهن.
انهن سڀن جو نظريو آهي ته قرآن اڪيلي سر ڪم جو ڪتاب ناهي.



انهن سڀن وٽ ٽين چوٿين صدي جي ايراني ماڻهن جا ترتيب ڏنل حديثن
جا ڪتاب، قرآن جا ترجمان طور پيشوا آهن. ۽ انهن ڪتابن جي
حديثن، قرآن جي جيڪا ترجماني ڪئي آهي، اها هيءَ آهي ته قرآن
انساني سماجن مان ماڪان لنبي ان يڪون له اسريٰ سان غلاميءَ کي
ختم ڪيو. هنن سڀن متحده مجلس عمل پاڪستان جي ميمبر مذهبي
پارٽين وارن وٽ انهن جي حديثن ۽ فقهي ڪتابن ۾ غلامي جائز آهي
يعني حديثن قرآن جي وضاحت تشريح اها ڪئي ته قرآن فرمايو ته
انسانن کي غلام بنائڻ بند آهي، حديثن چيو ته غلامي مٿان ڪابہ
بندش ناهي، ڪليل رهندي، تفصيل لاءِ منهنجو ڪتاب قرآن مهجور پڙهڻ
جي تڪليف گوارا ڪندا ۽ هن ڪتاب جو ٻيو حصو پڻ. قرآن فرمايو ته
ليس للانسان الاماسعيٰ سان جاگيرداريءَ ۽ سرمائيداري تي بندش وڌي
ٿي وڃي، هنن مولوين جي ايراني امامن جي جوڙيل حديثن ۾ باب اقطاع
الارض سان جاگيرداري کولي ۽ چاليهن پتي زڪوات ۾ ڏيڻ سان
سرمائيداري کي هٿي ڏني وئي، حوالي لاءِ منهنجي ڪتابن پڙهڻ جي به
ضرورت ناهي، وڃي ڪوئي هنن جا حديثن ۽ فقهه جا ڪتاب کولي پڙهي
ڏسي. بهرحال ڳالهه کي موٽائڻ لاءِ آخري ڳالهه وري اها ئي پهرين
ڳالهه تي مٿي آئون سورت مائده جي آيت نمبر ۴۴-۴۵ جا حوالا ڏيئي
آيو آهيان ته قرآن ۾ رب پاڪ فرمايو ته جيڪو قرآن جي رهنمائيءَ ۾
حڪومت جا فيصلا نه ڪندو اهو ظالم، فاسق ۽ ڪافر آهي. گذارش جو
خلاصو هي آهي ته قرآن حڪيم جا جملي احڪام حڪومت هلائڻ لاءِ
آهن، اجتماعي آهن، قرآن تعويذن جو ڪتاب ناهي. پوءِ مال غنيمت ۽
فيءَ واري سرڪاري ٽيڪسن جي وصوليءَ کان پوءِ جيڪي خرچ ڪرڻ
جا مصرف قرآن حڪيم ڳڻايا آهن انهن ۾ ذوي القربي جو جيڪو بطور
مصرف ذڪر آهي، انهيءَ مان نسلي ۽ نسبي رشتيدار مائٽ مراد ناهن.
سياڻ جيڪڏهن آمريڪا يا فرانس وارا اعلان ڪن ته اسان قرآن جي
قانون کي رياست جو فلاحي قانون مڃي قبول ڪيون ٿا ته انهن تي به
اها معنيٰ لاڳو ڪندؤ ته هاشمي ۽ فاطمي سادات وارن کي روينيو جي
آمدني مان پنجون حصو بطور خمس ڏنو وڃي؟ چو ته فيءَ لفظ جي
معنيٰ هر قسم جي معمول وارن ٽئڪسن مٿان لاڳو آهي.

سو فيءِ ۽ مال غنيمت بابت مٿي ڄاڻايل آيتن ۾ ذوي القربي جي معنيٰ آهي، اسٽيٽ ۽ رياست جي قيام بقا ۽ استحڪام لاءِ جيڪي بيوروڪريسي وارا ملازم ۽ انقلاب لاءِ فل ٽائيم هول ٽائيمر قرآن واري نظرياتي حاڪميت قائم ڪرڻ وارا السابقون الاولون يعني جڏهن ماڻهو انقلاب جي نالي کان ڊڄندا هئا روڊن ۽ چونڪن تي استحصالي نظام خلاف مارون ڏيڻ ۽ مارون کائڻ تہ ڇا پر جڏهن ماڻهو گهرن ۾ لڪي بہ ظالم جاگيردارن ۽ سرمائيدارن جي مخالفت ڪرڻ کان ڊڄندا هئا تہ اهڙي خوف ۽ هراس جي وايو منڊل ۾ بہ جن ظالمن کي هر اسٽيج تي للڪاري چئلنجون ڏنيون ۽ رياست قائم ٿيڻ کان پوءِ بہ جن جو رات ڏينهن اجتماعي ڪمن لاءِ گذرندو هجي ۽ انهي جي هر گهڙي هر دم فلاحي ترقي لاءِ هجي تہ اهڙا ماڻهو ذي القربيٰ جي معنيٰ ۾ ايندا، بلڪ هن طرح سمجهجي جو آئون هندستان سال ٩٧ ۾ ويس اتي سيواگرام وارڌا ۾ گانڌي جي آشرم تي عالمي ڀائيچاري لاءِ سڏايل سيمينار ۾ شريڪ ٿيس اتي مون سان ڪجهہ سنڌي هندو مليا. جيڪي عمر ۾ خاصا موتيل ۽ جهونا هئا. انهن ٻڌايو تہ اسان انگريزن جي دور ۾ ڪانگريس جي پليٽ فارم تان آزادي جي جنگ جا پراڻا ورڪر آهيون، وڌيڪ ڪچهريءَ ۾ ٻڌايائون تہ هندستان گورنمنٽ طرفان انهن کي هڪ ڪارڊ مليل آهي جيڪو اهو مون کي ڏيکاريائون بہ. جنهن تي نالي سان گڏ لکيل هئو فريڊم فائيٽر، سو ان ڪارڊ لاءِ ٻڌايائون تہ اسان سڄي هندستان ۾ هي ڪارڊ ڏيکاري هر شهر جي سرڪاري ريسٽ هائوس ۾ مفت ۾ رهي سگهون ٿا، اسان کي ريلن ۽ جهازن ۾ ترجيحي بنيادن تي رزرويشن ملندي آهي، علاج ۽ ٻين سهولتن لاءِ بہ ٻڌايائون تہ انهن لاءِ هن ڪارڊ جي ڪري سڀ فري آهن تہ اهي ماڻهو اڄن تا ذي القربيٰ جي معنيٰ ۽ تشريح هيٺ ۽ انهي سان لفظ جي اصلي معنيٰ بہ پنهنجي جاءِ تي بحال آهي! هي ماڻهو ويجهڙا آهن حڪومت ۽ انقلاب جي اجتماعي ذميدارين وارين ڊيوٽين کي سرانجام ڏيڻ ڪي، هونئن قرآن حڪيم ۾ نسبي لحاظ سان ويجهڙائي وارن کي بہ ذي القربيٰ سڏيو ويو آهي، پر هر هنڌ قرآن جو سياق سباق ۽ لفظن جو ماقبل ۽ مابعد، ازخود ٻڌائي ٿو تہ هن هن جاءِ تي ڪهڙي ڪهڙي معنيٰ مراد ورتي



وڃي، اجتماعي احڪامن کان سواءِ جيتري تائين اوهان جي آئيڊيل فلاحي رياست قائم نہ ٿي سگهي آهي تہ ايتري تائين قرآن حڪيم انفرادي احڪام بہ ڏنا آهن، سو ڄاڻڻ گهرجي تہ حضور ﷺ جن هيڊ آف اسٽيٽ ۽ سربراهہ مملڪت جي عهدي جا بہ ذميوار آهن تہ انهن کي جيڪي هدايتون وحي جي ذريعي مليون آهن اهي اڳتي هر دور ۾ حڪمرانن لاءِ بہ مقصود قرار ڏنيون وينديون جن کي آئين ۽ قانون جي حيثيت ۾ رفرنس طور قبول ڪرڻو آهي، ۽ هونئن قرآن حڪيم جي ٻولي ايڏي تہ شاهڪار آهي جو هر هنڌ جملو ازخود ٻڌائي ٿو تہ ان جو مفهوم ان موقعي تي ڪهڙو ورتو وڃي، سورت بقره جي آيت نمبر ٨٣ ۾ فرمان آهي تہ وبالوالدين احسانا وذي القربيٰ واليتاميٰ تہ هت ذي القربيٰ جي معنيٰ نسبي رشتيدار مراد آهن، وري سورت نساء جي آيت نمبر ٣٦ ۾ والجارذي القربي والجار الجنب آهي، هتي ذوالقربيٰ جي معنيٰ فاصلي جي لحاظ ويجهڙائي واري ورتي ويندي، يعني جن محتاجن مسڪينن جو گهر رهائش پنهنجي گهر جي پاڙي ۾ آهي ۽ پوءِ جيترو ڪير ويجهو هجي تہ فاصلي جي لحاظ سان بہ قرآن حڪيم انهن جي پارت ڪئي آهي، مطلب تہ معنيٰ جي اهڙن اسلوبن ۽ فرقن جي رهنمائي قرآن جو انداز بيان پنهنجو پاڻ رهنمائي ٿو ڪري، ان لاءِ ڪنهن بہ دستاربند ۽ سجاده نشين طرف وڃڻ جي ضرورت ناهي، جو تہ اهي هڙئي وري پاڻ معنيٰ ڏسڻ بدران قم ڪلين نشاپور ۽ بخارا طرف هليا تا وڃن ۽ اتاهون پڇي پوءِ اچي اتي جو گهوباتو تا ٻڌائين ۽ قران حڪيم سورت اسراء ۾ قرآن فهمي لاءِ فرمائي ٿو توهان کي ڪنهن بہ لفظ ۽ جملي ۾ مونجهارو ٿئي تہ توهان کي گهٽي سير سفر ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي ٻين جا دروازا نہ کڙڪايو ولقد صرفنا في هذا القرآن ليذڪروا. آيت ٤١ يعني هن قرآن اندر ئي ڦري گهري بي ڪا اهڙي لفظ ۽ جملي واري آيت ڳوليو تہ معنيٰ پنهنجو پاڻ کلي پوندي ۽ سمجهہ ۾ اچي ويندي، اجايو نام نهاد حضرت قبلي سائين جن کان معنيٰ پڇڻ لاءِ پنڌ نہ ڪيو.

چو ٿيون پڇوڙي پنڌ،
واٽون وندر جون وڻ پيا ڏسيندا.

(شاهہ)

## تاريخي واقعن جي تحقيق لاءِ وار جون کلون بہ لاٿيون وينديون آهن

اصول ڪافي واري صاحب جلد ٽئين جي باب ١١٢ جي حديث نمبر ڀهرين ۾ پئي ۾ لکيو آهي تہ رسول سائين جن کي نبوت ملڻ جي پنجين سال کان پوءِ بي بي فاطمہ ڄائي ۽ بي بي صاحبہ جي ڪل عمر ارڙهن سال ۽ اڍائي مهينا آهي ڄاڻ گهرجي تہ هن قسم جي حديثن مان جيڪا تاريخ جڙي ٿي، اها اهڙي تہ غير عقلي بڻجي ٿي جو دنيا وارن اڳيان منهن ئي نٿا ڪٽي سگهون، هي جيڪو مشهور آهي تہ نبي سائين بي بي خديجہ سان شادي ڪئي تہ نبي سائين جي ان وقت عمر ٢٥ سال هئي ۽ بي بي صاحبہ جي عمر ٤٠ سال هئي ان جي روشنيءَ ۾ تہ هي ثابت ٿئي تہ بي بي فاطمہ بي بي خديجہ کي ان جي ٦٠ سال واري عمر ۾ ڄائي آهي، تہ اها اهڙي ڳالهہ آهي جنهن سان ماٺهو ائين بہ چئي سگهن ٿا تہ اها اهڙو اهڙي خبر آهي جنهن تي اعتبار نٿو ڪري سگهجي سو جيڪڏهن بي بي فاطمہ جو سندس والده جي ٦٠ سال عمر ۾ ڄمڻ ڪوڙو ٿي پوي تہ پوءِ بي بي فاطمہ جي عليءَ سان شادي ۽ ان جو اولاد حسن حسين ۾ ڀيون نياڻيون اها سموري ماجرا افسانوي بنجي ويندي. سو گهٽ ۾ گهٽ حديثون لکڻ وارا هرويرو مسلم امت کي ايترو تہ ڪوڙو نہ ڪن سو بي بي فاطمہ جي وري عمر ارڙهن سال رسول سائينءَ جي زندگي سان گڏ ۽ اڍائي مهينا انهن جي وفات بعد زنده رهي ۽ پوءِ وفات ڪيائون ۽ انهيءَ ڪان پوءِ واري باب ١١٣ ۾ مولد حسن بن علي جي ڀهرين حديث ۾ لکيو آهي تہ حضرت حسن پنهنجي ماءُ کي ٢ هجري يا ٣ هجريءَ ۾ ڄائو آهي، تہ ماءُ جي عمر ٻار ڄڻ مهل ڏهہ سال ٿئي ٿي جيڪا ڳالهہ سراسر ڪوڙ ۽ بهتان چئبي ۽ خلاف قانون تخليق ۽ خلاف قانون فطرت چئبي. جيڪو پڻ تاريخ جو وڏو هاجو چئبو. اهڙين حديثن جي پس منظر تي امت جي دانشورن اڄ تائين چو غور نہ ڪيو آهي تہ علي ۽ رسول کي هي فارس وارا زوري چو ٿا ننڍڙين ٻارڙين سان شاديون ڪندي ڏيکارين ۽ انهيءَ حساب سان بي بي فاطمہ جي شاديءَ جي عمر نو سال ٿئي ٿي، جيڪا قرآن حڪيم جي ٻڌايل قانون، حتي



اذابلغوا النڪاح ۾ ٦-٤ سمجهايل بلوغت واري عمر کان گهٽو گهٽ آهي، يعني خلاف آهي قرآن جي قانون جي. اسان جو ايمان آهي تہ رسول سائين جن ۽ علي ڪرم الله وجهه جن کي قرآني قانون يعني بلوغت کان پوءِ نڪاح ڪرڻ گهرجي، هو ان جي هرگز مخالفت نہ ڪندا. هاڻ هت وري سوال پيدا ٿئي ٿو تہ سني فرقي وارن جي حديثن وارن ڪتابن ۾ خود حضور سائين جن لاءِ لکيل آهي تہ انهن بي بي عائشہ صديقہ سان جيڪا شادي ڪئي هئي تہ بي بي صاحبہ ان وقت نون سالن جي عمر جي هئي، هوئن تہ انهيءَ جي بہ ترديد تحقيق سان باقائدي آئون پنهنجي ڪتاب قرآن مهجور ۾ لکي چڪو آهيان. پر هاڻي هت سنين سان گڏ شيعن جي ڪتاب ۾ بہ ٻنهي فرقن جي موافقت ۽ هڪ جهڙائي سا بہ هڪ ئي مسئلي ۾. سوچڻ جهڙي ڳالهہ آهي ۽ ٻنهي فرقن جو هڪ جهڙو الزام ۽ ان جو پسمنظر تمام وڏي دعوت فڪر ڏئي ٿو تہ شيعا سني گڏجي ڪري رسول الله ۽ علي عليهما السلام جن کي ڇو زوريءَ قرآن حڪيم جي قانون جي مخالف سڏڻ ۾ پيائيوار آهن. ڇو نياڻين کي، عورتن کي، بلڪ خود مردن کي بہ بالغ ٿيڻ کان پوءِ کين مليل خودمختياري کي، هي حديثن وارا ختم ڪرڻ لاءِ شيعا سني گڏجي ختم ڪرڻ گهرن ٿا ۽ ڪسي رهيا آهن. قرآن حڪيم طرفان مليل ان خودمختياريءَ کي ڪسڻ خلاف سين مسلمان دانشورن کي ان پس منظر تي تمام گهرائيءَ سان غور فڪر ڪرڻ گهرجي ۽ پوءِ خود اصول ڪافي جي هن حديث تي بہ تہ بي بي فاطمہ جي حضرت علي سائين سان شادي يقين سان حديث ۾ ٻڌايل سال جيڪو نو بڻجي ٿو ۽ اهو بلوغت کان اڳي جو وقت آهي ۽ قرآن حڪيم جي مقرر ڪيل قانون جي خلاف آهي ۽ اهڙي مخالفت جو الزام شادي ڪرائڻ واري فاطمہ جي پيءُ رسول الله تي بہ اچي ٿو تہ شادي ڪرڻ واري علي سائين تي بہ اچي ٿو تہ ان جو خلاف قانون قرآن ڪنهن نابالغ ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي ۽ ان حديث کي جيڪڏهن صحيح سمجهبو تہ اهو وري هڪ لحاظ سان صغير ٻارڙي نابالغ فاطمة الزهرا سان بہ ظلم ٿيندو ۽ ان جي بلوغت واري قرآن طرفان مليل خودمختياريءَ جو استحصال ۽ استيصال پڻ لازم اچي ٿو ۽ اهو متس ظلم هڪ طرف سندس عظيم والد جي ڪاتي ۾ حديثن وارا

وڃهن پيا، ٻئي طرف علي سائين مٿان جدا. ڳالهہ کي اڳتي وڌائجي تہ
پلا اها شادي باقائدي بلوغت کان پوءِ جيڪڏهن قرآن حڪيم طرفان
ٻڌايل نڪاح لاءِ عمر موافق يعني ٽڪڙي ۾ ٽڪڙي بلوغت بہ چوڏهن
پندرهن سالن تائين ٿئي ٿي ان ۾ ٿي هجي ۽ بي بي فاطمہ جي شاديءَ
جي عمر جيڪڏهن چوڏهن سال بہ قرار ڏني وڃي تہ زندگي ۽ سندن
حياتي جيڪا ارڙهن سال ۽ اڍائي مهينا اصول ڪافي واري لکي آهي تہ
شاديءَ کان پوءِ حياتي ڪل چار سال بيهي ٿي ۽ تاريخي لٽريچر بي بي
صاحبہ جو ڪل اولاد ٽي پٽ ۽ ٻہ نياڻيون ڄاڻائي ٿو ۽ ڪي شيعا عالم
چار نياڻيون لکن ٿا. انهن پٽن ۾ هڪ پٽ جو حمل جي ڪِرڻ جي
صورت ۾ محسن نالي سان لکن ٿا تہ حضرت عمر هڪ ڪوڙي روايت
مطابق بي بي فاطمہ جي گهر جو دروازو زور سان ڪوليندي مٿس
ڪيرايو هئو جنهن سبب اهو ٻار وارو حمل وقت کان اڳي ڪرڻ سبب
زيان ٿي وڃڻ لکن ٿا. تہ چئن سالن ۾ پنج يا ست ٻار ڄمڻ جي اسپيڊ
کي مڃڻ ۽ قبول ڪرڻ لاءِ هيلٿ سائنس جي تاريخ انڪاري آهي، ساٿ
نٿي ڏئي، جيڪڏهن ڪنهن وٽ اهڙو مثال هجي تہ پيش ڪري فرضي ۽
جڙتو فتوائن تي اسان بہ ويساهہ ڪونہ ڪنداسون. جهڙي حديث
اصول ڪافي واري مولد حسين بن علي باب ١١۴ ۾ حديث نمبر ۴ ۾
لکيو آهي تہ حضرت حسين پنهنجي ماءُ کي ڇهين مهينين ڄائو آهي،
انهيءَ ئي حديث ۾ ڪليني صاحب حضرت عيسيٰ لاءِ لکيو آهي تہ اهو
بہ ماءُ کي ڇهين مهيني ڄائو هو ۽ الشافيءَ واري حضرت يحيٰ جي ڇهين
مهيني ڄمڻ جو واڌارو ڪيو آهي جنهن لاءِ ڪوبہ ثبوت ڪونہ ڄاڻايو
اٿن، منهنجو اندازو آهي تہ جيڪڏهن ڪتاب لکڻ وارن کان ثبوت جو
مطالبو ڪبو تہ وڏ ۾ وڏ جان ڇڏائڻ لاءِ ائين چوندا تہ امامن، عيسيٰ
جو ٽڪڙو ڄمڻ الهام ذريعي يا ڪنهن ملائڪ کان پڇي پوءِ لکيو آهي،
جيڪي ملائڪ وٽن رهندڙ هئا. حديث جو متن بہ خود ٻڌائي ٿو تہ
حديث گهڙڻ وارا پاڻ بہ سمجهن پيا تہ ڇهين مهيني وارو ٻار ٻچندو
ڪونهي اڄ تائين صرف ٻہ ٻار ڇهين مهين ڄمڻ بعد بچي سگهيا هڪ
عيسيٰ ٻيو حسين. عيسيٰ لاءِ تہ هنن ڪوبہ ثبوت ڪونہ لکيو آهي، باقي
حضرت حسين بابت ڪوڙ کي لڪائڻ لاءِ حديث جا راوي لکن ٿا تہ



انهيءَ پنهنجي ماءُ فاطمہ سميت ڪنهن بہ عورت جو ٿڃ ڪونہ ڌاتو،
ان کي ٻئي ٽئي ڏينهن نبي سائين جي خدمت ۾ آڻيندا هئا ۽ اهي فيضع
ابهامه في فيه فيمص منها مايكفيها اليومين والثلاث. يعني نبي سائين
حسين جي وات ۾ پنهنجو آڱوٺو وجهندا هئا ۽ اهو ان مان چسڪون
ڏيندو هئو جنهن سان ٻن ٽن ڏينهن جو گذارو ڪافي ٿي ويندو هئن،
پوءِ اڳتي هي غير سائنسي ۽ ڪوڙي حديث لکڻ وارا ماڻهن جا منهن
بند ڪرڻ ۽ اعتراضن کي روڪڻ لاءِ لکن ٿا تہ فنبت لحم الحسين عليہ
السلام من لحم رسول الله ودمه صلي الله عليه وسلم، يعني آڱوٺو چوسڻ
ڪري حسين جو گوشت، نبي ﷺ جي گوشت مان ڦٽو ۽ رت بہ انهن جي
رت مان ٿيو، هاڻي پڙهندڙ مانوارا غور فرمائين تہ ڇهين مهيني ڄمڻ
واري ٻار کي جيارڻ لاءِ اڻ پڙهين ماڻهن کي ڪيئن نہ هنن حديثن
ٺاهيندڙن ڪراماتي انداز سان ويساهہ ڏيارڻ جي حيلي بازي ڪئي آهي،
هڪ تہ حسين پنهنجي ماءُ بي بي فاطمہ جي ٿڃ ڪانہ پيتي آهي، نہ ئي
ڪنهن بہ ٻي عورت جي ٿڃ پيتي آهي ۽ جنهن صرف ناني رسول جي
آڱوٺي چوسڻ سان اهڙي خوراڪ حاصل ڪئي آهي جو ان کي ماءُ جي
ٿڃ جي بہ حاجت نہ رهي آهي، غور ڪيو وڃي تہ حسين جي ڄمڻ بابت
سڀئي تفصيل پڙهندڙن کي مجبور پيا ڪن تہ جيڪڏهن اهڙو ٻار ڄائو
بہ آهي تہ اهو غير قدرتي خوراڪ ۽ غير فطري غذا بلڪ ائين چئجي تہ
بغير غذا جي بچي ڪيئن سگهيو آهي ڇا هن ڪوڙ کي پڙهندڙن اڳيان
قبول ڪرائڻ لاءِ اصول ڪافي واري هن ئي جلد ٣ ۾ مولد رسول الله جي
باب ١١٠ ۽ حديث ٢٧ ۾ لکيو آهي تہ رسول الله جڏهن پاڻ پيدا ٿيا هئا
تہ سندن والده جي ڇاتيءَ ۾ ٿڃ ڪانہ هئي پوءِ سندن چاچي ابوطالب
ڪين پنهنجا ٻبا وات ۾ ڏنا انهن ۾ الله ٿڃ لاٿي ۽ دائي بي بي حليمہ جي
حوالي ٿيڻ تائين نبي سائين جن پنهنجي چاچي ابو طالب ڪين پنهنجا ٻبا
وات ۾ ڏنا انهن ۾ الله ٿڃ لاٿي ۽ دائي بي بي حليمہ جي حوالي ٿيڻ تائين
نبي سائين جن پنهنجي چاچي ابو طالب جا ٻبا ڌائيندا رهيا، تہ اهڙا سڀ
غير فطري ۽ غير قدرتي ڪوڙا انڪشاف حضرت حسين جي نالي ڪٿي
هن پسمنظر طرف سوچڻ تي مجبور تہ نٿا ڪن تہ حسين نالي علي
سائين کي ايران وارن افسانوي، فرضي ۽ تخيلاتي فرزند عطا ڪيو آهي،

ان ڪري جو حسن ته بني اميه وارن جو ساٿي بڻيل هو سو ايران وارن کي اهڙي ڪردار جي ضرورت هئي جنهن کي يزيد سان جنگ ۾ ويڙهائي وري ان کي شهيد ڄاڻائي سدائين لاءِ اسلام جي محافظن کي وڏا رسول جي فرضي ٻچن جو قاتل ڄاڻائي پيا تبرائون ڪرائين. جي اهڙو انديشو ۽ انومان غلط به ڪٿي هجي، تڏهن به هي ته ڪڏهن به درست نٿو مڃي سگهجي ته فاطمه جي شادي بلوغت کان پنج ڇهه سال اڳ ۾ قرآني قانون خلاف ٿي سگهي هوندي ۽ هي به نٿو قبول ڪري سگهجي ته بي بي صاحبه بالغ ٿيڻ جي عمر کان اڳي ٽن چئن سالن ۾ پنج ست ٻار ڄڻيا هوندا. ان ڪري اهڙن سين خدشن ۽ سوالن جا جواب ڪلين قم ۽ خراسان وارن ڏي قرض آهن ۽ قرض لاهڻ لاءِ اهڙا جواب قبول ڪونه ڪيا ويندا ته ننڍپڻ ۽ ٻالپڻي ۾ شادي ڪرائي ۽ ڇهين مهينين ٻار ڄڻائي هنن جي غير سائنسي ڪوڙن کي سچ جي طور ايڪيهين صدي وارا ماڻهو قبول ڪندا. هاڻي تائين هي حقيقت کلي چڪي آهي ته توهان تقيي ۽ باطنيت جي نالن تي قرآني مفهومن سان گهٽيون مذاقون ڪيون آهن، هاڻي هي راز به قرآن کولي ٻڌائي ڏنو آهي ته رب پاڪ ايران وارن جي هن چال ته ختم نبوت ۽ توحيد کي ٽوڙڻ لاءِ اهلبيت جي تقدس ۽ آل رسول جي نالي جاءِ نشينيءَ ۽ باطني خلافت نالي، قرآن جي باطني رازن بهاني دنيا وارن مٿان وري بادشاهتون مڙهڻ، سرمائيداريت ۽ جاگيرداريت جي واسينگن کي وري جيارڻ، خانقاهيت جي پاپائيت کي جبن ۽ قبن جي جلون ۾ وري رونق افروز ڪرڻ لاءِ، الهامن ۽ القائن ذريعي اهي شڪست ڪاڏل، وري قرآن مٿان تالا هڻائڻ گهرن ٿا. ان ڪري انهيءَ سموري ڪينسر کان بچڻ لاءِ رب سائينءَ اعلان فرمايو ته ماڪان محمد ابا احد من رجالڪم ولاڪن رسول الله وخاتم النبيين وڪان الله بڪل شيءِ عليما ۴۰-۳۳ يعني محمد کي نرينو اولاد نه ڏئي آئون ختم نبوت ذريعي اڳتي جهان وارن کي علم فڪر ۽ فلسفي جي لاڄڪ تي هلائڻ گهران ٿو، اڳتي لاءِ با ادب، باملاحظه، حضور فيض گنجور جا خانداني ۽ موروثي تقدس وارا نعرا ختم، مون محمد کي نرينو اولاد ان ڪري نه ڏنو آهي جو وڪان الله بڪل شي عليما. الله کي انهن سين ڪرتبن جي ڄاڻ آهي ته اوهان اڳتي



آل رسول ۽ اهلبيت جي نالن تي ڇا ته ڪجهه ڪندئو! توهان ڏنو، اي قرآن پڙهندڙو! توهان سين ڏٺو ته مون الله طرفان محمد کي نرينو اولاد نه ڏيڻ جو اعلان قرآن حڪيم ۾ ڪرڻ کان پوءِ به ايران وارن پنهنجي سني اسڪول وارن امامن کان رسول لاءِ چئن پٽن ڄڻڻ جون ڪوڙيون حديثون گهڙي عام ڪيون آهن سو انهن فارس وارن جي ٻين علمي ٽڪسالن وري فاطمه جي شادي، مون الله جي قانون بلوغت کي ٽوڙي رسول ۽ عليءَ جي ڪاتي ۾ وجهڻ به اهو انهن جو آل رسول ۽ اهل بيت جي چڪرن کي هلائڻ جي ڪڙي آهي، جنهن سان هو قرآن جي تعبيرن ۽ تفسير مٿان پنهنجي هڪ هٽي ڄمائڻ گهرن ٿا. هاڻ اڳتي اهو سوچڻ اوهان جو ڪم آهي، اوهان جي ذمي آهي ته مون جيئن رسول الله کي نرينو اولاد نه ڏئي ۽ صرف ڌيئرون ڏيئي، امت وارن کي، انسان ذات کي، آل رسول جي چڪرن کان بچايو اٿم ته فاطمه جي عمر ارڙهن سالن ۾ بلوغت کان پوءِ ٻار ڄڻڻ جي حد واري عمر جيڪا ڪل ويهي ٿي به ٿي سال ٿئي ان ۾ ڇا مون وڪان الله بڪل شيءِ عليما جي حڪمت کي وساري ڇڏيو هوندو؟ سورت انعام جي آيت نمبر ۵۰ ۾ حڪم آهي ته اي پيغمبر! تون ماڻهن کان سوال ڪر ته هل يستوي الاعمي والبصير افلاتتفڪرون. انڌو ۽ اکين وارو ٻيئي برابر ٿيا ٿي سگهن، ان ڪري حقيقتن مٿان ڇو ڪونه ٿا غور ۽ فڪر ڪيو، سوچو ۽ سمجهو ته هن باوجود جو مون محمد کي پٽ نه ڏيڻ جو اعلان ڪيو آهي، تڏهن به هنن ان کي چئن پٽن ڄمڻ جون حديثون ٺاهيون آهن ته ٻين جن لاءِ اهڙي ڳالهه قرآن ۾ نه ڪئي ويئي آهي ته انهن لاءِ اهي حديثون ٺاهڻ وارا ڪو گهٽ ڪندا ڇا؟ مون محمد کي پٽيلو اولاد نه ڏئي جڏهن امت وارن کي اهل بيت جي فلاسافيءَ کان بچائڻ پئي گهريو ته پوءِ اڳتي مون کهڙي هنڌ ڇيو آهي ته آل رسول کان ته توهان کي مون بچايو جو محمد کي پٽ نه ڏنم باقي ٻين کي پٽن ڏيڻ سان اوهان کي ڪيئن انهيءَ ڄار ۾ ڦاسائيندس، پر جي اوهان پاڻ انڌا ٿي وڃي ڦاسندو ته انلزمڪموا هاوانتم لها ڪارهون، يعني اسان هدايت کي انهن ماڻهن سان چنبڙائي ته ڪونه ڇڏينداسون، جيڪي هدايت کي پسند ئي نه ڪن، ڇو ته رسول جي دور رسالت وارو عربن جو ڪلچر عمومي

طور ثابت آهي، مشهور آهي. تاريخ ۾ مثال ملن ٿا ته عرب ڇوڪرين جون شاديون اٺويهن، ويهن سالن جي عمر کان پوءِ ڪندا هئا ۽ بي بي فاطمه جي شاديءَ لاءِ اصول ڪافيءَ واري جي هيءَ حديث خود سوچڻ تي مجبور ڪري ٿي جنهن ۾ هيءَ ڳالهه ڄاڻايل آهي ته اٺن ته ڇوويهن منهن وارو ملائڪ، الله سائينءَ رسول ڏي موڪلي ان جي ذريعي فاطمه جو سڱ ۽ رشتو عليءَ لاءِ ورتو آهي ته ڇا ملائڪ جو ڇوويهن منهن وارو هجڻ ان ۾ دهشت ۽ وحشت جو جيڪو تاثر قائم ٿئي ٿو ته اهو جبر ۽ ڏاڍ سان ۽ حراسمنٽ ذريعي معصوم ۽ صغير نياڻيءَ کي بلوغت کان اڳي قرآن واري قانون خلاف شادي ڪرائڻ يعني الله به ملائڪ موڪلي پنهنجي قرآن واري قانون جي مخالفت ۾ پيچڪڙي ڪئي، رسول الله ان تي عمل ڪري قرآن جي قانون جي پيچڪڙي ڪئي ۽ حضرت عليءَ به اهڙي شادي ڪري قرآن واري قانون جي مخالفت ۾ پيچڪڙي ڪئي ۽ حضرت عليءَ به اهڙي شادي ڪري قرآن واري قانون جي کي ٽوڙيو. جيڪي اهي سڀ ڳالهيون ڪوڙيون ٿي آهن، پيو ته نهيو پر اهڙي ڪوڙي حديث سان اصول ڪافي واري اهڙا ته مسئلا سوچڻ لاءِ پئدا ڪري ڇڏيا اٿس جو ڪوئي شخص ان دور جي شادين واري عمر جو ميعاد سامهون رکي هي به اعتراض ڪري سگهي ٿو ته اهڙي شادي به مشڪل سان ٿي هوندي ۽ ڪانه ٿي آهي ۽ جيڪڏهن شادي ئي نه ٿي هوندي ته پوءِ ٽن پٽن حسن حسين ۽ محسن ۽ نياڻيون تنهن ڪان سواءِ جو اولاد ٿيڻ اهو به سڄو سارو فرضي افسانو شمار ڪيو ويندو، ڇو ته اعتراض ڪرڻ وارو چئي سگهي ٿو ته الله سائين جڏهن رسول ڪريم لاءِ اعلان فرمايو ته محمد توهان مان ڪنهن به نريني اولاد جو ابو ڪونهي، انهيءَ هوندي به حديثن ناهڻ وارن رسول کي پٽن ڄمڻ جون ڪوڙيون روايتون گهڙيون ۽ انهن جا به نالا ادبي صنف تجنيس حرفي مطابق طيب ۽ طاهر رکيا ته هت به حضرت علي جي ٽن پٽن جا نالا ساڳي صنف مطابق حسن حسين ۽ محسن رکيا ويا آهن. يعني رسول کي خلاف قرآن ڪوڙي حديث ذريعي پٽ ڏيڻ وارن نالن ڇاڻائڻ ۾ جنهن ادبي ذوق ۽ ذهنيت جو مظاهرو ڪيو آهي ته هت حضرت علي سائين جي پٽن جي نالن رکڻ مهل سوچ ۽ ادبي انداز ساڳيو نظر اچي ٿو ۽ ثابت



ٿئي ٿو. مسلمانن جي تاريخي واقعن جو خاص ڪري اسلام جي شروع دور واري زماني جي تاريخ جو دارومدار گهڻي ڀاڱي حديثن تي آهي جيڪي حديثون امام بخاري جهڙي ماڻهوءَ لکن جي تعداد ۾ ناقابل اعتبار ۽ مشڪوڪ قرار ڏيئي پنهنجي مجموعي ۾ شامل ڪرڻ جي لائق نه سمجهيون ته اهڙين حديثن جي آڌار تي جيڪي تاريخون جوڙيون ويون آهن اهي به اهڙيون ئي ناقابل ڀروسي ۽ ناقابل اعتبار هونديون ۽ اهڙين تاريخن ٺاهڻ وارن کي هٿ سان هي محدث صاحبان ڪوڙيون حديثون گهڙي هاٿيءَ کي هنگلاج ڏيکارين ٿا. پوءِ جهڙيون حديثون ته تاريخ جو علم به اهڙوئي آهي، پوءِ جيڪڏهن ڪوئي شخص حضرت بي بي فاطمه جي شادي واري عمر جي آڌار تي سوال اٿاري ۽ بي بي صاحبه جي ڪل عمر اصول ڪافي واري جي حديث مطابق ارڙهن سال ۽ اڍائي مهينا ته پوءِ ان سڄي مامري کي ڇوويهن ٻوٿن واري ملائڪ ذريعي شادي ڪرائڻ واري حديث خود شاديءَ ۾ ئي شڪ وجهي ٿي ڇڏي! ته جيئن اها حديث ڪوڙي آهي ۽ جيئن ڪنهن ملائڪ جو ڇوويهن منهن سان هجڻ اڻ ٿيڻي ڳالهه وانگر ڪوڙ آهي، ته هيءَ شادي به اهڙو ئي ڪوڙ هوندي، سو هنن حديثن جهڙين خبرن کان پوءِ ڪوئي جيڪڏهن چوي ته قرآن حڪيم جي سورت احزاب جي آيت نمبر چاليهه ماڪان محمد ابا احدمن رجالڪم ولاڪن رسول الله وخاتم النبيين وڪان الله بڪل شيءِ عليما. ۾ الله سائين پنهنجي رسول کي پٽيلو اولاد نه ڏيئي ڪري، ختم نبوت جي نظريي کي محفوظ ۽ سلامت رکڻ جو انتظام ڪيو آهي، ڇو ته الله ڄاڻي پيو ته مخالف ماڻهو آل رسول، اولاد رسول، اهلبيت رسول، جي چڪرن سان ختم نبوت جي روح ۽ مدار، قرآن حڪيم ۾ کهڙيون ته گهوٻيون هڻندا، سو موروثي چڪرن کي ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجي رسول کي پٽيلو اولاد نه ڏنائين، سو عين ممڪن آهي ته بي بي فاطمه جي ڪل عمر ١٨ سال اڍائي مهينا جيڪا اصول ڪافي واري ٻڌائي ته ان ۾ اولاد جي ان ڪري به نوبت نه آئي هجي متان سورت احزاب ۾ ٻڌايل وڪان الله بڪل شي عليما يعني رسول کي پٽيلو اولاد نه ڏيڻ مان مقصد آل رسول ۽ اولاد رسول جي نالن تي چڪر بازيون بند ڪرڻ ۽ بي اثر ڪرڻ مقصود هئو، ته حضرت علي سائينءَ

کي ٻه ٻي ٻي فاطمه مان اولاد جي نوبت ئي نه اچڻ ۽ ٻي ٻي صاحبه جي
ننڍپڻ واري عمر ۾ وفات ڏيڻ ۾ ئي اهلبيت جي فلسفي کي رد ڪرڻ
جي حڪمت سمايل هجي ته متان ڪو نياڻيءَ جي اولاد کي ئي آل
رسول، اولاد رسول سڏي وري انهن اولاد جي نالي سان حديثون ٺاهي
مون الله جي قرآن جون معنائون ۽ مفهوم نه بدلائين، بلڪ الفاظ ٻه،
بدلائي ڇڏين، جيئن مٿي اوهان اصول ڪافي جون حديثون امامن جي
نالي سان پڙهي آيا آهيو ته سورت نحل جي آيت نمبر ۹۲ ۾ ان تڪون
امة هي اربيٰ من امة، وارو حملو جيڪو قرآن جي موجود مروج نسخن ۾
آهي اهو غلط آهي اهو ائين نازل ڪونه ٿيو هو، اهو پوءِ وارن ڦيرائي
ڇڏيو آهي، اهو اصل ۾ ائمة هي اربيٰ من ائمة ڪري الله نازل ڪيو هو،
ته الله جيئن محمد الرسول الله کي پٽيلو اولاد نه ڏنو ته متان اِن اولاد
جي نالي ميراث جي استحقاق تي ڪوئي قرآن ۾ مداخلت ڪري ختم
نبوت کي ٽوڙ نه ڏئي، ته اهڙي نموني الله سائينءَ ٻي ٻي فاطمه کي ٻه
ساڳي فلاسافي ۽ حڪمت عملي سبب ڄاڻي ٻجهي اصول ڪافي جي
حديث مطابق ننڍڙي عمر ۱۸ سال ڏيئي پٽيلو اولاد ڏنو ئي نه هجي
باقي ٻي ٻي صاحبه جي شادي حضرت عليءَ سان ٿيڻ ۽ مڃڻ ۾ اسان کي
ته ڪوئي انڪار ڪونهي پر اصول ڪافي جي مٿي ڄاڻايل حديث ته اها
شادي چوويهن منهن واري ملائڪ معرفت ارينج ڪرائي وئي ۽ ٻي ٻي
صاحبه نبوت جي پنجين سال ۾ ڄائي هئي ۽ هجرت جي ٻئي سال ۾
ڪيس پٽ حسن ڄائو ۽ ان ڪان پوءِ ڇهين مهينن ٻيو پٽ حسين ڄائو ۽
حسين ماءُ جي ٿڃ ڪانه پيتي ۽ پنهنجي ناني رسول جو آڱوٺو چوسي
چوسي وڏو ٿيو، انهي قسم جون حديثون فطرت الله التي فطر الناس
عليها لاتبديل لخلق الله ذالک الدين القيم (سورت روم آيت ۳۰) جي
خلاف آهن ۽ هن ڪري ٻه ته الله جي فطرت ۽ قانون تخليق هي آهي ته
عورت کي ٻار ان جي پيٽ ۾ جيڪا پرورش وٺندو آهي اها ان جي
ماهواري واري خون مان وٺندو آهي، جڏهن ته اصول ڪافي واري ڪتاب
جي جلد ٽئين ۾ ڪليني صاحب مولد فاطمه ۾ ٻيو نمبر حديث لکي آهي
ته ان فاطمه عليها السلام صديقه شهيدة وان بنات الانبياء لايطمثن
يعني ڪليني صاحب جي حديث جيڪا ان امام رضا جي نالي سان آندي



آهي اهي ڄاڻائن ٿا ته نبين جي ڌيئرن کي ماهواري ڪانه ايندي آهي، ته
غور ڪيو وڃي ته قرآن فرمائي ٿو ته اسان فطرت جي ڪمن ۾ تخليقي
قانون ۾ ڪابه تبديلي ڪانه آڻيندا آهيون يعني قانون تخليق سين لاءِ
ساڳيو آهي ته اهڙيون سڀ حديثون. شادي، اولاد ۽ اولاد طرف
منسوب ڪيل سڀ تاريخي واقعا، انهن جو وقوع، انهن جو ثبوت، سڀ
رولي ۾ وجهي ڇيون ڇڏين. آئون انهن حديثن بابت هي جڏهن چوان ٿو
ته اهي قرآن جي هدايتن خلاف هجڻ ڪري ڪوڙيون آهن ته التو وري
ماڻهو مو تي ٿا ڪاوڙ ڪن. جيڪڏهن ماڻهن وٽ اهي حديثون
سچيون آهن ته پوءِ اهي مهرباني ڪري انهن مان جڙندڙ تاريخ تان ته
هٿ ڪڻن جنهن ماڻهن کي فرقن ۾ ورهائي گهر گهر ڪان جدا ڪري
ڇڏيو آهي ۽ مذهبن جي نالن تي ماڻهو هڪ ٻئي جي رت جا پياسا لڳا
پيا آهن، سو هنن ڪلين ۽ بخارا وارن جي حديثن ۾ قرآني قانون مطابق
بلوغت ڪان پوءِ شادي ڪرائڻ جي قانون ٽوڙڻ جو اصل سبب ۽
پسمنظر ٻڌائيو ٿو وڃي ته هن ٽوٽل تاريخ، افسانوي انداز سان
ڪوڙين حديثن جي روشني هيٺ نهرائي آهي ۽ هن حديث ساز گروهن
پنهنجي مخالفن کي ذهني ۽ نفسياتي رشوت ۽ آسيس ڏيڻ لاءِ پنهنجي
ڪوڙن تي پردو وجهڻ لاءِ وري هي ڪوڙ مشهور ڪيو ته علي کي ان
جي زال فاطمه مان ام ڪلثوم نالي ڌيءَ ڄائي هئي جيڪا ان عمر کي
پرڻائي هئي، هن ڪوڙ ۾ ٻه شيعا سني سڀ متفق آهن. جڏهن ته اها
ڳالهه نهايت ناممڪن ۽ اڻ ٿيڻي آهي، جو ته رسول سائين جي وفات
وقت حضرت عمر سائينءَ جي ڄمار ۵۲ سال ٻيهي ٿي، ام ڪلثوم بنت
علي ۽ بنت فاطمه ڪڏهن ڄائي ۽ ڪهڙي سال ان جي شادي ٿي، اها
گهٽ ۾ گهٽ ڪليني صاحب جي مٿي بيان ڪيل ٻي ٻي فاطمه جي ڄمڻ
واري سال ۽ عمر جي حديث مطابق تخيلاتي ۽ افسانوي جڙتو ڳالهه ۽
ڪردار ثابت ٿيندي، باقي جيڪڏهن اهل سنت حضرات جي روايتن جي
روشنيءَ ۾ ٻي ٻي فاطمه جي شادي جيڪا هجرت جي ٻهرين سال ۾ ٿي،
آهي ۽ ان وقت سندس عمر سادا ارڙهن سال لکن ٿا ۽ حضرت علي
سائين جي شادي مهل عمر ايڪيهه ٻاويهه سال لکن ٿا ته اهڙي ريت ٻي
ٻي ام ڪلثوم جو صرف ڄمڻ ته ثابت ٿي سگهندو، سو ٻه اندازا سٽ

اٺ هجري سال ۾ ڇڪي تائي، باقي ان جي شادي حضرت عمر سان ٿيڻ
اها ڳالهه تہ مڪمل طرح سان جعلي ۽ جڙتو آهي، جو تہ ست اٺ
هجري ۾ ڇاول ڇوڪري ان دور جي عرب سماج وارن جي ڇوڪرين
جي شادي ڪرائڻ جي عمر اٺويهہ ويهہ سال، تاريخ وارا ڄاڻائن ٿا. تہ
ان مطابق بي بي ام ڪلثوم جي ايتري عمر وڃي پنجويهہ ڇويهہ هجري
سال ۾ ٿيندي، جڏهن تہ حضرت عمر فاروق ٢٧ ذوالحج سال ٢٣
هجري تي شهيد ٿيا آهن. پر ڪٿي هن تفاوت ڪي بہ ڇڏي مطلق شادي
ٿيڻ جي مسئلي مٿان بہ غور ڪيو وڃي، تڏهن بہ اها شادي نهايت بي
جوڙ، ظالمانہ، غير فطري ۽ جاگيردارانہ جبر جو سمبال ڇئبي. هن
ڪري تہ پندرهن سالن جي ڇوڪريءَ ڪي سٺ سال جو پڊڙو ۽ پيرسن
مڙس ڪيئن گهوٽ ڪري ڏنو ويندو، سو بہ تازو تازو رسول سائين جي.
آندل انقلاب ڪان پوءِ ۽ اهو بہ انقلابين جي ئي گهراڻن ۾ اهڙو ڪلور ۽
اهڙي ويدن ۽ ظلم سو يقين سان ڄاڻ گهرجي تہ مٿين شادي جي ڳالهہ
جن بہ لکي آهي شيعا سني ڪوڙ ٿا ڳالهائين ۽ اسلم جيراج پوري ۽
علامہ غلام احمد پرويز صاحب جن سميت پنهي پنهنجن ڪتابن تاريخ
الامت ۽ شاهڪار رسالت ۾ شادي ٿيڻ جي ڳالهہ ڪوڙ لکيو آهي ۽ غلط
لکيو آهي.

ان بي جوڙ رشتي جو پسمنظر ڇا سمجهجي، اصل ڳالهہ هي آهي تہ علم
جي لحاظ سان سني فرقي وارا تہ اهل شيعت حضرات جا شاگرد ۽ پوئلڳ
آهن سو ڳالهہ وري بہ آهي شيعن جي تہ انهن بي بي ام ڪلثوم جي
شادي حضرت عمر سان ان ڪري قبول ڪئي آهي تہ جيئن ان علمي ۽
نفسياتي ڪوڙ سان تاريخ جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ ۽ وار تان ڪل لاهڻ
واريون ليبارٽريون ڪاٽي اصول ڪافي جي غير عقلي ۽ غير سائنسي
حديثن، جن ۾ بي بي فاطمہ جي ڄمڻ ۽ شادي ڪرڻ ۽ ڏهن يارهن
سالن جي عمر ۾ حسن حسين ڪي ڄڻڻ جي غير فطري نموني جي
تحقيق ڪري ڪاٽي بي بي فاطمہ ۽ ان جي اولاد ڪي تاريخ جا فرضي
ڪردار نہ قرار ڏين.

ڪتاب پورو ٿيو

## الله وٽ سهڻين حديثن وارو ڪتاب، قرآن آهي

فمالهم لايؤمنون • واذاقريء عليهم القرآن لايسجدون• بل الذين ڪفروا
يڪذبون • والله اعلم بمايوعون • (٢٠ ڪان ٢٣ ٨٤)

ترجمو: پوءِ انهن ماڻهن ڪي ڇا ٿي ويو آهي جو (الله جي ڳالهين تي) نہ
پروسو ڪن ٿا نہ ئي ايمان آڻن ٿا ۽ جڏهن انهن ڪي قرآن پڙهي ٻڌايو ٿو وڃي (تہ
نڪي مڃن ٿا) نہ ئي فرمانبرداري ڪن ٿا. بلڪ انڪار ۽ ڪفر ڪن ٿا (سو
سمجهي ڇڏيو تہ) الله ڪي سڀ خبر آهي تہ اهي (قرآن بدران) اندر ۾ ڪهڙيون
ڪهڙيون حديثون لڪايون ويٺا آهن، چو تہ مون هنن لاءِ ڇيو هئو تہ مون الله قرآن
ڪي احسن الحديث (زمر - ٢٣) يعني سهڻين حديثن وارو ڪتاب ڪري نازل
ڪيو آهي، پوءِ اهي قرآن وارين سهڻين حديثن ڪي ڇڏي فباي حديث بعدالله
وآياته يومنون (٦-٤٥) يعني الله جي آيتن ۽ حديثن ڪان پوءِ ڪهڙين ڪهڙين
حديثن ۽ آيتن تي ايمان آڻيندا ۽ جيڪڏهن ضد ٿا ڪن تہ انهن وارين حديثن ۾
دين آهي تہ پوءِ اسان بہ چئلينج ٿا ڪريون تہ فلياء توا بحديث مثله ان ڪانوا
صادقين (٣٤-٥٢) يعني انهن ۾ جيڪڏهن ڪو دم آهي تہ قرآن جهڙي ڪا
حديث آڻي ڏيکارين. قرآن حڪيم جي هن چئلينج مان ثابت ٿئي ٿو تہ ڪوبہ
شخص قرآن جي حديثن جهڙي ڪائي بہ حديث نہ آڻي سگهندو، سو انهيءَ
ڪانپوءِ بہ جيڪڏهن ڪوئي شخص غير قرآني علمن ڪي حديث رسول جو نالو
ڏيئي قرآن جو مقابلو ڪري ٿو تہ ان لاءِ رب پاڪ فرمائي ٿو تہ فذرني ومن
يڪذب بهذا الحديث سنستدرجهم من حيث لايعلمون (٤٤ - ٦٨) يعني (اي
نبي تون پنهنجي ذميداري سنڀاليندو رهہ) ۽ هنن ڪي جيڪي قرآني حديثن ڪي
ڪوڙو سڏي رهيا آهن. منهنجي ذمي ڇڏي ڏي. اسين هنن ڪي اهڙي تہ ڊار سان
سوگهو ڪنداسين جو انهن ڪي خبر بہ نہ پوندي تہ هيءَ آفت آئي ڪيڏانهن؟ سو
شيعن موجوده قرآن ڪي تقيي جي نموني پڙهڻ لاءِ اصول ڪافي (ج ٥ ص -
٢١٠) ۾ حديث آندي آهي تہ جيتري تائين امام غائب اصلي قرآن ڪٿي اچي
ايتري تائين پين عام ماڻهن وانگر انهيءَ تي ڳڏارو ڪيو ۽ سنين جي حديثن
واري امام مسلم پنهنجي ڪتاب ۾ هيءَ حديث لکي آهي تہ پوئين زماني ۾ اهي
شيطان جيڪي حضرت سليمان عليہ السلام سمنڊ ۾ بند ڪرايا هئا، اهي
نڪري ايندا ۽ ماڻهن ڪي قرآن پڙهي ٻڌائيندا.

# قرآن جو دائمي ورلب آرڊر

جن ماڻهن ۾ دنياوي زندگي کي بهشت بنائڻ جي صلاحيت هوندي، اهي ئي پنهنجي آخرت واري زندگي کي بهشت بنائي سگهندا.

دنيا واري زندگي جنت ڪيئن نهندي

ان لڪ ان لاتجوع فيها ولاتعريٰ وانڪ لاتظمؤ فيها ولا تضحيٰ (١١٨-٢٠) يعني زمين ۾ رهندڙ هر فرد کي بنيادي حق، ماني، پاڻي، لباس ۽ گهر ميسر ۽ حاصل هجي، هڪ جهڙائيءَ جي بنياد تي، سواءللسائلين (٤١/١٠) قرآن جي حڪم سواءِ للسائلين يعني برابريءَ جي بنياد تي روزيءَ جي سرچشمي زمين کي ماڻهن ۾ ورهايو ڇو ته والارض وضعها للانام (٥٥/١٠) اها زمين عوام جي پالڻ لاءِ جوڙي وئي آهي ۽ پاڻ آباد ڪري سگهڻ ڪان وڌيڪ ڪنهن کي به نه ڏيو ڇو ته وان ليس للانسان الاما سعي (٥٣/٢٩) انسان کي اوترو ئي حق آهي جيترو هو پورهيو ڪري ٿو. پنهنجي ڪمايل پوک ۽ فصل مان اوهانجو حصو صرف اوهانجي ضرورت جيترو آهي باقي بچت محتاجن کي ڏئي ڇڏيو. يسئلونڪ ماذا ينفقون قل العفو (٢/٢١٩) يعني ضرورت ڪان وڌيڪ مون الله جو آهي، ان ڪري اهو معذورن کي پهچائي ڏيو. اي الله! پورهيو پوڪ جو ته اسان ڪيو هو، پوءِ تنهنجو ڪيئن ٿيو؟ ڇا توهان کي خبر ناهي افرايتم ماتحرثون، اوهان ته ٻني کيڙي ٻج ڇٽي آيا. ائنتم تزرعونه ام نحن الزارعون، پوءِ ٻج کي سلو، سلي ماتيلو ۽ ڊِڊو، سنگ تائين ته مون الله پيدا ڪيو. لونشاء لجعلناه حطاما فظلتم تفکهون • جيڪڏهن اسان ان پوڪ کي تهس نهس ڪري ڇڏيون ها ته توهان وارو ٻج به توهانکي نصيب نه ٿئي ها، ان ڪري مون الله جو اوهانجي پوکيل پوک ۾ به حصو آهي. اهو اوهانکي منهنجي حڪم مطابق خرچ ڪرڻو آهي. توهان ٿنا جاٽو لونشاء جعلناه اجاجا (٥٦-٧٠) جيڪڏهن اسان پاڻيءَ کي کارو ڪري ڇڏيون ته توهانجو فصل ڪيئن ٿئي ها، سو سمجهي ڇڏيو رزق جا سڀ وسيلا مون بکين لاءِ مقرر ڪيا آهن. متاعا للمقوين (٥٦-٧٣)